# قيد ڪشالا زندگي

(آتم ڪٿا)

## الھورايو ڀٽ

ڊجيٽل ايڊيشن:

2020ع

سنڌ سلامت ڪتاب گھر

# سنڌ سلامت پاران :

سنڌ سلامت ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن سلسلي جو نئون ڪتاب **”قيد ڪشالا زندگي“** اوهان اڳيان پيش آهي. هي ڪتاب استاد ۽ شاعر الهورايوبِهڻ جي لکيل آتم ڪٿا آهي. هي هڪ اهڙي قيدي پار جي ڪٿا آهي جيڪو حُر ڪيمپ ۾ قيد هيو پر علم جي تلاش ۾ رهيو ۽ اهو سفر قلمبند ڪيائين. حر ڪيمپ جي لوڙهن ۾ قيد ۽ ان زماني جون يادون ۽ سارون سندس خاص موضوع آهن. پاڻ لکن ٿا:

”مون جيئن ته پنهنجي شعور جي اک حرن لاءِ قائم ڪيل جيل CONCENTRAION CAMP ۾ کولي ۽ پنهنجي معصوم ٻاروتڻ جا ڪامل ڏهه سال پنهنجي امڙ ۽ بابي سان ان قيد و بند ۾ گذاريا. ان ڪري منهنجي دل ۾ سامراج ۽ سامراج جي چاڙتن خلاف شديد ڏڪار موجود پئي رهي آهي. ان جو سمورو بيان مون پنهنجي هن آتم ڪٿا ۾ بيان ڪيو آهي.

هي ڪتاب **نارا ريسرچ ۽ پبلشنگ آرگنائيزيشن سانگهڙ** پاران 2019ع ۾ ڇپايو ويو آهي. ٿورائتا آهيون عظيم رونجهي جا جنهن ڪتاب جي ڪمپوز ڪاپي سنڌ سلامت ڪتاب گهر لاءِ موڪلي.

**محمد سليمان وساڻ**
**مينيجنگ ايڊيٽر (اعزازي)**
**سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام**
sulemanwassan@gmail.com
www.sindhsalamat.com
**books.sindhsalamat.com**

# <u>ارپنا</u>

**ارپيان ٿو**

**هيءَ تحرير**

## جيجل امڙ جي نانءَ

# ڌڻيءَ در دُعا

المدد منھنجا ڌڻي!
ڪارڻي او ڪارڻي!
سنڌ ساري پئي سڙي،
پٽ ڌڻي او پٽ ڌڻي!
باھ جو درياءُ آ ـ،
پاڻڻي او پاڻڻي!
دل سندي ڌرتي ٻڻي،
چانوڻيءَ تي چانوڻيءَ!
دار جي وھنوار جي،
ريت آھي پارڻي.
ظلم جي ديوار ھيءَ،
ڊاھڻي آ ڊاھڻي.
ڳل مٿي ڳوڙھا نہ ڏس!
سانوڻي آ سانوڻي.

ـ الھورايو اُداسي



والد محترم آگو خان ٻهڻ
وفات 20 آڪٽوبر 1976ع



والده صاحبه
وفات 23 جولاءِ 1986





وڏو ڀاءُ محمد عرس ٻهڻ

# فهرست

# حُر ڪئمپ جو قيدي ٻار

[استاد الهورائي ڀڙ جي سارُوڻين متعلق ويچار]

الهورائي ڀڙ صاحب پنهنجي زندگيءَ جا پهريان تقريبن يارهن سال "ڄائي ڄم کان ڏوهاري مجرم قبيلي" (ڪرمنل ٽرائبز) جي فرد جي حيثيت سان نوابشاهه، شهدادپور ۽ جهول جي لوڙهن يعني ڪنسنٽريشن ڪيمپن يا سيٽلمينٽن ۾ گذاريا. پنهنجي زندگيءَ جي سارُوڻين يا يادگيرين جي هن مختصر ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ قيد بند جو اهو سچو داستان، الهورائي صاحب جي سرگذشت جو پهريون حصو آهي، جنهن کي ڀڙ صاحب تمام سهڻن، سادن لفظن ۾ ٻاراڻي سوچ ويچار يا فڪر عين پٽاندڙ اهڙي تدريجي انداز ۾ بيان ڪيو آهي، جنهن مان هن هوشيار، تجسس جي مجسمي، ذهين ٻار جي فڪر ۽ بصارت جي اوسر ۽ واڌ ويجهه جو نهايت ئي دلڪش ۽ مؤثر نقشو چٽيو ويو آهي.

دم شاخ ۽ جمڙائو واهه جي پرپاسي ۾ الهورايو پٽ آگو ڀڙ، 1942ع ڌاري، ژان ژان روسو جي قول مطابق "آزاد ڄائو"، ۽ سوبہ حشمت ۽ برڪت واري "گڙنگ" بنگلي واري ڳوٺ ۾، پر ڄمڻ شرط بينڪي راڄ وارن آٺي ماءُ پيءُ سميت نوابشاهه لوڙهي ۾ بنا زنجيرن جي سوگهو ڪيائونس.

Here he is in chains. One thinks oneself the Master of others, and still remains a greater slave than they."*

لوڙهي جي گهُٽيل محدود ماحول ۾، سنگينن ۽ بندوقن جي ڇانوَ ۾، مجبور، مقهور ۽ مظلوم ننڍڙو الهورايو نپجڻ پلجڻ لڳو. پهريان لفظ جيڪي صبح شام سندس سجاڳ ۽ سَرلن ڪنن تي هر روز پيا ٿي اُهي هُئا "حاضر سائين، حاضر سائين" جيڪي قطارن ۾ بيٺل حُر جماعت جي اڀوجهه قيدي مردن توڙي عورتن جي واتان "حاضريءَ دؤران نڪتا ٿي. ڌڪاءَ هيٺ نڪرندڙ اهي لفظ سندس دل جي ڪنن تي ٽتل شيهي جي ڦُلٽ وانگر وري وري وسڪارا ڪندا رهيا ٿي. جن ساهوارن جي آڏو اهڙا "حاضر سائين، حاضر سائين" چوڻو ٿي پيو سي هُئا، بينڪي راڄ جا نمڪ خوار، کهڪاءَ کان وانجهيل، اپاڳا، ندورا ۽ ڪڳوراسپاهي ۽ لوڙهن جا منشي ۽ مئنيجر، جن جي آڏو دل تي پٿر رکي، زهريلي ڳيت سان اهي لفظ چيا ٿي ويا، جيڪي اهڙن شخصن جي باري ۾ چيا ٿي ويا، جيڪي ڪنهن بہ ليکي اهڙن خطابن ۽ اهڙين دعائن جي لائق نہ هُئا، اهي دعائون ڄڻ تہ دليئون پاراتي جي صورت اختيار ڪري ظاهري وات مان ٿي نڪتيون. ڄڻ حڪومت جي ٻَرَ ۽ زور تي ٻَعل بت جي پوڄا ابراهيم عليہ السلام جي اولاد کان ٿي ڪرائي وئي.

اهي آواز ٻڌندي ٻڌندي،ننڍڙو الهورايو اُن ڏکهي بينڪي راڄ دؤران، قيدين ۽ غلامن جي حيثيت سان، سانيڙ پريو ٿيڻ لڳو تہ ڪڏهن رات جي ٻاٽ اونداهين ۾ تہ ڪڏهن ڏينهن جو ادي ڪرڙيءَ جي گهر ۾ پنهنجي

---

*Jean Jacques Rousseau,*Social Contract*: Chapter I, [opening statement.]: 1712-1778), translated by G.D. H. Cole.

† ادي ڪرڙي عرف فاطمہ ذات جي ڪيرياڻي هُئي، جنهن بابت وڏيڪ تفصيلي مضمون اسحاق مڱرئي صاحب لکيو آهي جيڪو جهونگار ۾ ڇپجي چُڪو آهي. ڪيريا چوٽيارين جي پاسي جا ٽن قسمن ۾ ورهائي سگهبا: هڪڙا چوٽيارين جي مدرسي جا ملا، جن جو وڏو بزرگ مبين ڪيريو شهيد عبدالرحيم گرهوڙي صاحب جو استاد مربي هو جو اسان جي زماني ۾ ٻار ساهہ ڪٽڻ جي پيٽ لاءِ مقابلو ڪندا هُئا تہ ڪير ٿو بنا ساهہ ڪٽڻ جي ٻارهن پيرا "عبدالرحيم مڱريو پٽيلو (يا پٽ) مبين ڪيريئي جو." ٻيا ڪيريا حر پير صاحب روضي ڌڻي جا مريد هُئا، جن مان ادي ڪرڙي بہ هئي، ۽ سندس پائر بين جيلن ۽ لوڙهن ۾ هُئا. ڊاڪٽر حاجي خان ڪيريو پٽ ملو عبدالرحمان ڪيريو بہ هو جيڪو سڪرنڊ تعلقي جي "حاجي ڪيريو ڳوٺ ۾ ڄائو، سنجهوري لوڙهي ۾ وڏو ٿيو ۽ پوءِ ڪنهن وقت ٽنڊي ڄام ايگريڪلچر ڪاليج ۾ پڙهيو ۽ نيٺ نيوزيلنڊ جي لنڪن ڪاليج ۾ بہ پڙهي، وطن وريو جتي ايگريڪلچر ريسرچ جو

پائرن پيڻرن سان راند ڪرڻ وچڻ لڳو تہ ڪڏهن راتين جي اونداهين ۾ يا تارن جي سُهاءَ ۾ يا چنڊ جي چانڊوڪين ۾ ”نانا جانيءَ“ جي زباني، آزاد اڏامندڙ ديون ۽ پرين، جنن ۽ ڀوتن، نائڪن ۽ راڪاسن، بادشاهن ۽ فقيرن جون ڪهاڻيون، ٻُڌي، روضي ڌڻيءَ جي چئن تسبيحن واري ذڪرسان دل کي سُرور وٺائي، ۽ سرفراز ڪلهوڙي جي مناجات ”بسم الله، لڳ الله... يلا چام هن غلام سندو سوال سڄ تون “ آلاپيندي وڏو پي ٿيو.

لوڙهي يا ڪنسنٽريشن ڪيمپ جي پرسان هر روز لنگهندڙ ريلوي گاڏيءَ جون ڪُوڪون ۽ ڇڪ ڇڪ ٻُڌي، ننيڙو الهورايو سوچيندو ٿي رهيو تہ اُهي ڪهڙا ماڻهو هوندا جيڪي انهيءَ گاڏيءَ ۾ سفر ڪندا هوندا، اُهي ڪهڙي رنگ روپ جا هوندا، ڪهڙي ڊيل ڊول جا، ڪهڙيءَ هاٺي ڪاٺي جا هوندا، ڪهڙيءَ شڪل صورت وارا هوندا، ڪهڙا ويس وڳا پائيندا هوندا؟ مرد هوندا يا عورتون؟ مون جيڏا ڪي ٻار بہ هوندا يا نہ؟ اُهي ڪير هوندا جيڪي انهيءَ”مُئيءَ گاڏيءَ“ جي گاڏن ۾ سوار ٿي، آزاد، پنهنجي مرضيءَ مطابق،بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي، ڪنهن پابنديءَ کان سواءِ، دنيا جي الائي ڪهڙي ڪُنڊ کان الائي ڪهڙي پاسي ايندا ويندا هوندا. (ننيڙو الهورايو ٿي سگهي ٿو تہ ڪڏهن ڪڏهن هو بہ سوچيو هجي تہ الائي انهن گاڏن ۾ ويٺل ماڻهن کي بہ جهڙس ”بہ اکيون ٽيو نڪ“ هوندو، يا نہ؟ انهن ماڻهن ۽ ساڻس لوڙهن ۾ رهندڙ ماڻهن ۾ الائي ڪهڙو فرق هوندو! ٻيو نہ تہ سگهُ تہ ضرور هوندن!). نيٺ هڪڙي ڏينهن بابا کيس گاڏيءَ جي ويجهو بہ وٺي ويو جتان خوب پيٽ ڀري گاڏيءَ ۾ ويٺل ماڻهن کي ڏٺائين، سندن مهن مهاڻن جو مطالعو ڪيائين، سندن لباس تي تجسس ڀريل نظر وڌائين.

ننيڙو الهورايو ٿورو وڏڙو ٿيو تہ لوڙهي ۾ موجود اسڪول ۾ داخل ٿيو جتي ”بينڪي راڄ جي بادشاه کي ”اسان جي شهنشاه“ سڏي، کيس وڏي ڄمار نصيب ٿيڻ لاءِ دعائيہ گيت بہ ”طوعا او ڪرها“ ڳائڻا پي پيس. پر، نيٺ هڪڙو ڏينهن خدا جو اهڙو آيو جو ڪنهن وقت (بظاهر 14 آگسٽ 1947 ڪان پوءِ) اوچتو اهو شهنشاه جي شان ۾ سندس ڊگهي عمر جي دعائيہ ”زور جي ميندي وارو گيت“ (قومي ترانو نيشنل اينٿم؟) ڳارائڻ بند ڪيو ويو. معصوم الهورائي کي سمجه ۾ نہ آيو تہ ائين ڇو ٿيو!

ڪو وقت آيو جو انهيءَ لوڙهي جي پرسان لنگهندڙ گاڏيءَ ۾ ڪي اوپرا ماڻهو اوپري نياري لباس وارا، ۽ اوپرن آراڏن مهانڊن وارا ماڻهو، تمام وڏي تعداد ۾، ٽمٽار گاڏن اندر ڳُتيل ڀرپريل ماڻهن کان سواءِ گاڏن جي ڇتين تي ماڻهو ويٺل نظر ايندا رهيا، جن مان ڪي نواب شاه ۾ لهي ٿي پيا. ننيڙي الهورائي ڏٺو تہ لوڙهن جي قيدين، پنهنجي ڪنگالپڻي، تنگدستيءَ ۽ ڪسمپرسيءَواري حالت هوندي بہ، پنهنجي ڏتڙيل، تڙجي آيل، پناهگير مهاجر، ”مسلمان ڀائرن“ لاءِ ڀت جون ديڳيون رڌي ڪيتري وقت تائين ڪارائڻ لاءِ ڪٽي ويندا رهيا.

ان وقت ڀاڻئون وڏن ٻارن جي واتئون پنج سالہ ننيڙي الله جي ورايل کي خبر پئي تہ ماڻهو چون پيا تہ ”ملڪ آزاد ٿيو آهي.“ انگريز بينڪي راڄ جي شهنشاه جي نالي ٻار چون پيا تہ ”مائيءَ جنا“ ڀڄائي ڇڏيو آهي، پر ڪي ٻار چون پيا تہ اهو ماڻهو مائي ڪانهي، مڙسالو آهي. پر ننيڙي وريل فقير کي وري خبر نہ پئي پوي تہ ”آزادي“ ڪهڙي ساهواري جانور يا بيساهي شئي جو نالو هوندو، جيڪا الائي ڇو اڃا لوڙهي جي گهٽيءَ تي پهتي ڪانهي. الائي ڪڏهن ايندي؟

نيٺ هڪڙي ڏينهن ڀاڙهڻ واري قيدي ماستر اسڪول جي ٻارن کي ايندڙ ڏينهن تي ڌوتل ڪپڙن پائي اچڻ جو چيو. چيائين تہ ”وزير صاحب“ اسڪول ۾ ايندو. انهي کي گڏجي گلن جا هار پارائي سندس آجيان ڪجو. ۽ هڪڙي آواز ۾ گڏجي کيس آزاديءَ لاءِ عرض ڪجو. وڏڙن جو خيال هو تہ ”آزاديءَ جي ديوي“ وٽن، سندن لوڙهي

---

ڊائريڪٽر جنرل رهيو. (خصوصي تحقيق جو شعبو ڪمند)، بحوالہ جهونگار نمبر 15 (سيپٽمبر 2008ع) چوٽيارين جي پاسي جا ٿيا ڪيريا انهن ملن ۽ حرن ٻنهي جي خلاف ٿرپارڪر جي ڪليڪٽر ڊيوس (Davies) سان خط و ڪتابت ڪندا رهندا هُئا، پوءِ ڪڏهن پريءَ ۾ تہ ڪڏهن پاڪر ۾.)

جي سوڙهيءَ گهٽيءَ تي بہ نيٺ تہ پرگهٽ ٿيندي. "اليس الصبح بقريب! " (ڇا صبح ويجهو ناهي؟) (قرآن، سورة هود 11.81)

"Oh Western Wind,

If winter comes,

Can Spring be far behind?" (Percy Bysshe Shelley (4/8/1792-8/7/1822.

الهورايو ٻئي ڏينهن امڙ جي هٿان ساڙيل لاٽيءَ مان ٿهيل ڪاريءَ ڪارُ سان ڏوتل ڪپڙا زيب تن فرمائي صبح سوير، آزاديءَ جي پري ڏسڻ خاطر، وزير صاحب جي آجيان ڪرڻ لاءِ اڳي حاضر ٿيو. استاد ۽ مائٽن جي چوڻ تي، وڏي خوشيءَ سان عمل ڪندي وزير صاحب جي خدمت اقدس ۾ گلن جا نذرانا پيش ڪيا ويا، ۽ "بخدمت عاليشان فيضواري جناب" جي شان ۾ قصيدا پڙهڻ کان پوءِ آزاديءَ لاءِ عرض ڪيو ويو. پر ڪاري ڪارُ سان ڏوتل ڪپڙن پاتل ٻارن جي نوراني چمڪندڙ چهرن ۽ اُگهاڙن پيرن جو "حُضور وزير صاحب" جي ڪَهُري پٿر مان جُڙيل دل تي ذرو بہ اثر ڪونہ ڪيو. نڪي گلن جي نذراني جي رُڪي سُڪي رشوت جو ڪو مثبت نتيجو نڪتو. جيئن ئي معصوم ٻارن وزير بهادر کي هڪ آواز ٿي آزاديءَ لاءِ عرض ڪيو تہ وزير جواب ۾ فورن، بنا هٻڪ، معصوم ٻارن کي سندُنِ ابن ڏاڏن جي ڌاڙن هڻڻ جو مهڻو ڏنو. "اوهين آزادي ٿا گهرو، هوڏانهن اوهان جا ابا پيا ڌاڙا هڻن!") ٻارڙن جي دلين تي ۽ سندُن آسُن ۽ اميدن مٿان سياري واري ٿڌي پاڻيءَ جي مٽَن جا مٽَ هارجي ويا. ۽ ٻين ٻارن وانگر معصوم ننڍڙو الهورايو فقير بہ سوچيندو رهيو ۽ ڪيس ڪنهن بہ صورت ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي آئي تہ سندُس پيءُ ماءُ ۽ ٻين ٻارن جا پيئر مائر تہ لوڙهي (ڪنسنٽريشن ڪيمپ) ۾ ڪسمپرسي (يعني ڪير نہ پڇي تہ ڪهڙو حال اٿئي) واري زندگي گذاري رهيا هُئا. ان صورتحال مطابق اُهي الائي ڪنهن جا ابا ڏاڏا هُئا جيڪي وزير جي دل تي ڌاڙا هڻي رهيا هُئا، جنهن جي ڪري انگريز جي ظالماڻي بينڪي راڄ خلاف وڙهڻ جي سلي ۾ سڄي حر جماعت جا ماڻهو سندن ابن ڏاڏن جي زماني (1895 کان 1952ع تائين) تقريبن سٺن سالن کان لوڙهن ۽ جيلن ۾، ٻارين ٻچين، زندگيون گهاري رهيا هُئا. هاڻي جڏهن انگريز پڇي ويو آهي تہ بہ نوَن حاڪمن جي نظر ۾ هو قاتل ۽ ڌاڙيل، ڪرمنل ٽرائبز Criminal Tribes (مجرم ڏوهاري قبيلن جا فرد هُئا). ننڍڙي وريل فقير کي ڪهڙي خبر تہ حاڪمن جا جاسوسي ادارا پنهنجي ڇڏيل ماڻهن هٿان قتل ڪرائيندا آهن ۽ چورين ۽ ڌاڙا هڻائيندا آهن، ۽ پوءِ پنهنجي دشمن جي نالي مشهور ڪرائيندا آهن. اهڙي طريقہ ڪار کي عُرف عام ۾ "ڪوڙن جهنڊن واريون وارداتون" (false flag operations) سڏبو آهي، جيڪي اڄ بہ هر نام نهاد مهذب قومن جا اڳواڻ ڪرائيندا آهن ۽ ان وقت بہ ڪونہ گهٽائيندا هُئا. لوڙهن کان ٻاهر کي ٿورا اهڙا ماڻهو اُن زماني ۾ بہ هُئا جيڪي (قرباني ۽ ٻين اخبارن وزيرن ۽ حاڪمن کي اپيلون ڪري،انگريز جي اجتماعي سزا (collective punishment)واري بي انصافي ۽ غير قانوني ڪڙن ۽ ڪارن قانونن جي بطلان ڏانهن توجهہ ڇڪائي اهو پڇندا رهندا هُئا تہ نمڪ حلالي ملهائڻ وارن جا "ابا ڏاڏا" انگريز ندورا تہ مُجاهدن جي ڪارروايين ان بيزار ٿي، نيٺ مُلڪ ڇڏي ويا هُئا هليا. پوءِ ڌرتيءَ جي آزادي لاءِ وڙهندڙ مجاهدن جا ٻار اڃا ڪهڙي حساب ۾ لوڙهن يا ڪنسنٽريشن ڪيمپن ۾ بند هُئا؟ پر انگريز جي پوئتي ڇڏيل اولاد جا منصوبا سخت ناپاڪ هُئا.

آزاديءَ جي ديوي، لوڙهن کان پري پري، ڪٿي ٻين ماڻهن جي شهرن ۽ بيابانن ۾ پنهنجو وقت گذاري رهي هئي، پر حُرن جي انهن لوڙهن ۽ جيلن جي پير پاسي ۾ بہ نڪا سندُس بوءِ هئي نڪا سندس ٻاس هُئي.

نيٺ هڪڙو ڏينهن خدا جو اهڙو آيو جو ميٺ ماٺ ۾، بنا توجہ ۽ توضيح جي شهنشاهہ جي وڏي عمر لاءِ دعائيہ گيت ڳائڻ جو رواج بند ٿيو. وري ائين ٿيو جو بنديخانن ۾ رهندڙ ڪٽنبن جي لوڙهن کان ٻاهر رهندڙ مائٽن

کي ملاقاتن جي سهولت ڏني وئي، جو نديڙي وريل فقير جو وڏو ڀاءُ جهول مان مکڻ ۽ ماکي کڻي ملاقات لاءِ آيو. لوڙهن ۾ رکيون سڪيون مانيون کائڻ وارا ٻار مکڻ ماکي کائي گهڻو خوش ٿيا. وري ڪيوڙي فقير جهڙا تارڪ فقير به ملاقات لاءِ اچڻ لڳا، جيڪي پنهنجي حيران ڪندڙ گودڙي، لٺ، ۽ راڳ روپ ذريعي جماعت ڳوريءَ جي ننڍين وڏن کي دين ايمان تي قائم رهڻ ۽ صبر ۽ استقامت کان ڪم وٺڻ جا درس ڏيڻ لڳا.

اهڙين ننڍڙين ننڍڙين نعمت ڀريل سهولتن ملڻ کان پوءِ، ڪنهن وقت نديڙي الهورائي کي سندس ماءُ پيءُ سُميت نوابشاهه جي لوڙهي مان بدلي ڪري، انهي پرسان لنگهندڙ مسحور ڪندڙ ريل گاڏيءَ تي سوار ڪرائي، شهدادپور لوڙهي ۾ وٺي آيا. ٻيون قيد بند جون حالتون ساڳيون رهيون. "حاضر سائين، حاضر سائين." جون پڪارون بدستور ساڳيون جاري رهيون، رزق روزگار (ڪاڏي پيتي) جي تلاش ساڳيءَ طرح ڏُکي رهي. پر نواب شاهه ۾ هميشه يا گهڻو ڪري بنا ڳُنڌڻ جيڪا سُڪل ماني رُکي سُڪِي کائڻي پوندي هُئي، تنهن ۾ ايترو سو فرق آيو جو شهدادپور جي ويجهڙائپ (پر پاسي) ۾ ڪن مائٽن مٽن وٽان ڪين ڪڏهن ڏُڏَ ته ڪڏهن ڪيرَڪڏهن مهي، ڪڏهن ڏٿونر و ملڻ لڳا، جيڪي اڳي نوابشاهه جي لوڙهي ڪان مائٽن جي ڏورانهن پنڌن تي هُئڻ جي ڪري ڪونه ٿي ملي سگهيا. هاڻي اُها اٽيي سُڪل رُڪِي ماني ڪڏهن ڪڏهن ڏُڏ ۽ ڪير واري(nutritious) غذا جي نعمت ملڻ ڪري، رُکي چباڙڻ، ڳيتون ڏئي ڳهڻ، ۽ ويلي ويلي تي وِيلي ڏيڻ بدران چَهَر سان چباڙڻ، ڳُنڌڻ سان ڳِهڻ ۽ هيجئون هضم ڪرڻ ۾ آساني پيدا ڪري ورتي ۽ "غذائيت جي اڻاٺ"(malnutrition) جو ستايل،سنهڙو سيپڪ، ڏُبرو اَيرو الهورايو هڏن تي ماس ورائڻ لڳو ۽ اڳي جي اپرائيءَ مان نڪري نسبتا سيرو، سگهارو ۽ صحتمند ٿيڻ لڳو. حالانڪ آزاديءَ جي پرِي اچا به لوڙهن ۽ جيلن کان پاسو ڪيو ڪٿي ڏوراهين ڏيه ۾ سيبتي ۽ ٿانيڪي ٿيو سُتي پئي هُئي، ۽ الهورائي ۽ سندس ڪٽنبن جي اوڏي وينجهي ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي آئي. اهڙي گهٽتائيءَ جي احساس جي باوجود وريل خان ۽ سندس گهر جا سيئي ڀاتي اڳي واري ارهائي واري اڙانگي حالت مان نڪري صحت ۽ سرهائيءَ ڀاڻا ٿيا. البته بنديخاني جا بند اچا ساڳيا سوگها رهيا.

اُن زماني ۾ نوابشاهه واري لوڙهي ۾ مولا بخش جي مارُن جي چانوُن هينان پلجي وڏي ٿيندڙ هن چار درجا پڙهيل ۽ خوشخط الهورائي بنديخاني جي باندين لاءِ سندن بدلين ۽ ٻين حاجتن لاءِ درخواستون لکڻ جو ڪم شروع ڪري ڏنو. اهڙيءَ طرح مفت ۾ منشگيري ڪندي، نيٺ ڏسندي ڏسندي، هڪڙي ڏينهن پنهنجي دل جي تانگه تي، پنهنجي والد صاحب کان پڇڻ بنا،هڪ درخواست لکي ٽپال ۾ وجهي چڏيائين. ان درخواست جي نتيجي ۾ ڪجه وقت گذرڻ کان پوءِ(ٿوري ڪين گهڻين ڏينهن)، شهدادپور واري لوڙهي مان سندس ڪٽنب جي جهول شهر جي ويجهو وڌل لوڙهي ۾ بدلي ٿي وئي. اهو جهول وارو لوڙهو سندن اصلي ڳوٺ گڙنگ جي ويجهو هو. نوابشاهه ۽ شهدادپور وارن اڳيان لوڙها جهول واري لوڙهي جي پيٽ ۾ وڏيڪ پرانها هئا. وَريل فقير جو وڏو ڀاءُ عرس اڳي ئي جهول ۾ رهيو ٿي. ان ڪري جڏهن هن ڪُٽنب جي بدلي جهول ۾ ٿي ته گهر جا سڀ ڀاتي وڏيڪ سَرها ٿيا. جهول شهر ۾ پهچڻ شرط، پهريون دفعو نديڙي الهورائي ٻارن کي ٻيج ڊوڙ ڪرائڻ واري (ڊُڪندڙ ۽ ڊُڪائيندڙ) بنا دونهين واري، هڪ ڦيٿي، "مشين" يا "گاڏي" هٿ ڪئي، جنهن کي "ڊيڪلي"تي سَڏيائين. ان بنا بجلي ۽ بنا پيٽرول تي هلندڙ ڊيڪليءَ جي پويان ڊوڙندي، الهورايو جهول جي نديڙي، "ڏيڊ اڍائي، پوڻن پنجن ۽ ساڍن ستن" گهرن واري نديڙي شهرجهول ۾، ڊوڙندي ۽ ڊوڙائيندي، اکين ۽ ڪنن کي ڪم آڻيندي، هوائي جهاز واري سواريءَ وارا مزا وٺندي، پنهنجون اکيون تيز ۽ ڪن سرلا ڪري، ماڻهن، عمارتن، روڊن، رستن، ريل گاڏين جون پنهنجي مرضيءَ سان، بنا پگهار، حاضريون ڀريندي، ۽ ريل ۾ چڙهيل ماڻهن کي حسرت ۽ حيرت جي نظرن سان ڏسڻ ۽ آبزرو (observe) ڪندي، شهر ۽ ان جي پسگردائيءَ سان واقفيت پيدا ڪندو رهيو. ماڻهن جي مهاندن، لباس، ڪپڙن، ۽ هلڻ چلڻ جو من ئي من ۾ مطالعو ڪندو رهيو. نيٺ وڏڙن جي ڳالهين مان اهڙا آسرا ٿيڻ لڳا ته هي قيد بند ٽٽڻ وارا هُئا، ظلم جا اهي لوڙها نيٺ ڪجڻ جا امڪان ٿيڻ لڳا. ۽ آسرا ٿيا ته بنديخاني وارا باندي آزاد ٿي

پنهنجي ماڳن تي موٽندا، ۽ سندس امڙ پنهنجي سوچن کي لفظ ڏئي، ان اُميد جو اظهار ڪرڻ لڳي ته ڪيئن پنهنجن اباڻن ڪکن ڏانهن موٽي گڙنگ ڳوٺ وڃبو ۽ اتي رهي، ٻني ٻاري جو اهو ڪم وري سنڀالبو جيڪو بنديخاني ۾ اچڻ کان اڳي ڪبو هو.

(ٻارن کي تاريخن جي خبر ڪانه هُئي، پر هاڻي وڏن کي خبر آهي ته پير صاحب سورهيه بادشاهه شهيد جا شهزادا ڊسيمبر 1951 ۾ وطن واپس آيا، ۽ چوٿين (4) فبروري 1952ع تي گادي بحال ٿي، ۽ ان سونهاري موقعي کان پنجونجاهه ڏينهن پوءِ، ايڪٽيهين مارچ 1952ع جي شام جو لوڙهن جي قيدين کي ٻڌايو ويو ته اڄ رات جڏهن گهنڊ تي پورا ٻارهن وڄندا ته لوڙهن جا دروازا هميشه لاءِ کلندا، ۽ ڪرمنل ٽرائبز جا بيڏوها قيدي آزاد ٿيندا، ۽ سيڪو پنهنجي پنهنجي ڳوٺ، پنهنجي مرضيءَ مطابق، پنهنجي پنهنجي خرچ تي يا پنهنجي پيرن جي زور تي، آزاديءَ ڏانهن اڳتي قدم وڌائي سگهندو. وڏي انتظار کان پوءِ بقول وريل فقير اُها "اپريل فول" واري گهڙي نيٺ آئي، ۽ رات جي ٻارهين وڳي سچي پچي گهنڊ وڳا، ۽ ڏهڪاري سپاهي ڪٽي اوڏو ويجهو ڏسڻ ۾ ڪونه آيا، (الائي ڪيڏانهن غائب ٿي ويا)، حُرن جا ننڍا وڏا ٻار آزاد ٿي پنهنجي ماڳن مڪانن ڏانهن روانا ٿيڻ لڳا. ننڍڙو الهورايو ۽ سندس ماءُ پيءُ انهي آزاديءَ جون آخري گهڙيون لوڙهي ۾ ئي گذاريون، ايندڙ صبح جو لوڙهو پوئتي ڇڏي، ساڳئي شهر ۾ موجود سندس وڏي پاءُ جي گهر ۾ وڃي رهيا. وري سگهوئي پنهنجو ڇپر اڏي ان ۾ رهڻ لڳا. گڙنگ تي وڃي ٻني ٻاري ۽ سندن پراڻن گهرن جي حالت ڏسڻ لاءِ هڪڙي ڏينهن نيٺ وڏين امنگن ۽ جذبن سان، ۽ ڏڙڪندڙ دلين سان، "اکيون پير ڪري" جڏهن پهتا، ته اُتي 1942ع ۾ ليمبرڪ جي باهين ڏنل گهرن ۾ ڪاريءَ وارن ڪکن جو نظارو ڏسي، نجهرا سڙيل ۽ ٻڌ ويران پسي، زمينون پراون ڌارين ماڻهن جي قبضن ۾ ڏسي، گڙنگ موٽي اچڻ جي حسرت دل ۾ سانڍي وري جهول موٽي آيا، ۽ اچا تائين اتي آهن.

سگهوئي خبر پئي ته تڙجي آيل ڏتڙيل پائر پنهنجي ديس پائي عملدارن، وزيراعظمن، ڪليڪٽرن، پوليس ۽ ملٽريءَ ڪامورن جي آڏار تي زمينن ۽ ملڪيتن، جاين، مڪانن ماڳن، باغن بستانن جا مالڪ ٿي ويهي رهيا، ۽ ڏسندي ڏسندي عرب جي اُٺ وانگي، سنڌي تڙيل ۽ ڌڪاريل ٿي ويا، سندن زمينن تي ڌارين جو قبضو ٿي ويو، ۽ ٻاهران آيل ڌرتيءَ جا ڌڻي ٿي ويا ۽ جاگيردار ۽ نواب ٿي ويا، ۽ سنڌ جا "پائو" انهن جا هاري ۽ ڌنار ٿي ويا..

او قابيل، اکين ۾ تير تکا توکي!

اياڻي ۽ ابوجهه "پائوءَ"سان زيرڪ ۽ پڙ "پائيءَ" اهڙي ڪئي جهڙي ٻُرڙي ڪئي ٻارن سان. پائر هجن ته اهڙا!)

وقت وڏو مرهم آهي. اهو گڙنگ ڳوٺ آهستي آهستي نيٺ آباد ٿيو ۽ ڪي ماڻهو موٽي آيا، نيٺ اتي اسڪول کليا، هاءِ اسڪول برپا ٿيو. ڪو وقت ٿيو آهي ته گڙنگ ۾ سورهيه بادشاهه جون ورسيون ٿيڻ لڳيون آهن جيڪي اڄا ملهائجن پيون.

پنهنجي سرگذشت جي ٻئي حصي ۾ ٻهڻ صاحب رزق روزگار جي سلسلي ۾ لاهين چاڙهين ۽ علم جي تلاش ۾ هٿ پير هڻڻ جي مختلف مرحلن جو بيان ڪيو آهي.

هن سرگذشت پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته لوڙهن ۾ رهائش جي زماني ۾ "ماسترن جي مار، نڪا خبر، نڪا چار" وارا لقاءَ ڏسي، الله جي ننڍڙي ورايل جو ارواح هيڪر ته پڙهڻ تان بلڪل وري (ڪَڇِي) ويو. ايتري قدر جو مڪتب جي وڏيڪ مارن کان بچڻ لاءِ پاڻهئي پاڻمرادو پنهنجي ماڻٽن آڏو تجويز پيش ڪيائين ته هو اسڪول جي در جو مُنهن ڏسڻ بدران مينهون چارڻ وڌيڪ پسند ڪندو. پنهنجي ٻاراڻي سمجھ مطابق پاڻ پايائين ته پڙهڻ جي ڪُلهن ڇيندڙ ڪم کان مينهون چارڻ جو ڪم وڌيڪ سولو ۽ سُودمند ٿيندو. اهو فيصلو جڏهن ماڻٽن اڳيان

پيش ڪيوويو تہ انهن بہ بنا "چوڻ" (ڪيئڻ) ۽ "چرا" (چو چا لاءِ). سنڌيِس اها تجويز قبول ڪرڻ فرمائي. ان منصوبي جي پيش نظر، هن ننڍڙي متيءَ جي ماڻهوءَ کي، بنا پڳهار، بنا وِرو (ڏيهاڙي گذر سفر جي الائونس) جي، لسي ڏُڏ مکڻ جي آسري تي، مائٽ پنهنجون مينهون چارڻ جي ماموريت ڏئي ڇڏڻ ۾ بلڪل ارها ڪونہ ٿيا. هن ننڍڙي همراهہ بہ نڪا ڪئي هم نڪا تم، پنهنجي قد کان ڊگهي لٺ هٿ ۾ ڪٽي، وڃي مينهُون ڀهرايون، ۽ جهنگن جي وڻن ٽڻن، پکي پکڻ، ساهوارن، ڍورن ڍڳن جي صحبت اختيار ڪيائين:

مطلب تہ(ترجمو):

"(۽ چوپاين کي خلقيائين. توهان لاءِ انهن ۾ آهي گرم اوڇڻ، ۽ (کائڻ پيئڻ ۽ ڪم ڪار جا) گهڻا فائدا آهن. ۽ توهان انهن مان کائو ٿا. ۽ توهان لاءِ انهن ۾ زيب (سينگار) آهي جڏهن (مال شام جو چاري وارائي ٿا اچو ۽ جڏهن صبح جو مال ڇوڙيو، چارڻ لاءِ ڪاهي، وٺي ٿا وڃو. (سورة النحل آيتون 5 ۽ 6)

جُتي ليي ڪانہ، آڙهڙ ۾ هڪڙي پاسي ڪنڊا، ٻئي پاسي پير سڙن. سياري ۾ سيءُ تپائي ڏئي. ۽ اونهاري ۾ وري گرميءَ جي شدت ۾ پاڻيٺ جي کوٽ (ڊي هائڊريشن dehydration). جگر جيرا بڪيون بڪيون سيخن ۾ ٽيئي، مڙس اڳئي سنهڙو سيپڪ ۽ حالئون هيٺو سُورئون ٻيٺو يرقان ۽ سائيءَ جو خطرو.

هيڏانهن سائين الهورايو 11 دم ۽ جمڙائو جي وچ تي پنهنجون مينهون چاريندو رهيو هوڏانهن هي خاڪسار، حالتن کان لاچار، 22 دم ۽ 49 جمڙائو جي وچ ۾ پنهنجون ڍڳيون چاريندو رهيو. نيٺ اسان ٻنهي کي جڏهن هوش آيو ۽ ڪو صوفي نما ماستر سهٺو لڳوسون تہ هڪ ٻئي جي حالتن کان ٻئي بي نياز وڃي اسڪول پيڙا ٿياسون. سائين الهورايو جهول مان پرائمري ۽ مڊل اسڪول جي "گريجوئيشن" ڪري وڃي ميرپور خاص الفقراءَ هفتيوار جي محمد رحيم ولد محمد فقير مهر جي اوطاق ۽ دفتر پهتو ۽ هاءِ اسڪول ۾ ڇهين درجي انگريزي تائين اُتي پڙهيو. وچ ۾ ورنيڪيولر (سنڌي فائنل) جو امتحان بہ ڏنائين. ۽ ميرپور خاص جون گهٽيون، محلا، بازاريون، بہ گهمندو رهيو ۽ ايندڙ ويندڙ ماڻهن، دڪانن، وهٽن، گاڏين، جو مطالعو بہ ڪندو رهيو. محمد حيات جوٽيجي جي گهر الفقراءَ پهچائڻ جي ڪري جيڪو روپيو خرچي (Tip) ملندو هوس ان مان فلمون ڏسي ديا بابت پنهنجي معلومات وڌائيندو هو ۽ فڪر ۽ ذهن کي وسيع ڪرڻ جو بندوبست ڪندو هو بچپل چئن آنن مان بيا کائڻ پيئڻ ۽ ڪتاب وٺڻ جا عيش ڪندو هو. ڪوڙن ڪليمن جا ڏٽي (لڏ پلاڻ ڪرڻ جي ارادي رکڻ) (intending evacuees) جي بهاني سان سندس هندو ڪلاس پاين جي مائٽن مٽن جي اُتي موجود هوندي سندن گهرن تي قبضو ڪندا ويا. نيٺ ڳالهہ ايستائين پهتي جو ڪوڙن ڪليمن وارا ڏٽي اچي محمد رحيم مهر جي پويان لڳا، جيڪو الفقراءَ جو دفتر بند ڪري، شهر پناهگيرن جي حوالي ڪري، پاڻ رمندو رهيو ۽ وڃي ڀهراڙيءَ جي ڪنهن ڳوٺ ۾ واسو ڪيائين. هيڏانهن الهورايو ڇهين درجي جا رهيل امتحان ٻُک تي ڏئي، ريلوي جي ڦاٽڪ (گيٽ) تي وڃي بيٺو تہ من ڪو ڳوٺ وارو اچي جنهن جي واهر سان واپس جهول پهچي سگهجي. رب پاڪ ڪو واهرو موڪليو جنهن اسان جي متيءَ هاٺي ماڻهوءَ کي مانيون بہ کارايون ۽ آٽي ماڳ پيڙو پهچايو. ان کان پوءِ روزگار جي تلاش ۾ ڪنهن ڏنڌي سکڻ جو خيال آيو تہ الهورائي جهول جي درزي مهراج جو وڃي ٻالڪو ٿيو جنهن ڪاڇن کان سلائي ۽ ڪٽنگ سيکاري وريل سائينءَ کي "پِڙ" يعني قابل درزي(ٽيلر ماسٽر بنائي ڇڏيو ۽ ان کان پوءِ ڪنهن وقت "مجيد پنجابي" وٽ ڪپڙا سبندو رهيو تان جو ڪو پرائمري استاد وٽس ڪپڙا سبائڻ آيو جنهن ڳالهين ڪندي سائينءَ سڳوري کي صلاح ڏني تہ جيڪڏهن سنڌي فائنل جو امتحان ڏنل هجئي تہ ماستريون پيون ملن. حالانڪ ان زماني ۾ درزي چڱو موچارو روزگار ڪمائي وٺندو هو ۽ پئسا بہ نقد نارائڻ کان هر روز ملندا هُئا. پر "ازل جو لکيو دير ڪري، پر وقت مقرره تي ڪڏهن بہ نہ ٽري." درزي استادن کان موڪلائي، سنڌي فائنل جو سرٽيفڪيٽ هٿ ڪري، سائين الهورايو وڃي ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر اسڪولز آڏو پيش ٿيو ۽

ٿورين ڪين گهٽين ڏينهين نوڪريءَ جو پروانو اچي مليس تہ نواب الهداد ٽالپور صاحب جي ڳوٺ ۾ وڃي هيڊ ماستر ٿيءُ ۽ جيڪڏهن اسڪول هٿ اچئي تہ اُتي وڃي پڙهاءِ. وڏين مشڪلن سان اهو ڳوٺ ۽ اسڪول وڃي پاڻ واري سائينءَ هٿ ڪيو. جتي وڻ جي ڇانو ۾ بليڪ بورڊ لڳائي، تڏي تي ٻارن کي ويهاري، وڃي پڙهائڻ شروع ڪيائين. رلي ڪلهي تي، ماني راڄ جي چڱي مڙس تي، پوءِ ڪڏهن سريوالن جي ڳوٺ ۾ تہ ڪڏهن پياري لنڊ جي ڳوٺ ۾ تہ ڪڏهن ڪٿي تہ ڪٿي، سائينءَ کي ماستريءَ جو مقدس پيشو اهڙو منو لڳو جو نہ ڇڏيائينس، تان جو وڃي رٽائر ڪري زور مس ڪري گهر موڪليائونس. پر سائينءَ الهورائي کي جس هُجي جو پنهنجي ساروڻين ۾ انهن مڙن ئي ڳوٺن جي ماڻهن جا نالا، انهن جون ذاتيون، انهن جو ماحول، پسگردائي بابت تمام سهڻي ۽ مؤثر معلومات ياد ڪري بيان ڪئي آهي، جنهن جي ڪري اُهي ڳوٺ ۽ اُهي پيڙهيون زنده جاويد ٿي پيا آهن. جنهن مان سنڌ جي ثقافت ۽ تهذيب ۽ اٿڻ ويهڻ ۽ سئن ۽ پلن ۽ لانون ۽ اڏنگن استادن، شاگردن، وڏيرن، اميرن، غريبن، هفيسرن، جو ذڪر تمام سهڻي پيرائتي ۾ ڪيو ويو آهي.

پرائمري استاديءَ تي سائين ورچي ڪونہ ويٺو. (ورنہ گُلشن مين علاج تنگيءَ دامان بهي هي..“ جي مصداق سائين الهورائي تعليم جي سلسلي کي اڳتي وڌائيندو رهيو: ميٽرڪ ۽ بي اي جا امتحان خانگي طور پاس ڪري، نيٺ بي ايڊ (بچيلر آف ايجوڪيشن) جي تربيت لاءِ سڪرنڊ روانو ٿيو.

هاڻي سڪرنڊ ۾ سندس رهائش جي زماني جون ڳالهيون تمام دلچسپ انداز ۾ بيان ڪيون اٿس جيڪي نوجوان پڙهندڙن لاءِ تمام ڪارائتيون (مفيده ٿينديون تہ ڪيئن هاسٽلن ۾ رهبو آهي. تفصيل پڙهڻ وارا پاڻهئي پڙهندا، پر هِہ ٿي ڳالهيون پنهنجي طرفان ”واڌو حد ادب“ سان اضافو ٿيون ڪجن:

جتي ”سڪرنڊ“ جو شهر يا ڳوٺ آهي اُتي ڪنهن وقت مني پاڻيءَ جي ڍنڍ هُئي، جنهن جي ڪري چون ٿا تہ ”شڪر ڍنڍ“ (مني ڍنڍ، سڪرڍنڊ، سڪرنڊ، سڪرنڊ) اهو نالو پيو. ڪنهن وقت مير صاحبن پنهنجا محلات هتي ناهيا هُئا جتي ڍنڍ ۾ جهنگ جا شڪار ڪندا هُئا. پاڻيءَ ڀنين جي لحاظ کان انگريزن جڏهن پهريان لوڙها 1901 ۾ محمد يعقوب جي سفارش تي وڌا تہ هن ڍنڍ جي پرسان جلالاڻين جي ڳوٺ وٽ لوڙهو وڌائون. جتي ڀرڻ صاحب جي وڏڙن جي اڳئين نسل مان ڪي رهي چُڪا هوندا ۽ ڪي اڃا ان وقت تائين رهندا پئي آيا. حاجي ڪيريو صاحب بہ ان علائقي ۾1947ع ۾ ڄائو. جارج پنجون 1910 کان 1936ع تائين انگلنڊ جو بادشاهہ رهيو. سندس راڄ دوران،سڪرنڊ ۾ 1929ع ۾ ڪنگ جارج ففٿ ايگريڪلچر انسٽيٽيوٽ جُڙي راس ٿي، شروع ٿي، جتي پوني مان پڙهيل ماڻهو پڙهائڻ آيا. 1960 واري زماني ۾ بہ پوني مان پڙهي آيل هتي جا ڪي پروفيسر ٽنڊي ڄام ۾ پڙهائيندا هُئا، جيئن آغا حبيب الله.هن انسٽيٽيوٽ کي پوءِ ڪاليج جو درجو ڏنو ويو.جتي بي ايس سي ايگريڪلچر (B.Sc. Agriculture) جي ڊگري ڏيندا هُئا. هتي تحقيق (ريسرچ) لاءِ باغ ۽ ڀنين پوکڻ لاءِ جهجهي ايراضي مُيَسر هُئي. هڪڙو عاليشان بوٽانيڪل گارڊن ۽ وڏو فروٽ فارم هو. اُن جهڙو بيو فروٽ فارم ميرپورخاص ۾ رکيو هئائون، جنهن جي جوين جا ڏينهن ڏسندڙن ڏٺا. ان مان پيدا ٿيل جيڪ فروٽ (ڪٽهل) جي پٽ شاهہ ۾ نمائش ۾ وضاحت ڪرڻ لاءِ مون کي بہ 1958ع ڏاري وجهہ مليو. انهن سرڪاري باغن کي ڏسي، سنڌ جي زميندارن بہ پنهنجا باغ پوکيا، جن مان ڪاڇيلي وارن جا باغ اڄ بہ مشهور آهن. پر سرڪاري ۽ ذاتي باغن جو نتيجو اهو نڪتو جو سرڪاري باغ سيئي سڙي ٻري، کُتل ڪاتي وانگي،ويران ٿي ويا، پر ذاتي باغن مان ڪي اڃا بہ موجود آهن. 1936ع ۾ سنڌ بمبئي کان الڳ ٿي، ۽ سنڌ جي ڪمشنر جي اي ٿامس (G.A. Thomas) کي رب پاڪ ڪڍيو ۽ سنڌ تي لانسيلاٽ گراهام (Lancelot Graham) گورنر مقرر ٿي آيو جيڪو 1936 کان وٺي مارچ 1941ع تائين سنڌ جو گورنر رهيو. ان عرصي دوران ڪنهن وقت ان بلڊنگ جو اضافو ٿيو. جنهن تي الهورائي صاحب ”سر ليسينلاٽ گراهام“ جي طرفان رکيل سنگ بنياد جو ذڪر پنهنجي هن سرگذشت ۾ ڪيو آهي. هن ڪاليج ۾ 1940ع واري ڏهاڪي ۾ ميرچنداڻي پرنسيپال هو.

ايگريڪلچر وارن کي هڪڙي پاسي سُجهيو پئي ته مٺي ڍنڊ (شڪر ڍنڊ) سُڪندي ٿي وئي، ۽ مڇرن اڇي ملڪ کي تپائي ڏنو هو. ان ڪري ڪنهن وقت سنڌ حڪومت کي عرض ڪيو ويو ته ٽنڊي جام جي علائقي، رسول بخش ٽالپر صاحب کان زمينون ورتي، اُتي ايگريڪلچر ڪاليج ۽ ريسرچ ۽ ورڪشاپ ٺاهيا وڃن. انهي منصوبي تحت هيءُ ايگريڪلچر ڪاليج 1955ع ڌاري ٽنڊي جام بدلي ٿي ويو. پوئتي رهيل بلڊنگون سنڌ حڪومت جي تحويل ۾ رهيون، جن مان ڪي ايگريڪلچر جي فيلڊ اسسٽنٽن جي تربيت لاءِ استعمال ٿيون ٿي، جتي ڪنهن وقت پروفيسر عبدالحئي سومرو صاحب پرنسپال رهيو ۽ پوءِ ڪنهن وقت ايگريڪلچر ڪاليج ۾ اسان جو ڪلاس فيلو سجاد پٺي به پرنسپال رهيو. ڪي بلڊنگون تعليم کاتي وارن کي مليون، جن مان ڪنهن بلڊنگ ۾ اهي هاسٽلون هيون ۽ ڪلاس هُئا جن ۾ سائين الهورايو وڃي رهيو ۽ پڑهيو. هاڻي ان ڪيمپس ۾ وٽرنري (جانورن جي مرضن ۽ جانورن جي پرورش جي علم جي) يونيورسٽي به هلي رهي آهي، ۽ ڪي ٻيا انيڪ اسڪول ۽ ڪاليج موجود آهن.* نواب شاهه ۾ اڳ ئي انجنيئرنگ ۽ ميڊيڪل ڪاليج هُئا جن مان ڪيترا هاڻي يونيورسٽين جي درجن تي پهچي چُڪا آهن.

بهرحال، الهورايو ڀرڻ بي ايڊ ڪرڻ کان پوءِ ڪنهن وقت ايم ايڊ لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي پراڻي ڪيمپس (ايلسا قاضي ڪيمپس) ۾ داخل ٿيو ۽ استاد نور محمد جي لائبرريئنشپ مان مستفيض ٿيڻ جو ذڪر ڪيو اٿس، ۽ ايني بيسنٽ هال جي پرسان ٻاويهين جمڙائو جي استاد احمد علي آرائين جي مينارام هاسٽل ۾ رهي، ڪاڏي پيتي ۽ هيٺر کان مستفيض ٿيڻ جو ذڪر به موجود آهي. ۽ اهو به ٻڌايو اٿس ته ڪيئن استاد پرويز شامي ۽ ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر، ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جي ليڪچرن مان علم جي وهندڙ واهڙن مان ڪي سُرڪيون پي، وري وڃي پڙهڻ پڙهائڻ جي ڪم کي لڳو.

انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ جيڪا پوءِ فيڪلٽي آف ايجوڪيشن ٿي، ان ۾ آءٌ به ڪو وقت گذاري چڪس، ۽ جن پروفيسرن ۽ استادن جو ذڪر سائين الهورائي صاحب ڪيو آهي، اهي منهنجا بزرگ ۽ ساٿياري رهي چُڪا، ان ڪري اُنهن جو ذڪر خير ڪيوسون.

❊❊

پر الهورايو صاحب، هٿن ۽ اکين جو صاحب (اولي الايدي والابصار) (سورة ص 38.45)، رب پاڪ وٽان ڏسندڙ اکيون، ٻڌندڙ ڪن، ۽ محسوس ڪندڙ دل (سمع، بصر ۽ فواد)( 16.78، 23.78، 17.36)، وٺي پيدا ٿيو جو قيد بند جي زماني توڙي نام نهاد آزاديءَ وارن مختلف دؤرن جو چڱيءَ طرح مطالعو ڪيائين، تفڪر ۽ تدبر کان ڪم ورتائين، ۽ ترقي ڪندو رهيو تان جو پرائمري، مڊل، ۽ هاءِ اسڪول ۾ استاد رهي، پنهنجي تجسس ۽ تفڪر وارن حواسن کان ڪم وٺي، سائين الهورائي، ماڻهن جي منهن مهانڊن، ويس، وڳن، کي جاچيندي، دنيا جي لاهين چاڙهين کان گهڻو واقف ٿيو ۽ نيٺ آپا شمس عباسي صاحبہ جي برڪت وارين ڪارگذارين جي ڪري ٻاهرين ملڪن جون اسڪالرشپون پرائمري تعليم جي استادن لاءِ منظور ٿيون ۽ برٽش ڪائونسل وارن جي نظرداريءَ هيٺ سائين الهورايو ٻين استادن سان گڏجي مليشيا، سنگاپور، ۽ آسٽريليا جي سفر تي روانو ٿيو. اول ڪوالالمپور پهچي، مليشيا جي تعليمي ترقيءَ تي گامزن نظام تعليم کي تپاسي، ”جيون ۾ ٻه پيرا سنگاپور“ مان ايندي ويندي، آسٽريليا جي سڊني ۽ ميلبرن جي سير تفريح کان سواءِ ايڊليڊ ۾ تعليمي ڪاليج ۾ شاگرديءَ جو شغل فرمايو جتي لبنان جي عرب خاندان، بس اسٽينڊ تي بيٺل بنگلاديش جي خاتون، روهڙيءَ جي ڊاڪٽر قاضي صاحب ۽ ٻين نه وسرندڙ سنڌي ۽ پاڪستاني ماڻهن سان ملاقاتون ڪرڻ کان سواءِ آسٽريليا جي لوڙهن اصيل (Original) ماڻهن کي (ڪنسنٽريشن ڪيمپن ۾) ۽ ٻاهر رهندڙ ڌرتيءَ جي ڏٽين کي ٻي واهو سنڌي حرن کان

*سڪرنڊ ۾ عليمي ادارن لاءِ ڏسو: https://en.wikipedia.org/wiki/Sakrand

وڏيڪ ڏتڙيل ڏٺو ۽ گھڻو حيرت, اندوھ ۽ علم ڪجھ پرائي, وطن موٽي آيو ۽ پنھنجي جوانيءَ جا عزيزترين ڏينھن تعليم ڪاتي ۾ پيا استاد ۽ شاگرد پيدا ڪندي, ادبي سنگتن ۽ ٻين سماجي ڪارگذارين ۾ اڳواٽي ڪندي گذاريائين, تان جو رٽائر ٿيا, ۽ سائينءَ جي زندگيءَ جي سرگذشت جو ھيءُ ٻيو حصو خير خوبيءَ سان پڄاڻيءَ کي پھتو.

ھاڻي ذڪر ڪريون ٿا سائين الھورائي صاحب جي ھن آتم ڪھاڻيءَ جي ٽئين حصي جوتہ ڪيئن جھول ۽ سانگھڙ ۾ ڪيئن تعليمي, ادبي ۽ سماجي ڪارروايون ۽ جاکوڙون شروع ڪيائون ۽ ڪيئن کي تمام اوچيون ڪاميابيون حاصل ٿيون, ۽ ڪي مايوسيءَ جا سبب بہ يا. ڳالھ شروع ٿا ڪريون تہ ڪيئن باقر رضا صاحب سانگھڙ ۾ ھيڊ ماستر ي آيو جنھن جي ھمت افزائيءَ سان الھورائي صاحب پھريون مخزن تيار ڪرائي ڇپايو. باقر صاحب منھنجو بہ ٿنڊي ڄام ۾ استاد رھي چڪو ھو ۽ ساڻن تا حياتي تعلق ۽ اچڻ وڃڻ رھيو.) باقر صاحب جي صحبت ۾ رسالن ڇپائڻ کان سواءِ سوشل ۽ لبرل ادب پڙھڻ جو شوق وڌيو ۽ ويجھيو ۽ ان کان اڳ ۾ پوءِ خورشيد قائم خاني ۽ حسن عسڪري, لڪمير ڏاھري, آفتاب نظاماڻي, محمد صالح گوپانگ جھڙن ذھين ۽ علم پرور ماڻھن جي رفاقت ۾ لينن, مارڪس,وغيره پڙھڻ جو شوق پيدا ٿيو. خصوصا ڀڻ صاحب شھزادي پرنس ڪروپاٽڪن Prince Peter Protopkin جي ڪتاب An Appeal To The Young (1888) ذڪر ڪيو آھي جيڪو برڪت آزاد سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. بھرحال, انھن سيني اثرن جي ڪري جھول, سانگھڙ شھر بلڪ پورو سانگھڙ ضلعو ڪامريڊن ۽ انٽيليڪچولز سندن چواڻي "چريا پڙيءَ" جي سڳنڌ سان ھُبڪار جي ويا, ۽ گھڻا نوجوان ليڪڪ, اديب, صحافي ۽ سماجي ڪارڪن پيدا ٿي پيا جيڪي خدمت خلق ۾ لڳي پيا آھن. ان کان سواءِ ويھن ٽيھن سالن جي ان جاکوڙ کان پوءِ سانگھڙ ضلعي ۾ ڪيترا افسانہ نويس, شاعر, ليڪڪ, ۽ صحافي پيدا ٿي ويا. الھورائي جو اھو سڄو بيان تمام گھڻو دلچسپ آھي, جو ان ۾ فڪر ۽ اوسر جا لاھا چاڙھا تمام تفصيل سان بيان ڪيا ويا آھن, ڪليمن ۾ ويل گھرن ۽ زمينن, مختلف ذاتين ۽ قومن جي اپرڻ ۽ انھن جي زوال جو تجزيو ڪيو ويو آھي, ۽ اين جي اوز(NGOs) ۽ ڌرتي سڌار سنگت جي ڪوشش سان جيڪي پراجيڪٽ تيار ٿيا, ڪامياب ٿيا يا ناڪام ٿيا, ۽ انھي چريا ڙيءَ جي ڪوشش جي خلاف جيڪي پراجيڪٽ (مثلا سم پاڻيءَ جا واھ ڪھڙي نموني ڌرتيءَ لاءِ نيٺ ھاجيڪار ٿيا ۽ تعليم جو نظام ڪيئن پرائويٽ يونيورسٽين ۽ علامہ اقبال اوپن يونيورسٽيءَ مان جاري ٿيندڙ ڪوڙن سرٽيفڪيٽن ۽ ھاجيڪار ۽ بربادي پکيڙيندڙ ڪارروايون جي ڪري تباھ ٿيو. اُھي ٽريننگ ڪاليج جيڪي محبت جي پاڻيءَ سان اُسارِيا ويا, سي ڪيئن بيپرواھي ۽ خودغرضين جي ور چڙھي برباد ٿيا. پيغمبراڻي پيشي وارا استاد جيڪي اڳي عزت ۽ ايمان جا علمبردار ھُئا, سي ڪيئن رشوتن ۽ علم جي اٽاٽ ڪري اسفل سافلين ۾ ڪري پيا, ۽ ھاڻي 77 سالن جي عُمر جو استاد الھورايو جھول جي سوڙھيءَ گھٽيءَ ۾ آرام سان ويٺو سوچي تہ ھي ڇا مان ڇا ٿي ويو ۽ ھيءُ جيڪي ڪجھ ٿيو سو اڳتي قدم آھي يا پٺتي قدم؟ ماڻھو تہ پڙھي لکي ڪامريڊ ٿي ويا, پر تعليمي نظام اڳتي ڊھندو يا نھندو؟ اھا ڳالھ سائين ويٺو ڳڻي, ۽ جھوريءَ ۾ جھجي! پر وري گذريل وقت جي ڪاميابين ڏانھن نظر ڊوڙائي, سائين الھورائي جي ڇھري تي سرھائي اچي ٿي جو چوي ٿو تہ ھيترا اديب ۽ شاعر سانگھڙ ضلعي پيدا ڪيا آھن, ۽ حر جماعت جي ڪم ۾ جيڪا اڳواٽي سانگھڙ جي ھنن فقيرن ڪئي آھي, اُھا مايوسيءَ ۽ نا اميديءَ جي مقام کان اميديءَ جي آستان ڏانھن "مٽي چاڙھو" ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

ساڍن ٽن سون صفحن جو ھيءُ ڪتاب نئين نسل جي پڙھڻ لاءِ ھڪ ضروري سُوکڙي آھي جو ان پڙھڻ سان معلوم ٿيندو تہ ڌارئين بينڪي راڄ جي ڪري ملڪ ڪھڙي مصيبت ۾ ھو, ڌارئين جي نڪري وڃڻ کان پوءِ پنھنجن ھن ملڪ سان پنھنجن ڪھڙو ڪم ڪيو. ڪوڙن ڪليمن, رشوتن, ڪرپشن, ۽ عام انتظامي بيڄڙائيءَ ھن ملڪ کي ڪھڙيءَ منزل تي اچي پھچايو آھي. ۽ ."نيٺ ڇا ڪجي", ليو ٽالسٽائيءَ جو سوال جيڪو

پنجاهه ۽ سٺ واري ڏهاڪي ۾ سائين الهورائي کي اچي ستايو هو سو اڃا بہ ڪر ڪنيو بيٺو آهي. ۽ ”غلاميءَ مان متي ڪيئن چڙهجي“، آزديءَ جي چڙواڳيءَ جي بربايءَ مان ڪيئن ٻاهر نڪرجي. استاد بخاري گذاري ويا. استاد الهورايو رٽائر ٿيو وينو آهي. جهول ۾ يادگيرين جي چانوَ ۾ وقت پيو ڪاٽي. ۽ ”اُستاد نظاماڻي“ محمد ابراهيم جهڙن استادن جو هاڻي وقت آهي. قوم ملڪ ۽ جماعت جون اکيون انهن ۾ آهن. ڏسجي تہ اهي ڇا ٿا ڪن؟! اميد ٿي ڪجي تہ قوم ۽ ملت جي هيءَ ٻيڙي نون استادن جي هٿن لڏندي پر ٻُڏندي ڪانہ.

آخر ۾ مونکي خيال آيو تہ ليمبرڪ ۽ ڊِم واهہ کي ياد ڪندي، پڙهڻ جي خدمت ۾ عرض ڪجي تہ اسان ۽ الهورائي صاحب جي وچ ۾ جمڙائو ۽ ڦٽل دم قدر مشترڪ آهن جن جي پيچ سان اسان ٻنهي جا ڳوٺ ۽ کيت سرها ۽ سر سبز ٿيندا هُئا.

ٻي ڳالهہ تہ جڏهن ”متيءَ هاٺو“ ماڻهو الهورايو فقير، يارهين دم تي پنهنجون مينهون چاريندو هو تڏهن، تقريبن ساڳئي زماني ۾، ٿورو پريرو، هيءُ خاڪسار ٻاويهين دم جي ڦٽل ڌڙن تي پنهنجي ڏڳين جي پويان لٺ کنيو گهمندو وتندو هو. ٻي ڳالهہ تہ اها نوابشاهہ ۽ جهول مان لنگهندڙ ريل گاڏي اسان جي ڳوٺ پراڻي نوآباد جي پرسان نوآباد اسٽيشن وٽان اُٺين ئي ”ڇڪ ڇڪ“ ڪندي، ڪوڪون ڪندي لنگهندي هُئي، جيڪا پنجاب پاڪستان جي حاڪمن بند ڪري ڇڏي.

پر هاڻي سنڌ جي حصي جو سڄو پاڻي پنجاب وارا ڪٽي ويا، ۽ اسان وٽ سنڌ ۾ هر سال پاڻيءَ جو ڏڪار ۽ پوکن ۾ ڏُڪر سالي آهي، ۽ زمينون سپ ڪلر ٿي ويون آهن.

سائين الهورائي ۽ اسان ٻنهي جي وچ ۾ چوٿون قدر مشترڪ اهو بہ رهيو تہ اسان ٻنهي سنڌي فائنل جا امتحان ڏنا ۽ پاس بہ ٿياسون. سائين ڀرڻ صاحب ماستري ڪئي، آءٌ بہ هٿ پير هٽي، نيٺ وڃي ماستر ٿيس.

پنجين قدر مشترڪ اها تہ سڪرنڊ جي ڪيمپس ۽ سنڌ يونيورسٽي جي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن ۽ فيڪلٽي آف ايجوڪيشن سان اسان ٻنهي جو ڪنهن نہ ڪنهن زماني ۾ ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان واسطو رهيو.

ڇهين قدر مشترڪ اها ٿي جو سائين مليشيا، سينگاپور مان ٿيندو آسٽريليا مان فارين ريٽرنڊ ٿي آيو ۽ هيءُ خاڪ جو پتلو مليشيا جي پرسان بورنيو ٻيٽ جي برونائي واري علائقي ۾ وقت، مليشيا ۽ سينگاپور مان بہ ٽي بار ٿيندو آسٽريليا کان پري، نيوزيلينڊ جا وڻ وسايو وينو آهي، ۽ وينو رڙيون ڪري تہ:

”حيف تني کي هوءِ وطن جنين وساريو!“

سائين الهورائي کي رب پاڪ وڏي عمر، صحت عافيت، دين ايمان، ۽ رزق اگوندرو عطا فرمائي. مونکي حڪم ڪيائون تہ ”بہ اکر“ هن ڪتاب بابت لکي ڏي. مون عرض تہ ڪيو تہ ٻن اکرن جي بدران 6172 لفظ لکي حاضر ٿو ڪريان، پر ڪم جي ڳالهہ شايدئي ڪا هُجي.

**محمد عمر چنڊ**

نيوزيلئنڊ

27 فبروري 2019ع

# ساروٽيون ساٿيهه جون

[ٻه اکر ڪتاب متعلق]

محترم سائين الهورايو ڀڙ صاحب جي آتم ڪٿا ”قيد ڪشالا زندگي“ اسان جي هٿن ۾ آهي، جيڪا ڪنهن وڏي سياستدان، فلسفي، عظيم ليکڪ، ناول نگار، ڪلاڙي، موسيقار يا ڪنهن سائنسدان جي ناهي، هي هڪ پورهيت گهراڻي ۾ پيدا ٿيندڙ حساس طبيعت جي مالڪ هڪ اُستاد، شاعر، سجاڳ فرد جو مختصر زندگي نامو آهي. جنهن جو ٻچپن حُر ڪئمپن ۾ باقي زندگي اڙانگن پيچرن جي سفر ۾ گذري، جيڪو هن ڪتاب جو خاص موضوع پڻ آهي. سائين الهورائي ڀڙ صاحب جو جنم ٻي عالمي جنگ دوران فيبروري 1942ع ۾ ٿيو. سندن جنم جي ڪجھ مهينن بعد ٻهرين جون 1942ع ۾ حُرن خلاف سنڌ جي اوپر پاسي مارشلا لڳي جڏهن ته حضرت سيدصبغت الله شاه شهيد سنڌ ڪان ٻاهر جيل ۾ قيد و بند ۾ هو هن معصوم ٻالڪ جي ڪُٽنب سميت حُرجماعت جا ماڻهو ڪربناڪ بيڪسي جي حالت ۾ قيد ڪيا ويا، ڪئمپن اندر بک، بدحالي، وبائي بيمارين جي ڪري ڪيترائي گُل ٽڙڻ کان اڳ مرجهائي ويا.

”بي موت مئا تو لاءِ ڳڻا انسان هزارين مان نه رڳو.“

(اياز)

برصغير ۾ واحد سنڌ جا حُر ئي هئا جن کي هندستان جي مختلف علائقن ۾ پکڙيل ويهارو ڪنسنٽريشن ڪئمپن ۾ قيد ڪري رکيو ويو. ڪنهن به قوم سان ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ستم ٿيندو جو معصوم ٻار هڪڙي ڪئمپ ۾ هجن، ۽ والدين انهن کان پري ڪنهن ٻي ڪئمپ ۾، ڪين به اها خبر نه هجي ته سندن عزيز ڪٿي آهن! زنده به آهن يا نه؟

سائين الهورائي ڀڙ صاحب جيڪي به مشاهده، تجربه ۽ ڳالهيون، لکيون آهن، ظاهر آهي اسان کي ٻين ليکڪن جي ڪتابن ۾ ڪون ملنديون، اهائي آتم ڪٿائن جي خاصيت واهميت هوندي آهي، جيڪا پڙهندڙ کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪري ٿي. آتم ڪٿا ۾ ڏٺل جاڻ، گهٽي پاڳي نئين اڻ ڇپيل ڳالهين تي مشتمل هوندي آهي. تمام وڏا ماڻهو جن جي فڪر قومن ۾ تبديليون آڻي ڇڏيون پر سندن زندگي ڪيڏي ڪٺن گذري سا خبر سندن آتم ڪهاڻين ۽ جيون ڪهاڻين کي پڙهندي پوي ٿي. دنيا ۾ ڪوڙ ساريون آتم ڪهاڻيون لکيون ويون آهن جيڪي ڏاڍيون مقبول پڻ رهيون آهن جن جا ايڊيشن بار بار پئي شايع ٿيا آهن، نيلسن منڊيلا، مهاتما گانڌي، ارنيسٽ هيمنگوي، ليو ٽالسٽائي، ميڪسم گورڪي، جڏهن ته اردو ادب ۾ قدرت الله شهاب، جوش مليح آبادي، قرت العين حيدر وغيره اهي وڏا نالا آهن جن جي لکيل ڪتابن برصغير جي پڙهندڙن تي وڏو اثر ڇڏيو آهي، جن جي آتم ڪٿائن جا بار بار ايڊيشن شايع ٿيندا رهن ٿا. پر ڪي اهڙا ماڻهو به هئا جن جو ڪو ڪلاس اوچي طبقي وارو ڪون هو نه ئي ڪي وڏا سياستدان اديب هئا، پر انهن جي آتم ڪهاڻين يا جيون ڪهاڻين وڏي مڃتا ماڻي. جيئن سنڌي ادب ۾ مجنون بلوچ جو مسڪين جهان خان کوسو تي لکيل جيون ڪهاڻي جو ڪتاب.

آتم ڪهاڻي هڪ انسان جي زندگي جو رڪارڊ هوندو آهي، جنهن مان ليکڪ جي خيالن، ويچارن جي خبر پوي ٿي، ڇاڪاڻ ته ليکڪ پنهنجي ڪاميابين ۽ ناڪامين جا سبب به ڄاڻائيندا آهن. پڙهندڙن خاص طور نوجوانن کي ڄاڻ سان گڏ هڪ تجربي ڪار ماڻهو جي زندگي مان سکڻ جو سبق به ملي ٿو.

مون جڏهن الهورائي ڀٽ صاحب جي هي آتم ڪهاڻي پڙهي، ته مطالعي جي آڌار قيد و بند تي لکيل ڪجھ آتم ڪهاڻيون منهنجي شعور جي وهڪري ۾ وهڻ لڳيون. حالانڪ انهن آتم ڪٿائن جي ليکڪن جو ڪلاس، سائين الهورائي سان پيٽا ڪون ٿو رکي، پر جڏهن موضوع آتم ڪٿا جو نڪري پيو آهي ته انهن مان ٻن ٽن جو مختصر ذڪر ڪرڻ ٿو چاهيان ته ڪهڙن حالتن ۾ ليکڪن پنهنجون آتم ڪٿائون لکيون، بعد ۾ انهن جي ڪيڏي اهميت رهي.

1995ع ۾ مان جڏهن لاهور جي مال روڊ جي فوٽ پاٿ تي وڪامندڙ پراڻن ڪتابن کي ڏسي رهيو هيس، ته منهنجي نظر هڪ جلد ٽيل ڪتاب "ڪالا پاني" تي پئي، جنهن جو پهريون ٽائٽل هو تاريخ عجوبہ. جعفر ٿانيسري(1838ع کان 1905ع) جو لکيل اهو ڪتاب پهريون دفعو 1884ع ۾ ڇپيو هو. مون ڪتاب کي ڏسي يڪدم خريد ڪيو. ڇاڪاڻ ته 'ڪالا پاني' جو عنوان ڏسي منهنجي ذهن ۾ اهو آيو ته سنڌ جا حُر به 'ڪالا پاني' جي علائقي ڏانهن قيد ٿي ويا هئا. مون انهن ڏينهن ۾ انهي موضوع تي مضمون پڻ لکيو پئي. مولانہ جعفر ٿانيسري جيڪو 1866ع ۾ انگريزن طرفان دهشت گردي جي ڪيس ۾ گرفتار ٿي ڪاري پاڻي (جزائر انڊيمان) ۾ ويھ سال قيد رهيو. اتي جون يادگيريون تاريخ عجوبہ جي نالي سان لکيائين. جيڪا قيد وبند جي اردو ادب ۾ پهرين مقبول ترين آتم ڪهاڻي آهي. ٻيو ڪتاب جيڪو مون اتان خريد ڪيو هو اهو هوديوان مفتون سنگھ جو قيد وبند ۾ لکيل "ناقابل فراموش" جي نالي سان. جيڪو هن ناگپور جيل ۾ لکيو. انهي جيل ۾ سورهيہ بادشاه به قيد ۾ رهيو هو. ديوان مفتون صاحب، ڪمال جو صحافي ليکڪ هو. هن جيل مان پنهنجي اخبار لاءِ ڪالم لکيا جيڪي بعد ۾ ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيا. ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ مالي مدد سندس دوستن ڪئي. دوستن ڪيس اهو شرط وڌو ته سندن نالو ظاهر نہ ڪيو ويندو. ڪتاب بعد ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو. انهن ڪتابن ۾ ليکڪن جي سچائي، ڪمٽمينٽ، پختہ ارادي جو عزم ۽ بلند حوصلو پڙهي منهنجو ذهن ڪيترو وقت انهن تحريرن جي سحر ۾ جڪڙيل رهيو. سچائي، انسانيت، جذبو جيڪو هاڻ ناپيد ٿي ويو آهي، ڪجھ انسان آهن جيڪي اڄ به پنهنجي سچائي جي سيني کي سنواريو بيٺا آهن. اهي ئي مهان انسان جن جون ڳالهيون اڳتي هلي يقينن ڪنهن داستان وانگي هونديون، بس انهي اردو شعر وانگي جيڪو ديوان صاحب جي ئي ڪتاب ۾ آهي.

ہے آج جو داستاں اپنی،
کل اس کی کہانیاں بنے گی۔

مون پنهنجي مطالعي واري زندگي ۾ ايترا ناول ڪون پڙهيا هوندا جيترين ماڻهن جي زندگي بابت لکڻيون پڙهيون آهن، ان جو سبب اهو آهي ته اهي انسان جيڪي پنهنجي زندگي جي مشاهدن، حالتن کي پيش ڪن ٿا، انهن مان اسان گهڻو ڪجھ سکون ٿا. دلچسپي جي لحاظ کان آتم ڪٿا، يا جيون ڪهاڻيون ڪنهن ناول وانگي سرير ۾ سُرورُ بخشينديون آهن. جڏهن اسان سنڌي ادب ۾ لکيل آتم ڪٿائن کي کوليون ٿا ته انهن ۾ اهم اوائلي ڪٿا سيٺ نائونمل هوتچند جون يادگيريون آهن سيٺ نائونمل پهريون سنڌي هو جنهن پنهنجون يادگيريون لکيون، 'جيڪڏهن سيٺ اهي يادگيريون نہ لکي ها ته شايد اسان کي سنڌ جي تاريخ جا اهم واقعا جيڪي 1804ع کان وٺي 1878ع تائين پيش آيا، انهن جي ڄاڻ نہ ملي ها.'

سنڌي ادب جي تاريخ ۾ ہي اوائلي آتم ڪهاڻي مرزا قليچ بيگ جي ”سائو پن ڪارو پنو“ لکي سمجهي وڃي ٿي، جيڪا مرزا صاحب پنهنجي وفات کان ڇهه سال اڳ يعني 1923ع ۾ لکي مڪمل ڪئي. مرزا قليچ بيگ، حضرت پيرحزب الله شاه مسند ڌڻي، جيڪو حضرت سورهيه بادشاه جو پڙ ڏاڏو هو تنهن سان ملاقات جو شرف حاصل ڪيو هئائين، ان جو ذڪر به ڪيو اٿس. پاڻ 1929ع ۾ وفات ڪري ويو. سندن زندگي ۾ شهيد سورهيه بادشاه 1921ع) ۾ گادي نشين ٿيا. مرزا صاحب جي خوبي اها هوندي هئي جو هو پنهنجو روزنامچو (ڊائري) لکندو رهندو هو. شايد اهو واقعو به پنهنجي ڊائري ۾ ڪٿي نوٽ ڪيو هُجيس،پر سندن مختصر آتم ڪٿا ۾ ان جو ذڪر ناهي، مرزا صاحب ذاتي حوالي سان واقعن کي وڌيڪ اهميت ڏني آهي. آس پاس جي واقعن حالتن تي تفصيل نه ڏنو اٿس. ان بعد ہي آتم ڪهاڻي شمس العلماءُ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي لکيل آهي، جيڪو پڻ هڪ پورهيت (ڏکڻ) جوپُٽ هو جيڪا ”منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي“ جي نالي سان 1959ع ۾ شايع ٿي. مون جڏهن حُر تحريڪ جي حوالي سان مواد ڳولڻ لاءِ ان دور جو اکين ڏٺي گواه محمد اسماعيل عرساڻي،نالي وارو ليکڪ، تعليمي ماهر، جنهن پنهنجي آتم ڪٿا جو ڪتاب ”سکر سي ئي ڏينهن“ لکيو. پاڻ 1935ع ۾ ايڊيوڪيشن سپروائيزر جي حيثيت سان ملازمت جو آغاز ڪيائين. ميرپورخاص، سڪرنڊ، نوابشاه، هالا، حيدرآباد ۽ سڪرنڊ ٽريننگ اسڪول جيڪو 1956ع ۾ کليو. هو ان جو هيڊ پڻ رهيو. پاڻ جتي به رهيا، ان جو احوال تفصيل سان لکيو اٿن، هي اهو دور هو جڏهن حُرجماعت جا ماڻهو انگريزن جي سخت عتاب هيٺ هئا، انهن ڏينهن ۾ عرساڻي صاحب جو حُر ڪئمپن جي پاسي کان گذر به ٿيندو هوندو پر آتم ڪٿا جي صفحن ۾ ڪٿي به هڪڙي لائن ڪون ٿي ملي. انهن آتم ڪٿائن ڪانسواءِ بعد ۾ کوڙ ساريون آتم ڪهاڻيون شايع ٿيون آهن، پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌي ٻولي ۾ مارشلائن جي دور جا ڪيترائي زندان نامه شايع ٿيا، سنڌ جي سياستدانن اديبن شاعرن به پنهنجون جيل ڊائريون لکيون، انهن آتم ڪٿائن جي احوال ڏيڻ جو مقصد اهو آهي ته، حُر ڪئمپن يا حر تحريڪ جو احوال انهن ۾ نه آهي. لکڻ ۽ سوچڻ جي ڳالهه اها آهي ته اُهي ليکڪ جيڪي ان وقت يعني 1900ع کان 1952ع تائين جا اکين ڏٺا گواه هئا، 1942ع جي مارشل لا ۽ حرڪئمپن جو قيام، سوين ماڻهن جو ڦاسي چڙهڻ،سنڌ جي ماڻهن لاءِ ڪو گهٽ سانحو نه هو. جڏهن سائين الهورائي صاحب جي آتم ڪٿا ۾ حُر ڪئمپن جو اندوهناڪ احوال پڙهون ٿا ته ذهن اهو سوچڻ تي مجبور ٿئي ٿو ذي هوش حساس ليکڪن کان اهو پاسو ڇو موضوع ممنوع رهيو. صرف قاضي فيض محمد، لڇمڻ ڪومل به صرف چند سٽن ۾ اظهار ڪيو آهي، ڪجهه احوال ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجی يادگيرين جی سلسلی رهاڻ هيرن ڪاڻ ۾ ڪيو آهی. ان کان علاوه ڪجهه سال اڳ (2015ع ۾) مرحوم امير بخش شر جی آتم ڪٿا جو ڪتاب ”رائي پير رت ڪيا“ ڇپيو آهي جنهن ۾ حُرتحريڪ ۽ سانگهڙ شهر ۾ ٿيندڙ واقعن جو مختصر احوال لکيو آهي.

ان لحاظ کان هي آتم ڪٿا ”قيد ڪشالا زندگي“ انهن سڀني کان منفرد آهي، سائين الهورائي جي آتم ڪهاڻي جي اهميت ان ڪري به وڌي وڃي ٿي جو پاڻ ان حُرڪئمپن جي اذيت گاهن جا اکين ڏٺا قيدي ليکڪ آهن. انهن اذيت گاهن جو ذڪر به گهٽي پاڳي جماعت سان وابسطہ ليکڪن ئي ڪيو آهي. انهن ۾ سائين الهورائي صاحب جو مواد منفرد آهي. سائين الهورايو صاحب جيڪڏهن تاريخ جي لکيل گوشن تي قلم نه کڻي ها ته شايد ايندڙ نسل هزارين انسانن جي قربانين، عقيدي جي عشق ۾ جلندڙ پروانن جي ٻرجَ جو پڙلاءُ پنهنجن سينن ۾ نه سُڻي سگهن ها.

ڳالهه هلي پئي حُر ڪئمپن جي يادگيرين جي، ملهار فقير خاصخيلي به پنهنجي ڪتاب ”پنهنجون پچارون ۾“ ٻن حُرڪئمپن جو مختصر ذڪر ڪيو آهي، سائين الهورائي صاحب، ڪئمپن جو ذڪر پنهنجي شاعري جي ڪتاب ايڏو درد عميق، جي مهاڳ ۾ به ڪيو. ڪجهه سال اڳ سائين الهورائي صاحب جو سان گڏ نوڪري ڪندڙ شاعر اُستاد عبدالرشيد لغاري صاحب جي آتم ڪٿا جو ڪتاب ڇپيو آهي، سائين جن

حُر تحريڪ دوران پيش ٿيندڙ هڪ واقعي جو ذڪر ته ڪيو آهي، پر وڌيڪ تفصيل نه ٿو ملي. حاجي ولي محمد نظاماڻي، عبدالرشيد لغاري صاحب، الهورايو صاحب هڪڙي ئي دور ۾ سانگهڙ جي حالتن جا اکين ڏٺا پڙهيل لکيل شاعر، اُستاد آهن، گڏ قربدار به رهيا آهن، پنهنجن لکڻين ۾ هڪ ٻئي جو ذڪر به ڪيو اٿن. اهي تحريرون نوجوان طبقي لاءِ خاص طور سانگهڙ تي لکندڙن لاءِ اهم دستاويز آهن.

اسان جڏهن حاجي ولي محمد نظاماڻي صاحب سان ڪچهري ڪندا هئاسين، تڏهن سائين جي زباني حُر ڪئمپن جو ذڪر ٿيندو هو ۽ سائين الهورايو به حُر ڪئمپن جو درد ڀريو حال احوال اوريندو هو. جڏهن مون جهونگار 1999ع ۾ شايع ڪرڻ شروع ڪيو ته، سائين الهورائي صاحب کي گذارش ڪيم ته ’سائين اوهان پنهنجون يادگيريون جهونگار لاءِ لکي ڏيو.‘ هن کان اڳ محترم حاجي ولي محمد نظاماڻي صاحب، پنهنجي ڊائري مونکي آڻي ڏني هئي، اها ڊائري نوٽس جي شڪل ۾ موجود هئي،جنهن ۾ لوڙهن جون يادگيريون، لکيل هُيون. جيڪي مون فيئر ڪري ”ڳالهيون من اندر ۾“ جي عنوان سان پهرين جهونگار (مارچ 1999ع) کان شايع ڪرڻ شروع ڪيون. اهڙي نموني سائين الهورائي ڀڙ صاحب پاڻ پنهنجي آتم ڪهاڻي جي پهرين قسط ”جي مون گهاريا بند ۾“ لکي ڏني جيڪا جهونگار نمبر-3، مارچ 2000ع ۾ شايع ٿي. اهڙي نموني سائين الهورائي صاحب پنهنجي آتم ڪٿا لکڻ جو باقاعده آغاز ڪيو. بعد ۾ حاجي گُل محمد نظاماڻي به پنهنجيون يادگيريون لکيون، ان کان علاوه بعد ۾ حاجي خان ڪيريو پنهنجي آتم ڪهاڻي واري ڪتاب ۾ سنجهوري لوڙهي جو مختصر تن صفحن جو احوال ڏنو آهي، جيڪو جهونگار نمبر-9، 2003ع ۾ ڇپيو هو. جڏهن حُر ڪئمپن جو اهو المناڪ داستان پڙهندڙن تائين پُهتو ته پڙهندي پڙهندي سندن نيڻ پرجي تي پيا. اهي حُر ڪئمپن واريون يادگيريون پڙهندڙن لاءِ نيون ڳالهيون هيون، جن جي اهميت کي محسوس ڪندي مون انهن ٽنهي باندي ٻارن جون شروعاتي آتم ڪهاڻيون سهيڙي ”جي گهارياسين بند ۾“ جي عنوان سان هڪ ڪتاب ۾ شايع ڪرايون اهو ڪتاب سنجيده حلقي ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو ۽ اڄ به مقبوليت جي عروج تي آهي. خوش قسمتي سان انهيءَ جو تسلسل موجوده تاريخي ڪتاب پڻ ڇپرائڻ جو شرف حاصل هئڻ ڪري، بزرگن جي خدمت جو موقعو ملي رهيو آهي.

سائين الهورائي صاحب پنهنجي ٻاروتڻ کان وٺي حُر ڪئمپن جي خاتمي يعني 1952ع تائين جا حالات قلم بند ڪري قلم رکي ڇڏيائون، جيتوڻيڪ مان سائين کي بار بار گذارش ڪندو رهيس، ته سائين وڌيڪ قسطون لکي آتم ڪٿا جو سلسلو مڪمل ڪيو. پر سائين شايد انهي ڪئمپن جي ڪسمپرسي واري ڪيفيت مان نڪري ڪون سگهيو، وڌيڪ لکڻ تي طبع مائل نه پئي ٿيس. ڇاڪاڻ ته سندسن ذهني ڪيفيت کي مان ئي محسوس ڪري پئي سگهيس، جن ماڻهن جا خاندان، گهر تڙ قربان ٿي وڃن، ۽ نتيجو:

*منزل انہیں ملی جو شریک سفر نہ تھے۔*

تازو وري سائين قلم کنيو زندگي جي باقي حصي واريون يادگيريون لکڻ شروع ڪيائون، سائين جي اها طبيعت نه رهي جيڪا ڏهاڪو سال اڳ هئي،. ٿي سگهي ٿو ڪجهه ڳالهيون جيڪي سائين لکڻ چاهيندو هجي، هيٺائي ڪري لکي نه سگهيو هجي. جنهن جو اظهار سائين پنهنجي پيش لفظ ۾ به ڪيو آهي.

جڏهن پهريون دفعو ڪتاب ”جي گهارياسين بند ۾“ ڇپرايو هيم تڏهن به اکر لکندي من ملول ٿي پيو هو، اڄ به طبيعت تي سوز جي ڇمرن جو سايو آهي. ڇاڪاڻ ته هي ڪٿا هڪ ٻار جي پوڳنائن جي نه پر هڪ نسل جي المين جو طويل داستان آهي، هي جيڪو قيد ڪشالن، پيڙائن جو سمنڊ آهي جنهن ۾ سنڌ جي اڌ آبادي، لڙهندي، ٻڏندي رهي. سائين الهورائي جو شاعراڻو نثر، خوبصورت ٻولي، رشين ناول نگارن جهڙي منظر نگاري، پڙهندي، پڙهندڙ سحر ۽ سوز ۾ سمائجي ٿو وڃي.

"سچ لھڻ وقت ڪارخاني جي در مان ٻاهر نڪرندي، جڏھن اھي ٽڪل ٽٽل معصوم قيدياڻيون، ڪونجن وانگر قطارون ڪري، راجا واري ريل گاڏيءَ وٽان گذرنديون ھيون تڏھين اوچتو آواز ايندا ھئا. " پلاڙي مئي ڪاري گاڏي! الئہ ڪڏھن اسان کي پنھنجي اباڻن ماڳن ڏي وٺي ھلندئين!!" حسرت منجھان ريل جي پٽڙيءَ ڏانھن نھاريندي، اھو ڪونجن جو قافلو واپس اچي قيد خاني ۾ قابو ٿيندو ھو ۽ وري ساڳئي قيد جي ڪارمُنھين رات ظاھر ٿيندي ھئي. مظلوم، مقھور، بکيا، ڏکيا، ڏٻرا، جسم وري بنديخاني جو در لتاڙي ساڳئي ميدانتي قطارن ۾ بيھي حاضر سائين! حاضر سائين! جي صدا بلندا ڪندا ھئا." (ڪتاب مان سٽون).

حُر تحريڪ دوران جيڪو حُر جماعت جي ماڻھن پوڳيو ان جو حقيقي اندازو صرف ان تحرير مان ئي لڳائي سگھجي ٿو مان سمجھان ٿو سائين الھورايو انھن ڪئمپن تي جيڪڏھن ناول لکي ھا تہ رشين ليکڪن جھڙو ناول تخليق ڪري پئي سگھيو. پاڻ انتھائي خوبصورت اندازسان ڪئمپن ۾ ستم جو منظر پيش ڪيو اٿن. انھي ڪئمپن جي سموري سفاڪي ھن چند سٽن ۾ لکي جڻ سمنڊ کي ڪوزي ۾ بند ڪيو اٿن.

سائين الھورايو اڳتي لکي ٿو

"حر تحريڪ جي تاريخ ۾ ھزارن جي تعداد ۾ مردن، عورتن، ٻارن کي قيد و بند ۾ قابو رکڻ جو ھيءُ عذابناڪ داستان، اسان کي احساس ٿو ڏياري تہ، ھنن ٻاندي ماڻھن جا سندن قيد دوران، پيارا عزيز تختہ دار تي لٽڪايا ويا، سندن ڳوٺ جلائي ڀسم ڪيا ويا. سندن مال لٽايا ويا. سندن عورتون اغوا ڪيون ويون. ۽ سندن ڪيترائي جگر گوشا گم ٿي چڪا ھئا تہ پوءِ جڏھين سانوڻ جو واءُ ورندو ھو، پوربي ھوائن ۾ برسات جي خوشبو رچندي ھئي ۽ ڪکر ڪنڌيرون ڪري، اتر پاسي کان اٿندا ھئا ۽ جڏھين وڏڦڙا مينھن وسندا ھئا، تڏھن ھنن قيدين کي پنھنجا دل گھريا دلدار ڪيئن نہ ياد ايندا ھوندا؟"

سائين محمد عمر چنڊ صاحب لکن ٿا تہ "پاڪستان جي آزادي تي جيڪي بہ ھيستائين تاريخون لکجي چڪيون آھن تن مان ڪنھن ھڪ ۾ اھو لکيل ڪونھي تہ سنڌ جي ھن ڌرتي تي انگريزن جي خلاف ھڪ ڊڪيل چيپيل نہ پر کليل ۽ پڌري تحريڪ ھلندڙ ھئي جيڪا ھڪ ڏينھن يا ھڪ مھينو ڪانہ ھلي پر ھڪ پوري صدي تائين ھلي جنھن ۾ جيلن ۽ لوڙھن ۾ ويندڙ ماڻھن جو تعداد پنج ست ماڻھو نہ ھيا پر گھٽ ۾ گھٽ ڇھ لک ماڻھن جا ھئا جيڪي نسل در نسل پيڙھين جون پيڙھيون ٻارن ٻچن سميت، ٻورن ڍنگرن سميت يا ڪنسنٽريشن ڪيمپس ۾ ٻي يارومددگار سڙندا ۽ اذيتون سھندا رھيا. جن لوڙھن ۾ انھن ماڻھن کي رکيو ويو سي رڳو سنڌ ۾ نہ ھئا پر سنڌ کان ھزارين ميل ڏور ھندوستان جي اٽڪل اڻ سڃاتل، پر انھن علائقن (راجستان، دکن بينگال، ۽ انڊيمان جي ٻيٽن ۾) ھوندا ھئا. پاڪستان جي آزادي جي تاريخ تي جيڪي بہ ڪتاب ھيستائين لکيا ويا آھن. تن مان ڪنھن ھڪ ۾ بہ اھو لکيل ڪونھي تہ انگريز جي حڪومت سان ھڪ سئوسالہ ڊگھي ھن جنگ ۾ ڪي ڏھ پندرھن ليڊر نما ماڻھو نہ ڪي بہ تي سئو ڪارندہ نہ پر ھزارين ماڻھو مقابلن ۾ شھيد ٿي ويا يا گرفتار ٿي ڦاسين تي چڙھي ويا. يا حر ھئڻ کان انڪاري نہ ٿيڻ جي ڪري ماريا ويا يا ڪنھن غير مريد جي ٿانو مان پاڻي نہ پيئڻ جي ڪري شھيد ڪيا ويا. ايترين عقوبتن ھوندي ايترين اھڪاين ۽ تڪليفن سھندي مجموعي طرح ھن قوم جي وڏائي جي آڏو ھڪ سئو سالن تائين آڻ نہ مڃي ايستائين جو 1947ع ۾ ملڪ آزاد ٿيو."

سائين الھورائي جي آتم ڪھاڻي جو ٻيو حصو 1952ع کانپوءِ جي زماني جو آھي. ڪئمپن کانپوءِ باشعور طبقي ۾ ذھني طور تبديليون بہ آيون جيڪو فطري ردعمل ھو. سائين جي باقي زندگي بہ غربت جي چڪي ۾ پسجندي، جدوجھد ڪندي نظر اچي ٿي، قيد ڪشالن جي ڏيڍ مان نڪري تعليم حاصل ڪري پنھنجي پيرن تي بيھڻ، پنھنجي خاندان جو پرجھليو ٻڌجي ان کي منزل تائين پھچائڻ ڪنھن معجزي کان گھٽ ڪونھي.

چاڪاڻ تہ جيڪي فرد چڪي ۾ پيسجي پاھر نڪرن وري پيرن تي بيھي ڏيڪارين سي مانجھي مڙس مٿير ئي تي سگھن ٿا.

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| پهرا | منهنجي | پريت | تي، | اوچا | ڪوٽ |
| ساروٽيون | ساٿيھ | جون، | گوڙھن | منجھ | گڙيون، |
| آڏيءَ | اُپ | اڙيون، | اڪڙيون | باڪ | اُڪنديون. |

(اياز)

سائين الهورائي ڀرڻ صاحب، هجرتن جي موسم ڪي اڪين سان ڏٺو تہ ڪيئن هڪڙا ديس واسي وڇوڙي جا گيت ڳائيندا پرديس پيا وڃن ۽ ٻيا ديس واسي (حُر) پنهنجي وطن ۾ رهندي بہ مهاجر بنجي ويا. ملڪن جي ورهاڱي جا منظر، وڇوڙن جي ورلاپ ۾ رت جا دريا، خوشحال خوبصورت مُکن تي بيوسي جا ڳوڙها ڳڙندي ڏٺائون. ملڪ آزاد ٿي ويو پر معصوم حُر قيدين لاءِ خاردار تارون،سنگينن جا پهرا پوءِ بہ گھايل دلين کي ڏکوئيندا رهيا. ڪين ايتري بہ آزادي نہ هئي جو پنهنجي پاڙيسرين کي وداع جا بہ لڙڪ آڇي سگھن.

**نيٺ زنجيرون ٽُٽيون، پکين کي پرواز جي آزادي ملي، هي ٻالڪ (سائين الهورايو) فطرت جي وسيع ميدانن تي هڪ ڏنار جي حيثيت سان چرند، پرند، وڻن، ٻوٽن جو مشاهدو ڪندي نظر اچي ٿو، علم جي دروزاي ڏانهن وک وڌائيندي، تعليم حاصل ڪري پيغمبري پيشي ۾ داخل ٿئي ٿو. جتي ڪتاب ۽ قلم سندس پاچي جيئان ساڻ سفر ڪري شعوري طور روشن دنيا ۾ داخل ٿئي ٿو**

سائين الهورايو صاحب جنهن جي شعوري تبديلي جو سبب بڻجندڙ روسي انقلابي اديب پرنس پيٽر ڪروپاٽڪن جو نوجوان ڏانهن (Message to youth) ڪتاب آهي. ڪروپاٽڪن پنهنجي هن ڪتاب ۾ در اصل اها ڳالھ سمجھائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ:

”سماج ۾ ماڻهو خاص طور نوجوان طبقي کي ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي؟ ايئن هن ڪتاب جو ليکڪ ڪروپاٽڪن انجنيئر، وڪيل، ماستر ۽ فنڪار وغيره بنجڻ جي خواهش رکندڙ نوجوانن کي مخاطب ٿيندي تلقين ڪري ٿو تہ“انجنيئر، وڪيل، ڊاڪٽر، ماستر يا فنڪار وغيره بنجڻ وڏي ڳالھ ناهي، پر پنهنجي غريب عوام ۽ ماڻهن جي بهتري، ڀلائي، آسودگي توڙي سندن سپ طرفي چوٽڪاري واسطي هلندڙ تحريڪ ۽ جدوجهد ۾ پنهنجي صلاحيت آھر حصو وٺڻ ۽ توڙنيائڻ ئي اصل ڳالھ آهي ۽ ان لاءِ انقلابي سائنسي پورهيت فڪر ۽ نظرئي سان هٿياربند ٿيڻ اڳواٽ لازم ۽ ضروري شرط هجڻ گهرجي.“(ڪنيل حوالو)

سائين الهورايو ڀرڻ صاحب هڪ اُستاد جي حيثيت سان پنهنجي زندگي فڪري طور روشن خيالي جي تبليغ ڪندي گذاري، انهي فڪر تحت شاعري،توڙي نثر لکيائون. جنهن ۾ پڻ سنيهو ۽ سنديس پورهيت عوام جي آجپي لاءِ آهي.

غربت جي چڪي ۾ پيسجي نڪرندڙ هن پورهيت انسان جي آتم ڪٿا، نہ صرف هڪ فرد جي ڪٿا آهي بلڪي هن سنڌي سماج جي تاريخ آهي، اهو سماج جيڪو هڪ وڏي بحران ۾ گذريو سائين جي آتم ڪٿا جو بيو حصو سنڌي سماج جي پيچ ڊاهہ جي ان وقت جي داستان آهي جنهن ۾ هزارين ماڻهو لڏپلاڻ جي سفر ۾ وڃايل

منزل جي ڳولا ۾ سرگردان رهيا. انهي لڏپلاڻ ۾ سنڌ جي ماڻهن ڇا پئي سوچيو ۽ ڪين ڇا نصيب ٿيو! ان تي سائين پنهنجي خيالن جو اظهار هنن عنوانن ۾ ڪيو آهي:

- ”هندو ۽ پائي بند ۾ مقامي تاڪائو طبقو سنڌي سماج جو ورهاڱو.“

- ”خالي ٿيل جهول شهر ۾ دڪانن تي قبضہ“

- ”سنڌي ماڻهن جي دڪانداري فقط چند روز.“

انهن عنوانن ۾ ان دور جي حالتن، سنڌي ماڻهن جي نفسيات، ايندڙ پرڏيهين جي ڪاروباري سوچ، مقامي ماڻهن جي ترقي نہ ڪرڻ جو الميو، مهاجرن جو ڪاروبار سان گڏ ملڪيتن تي قبضي وارو رجحان، حرفت بازيون ۽ چالاڪيون ملن ٿيون. تاريخ جي ورقن کي ورائيندي اهو بہ پڙهيوسين تہ قومون جيڪي زوال، الميہ مان اپري سبق پرائينديون آهن، اُهي ئي عظيم قومون ٿي اُڀريون. پر هتي سنڌ جي ماڻهن ڇا وڃايو ۽ پرايو: ان آتم ڪٿا جو هڪ هڪ ورق سمجهڻ سلجهڻ جهڙو آهي.

سائين الهورائي صاحب ان وقت جو مشاهدو، تجربو، گهري فڪر ۽ دوراندیشي سان قلمبند ڪيو آهي. اڳتي قلمبند ٿيل هن حصي ۾ جيڪي جهول شهر ۾ رهندڙ مختلف ذاتين، برادرين، خاندانن متعلق، انهن جي سماجي پسمنظر جو جائزو نہ صرف هڪڙي علائقي جو مشاهدو آهي، پر انهي فڪري آئيني ۾ اسان سموري سنڌ جي سماجي صورتحال کي پُرجهي پروڙي سگهون ٿا. اڄي سنڌ جي شهرن جي ڪهڙي حالت هئي، هاڻي ڇا آهي؟ سنڌ جي ٻهراڙي جا ماڻهو علم، هنر جي ميدان ۾ ڪيترو اڳتي آهن. ڪيتري تبديلي آئي آهي، ان جو ليکڪ ٽُز نتيجو ڪڍيو آهي. رڳو سانگهڙ جهول ۽ ان جي آس پاس ئي ڏسجي تہ قدرتي وسيلن تي ڪنهن جو قبضو آهي، مارڪيٽ ۾ ڪير حاوي آهن. تعليم ۽ نوڪرين ۾ هاڻي اسان ڪهڙي درجي تي آهيون. ان متعلق ليکڪ ماضي جي تجربي آڌار آگاهي ڏني آهي.

سائين پنهنجي هن آتم ڪٿا ۾ جڏهن آسٽريليا جو سفر ٿو ڪري تہ انهن سانورن ابارجين Aborigine (آسٽريليا جي اصلي رهاڪن) لاءِ پنهنجي لفظن ۾ پاپوه سان اظهار ٿو ڪري، چاڪاڻ تہ ڌرتي ڌڻين سان جڏهن ڏاريا ويساه گهاتيون ڪن تہ، ان ڪان وڏ ٻيو ڪهڙو الميو ٿي سگهي ٿو. انهن جي دردن کي اهوئي سمجهي سگهي ٿو جن جي پيرن هيٺان پنهنجي ڌرتي، ٻولي کِسڪندڙ هجي.

ان قحط الرجال واري دور ۾ سائين پنهنجي انهن هم عصرن، دوستن، مشاهيرن جو بہ ذڪر ڪيو آهي جيڪي اونده ۾ ٻرندڙ لاٽ مثل هئا. جن جو سماج ۾ هڪڙو اهم ڪردار هو سائين جي جنب جا ساٿي: پورهيت ڪلاس جا هم سفر، جن مان ڪجهہ جيئرا آهن، ڪي گذاري ويا آهن، انهن جي خاصيتن، خصلتن جو احوال چڻ هن ڳُني جو اهو چاڻوُ آهي. جنهن ڪانسواءِ هي دسترخوان بي سوادو آهي. اڃان بہ سائين جي دل جا ڪي دمساز هوندا، جن جي نازبوءَ جهڙي خوشبو تي قلم ڪٽندي ڪٽندي سندس هٿ رُڪجي ويا هوندا، سائين تہ دولابن سان بہ دغا نہ ڪئي،.... پوءِ...؟ اهي لُڙڪن مرڪن جون ملاقاتون، روح جون رمزون، جن جو ميلاپ ڪنهن اجنبي اسٽيشن تي ٿيو ۽ هميشہ لاءِ ساه جي سڳي ۾ سبجي، ساڻ سانجهہ جي شفق تائين بہ سرنهن جي پيلن گُلن وانگي، سندن روڳي روح مٿان جهوندا رهيا. هن بي مروت سماج ۾!... اهڙا سبب بہ آهن جن جو اختيار ليکڪ کي بہ ناهي.

وڏي وقت ڪانپوءِ سائين کي سهنج نصيب ٿيا آهن، پر ڪنهن کي ڪهڙي خبر تہ ڪيس اهنجن جي اُجاڙ آڇ مان اُڪرڻ مهل ڪيترن جذبن جي بلي ڏيڻي پئي.

سائين الھورائي صاحب جي ھن آتم ڪٿا جو بيانيہ انداز اھڙو تہ سھڻو سلوڻو آھي جو پڙھندڙ جڻ لفظن جي لھرن ۾ پاڻ بہ ترندو پيو وڃي. نيٺ ڪتاب ختم ٿي ٿو وڃي، ائين ٿو محسوس ٿئي جڻ پڙھندڙ ڪناري تي پھچي بہ حيرت مان دريا جي وھندڙ لھرن کي پيو ڏسي.

سنڌي ادب جي تاريخ ۾ ھي آتم ڪٿا ڪيتري مقبوليت ماڻيندي اھو تہ وقت ثابت ڪندو، مان ذاتي طور اھو ضرور چوندس تہ، سنڌي ادب جي آتم ڪٿائن تي ڪو بہ محقق جڏھن ٿيسز لکندو تڏھن ھن ڪتاب کي نمايان حيثيت حاصل ھوندي. ڇاڪاڻ تہ ھي آتم ڪٿا، انھن اوجاڳن جي آتم ڪٿا آھي جن خوابن جي ساپيان لاءِ پنھنجا لڙڪ بہ مرڪن جي آڙ ۾ تبديل ڪري خوشين جا گل نڇاور ڪيا. ھي ڪٿا ان مسافر جي آھي جنھن پنھنجا پير پٿون ڪري ٻين کي منزل تي پھچايو. ھي ڪٿا ان پورھيت جي آھي جنھن جي مرڪ بہ ھميشہ گھايل رھي.

مون ھتي لکڻ تہ بہ اکر اڌ صفحي جيترا پئي چاھيا، پر سنڌي کي بورڊ جي ٽڪ ٽڪ مائي ئي نہ ٿي ٽئي، نہ ئي روح ٿو رھي. نيٺ ڪي بورڊ تا آڱرين کي نہ چاھيندي بہ ھٽائڻو ٿو پوي، مان ھاڻ وڏيڪ ھن ڀوتر جھرٽي کي جھوپڙ نہ ٿو چاھيان.....! بس، سائين الھورائي صاحب کي ھميشہ ھڪڙي شڪايت رھي آھي، جنھن جي اظھار لاءِ ايترو ئي امداد حُسيني جي سٽن وانگي:

رت لُڙڪ، مس مان، ان لاءِ کھڙا اکر لکان مان،

ڪنھن قوم آ وڪيو اتھاس رديءَ ۾.

**اُستاد نظاماڻي**

**سانگھڙ، سنڌ.**

15_فيبروري 2019ع

## مهاڳ
## وه صبح ڪڀي تو آئي گي

سائين الهورايي ڀرڻ پنهنجي جيون ڪٿا جا شروعاتي ٻه لفظ لکڻ لاءِ جڏهن مونکي چيو ته مونکي خوشيءَ سان گڏ حيرت به ٿي ته سائين انهن قيمتي لفظن لاءِ مون جهڙي غير معروف ۽ اڻ اکري ماڻهوءَ جو انتخاب ڪري سچ پچ ته منهنجي لاءِ تمام وڏي انعام جو اعلان ڪيو آهي. اها ته سائين کي به خبر هئي ته ”آتم ڪٿا“ تي ڇا لکبو؟ جڏهن لکندڙ پنهنجي زندگيءَ جو بيان خود پاڻ ڪندو هجي اُتي ليکڪ يا بيان ڪيل ڪٿا لاءِ ڀلا ڇا لکندو؟ انڪري جيڪي ٻه لفظ مان هن آتم ڪٿا لاءِ لکان پيو تن ۾ جيڪڏهن ڪو ورجاءُ محسوس ٿئي ته ان کي فطري سمجهيو وڃي. آتم ڪٿا تي لکڻ ۾ ايئن ٿيڻو ئي هوندو آهي.

سائين الهورايي ڀرڻ سان منهنجي ڏيٺ ويٺ اوٽيهه سؤ ڇهاسي ستاسيءَ دوران سنڌي ادبي سنگت سانگهڙ ۽ پاڪستان نيشنل سينٽر جي گڏجاڻين ۽ پروگرامن ۾ ٿي. تڏهن مان نئون نئون ادبي سنگت ۾ آيو هوس. ۽ سنگت جي گڏجاڻين ۾ ڪچيون ڦڪيون ڪهاڻيون پڙهندو هوس. اُنهن ڏينهن ۾ محمد خان جوڻيجي جي حڪومت جنرل ضياءَ الحق جي ڇانوَ ۾ عوام سان رابطي ۾ رهڻ خاطر پاڪستان نيشنل سينٽر ذريعي مختلف پروگرام ڪرائيندي هئي. ۽ ڪي چونڊ قومي، مذهبي ۽ عالمي ڏهاڙا به ملهائيندي هئي. ظاهر آ ته اهڙن موقعن تي سرڪاري ماڻهن سان گڏ شهر جي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن جي به ڪين ضرورت پوندي هئي. انڪري اُن نيشنل سينٽر جي پروگرام انچارج ۽ انتهائي پياري ماڻهو سائين غلام محمد لاڙڪ جي دعوت تي اسان به انهن پروگرامن ۾ شريڪ ٿيندا هئاسين; ڇو ته شهر اندر علمي ۽ ادبي مشغولين جا مرڪز گهٽ ڪري اهي ئي ٻه ادارا هوندا هئا. ۽ اسان جي گڏجڻ جا ٺاڪ به اڪثر پاڪستان نيشنل سينٽر (جتي روز ويهي اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب پڙهبا هئا)، نيشنل يوٿ ليگ جي آفيس ۽ پوءِ ڀٽائي پرنٽنگ پريس جهڙا هنڌ هوندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن وري الفقراءَ پرنٽنگ پريس يا پريس ڪلب سانگهڙ ۾ ملي وٺبو هو. پر نواز شريف جي پهرين حڪومت دوران جڏهن نيشنل سينٽر کي ختم ڪيو ويو ته ان کانپوءِ سائين ڀرڻ صاحب سان اسان جو ملڻ اڪثر ڀٽائي پريس تي ٿيندو هو جتي سائين اليمينٽري ڪاليج سانگهڙ ۾ پنهنجي ڊيوٽي ڏيئي سڌو پهچندو هو. پوءِ جڏهن 1994ع ۾ منهنجي سانگهڙ ڪاليج ۾ ليڪچرر جي حيثيت ۾ پوسٽنگ ٿي ته مان ڪاليج مان واپس ايندي سائين الهورائي ڀرڻ وٽ اليمينٽري ڪاليج ۾ ٻه منٽ ترسندو هوس. ۽ پوءِ اتان گڏجي ڀٽائي پريس ايندا هئاسين. ۽ شام تائين ويٺا هوندا هئاسين. ڀٽائي پريس تي سائين سان اسان جون اڪثر ڪچهريون ادب، تعليم، سياست، صحافت، تاريخ، حُر تحريڪ، خانه بدوشن، موسيقي، چوٽياري ڊيم تي ڪم شروع ٿيڻ ڪري مکي ٻيلي، مکيءَ جي ڍنڍن ڍورن، جهنگلي جيوت ۽ ماحول جي امڪاني تباهي بابت هلنديون هيون. ڊيم جو سروي ٿي چڪو هو ٺيڪيدار ڪمپنيون پنهنجا خيما کوڙي چڪيون هيون. ناري، ڪپري واهه ۽ ٻان واهه جي بندن تان وڏا وڏا ٽالهين جا وڻ آهستي آهستي گم ٿيڻ لڳا. وڻن جي گم ٿيڻ، ايل بي او ڊي تحت سانگهڙ، نوابشاهه، ميرپور خاص ۽ بدين ضلعن ۾ سم نالن جو جار وڇايو پئي ويو. سائين ڀرڻ صاحب تڏهن هتي جي ماڻهن کي ماحولياتي سجاڳي ڏيڻ خاطر ”ڌرتي دوست سنگت“ جو بنياد رکي

چڪو هو ۽ ان جي پليٽفارم تان مختلف پرائمري اسڪولن، مڊل توڙي هاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ مفت وٽڪاري مهم، ليڪچر ۽ سيمينارن جو سلسلو شروع ٿي چڪو هو. ساڳئي پليٽفارم تان هر سال ماحول توڙي ڌرتيءَ جي عالمي ڏينهن تي نہ فقط جاڳرتا "واڪس" جو بندوبست ڪيو ويندو هو پر انهن ڏهاڙن تي پريس ڪلب سانگهڙ، نيشنل سينٽر يا ڪنهن اسڪول يا ڪاليج ۾ ننڍا ننڍا پروگرام پڻ ڪيا ويندا هئا. سائين ڀڻ صاحب پهريون ڀيرو سانگهڙ ۾ ماحوليات جي تعليم بابت ليڪچر ڏنا، ۽ اسان جهڙن غزل، ٽيڙو ۽ جڏيون سڏيون ڪهاڻيون لکندڙ نوجوانن جو فطرت جي حسن ۽ ان جي توازن ڏانهن ڌيان ڇڪايو. اهو ئي اهو دؤر آهي جڏهن سانگهڙ مان ادبي، ماحولياتي ۽ تاريخي سلسلا "ترشنا"، "درشن"، "جهونگار" ۽ "منصور" نڪرڻ شروع ٿيا، جن ۾ ادب، حر تحريڪ، ماحوليات، لسانيات، جهنگلي جيوت، انٿراپالجي ۽ سنڌ جي تاريخ تي مضمون ڇپجڻ لڳا. حُر تحريڪ جي حوالي سان حُر غازين جي انٽرويوز يادگيرين، خاڪن ۽ مضمونن کي سنڌ جي ماڻهن، عالمن ۽ اديبن هاڪاري موٽ ڏني. گڏو گڏ ماحوليات جي سجاڳيءَ جي تحريڪ کي سرڪاري ادارن کان ويندي خانگي تنظيمن بہ سنجيدگيءَ سان وٺڻ شروع ڪيو. سائين ڀڻ صاحب هن ئي دؤر ۾ پنهنجي آتم ڪٿا جو پهريون ڀاڱو "جي گهارياسين بند ۾" لکيو جيڪو استاد نظاماڻي "پنهنجي تاريخي سلسلي جهونگار ۾ ڇپجندڙ لوڙهن ۾ قيد ٻن ڀائر ٻارڙن حاجي ولي محمد نظاماڻي ۽ حاجي گل محمد نظاماڻيءَ جي يادگيرين سان گڏ ساڳئي عنوان سان ڪتاب جي شڪل ۾ ڇاپيو جنهن کي عام ماڻهن توڙي سنجيده ادبي حلقن ۾ تمام گهڻي موٽ ملي. ان بہ بعد سائين الهہ ورايو ڀڻ برابر جهول توڙي سانگهڙ جي علمي ادبي حلقي سان گڏ علم جي شمع کي روشن رکندو آيو. پوءِ جڏهن سائين ايليمينٽري ڪاليج سانگهڙ جي تدريس ۽ سڪيا واري شعبي مان ريٽائمينٽ ورتي تہ لکڻ پڙهڻ جي ڪم کي باقاعدي جنبي ويا. سڀ کان پهريان سندس علمي ادبي خدمتن کي ڀيٽا ڏيڻ واسطي اسان ڪجهہ دوستن گڏجي، سائين جي رضامندي ۽ سهڪار سان "ماڻهو مٽي هاڻو" نالي سان ڪتاب ڇپرايو جنهن ۾ سانگهڙ توڙي سانگهڙ کان ٻاهر رهندڙ علم، ادب، سياست ۽ صحافت سان لاڳاپيل دوستن پنهنجا تاثراتي مضمون لکي سائين کي زبردست خراج تحسين پيش ڪيو. علمي، ادبي ۽ تعليمي ميدان ۾ خدمتون پيش ڪندڙن کي ميڃتا ڏيڻ جو سلسلو اتي رڪجي بيهي ڪونہ رهيو پر ان کي اڳتي ريڙهيندي سائين مونکي سانگهڙ جي بهترين استاد ۽ سياسي ورڪر مرحوم لڪمير ڏاهريءَ جي مضمونن تي مشتمل ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ اتساهيو ۽ پوءِ ڪامريڊ حسن عسڪري، قاسم عادل، مون ۽ سائين الهہ ورائي ڀڻ گڏجي چندو ڪري اُهو ڪتاب ڇپرايو جنهن جون بعد ۾ ورڪرز پارٽي آفيس سانگهڙ ۽ پريس ڪلب سانگهڙ جي هال ۾ ڏار ڏار شاندار تقريبون ڪوٺائي مهورت ڪرائي سين. انهن ياد رکڻ جهڙن ڪمن جو سهرو سائين الهہ ورائي ڀڻ جي سر تي سونهين ٿو. سندس هيءُ آتم ڪٿا بہ انهي سلسلي جي ڪڙي آهي. هڪ حصو لکڻ بعد اسان سائين کي بار بار چوندا رهياسين تہ "سر، ان کي مڪمل ڪيو!" پر سائين جو اصرار تہ "يار، مون اهڙو ڇا ڪيو آهي جو ويهي لکان! جيڪو مونکي لکڻو هو سو تہ مون لکي ڇڏيو." پر ڪجهہ وقت گذرڻ کانپوءِ سائين نيٺ ان ڳالهہ تي راضي ٿيو تہ پاڻ جيڪو علمي، ادبي، سياسي ۽ سماجي سفر ڪيائون، ان سفر دؤران جن جن مٽيادار ماڻهن سان روح رهاڻيون رچايائون تن جو احوال، مختصر ئي سهي، پر بيان ڪرڻ ضروري آهي. ايئن سائين هن آتم ڪٿا کي اڳتي وڌايو. سائين پنهنجي يادگيرين جي هن سفر کي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي. پهريون حصو: لوڙهڻ ۾ واڙجڻ کان اوڻيهہ سؤ ٻاونجاهہ جي لوڙهن ڪڇڻ واري اپريل ڦول تائين. حصو ٻيون:

تعليم ۽ نوڪريءَ جو سفر، ۽ حصو ٽيون: سانگهڙ جو علمي ادبي ماحول. پهرئين ڀاڱي ۾ سائين پنهنجي ٻاروتڻ جي ڪهاڻي بيان ڪئي آهي. مال چارڻ، حُر تحريڪ جو شروع ٿيڻ ۽ انگريز سرڪار طرفان ڪين لوڙهن ۾ واڙڻ. پوءِ لوڙهن اندر قيد بند جون سختيون جهيليندڙ خاندانن، عورتن ۽ مردن جو ذڪر آهي، ۽ ان دوران مختلف واقعن جو احوال آهي. ٻئي حصي ۾ علم جي تلاش ۾ هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه تائين وڃڻ، معلم جي حيثيت ۾ سرڪاري نوڪريءَ ۾ داخل ٿيڻ جو ذڪر آهي، اڳتي وڌڻ جي جستجوءِ آهي، ۽ ان زماني جي تعليمي صورتحال، آفيسرن ۽ ملڪ کان ٻاهر تعليم جو تفصيلي ذڪر آهي. ٽئين ڀاڱي ۾ دوستن، احبابن، سانگهڙ جي علمي ادبي ماحول، ادب ۽ ادب دوستن، ادبي منڊلين، پروگرامن جو ذڪر آهي. اهڙي نموني هيءَ اتم ڪٿا سائين جي زندگيءَ توڙي ان ۾ رونما ٿيندڙ اهڃاڻ حادثن، گوشن ۽ لقائن جو مختصر احوال آهي، جيڪو اسان کي هن ملڪ جي تاريخ جي مختلف دورن ۾ وٺي وڃي ٿو جتي بقول جالب جي:

وه جس کي روشني کچي گهرون تک پهنچتي هئي،
نہ وه سورج نکلتا هئي نہ اپني دن بدلتي هين!

سائين ڀڻ صاحب هڪ پورهيت جي گهر ۾ جنم ورتو. قيد و بند جي تڪليفن ۽ رڪاوٽن باوجود تعليم پرائڻ لاءِ مينهون بہ چاريون تہ مزدوري بہ ڪئي، سائين پنهنجي سموري زندگي هڪ پورهيت جيئن گذاري. پنهنجن ٻچن کي تعليم بہ ڏياري تہ قوم جي ٻچن کي پاڙهيو بہ سهي. هُن ملڪ ۾ پورهيت طبقي جي خوشحاليءَ جا جيڪي خواب ڏٺا، غلاميءَ کان مٿي چاڙهي جي جيڪا آرزو ڪئي سا وطن عزيز مٿان سامراجي پڪڙ مضبوط هئڻ ڪري تا حال آرزو ئي رهي. سائين پنهنجي سماجي زندگي صوفين جيئن فقيريءَ ۾ گذاري، سماج کان ڪنجي يا تياڳ واري تپسيا ۾ نہ، پر عام ماڻهن سان گڏ، عام ماڻهن جي وچ ۾، عزت ۽ خوداريءَ سان. اڄ جڏهن سندس عمر ستر سالن کان بہ مٿي چڙهي وئي آهي، سائين تڏهن بہ اسان جي ادبي منڊلين، سياسي سماجي پروگرامن، ڪچهرين، خوشين ۽ غمين ۾ جيئن جو تيئن شريڪ آهي. سائين سچ پچ تہ اُن "صبح" کان اجا مايوس ناهي ٿيو جنهن لاءِ ساحر لڌيانوي چيو هو تہ :

جب امبر جهومي ناچي گا، جب ڌرتي نغمي گائي گي،
وه صبح ڪبهي تو آئي گي، وه صبح ڪبهي تو آئي گي!

**امر لغاري**
**سانگهڙ، سنڌ.**

# ليڪ طرفان ٻه اکر

منهنجي جنم جو سال 1942ع آهي. هي اهو زمانو هيو جو سنڌ جي وسيع ايراضي ۾ انگريز ڇتي مارشل لا نافذ ڪري ڇڏي هئي. هڪ سازش تحت حر تحريڪ خلاف خصوصاً ۽ سنڌ جي ماڻهن مٿان هن مارشل لا دوران ظلمن جا پهاڙ ڪيرايا ويا. ان وقت اڇوڪن پوتارن جي وڏن واري سنڌ اسيمبلي حر ايڪٽ پاس ڪري، انگريز حاڪمن ۽ سنڌ پوليس خواهه برٽش فوج کي ظلم ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو.

مون جيئن ته پنهنجي شعور جي اک حرن لاءِ قائم ڪيل جيل CONCENTRAION CAMP ۾ کولي ۽ پنهنجي معصوم ٻاروتڻ جا ڪامل ڏهه سال پنهنجي امڙ ۽ بابي سان ان قيد و بند ۾ گذاريا. ان ڪري منهنجي دل ۾ سامراج ۽ سامراج جي چاڙتن خلاف شديد ڌڪار موجود پئي رهي آهي. ان جو سمورو بيان مون پنهنجي هن آتم ڪٿا ۾ بيان ڪيو آهي. ان بعد موهن جي دڙي جي سرزمين هڪ نئين نالي سان نئين مملڪت ۾ شامل ڪئي ويئي. اهو نئون نالو ان کان اڳ دنيا جي ڪنهن زبان ۽ ان جي لغت ۾ موجود ڪونه هو. ان نئين نالي واري حڪومت ۾ آسرو هيو ته اسان کي 1947ع ۾ قيد و بند کان آزاد ڪندي پر ائين نه ٿيو.هزارين عورتن، ٻڍن ۽ ٻارن کي 1952ع تائين ساڳئي سلوڪ تحت قيد رکيو ويو. چون ٿا ته گورو حاڪم ويندي ويندي نئين نوابي حڪومت کي اها وصيعت ڪري ويو هو ته هنن باغين کي اڃان به 10 سالن تائين باندي رکيو وڃي. بهرحال اسان اسيرن کي پهرئين اپريل 1952ع تي آزاد ڪيو ويو. جڏهن ته اسان جا اصلي ماڳ مڪان يا ته ميتجي چڪا هئا يا والارجي چڪا هئا. ان ڪري اسان نوان پناهگير ٿي، پنهنجي ڌرتيءَ ڏانهن واپس آياسون.

ان نئين صورتحال ۾ "نيٺ ڇا ڪجي" جو سوال سامهون آيو ته هن سماج ۾ نئين سر شروعات ڪيئن ڪجي؟ بهرحال زندگيءَ جو اهو سفر ڏکن ۽ سکن ۾ گذرندو رهيو. "غلاميءَ کان مٿي چاڙهو" جي خيال کي ساڻ ڪٽي، زندگيءَ جي جدوجهد جاري رهي. هاڻي جڏهين زندگيءَ جي سفر جي آخري پڙاءَ تي پهتو آهيان ته پنهنجي يادگيرين جي هن ڪتاب "قيد ڪشالا زندگي" ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي پوري ڪئي اٿم. اها ڪٿا پوري ۽ اڻ پوري به ڇئي سگهجي ٿي. ڪيتريون ڳالهيون پيٽ ورن ۾ پيون رهيون، ڇو ته هن دور ۾ سلڻ جهڙيون نه هيون.

زندگيءَ جي هن پوڇاڙي واري پهر ۾ (برين اسٽروڪ جي ڪري) حافظو به ڏنڏلو ٿيندو پيو وڃي، ان حالت ۾ قصو بيان ڪيو اٿم. مطلب ته "هيءَ جا سورن پئي سَلي آهي، سازندگي ڏاڍي پلي آهي" جي مصداق، زندگيءَ جي واهڙ جو وهڪرو جيڪو شروع ۾ لهوارو تيز تر وهندو آهي ۽ پوءِ جندڙيءَ جو اهو واهوندو ڏيمون ٿيندو ويندو آهي. ۽ نيٺ وڃي ماٺ جي پرشانت ساگر ۾ پهچندو آهي.

سنڌي زبان ۽ ادب سان منھنجي چاھت سڄي ڄمار قائم رھي. مونکي ياد آھي تہ 1960ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جھول جي ساٿين سان گڏ ادب جي مطالعي جو موقعو مليو. ھڪ دفعي روسي باغي دانشور ”پرنس ڪروپاٽڪن“ جي لکيل ڪتاب ”نوجوانن ڏانھن“ جو سنڌي ترجمون پڙھڻ جو موقعو مليو ان بعد ڪتاب ۾ ڏيکاريل راھہ ۽ رستو منھنجي زندگيءَ جي منزل بڻيو.

مون شاعريءَ تي بہ طبع آزمائي ڪئي ”ايڏو درد عميق“ جي نالي سان منھنجو شاعريءَ جو مختصر ڪتاب شايع ٿيل آھي. منھنجي شاعري ان وقت ”نئين زندگي“ ” روح رھاڻ“ ۽ ماھوار ”سھڻي“ ۾ شايع ٿيندي ھئي. پنھنجي نظرياتي اصولن موجب آئون ھميشہ ڀوتارڪي سماج خلاف لکندو رھيو آھيان. نظرياتي ڏارا ۾ اوڀارو سفر ڪرڻ جي ڪري، نوڪريءَ دوران ڪافي ڪنائون برداشت ڪرڻيون پيون. بھرحال ماضيءَ جا اھي ڏک ڏاکڙا ھاڻي عزيز پيا لڳن. ھن ڪتاب ۾ ڪجھہ دوستن جون ساروڻيون شامل آھن. حافظي جيترو بہ ساٿ ڏنو آھي تہ انھن يارن جو ذڪرِ خير ڪيو اٿم.

77 سالن جي عمر ۾ آئون وڏي ڪيڙ ۽ ڪٽنب جو بزرگ آھيان. پٽن، پوٽن ۽ ڏوھٽن جي ڦلواڙيءَ ۾ پاڻ کي خوشنصيب سمجھان ٿو. منھنجا چار عدد فرزند ڊاڪٽر رسول بخش، جيڪو لياقت ميڊيڪل يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر آھي. ٻيو فرزند امين بخش سرڪاري ملازمت ڪندڙ آھي، ادب جي مطالعي جو شوق رکي ٿو ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جو فارغ التحصيل آھي. منھنجو ٽيون نمبر فرزند حسين بخش اسسٽنٽ پروفيسر آھي ۽ ڊگري ڪاليج ۾ پاڙھي ٿو ۽ چوٿون نمبر فرزند قادر بخش تازو ٽنڊو ڄام يونيورسٽيءَ مان D.V.M پاس ڪري چڪو آھي. منھنجو ڀاڻيجو حضور بخش سنو مطالعو رکندڙ استاد آھي. مون اھا علم ۽ ادب جي جيڪا مختصر دولت ھئي، سا پنھنجي اولاد کي ڏني آھي. جنھن کي آئون پورھيت ماءُ پيءُ جي دعائن جي برڪت سمجھان ٿو.

زندگيءَ جي ھن موڙ تي ڪيترائي ھم عمر سنگتي ۽ ساٿي موڪلائي چڪا آھن. سندن يادگيريون دل تي نقش آھن. ٻئي پاسي منھنجا ساٿي منھنجا ڪتاب آھن جن کي ھڪ گھڙي بہ پاڻ کان جدا ڪرڻ نہ ٿو چاھيان. منھنجي ھيءَ قلمي ڪاوش خبر نہ آھي تہ علم دوست حلقن وٽ ڪيتري قبوليت جو درجو حاصل ڪندي؟ اھو فيصلو پڙھندڙن تي ڇڏيون ٿا.

الھورايو ٻھڻ

جھول (2019_01_10)

## حصو ٻھريون

## منهنجو اٻالو ٻاروتڻ ۾ انگريز جي قيد واري ڪئمپ، نوابشاهہ

بلاڪ زمين جي چوڏاريڪنڌن جو تمام اوچو لوڙهو. ان جي آمهون سامهون ڪُنڊن تي ٽيهہ پنجٽيهہ فوٽ اوچا مورچا ٺهيل، ۽ مورچن مٿان چوويهہ ڪلاڪ چوڪيدارچاري ۾ سپاهي. جن جي ڀريل بندوقن جا نشانا هر وقت اسان اسيرن ڏانهن سڃيل. قيد خاني جي سامهين پاسي هڪ تمام وڏو شاهي دروازو لوهي شيخن وارو ۽ ان دروازي جي سامهون وردي پاتل سپاهي، سندن بندوقن جي مٿان سنگينون چاڙهي، روبوٽن وانگر رائونڊ هڻندڙ سپاهي. سندن چهرا ڪنهن بہ قسم جي احساسن کان عاري، عجيب شڪلين وارا سپاهي. الائجي ڪٿان اترين سرحدن ۾ پنجن دريائن جي قحط جي ماريل علائقن مان اسان تي عذاب نازل ڪرڻ لاءِ آندل سپاهي. هي ڪيڏا نہ گوري سماج سان وفادارماڻهو ٿي ڏنا. انهيءَ شاهي دروازي وٽ هر ڪلاڪ کان پوءِ قيد و بند جي صعوبتن واري وقت جي شدت جو احساس ڏياريندڙ گهنڊ. رات ڏينهن چوويهہ ڪلاڪن جو احساس ڏياريندڙ گهنڊ وڄندو ٿي رهيو. مغرب جي وقت قيد خاني جي اندرئين طرف کان هڪ وسيع ۽ ڪليل پلاٽ تي، هن بند جا سڀ باندي قطار در قطار هڪ هنڌ زمين تي صفون ٺاهي اچي ويهن ٿا. قيد خانن جو مئنيجر، حاضري پڪاريندڙ منشي، سنگينون سڃيندڙ سپاهين جي جلوس ۾ اچي ٿو. ڪرسيون رکجي وڃن ٿيون، ٽيبل تي گولا ٻاري رکن ٿا. پوءِ منشي جو آواز گونجي ٿو..." پنهل!" "حاضر سائين!" پوءِ اهو حاضر سائين وارو جملو ٽي چار سئو دفعا مختلف واتن مان ورجائجي ٿو ۽ ان سان گڏ بنديخاني جي محافظن کي يقين ٿيندو ٿو وڃي تہ " اهي حاضر سائين چوڻ وارا آواز هاڻي جاڻ تہ اچي سفيد سامراج جا مطيع ٿيا آهن. ( پر اهو سندن خام خيال هو) حاضري پرائيندي هرڪو اٿندو وڃي ٿو. پنهنجين پنهنجين اونداهين جهوپڙين ڏانهن. جيڪي رات جي اونداهيءَ ۾ عجيب مايوسيءَ جو منظر پيش ڪن ٿيون. ڪٿي ڪٿي ڪنهن جهوپڙي جي سوراخن مان اندران ٻرندڙ ڏيئي جي ٽڪل روشنيءَ جا ڪجهہ باغي ڪرڻا اونداهہ جو سينو چيري ٻاهر وسيع انڌيري جي راڄ ۾ جرڪندي نظر اچن ٿا. ورنہ هر پاسي وانداهيءَ جو عالم.... پر ان اونداهہ ۾ رهندڙ روحن جون دليون ايمان ۽ اميد جي روشنيءَ سان منور.

اسان قيدين جون اهي سڀ جهوپڙيون سڌين قطارن ۾ ٺهيل آهن. اسان سيني اسيرن جا اڱڻ گڏ آهن. اهڙي طرح اسان سيني جو درد بہ ساڳيو آهي. ۽ اسان جي گڏيل اڱڻ وانگر اسان سيني جون دليون بہ مليون پيون آهن. انهيءَ ويل بنديخاني جي هرهڪ جهوپڙيءَ مان ذڪر جو آواز بلند ٿئي ٿو. سوين ماڻهن جا سوز ۾ ٻڏل ۽ ڏکايل آواز جيئن جيئن بنديخاني جي فضا ۾ اڀرندا ٿا وڃن، تيئن تيئن تنواريندڙ ماڻهن جي دلين ۾ اميدن جو سوجهرو جرڪندو وڃي ٿو. سمورو قيد خانو "ذڪر" جي آواز ڪري لرزش ۾ اچي وڃي ٿو. الله جي دربار ۾ ٻاڏائيندڙ ۽ پڪاريندڙ مردن، عورتن ۽ ٻارن جا معصوم آواز. آزاديءَ جي اسيرن جا اهي سڏ. سيئي گڏ ۽ هم آواز. آزاديءَ جي

سوجهري ڪندڙ سج لاءِ پنهنجي دلين جي تڙپ سان تنوارين پيا. اهي معصوم آواز ستين عرش تي پهچندڙ التجائون ۽ عرض، گوري سامراج جي ايوانن جي در و ديوارن سان ٽڪرائجي واپس ورندا رهن ٿا. اهي مجبور ۽ مقهور آواز يڪ زبان ٿي ”آزاديءَ“ جي آلاپ ڪندڙ درجي به درجي ماٺ ٿي وڃن ٿا ۽ رات جي ڪاري ديو جو راڄ، بنديخاني مٿان ڇانئجي ٿو وڃي.

اسين ڪيس ”نانو جاني“ سڏيندا هئاسين. سٺ ستر سالن جو پوڙهو انسان، معصوم ٻار جهڙو پيرسن، پنهنجي پٽن ۽ ڏهٽن ڪان ڌار هتي اڪيلوءِ بي واهه، اسان سان جيل ۾ بند آهي. ”نانو جاني“ هر رات اسان جي اڱڻ جي سامهون اڏيل پيپيءَ تي رات گذاريندڙ بزرگ. جڏهن روزانه ذڪر ڪندو آهي ته اسين ٻارڙا، ساٽس گڏجي بلند آواز ۾ ذڪر ڪندا هئاسين. نانو جاني چوندو هوته ” ابا اوهان معشومڙن جي دعا، الله جي دربار ۾ ضرور قبول پوندي!“ اسين اهو ٻڌي وڌيڪ زور سان ذڪر جون تسبيحون آلاپيندا هئاسين. پوءِ چوٿين تسبيح جي پڄاڻيءَ تي مراقبي ۾ ڊگهي دعا بعد:

”يلا ڄام، هن غلام سندو سوال سڻج تون!“

اسان سڀئي ننڍا ۽ وڏا اهو ڪلام هڪ آواز ٿي، ٻاڏائيندڙ سرن ۾ ڳائيندا هئاسين. هي دُعائن وارو ڪلام اسان ٻارن کي شروع ڪان وٺي آخري مصرع تائين ياد ٿي ويو هو. هن ڪلام جي سر تار جو درد اسان ٻارڙن جي دلين کي ڇُهي ويندو هو. هن ڪلام بعد اسان ڏسندا هئاسين ته ناني جانيءَ کي سندس پُٽن پوٽن، پنهنجي ڳوٺ، پنهنجي ڪيتن جي ياد اچي ويندي هئي. تڏهن هو وڏو ساهه کڻي هڪ اندوهناڪ آواز ۾ ”الفراق اشد من الموت“ چئي چپ ٿي ويندو هو. ان ڪان پوءِ سندس ليڪن ڀريل چهري تي رنج جو هڪ عجب ۽ گهرو عالم طاري ٿي ويندو هو ۽ پوءِ اسين ٻارڙا سندس انهيءَ غم کي محسوس ڪندي، ماٺ ميٺ ۾ اتان اٿي ويندا هئاسين. اسان کي خبر هئي ته اهڙا سوين جاني، پنهنجن پيارن کان پري، رنج و الم جون تصويرون بنجي پيا ”قيد الماءَ“ جون گهڙيون هتي اسان سان گڏ گهارين.

فجر ويل، وري ساڳئي سامراج جا گماشتا، سنگينون سجي، ساڳئي حاضري واري ميدان تي ايندا هئا. ۽ وري...... حاضر سائين! حاضر سائين! جي آوازن جي گونج ۾ غلطان قيدي هلندا ويندا هئا. عزيزن جي وڇوڙي جو فڪر، اٽي لٽي جو اونو غلاميءَ جي ڳٽني... هر شب و روز اها ريت.... حاضريءَ وقت ڪڏهن ڪڏهن ڪو اجهل ۽ باغي آواز ”حاضر سائين!“ پاران صرف ”حاضر“ چئي سنگينن اڳيان سينو ساهي گذري ويندو هو. ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ خبر ناهي ته اهڙا ماڻهو ڪيڏانهن گم ٿي ويندا هئا. شايد اسان واري قيد و بند ڪان وڌيڪ ڪنهن ٻئي ظلمت جي بنديخاني ۾....!

چوڏهينءَ جي چانڊوڪي راتين ۾ حاضري پرائي، ذڪر ڪان فارغ ٿي، فقير هڪ حلقو ناهي، سمهه (سماع) لاءِ اچي گڏ ٿيندا هئا. سفيد ريش، نوراني نڪتن وارو ابوڙو فقير، وڏي درديلي آواز ۾ بيت جهونگاريندو هو. هن سگهڙ ۽ فقير شاعر کي سموري سنڌ جي مشهور شاعرن جو ڪلام برزبان هو. فقير هڪ گول دائري ۾ ويهندا هئا. ۽ وچ ۾ ابوڙو فقير هڪ ڳن جي مٿان هٿ رکي، بيت جهونگارڻ شروع ڪندو هو. تڏهن سندس ساٿي واري واري سان ساڳي داستان، ساڳئي سُر

وارا بيت ڳائيندا ويندا هئا. ۽ آهستي آهستي درجي بدرجي هن باندي شاعر جو آواز جيئن بلند ٿيندو ويندو هو. تيئن هنن مانجهي مڙسن جي ميڙ ۾ عجيب جوش ۽ جولان، عجب وجدان پيدا ٿي ويندو هو. هن ميڙ ۾ شريڪ هر هڪ فرد جو پنهنجو درد هر ڪنهن جو سينو چيري، ٻاهر اڌما ڏيئي اچي ويندو هو. سندن آواز جو سوز وڏي وجي چوڏهين جي چنڊ کي ڇهندو هو. آڌيءَ رات جي وقت ۾ اهي پرسوز دليون رڪندڙ ”محبوس آواز“ هن عشق ۽ وجدان واري نرت يا ناچ ۾ ايترا تہ محو ٿي ويندا هئا، جو سندن اکيون آسمان ۾ بيٺل چنڊ ۾ کتل ۽ قدم هڪ گول دائري ۾ گردش ڪندا رهندا هئا. ائين پيو محسوس ٿيندو هو تہ سندن درد کي فقط چنڊ ئي سمجهي سگهي ٿو. ۽ سندن دلين جي بي چينيءَ کي فقط ڌرتي ئي سندن قدمن جي لوچ مان سمجهي سگهي ٿي.

اهڙي طرح ابوڙي فقير جو آواز هن مصرع تي پهچندي، عشق ۽ جنون جون سڀئي سرحدون ڇهڻ لڳندو هو.

”سسئي تو جي سڏ ڪيا!“
”سسئي تو جي سڏ ڪيا!“
”اي سسئي تو جي سڏ ڪيا!“

پوءِ ٻيو ماڻهو ٻول وراڻيندو هو.

”هوت ٻُڌا ڪي دوست ٻُڌا!“

انهيءَ سماع جي ميڙ جا سڀ رفيق اُپ ۾ اکيون کپائي، چنڊ اندر سسئي جي شبيهہ کي ڳوليندي هم آواز ٿي وراڻي ڏيندا هئا. ” سي هوت ٻڌا، يا دوست ٻڌا!“ اسين سڀ پنهنجي سڏڙن کي ڪنهن اڻ ڏٺي هوت ۽ دوست کي ٻڌائڻ لاءِ وڏا واڪا ڪري وجد ۾ اچي آخر ۾ پڪاريندا هئاسين.
” پير پاڳاري جا دشمن دوزخ ويندا.“

هي جملو هر ڪنهن سماع جي محفل جي روحاني طور عروج تي پهچڻ وارو جملو هوندو هو. حلقي ۾ شريڪ اڌ فقير وڏي واڪي چوندا هئا.

”پير پاڳاري جا!“

ٻيو ٽولو هم آواز ٿي جواب ڏيندو هو.

”دشمن دوزخ ويندا!“

پوءِ اهي چنڊ جي زرد روشنيءَ هيٺ ٽڙڪندڙ جسم بغاوت جا گيت آلاپيندي آلاپيندي آخر چپ ٿي ويندا هئا. وري آخر ۾ دعا گهربي هئي.

” ساري جهان جي مخلوق جي صدقي، مرشد جو خير! جماعت جو خير! سڀني انسانن جو خير! آمين!! آمين!!“

ڪيڏي نہ آفاقيت رکندڙ اها دعا هئي....!

پرھہ ڦٽيءَ ويل ڳيپي جي ڳولا ۾ بنديخاني جا مرد ۽ ڪجھہ عورتون ٻاھر نڪري مختلف طرفن ڏي رخ رکن ٿا. ڦٽين ٽاٽڻ جي ڪارخاني ۾ ڦٽين سان ڀريل پلاٽن تي سرديءَ جون ماريل عورتون، ملول چھرا، ڏٻرا جسم، ميرا ڪپڙا، تولا ڪريو "ڳاڙھہ*" پيون چونڊين. زرد رنگ جي ڪپھہ جا ٻُڙا، ڪک ڪانيون چونڊي گڏ پيون ڪن. ٻئي پاسي سندن ٻارڙا، اڌ انگ اگھاڙا، ڦٽين جي مٿان بولاٽيون ڪائيندي راند پيا ڪن. مٿي آسماني منظر تي ڪارخاني جي بلند چمني ڪارو دونھون پئي اوڳاري ۽ ماين جا ھٿ ڦٽين مان ڪک ڪچرو مشيني انداز ۾ پيا چونڊين. اھو ڪچرو شام جو ٽُرندو ۽ انھيءَ وزن موجب ريپيو سوا مزدوري ملندي. ھٿ ھلائيندي، گيت جھونگاريندي اوچتو ڪو آواز اڀري ٿو... "اديءَ سورنھن چُوڙ ڪنڌين مينھن جي ڏجاٽي ھئس....." پوءِ ماٽين ۽ مڪڻ جا قصا، وڇڙيل عزيزن جون ساروڻيون، ٿڌا ساھہ، ڪجھہ ڳوڙھا، خاموش ڳلن تان ڳڙي ٿا پون ۽ بنا اگھڻ جي خشڪ ٿي ٿا وڃن. عورتن جو اھي درد ڀريون ڳالھيون جاري رھنديون ھيون.

سج لھڻ وقت ڪارخاني جي در مان ٻاھر نڪرندي، جڏھن اھي ٽڪل ٽٽل معصوم قيدياٽيون، ڪونجن وانگر قطارون ڪري، راجا واري ريل گاڏيءَ وٽان گذرنديون ھيون تڏھين اوچتو آواز ايندا ھئا. " پلاڙي مئي ڪاري گاڏيءَ الئہ ڪڏھن اسان کي پنھنجي اباڻن ماڳن ڏي وٺي ھلندئين!!" حسرت منجھان ريل جي پٽڙيءَ ڏانھن نھاريندي، اھو ڪونجن جو قافلو واپس اچي قيد خاني ۾ قابو ٿيندو ھو ۽ وري ساڳئي قيد جي ڪارمُنھين رات ظاھر ٿيندي ھئي. مظلوم، مقھور، بکيا، ڏکيا، ڏٻرا، جسم وري بنديخاني جو در لتاڙي ساڳئي ميدان تي قطارن ۾ بيھي حاضر سائين! حاضر سائين! جي صدا بلندا ڪندا ھئا.

اسان ٻارڙن خواھہ اسان جي مائٽن کي ٻاھرين دنيا جا ماڻھو عجب شڪ جي نگاھن سان ڏسندا ھئا. انھن ماڻھن کي سامراجي دلالن شايد اھو ٻڌايو ھو تہ، اسين چور، ڌاڙيل ۽ قاتل آھيون! پر جڏھن ھو اسان جي مائٽن کي حق حلال جو پورھيو ڪندي، ساڳي ٻولي ڳاليندي ڏسندا ھئا. تڏھن سندن شڪي چھرن تان اوپرائپ جون ليڪون آھستي آھستي غائب ٿي وينديون ھيون. مگر اھي ٻاھريان ھمدرد ماڻھو بہ اسان جي ھن قيد و بند جي جھان بابت خاموش ھوندا ھئا. شايد اھي آزاد انسان بہ سامراج جي ڪنھن اڻ ڏٺي پنجوڙ ۾ قابو ھئا.

اسڪول جي ٻاھران بيھي پري کان چور نگاھن سان ٻارن کي ماستر کان ڪڏھن ڪڏھن مار کائيندي ڏسي، خوف وچان وري جھوپڙي ۾ اچي لڪي ويھي رھندو ھوس ۽ پوءِ ھڪ ڏينھن اھا ڏٺل مار سھائي، پنھنجو پاڻ وڃي اسڪول ۾ ويٺس. پڳل پٽيءَ جي مٿان "الف" ظاھر ٿيو ۽ پوءِ بنديخاني جي "ب" بہ لکجي ملي ۽ اھي سزا جا سمورا حرف مونکي ياد ٿيندا ويا.

" اسان جي شھنشاھہ کي تون، سلامت رک خداوندا!!"

---

* ڦٽين مان ڪک ڪچرو چونڊڻ

† نوابشاھہ ريلوي اسٽيشن وٽان گذرندي

اهو راڳ ٻين ٻارن سان گڏجي عجب درد ۽ سوز سان ڳائيندو هوس. منهنجي دل ۾ اهو شهنشاهه جارج پنجون نه پر اسان جو "مرشد بادشاهه" هوندو هو. اهو غلاميءَ جو گيت اسان معصوم ٻارن لاءِ پنهنجي مرشد جو ترانو پئي لڳو. روزانو اسڪول ۾ اهو راڳ آلاپيندي آلاپيندي هڪ ڏينهن استاد سائين اسان کي شهنشاهه جي تراني ڳائڻ کان جهلي ڇڏيو!!

ان ڳالهه جو اسان ٻارن کي به ڪجهه احساس پئي ٿيو ته شايد بنديخاني کان ٻاهر جي دنيا ۾ ڪا تبديلي اچي رهي هئي. اها تبديلي جنهن جو اسان سيني کي انتظار هو.

اسان کي پنهنجي استاد جڏهن، اسڪول ۾ صبح جي وقت ڳائجندڙ ترانو " اسان جي شهنشاهه کي تون، سلامت رک خداوندا!" ڳائڻ کان منع ڪئي، تڏهين اسان سيني کي ڏاڍي حيرت ٿي. وڏيڪ حيرت ان ڳالهه تي به ٿي ته، ان راڳ جي پاران ڪو بيو راڳ ڳائڻ بابت به استاد ڪجهه ڪونه چيو. سائين سڪيلڏو هنگورو اسان جو استاد، اسان حرن جي ئي بنديخاني جو هڪ قيدي هو. پر وڏيڪ پڙهيل هئڻ ڪري کيس اسان کي پڙهائڻ جو ڪم سونپيو ويو. سائين سڪيلڏي جي شبيهه بلڪل اهڙي هئي، جهڙي مرزا غالب جي تصوير ديوان غالب تي ڇاپيل آهي. سندس ٽوپي به لڳ ڀڳ اهڙي نموني جي هئي. سندس مک هڪ مهربان مائٽ وانگر لڳندو هو. سندس پڙهائي ۾ اسين سمورا ٻار ڏاڍا خوش رهندا هئاسين.

اسان جو قيد خانو ريلوي لائين جي لڳ ڀرندي پاسي، نواب شاهه شهر کان ميل ڏيڊ اتر پاسي واقع هو. هن ريلوي لائين تي رات ڏينهن ريل گاڏين جي اچ وڃ لڳي پئي هوندي هئي. اسان مان گهڻن ٻارن لاءِ انهن ريل گاڏين جو مشاهدو ڏاڍو وندرائيندڙ هوندو هو. ڪاري رنگ جون انجڻيون دونهان ڪيڏنديون، ڀوبان لڳل گاڏن جون ڊگهيون قطارون ڇڪ ڇڪ ڪنديون ڇڪينديون ويندڀون هيون. انهن ريل گاڏين ۾ ڪي بار گاڏيون هونديون هيون ته ڪي مسافر گاڏيون. اسان جي مشاهدي جو مزو تڏهن ٿيندو هو جڏهن ڪنهن سبب جي ڪري اهي مسافرن سان ڀريل ريل گاڏيون اسان واري قيد خاني وٽ بيهي رهنديون هيون. اسان ڪجهه تجسس ڪجهه خوف جي جذبي سان پري کان بيهي، مسافرن ڏي نهاريندا هئاسين. ظاهري طور اهي مسافر ڏسڻ ۾ ڪي ايترا ته نرالا ڪونه هئا پر اسان کين ڏاڍو خوشنصيب سمجهندا هئاسين. جو هڪ ته هو ريل گاڏيءَ ۾ سوار هئا، ٻيو ته "آزاد" هئا ۽ پنهنجي ماڳ مڪان ڏانهن وڃي رهيا هئا. اسان پنهنجي مائٽن کان اهو ته ٻڌو هو ته هن قيد خاني ۾ پهچائڻ لاءِ پوليس ۽ فوج، ريل گاڏيءَ ۾ ويهاري اسان کي هتي ڪٺي آئي هئي. ڪن جا مائٽ اتر کان گاڏيءَ تي آندا ويا، ڪن جا مائٽ ڏکڻ کان آندا ويا. ۽ اسين اوپرپاسي کان ايندڙ راجا واري ريل گاڏيءَ ۾ هت آندا ويا هئاسين. تنهنڪري منهنجي اها خواهش هئي ته جنهن ريل گاڏيءَ ۾ اسان کي هت آندو ويو هو ان کي ويجهو ٿي ڏسان. پوءِ هڪ ڏينهن نوابشاهه جي اسٽيشن تي بابا مون کي اسان واري ڳوٺ ويندڙ راجا گاڏي پري کان ڏيکاري، منهنجي من ۾ هميشه اها خواهش رکندي هئي، ڪاش! ان ريل گاڏيءَ ۾ چڙهي، پنهنجي ڳوٺ وڃي ڏسجي ته اهو ڪهڙو ملڪ آهي؟ پر اها خواهش جيستائين پوري ٿئي، ايستائين جڏهن به موقعو ملندو هو تڏهن راجا واري ريل گاڏيءَ کي وڏي اڪير سان ڏسڻ ويندو هوس. بابو اسٽيشن جي

پرسان، نشاط سئنيما وٽ ڪپهہ تاڻڻ جي ڪارخاني ۾ مزدوري ڪندو هو. اتي وڃڻ ۽ ڪارخاني جا ڪل پرزا ۽ مشينون هلندي ڏسڻ جو نظارو تمام مزيدار رهندو هو. بابو ڪارخاني جي بوائلر لاءِ ڪاٺ وڍڻ، چيرڻ ۽ ٽڪرا ڪرڻ جو ڪم ڪندو هو. جتي آئون ڏسندو هوس تہ ڪيئن نہ بوائلر جي دريءَ مان باهہ پڙڪا ڏئي نڪرندي هئي. جڏهن مزدور ان ۾ ٻارڻ وجهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڪارخاني جي مشين واري حصي ۾ ليئو پائڻ جو موقعو ملي ويندو هو. ڪارخاني جي انجڻ ۾ هڪ تمام وڏو ڦيٿو يعني ويل لڳل هوندو هو. جنهن جي مٿان هڪ ٻہ نہ پر چار ڪن پٽا چڙهيل هوندا هئا جيڪي ٻئي پاسي ڪيترين ئي پلين کي پيا ڦيرائيندا هئا. ڪارخاني جي انجڻ هڪ خاص ردم سان آواز ڪندي، مست هاٿيءَ وانگر هلندي ڏسبي هئي. ان جي ڪيترن هنڌن کان ٻاڦ جهڙو دونهون پيو نڪرندو هو. مشين هال ۾ ڪيترائي مستري تيل سان ڀريل سوٽ پايو مختلف پرزن کي تيل پيا ڏيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڪارخاني جي مٿئين منزل تي ڦٽين مان ڪپهہ ۽ ڪکڙا ڏار ڪندڙ مشينون ڏسڻ لاءِ وڃبو هو. جتي تمام گھڻو گوڙ ۽ ڪپهہ جي دز هوندي هئي. اتي خبرپوندي هئي تہ انهن ڦٽين مان ڪيڏي نہ سفيد ۽ نرم نرم ڪپهہ ٿي نڪري. ڪارخاني جي مختلف هنڌن تي ڪم ڪندڙن مزدورن کي محنت ڏسي منهنجي دل بہ چوندي هئي تہ آئون وڏو ٿي، انهيءَ ڪارخاني جي ديوهيڪل انجڻ هلائڻ وارو مستري ٿيندس. ڇو تہ اها انجڻ مونکي ڏاڍي پرڪشش لڳندي هئي.

ڪڏهن ڪڏهن اتفاق سان شهر ۾ وڃڻ جو موقعو ملندو هو. هڪ دفعي بابا جي بيمار ٿيڻ تي، امان چانديءَ مان ٺهيل ڪجهہ شيون شهر جي سوناري وٽ وڪڻڻ لاءِ مونکي بہ ساڻ وٺي وئي. اتي مون پهريون دفعو سوناري کي ڪم ڪندي ڏٺو ۽ سندس دوڪان تي سون چانديءَ جا ٺهيل گھڻا ئي ڳڻا پڻ ڏٺم. پر مونکي انهن گھڻن ڳڻن سان ڪابہ دلچسپي محسوس نہ ٿي. ان بجاءِ مون جڏهن سوناري جي مون جيتري نينگري صاف سٿرا ڪپڙا پهريل ڏٺي، تڏهن اها مونکي ڏاڍي وڻي ۽ مون پنهنجي ماءُ کي ٻڌايو تہ اها نينگري ڪيڏي تہ سهڻي هئي ۽ ڪيس ڪيڏا نہ ڀلا ڪپڙا پهريل هئا. منهنجي ان ريمارڪ تي امان ڪيترو وقت کلندي رهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن مونکان پڇندي هئي تہ ها ڀلا اها سوناري جي ڇوڪري توکي ڪيئن ٿي لڳي! انهن ئي ڏينهن ۾ اسان ڪئمپ جي مئنيجر کان ليٽر وٺي، بابا کي شهر جي سول اسپتال ۾ وٺي وياسين. جتي پهريون دفعو مون ڊاڪٽر صاحب ڏٺا، جن وٽ ماڻهن کي تپاسڻ جو هڪ اوزار هو. جنهن کي دوربيني ٿي چيائون. اسان جي قيدخاني ۾ ماڻهو بيمار ٿيندا رهندا هئا ۽ انهن مان ڪي ويچارا تہ ڇُڙي ڇُڙي بچي ويندا هئا پر اڪثر ماڻهو بنان دوا دارونءَ جي مري ويندا هئا. ماڻهو جڏهن سخت سڪرات ۾ هوندا هئا تہ انهن جي مٿان سورت ياسين پڙهبي هئي. دعائون گھربيون هيون ۽ مريض کي همت نہ هارڻ لاءِ وڏا چوندا هئا تہ "همت ڪر! صورت کي ياد ڪر!" پوءِ ڪي ويچارا همت ڪري الله جي ٻاچي ۾ بچي پوندا هئا تہ ڪي ٻئي جهان ڏي هليا ويندا هئا. پنجن، ڇهن سون جي آبادي واري هن لوڙهي ۾ آباديءَ جي لحاظ کان وڏ موت ٿيندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ تمام گھڻا. ۽ پوءِ ڪئمپ ۾ ڪانہ ڪا وهمي ڪهاڻي

ماڻهن جي زبان تي اچي ويندي هئي. ڪنهن ڏانئڻ جي جيڪا رات جي اونداهين ۾ ماڻهن جو ساهہ ڪڍي ويندي هئي ۽ سموري قيد خاني جا مسڪين هڪ شديد خوف ۾ مبتلا ٿي ويندا هئا.

اسان جي هن ڪئمپ ۾ تمام ٿورڙا ماڻهو پڙهيل ڳڙهيل هئا. انهن مان اسان جو استاد سڪيلڏو هنگورو بہ هڪ هو. جيڪو تمام مهربان صورت، خاموش طبع ماڻهو هو. اسان کي پڙهائڻ ۽ گهر ۾ پنهنجي ننڍڙي نياڻي کي هنج ڪٽي ريجهائڻ سندس اهم مشغولي هوندي هئي. سائين عام طور ڪڇرين ۽ مولودن وغيره ڪان پاسي هوندو هو. هن ڪئمپ جو ٻيو ڪجهہ قدر پڙهيل پر گهڻو ڳالهائيندڙ ۽ سرگرم شخص ملهار فقير خاصخيلي هو. مامو ملهار اڪثر ڪري ڪئمپ وزٽ ڪندڙ سرڪاري آفيسرن جي اڳيان نهايت همت ۽ بي باڪيءَ سان قيدين جا مسئلا پيش ڪندو هو ۽ پوءِ گهر اچي فقيرن کي خبرون چارون ٻڌائيندو هو. خاص ڪري اهڙيون خبرون، جن ۾ ملڪ جي آزادي ۽ مرشد جي گاديءَ جي بحالي بابت ذڪر ٿيل هوندو هئو. منهنجو سڳو مامو سُهيلو ٻهڻ، جيڪو پڻ اسان سان ساڳئي گهر ۾ رهندو هو. اهو بہ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو هو. اسان جي گهر ۾ مامي سُهيلي جو شاهہ جو رسالو پيل هوندو هو. جنهن کي آئون اڪثر ڪري پڙهڻ جي ڪوشش ڪندو هوس ۽ پهرئين ڪلاس جا ڪجهہ سبق پڙهڻ وقت، آهستي آهستي آئون رسالي مان اهي بيت ۽ وايون صاف نموني سان بلند آواز سان پڙهي سگهندو هوس، جيڪي اڪثر ڪري اسان جا فقير ڳائيندا رهندا هئا.

مامي سُهيلي وٽ هڪ تمام سهڻي فائونٽين پين ۽ هڪ مس ڪپڙي ”واٽرمين“ جي نالي سان هوندي هئي. مامي وٽ سڄو ڏينهن فقير پيا ايندا هئا. پنهنجي مسئلن بابت درخواستون لکرائڻ لاءِ خاص ڪري پاس جاري ڪرڻ ۽ هڪ ڪئمپ مان ٻئي ڏانهن بدلي ٿيڻ بابت درخواستون تمام گهڻا ماڻهو لکائڻ ايندا هئا. اهڙين درخواستن جو سرنامون ۽ ٻيو احوال باربار ٻڌندي ۽ مامي کي لکندي ڏسندي ۽ گڏوگڏ پڙهندي پڙهندي مونکي ياد ٿي ويو هو ۽ جيئن تہ مامي جا اکر تمام صاف ۽ سهڻا هوندا هئا، تنهن ڪري آئون پورين درخواستن جا مضمون لکڻ ياد ڪري ويس ۽ جڏهن مامون گهر نہ هوندو، تڏهن مامي جي اڻپين ڪٽي ماڻهن کي درخواستون لکي ڏيندو هوس. بس ائين ئي سرنامون شروع ڪبو هو:

”خدمت ۾ عالي شان جناب ڊپٽي حُر سيٽلمينٽ جي عرض“ وغيره وغيره. پوءِ آئون عرضدار فلاڻو ولد فلاڻو با ادب عرض ٿو ڪريان تہ...... ۽ آخر ۾ اهو ضرور لکبو هو تہ سائين جن جي آل اقبال جو دعاگو رهندس. واڌو حد ادب ........ ۽ درخواست پوري، مون هڪ دفعي ڇا ڪيو جو پنهنجي والد جي نالي نوابشاهہ ڪئمپ مان بدلي جي درخواست لکي، ڪبو آڱوٺو هڻي ڊپٽي جي آمد تي رش ۾ وچي اها درخواست منشي جي ٽيبل تي رکي آيس.

اسان جي ڪٽنب سان ويجهڙائپ رکندڙ آڪهيون سانگهڙ، اَڇ، جانب ڊورو، گٽنگ ۽ آسپاس جي علائقن مان آيل هيون. اسان ياءُ ۽ ڀيڻ ادي ڪرڙيءَ جي گهر راند رهڻ ۾ ڏاڍي خوشي محسوس ڪندا هئاسين. هڪ تہ ادي اسان کي ڏاڍو پيار ڏيندي هئي ۽ سندس گهر ۽ جهوپڙي ڏاڍي صاف سٿري هوندي هئي. ٻيو تہ سندس گهر ۾ پيا ٻار بہ ڪونہ هوندا هئا. تنهن ڪري اسين روزانہ

پنهنجي ان پيڻ جي گهر ضرور ويندا هئاسين. مائي ڪرڙي چئن ڀائرن جي اڪيلي ڀيڻ هئي. سندس هڪ ڀاءُ محمد اسماعيل ڪيريو ساڻس گڏ لوڙهي ۾ قيد هو. ٻيا ڀائر ٻئي هنڌ قيد هئا. سندس وڏو ڀاءُ ڪافي وقت جماعت جي وڏن غازين ۽ ويڙهاڪ ٽولي جو رڪن هو. مائي ڪرڙي پڻ سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ قيد هئي، جتان پوءِ ڪيس نوابشاهه ۾ سندس ڀاءُ سان گڏ رکيو ويو.

ادي ڪرڙي جيڪا منهنجي ماءُ کي پڦي چوندي هئي، ان جو ۽ امان جو گڏيل ڏک اهو هو تہ امان جي اڪيلي موپي ڀاءُ کي ڪو پٽ جو اولاد نہ رهيو هو. ۽ ادي ڪرڙي جا چارئي ڀاءُ بغير شادي جي مختلف جيلن ۾قيد هئا. هنن ٻنهي جي خواهش هئي تہ هتان کان آزاد ٿي، پنهنجي ڀائرن کي موڙ ٻڌي شادي ڪرائين ۽ سندن پُٽ ڏسن.

مامو گهنور هنگورو جيڪو هن ڪئمپ ۾ اڪيلو قيد هو سندس ٻين ٻن ڀائرن مان وڏو ڀاءُ "ولات" جي ڪنهن "ويساپور" واري جيل ۾ بند هو. اسان جي جماعت جا ڪيترائي ماڻهو گجرات، بمبئي، حيدرآباد دکن جي جيلن ۾ قيد هئا. اسين انهن بابت "ولات" جي حوالي سان ذڪر ڪندا هئاسين. مامو گهنور اڪيلو مڙس ڪڏهن ڪائين جي پيري وڪڙي گذر ڪندو هو تہ ڪڏهن ڪڏهن ٻاهران اوڌر تي ڪو پوڙهو ڍڳو وٺي ڪئمپ کان ٻاهر "مهاندي" ڪندو هو. پوءِ گهنور جي ان ڍڳي جو گوشت سموري ڪئمپ جا ماڻهو پڻ ساڳي ريت اوڌر تي وٺندا هئا ۽ مامو گهنور پنهنجي اوڌر جي اوڳاڙي لاءِ پيو گهرن جا ڦيرا ڏيندو هو ۽ جي قرض نہ ٻہ ملندو هيس تہ ٻہ ماني ملي ويندي هئس. مامو گهنور اڪثر ڪري سياري جي راتين ۾ باهہ ٻاري ويهندو هو ۽ اسان ٻار حلقو ناهي اچي ويهندا هئاسين. پوءِ مامون گنهور اسان کي راجائن، بادشاهن، راڻين، چورن ۽ ڏوتن جون ڪهاڻيون وڏي آواز سان ٻڌائڻ شروع ڪندو هو. ڪيس ڪهاڻي کي وڏي آواز ۽ اداڪاري سان بيان ڪرڻ جي ڏات مليل هئي. هو هرهڪ ڪهاڻي شروع ڪرڻ کان پهريائين، چوندو هو تہ "هڪڙو هو بادشاهہ! بادشاهہ پاڻ خدا آهي، پر هي زماني جي بادشاهہ جي ڳالهہ آهي، خدا جي ڪرڻي اهڙي ٿي تہ، ملڪ جو بادشاهہ دوست يار گڏ ڪري گهوڙن تي شهسوار ٿي، جڏهن شڪار تي نڪتو تڏهن ........" پوءِ ڪهاڻي جي رواني، جملن جي ادائيگي جو جادو اسان ٻارن کي آخرتائين انهيءَ ڪهاڻي جي تاڃي پيٽي ۾ قابو جهليو ايندو هو. تان جو ڪهاڻي ختم ٿي ويندي هئي. ڪهاڻي ختم ڪري مامو گهنور چوندو هو تہ "ٻارو! هاڻي ڪک پن ٿيو تہ ڍڳا چرن" ۽ پوءِ ٻار ڪهاڻي جي انجام تي سوچيندا گهرن ڏانهن هليا ويندا هئا.

مامي گهنور جي ٻي ڪلا هئي مداحون ۽ مناجاتون ڳائڻ جي. هو جڏهن ڪهاڻي ٻڌائڻ جي موڊ ۾ نہ هوندو هو تہ پوءِ سندس من پسند مدح "ڪرايو ديدار مهدي امام، اٿم اميدون تو منجهہ جام" هي مدح ايڏي تہ سڪ ۽ اڪير سان ڳائيندو هو جو اسان سيني ٻارن کي مهدي امام جي ديدار جو انتظار هوندو هو تہ اجهو ڪي اجهو مهدي امام آيو ۽ اچي اسان جي قيد جون زنجيرون ڪاٽي اسان کي آزاد ڪرائيندو.

ٻي مدح جيڪا مامو ساڳي وجدان سان ڳائيندو هو. اها هئي:

"يلا چام هن غلام سندو سوال سڄ تون!"
" آهيان ڏڏ غمن گڏ سچا سڏ سڄ تون."

هي سڀ مداحون ۽ مناجاتون اسان هر وقت آلاپيندا رهندا هئاسين ته اسان جون اهي آهون الله جي دربار ۾ قبول پون ۽ اسان جو هيءَ قيد ختم ٿئي.

انهيءَ سال 1946ع يا اول 1947ع ڌاري اسان جي ڪئمپ ۾ هڪ قدرتي لقاءَ بابت گهر گهر ڳالهيون ٻڌجڻ لڳيون. لقاءُ اهو هو ته سج لٿي مهل ڪيترن ماڻهن جو چوڻ هو ته سج ۾ " جهنڊو" ٿو ظاهر ٿئي. اهو جهنڊو ڏسڻ جي جيڪي ماڻهو دعويٰ ڪندا هئا. انهن جو چوڻ هو ته اهو جهنڊو اسلام جي فتح جو جهنڊو آهي. مغرب جي وقت اڪثر ننڍا وڏا، ڳاڙهي سج ڪي تڪيندي چوندا هئا ته "وو! هو ڏسو! جهنڊو چٽو چٽو ظاهر پيو ڏسجي!" انهيءَ جهنڊي واري لقاءَ ڪافي ماڻهن جي روح ڪي آٿت ڏني ته اسلام جي فتح ۽ ڪامرانيءَ جو جهنڊو هاڻ ظاهر ٿيو آهي ۽ اجهوڪي اجهوڪو امام مهدي ٿو اچي. جيڪو اسان ڪي هتان آزاد ڪرائيندو ۽ پوءِ ان سان گڏجي ڪافرن ڪي فتح ڪنداسون.

اهي ساڳيا ئي ڏينهن هئا، جو ماڻهن جي ڳالهه ٻولهه ۾ "پاڪستان" ۽ "جناح" جا لفظ ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. چاچي علڻ وساڻ، قائداعظم محمد علي جناح بابت هڪڙو بيت ٺاهيو. جنهن جي پهرئين مصرع هئي ته "اجهو اچي پيو جنا (جناح)، ڪفر ماري ڪندو فنا!" چاچي علڻ جي بيت ڪي سڄي ڪئمپ ۾ وڏي پذيرائي ملي. اهو بيت ٻار خواهه وڏن جي زبان تي هوندو هو. اسان اهڙن سيني اهڃاڻن مان اهو مطلب پٽي ڪڍيو ته هاڻي ڪاري قيد جا ڏينهن ۽ راتيون جاڻ ته اچي پورا ٿيا آهن. ۽ پوءِ اسان ڪي احساس ٿيو ته استاد سڪيلڏي هنگوري چاچي لاءِ اسڪول اسيمبليءَ ۾ انگريز حاڪم جو ترانو ڳائڻ بند ڪرائي ڇڏيو آهي.

پوءِ وري هڪڙو ٻيو عجيب نظارو ڏسڻ ۾ آيو. اهو لقاءُ اسان جي ڪئمپ وٽان هلندڙ وڏي ريل گاڏين بابت هو. پهرئين جا ٿيو جو فوج جون پريل ريل گاڏيون تمام گهٽيون نظر اچڻ لڳيون ۽ پوءِ اسان ڪي خبر پئي ته " پاڪستان" ٺهي ويو آهي. هاڻي اسلامي حڪومت ٺهندي ۽ اسين سڀ آزاد ٿي پنهنجي ماڳن ڏي موٽنداسون.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ريل گاڏين جا نه رڳو وقت ٻيا ٿي ويا پر مسافر گاڏين ۽ مال گاڏين ۾ انساني انبوهه سوار نظر آيا. ايتري قدر جو گاڏين جي ڇتين تي به ماڻهو وڏي تعداد ۾ سفر ڪندي نظر آيا. گهڻو ڪري هي گاڏيون اتر کان الاءِ ڪٿان ماڻهن جا انبوهه لڏي پئي آيون. پوءِ خبر پئي ته اهي قافلا لٽيل هندستاني مسلمانن جا آهن. جن ڪي ڪافرن لٽي ڦري هيڏانهن ڌڪيو آهي. ۽ هاڻي هي هتي "پناهگير" ٿي آيا آهن. اسان روزانو اهو منظر ڏسندا هئاسين ته اهي گاڏيون رات ڏينهن هزارين بلڪ لکين انسان اتر کان ڏکڻ ڪنيو پيون اينديون هيون. پوءِ ماڻهن اسان ڪي ٻڌايو ته اهي مسلمان پائر نوابشاهه جي اسٽيشن ۽ شهر ۾ هزارن جي تعداد ۾ اچي لٿا آهن. هڪ شام جو حاضري کان پوءِ فقيرن گڏجي صلاح ڪئي ته انهن مسلمانن جي مدد ڪرڻ گهرجي. ٻيو نه ته گهٽ

۾ گهٽ ڪين ڪاڏو پهچائڻ لاءِ سموري ڪئمپ جي هر گهر مان مانيون ۽ ٻيو جيڪي ڪجهہ ملي سگهي اهو ڪٺي وجي، مهاجرن کي پهچائجي. پوءِ ڏنو سين تہ دال جا ديڳڙا، پٽ جو ديڳيون، مانين جو ڍريون ڪٺي ماڻهو روز صبح شام وجي اهي مسلمان ڀائرن ۾ ورهائي ايندا هئا.

انهيءَ دوران هڪ ٻي عجيب حرڪت يا تبديلي ڏسڻ ۾ آئي، اها اُها تہ اسان جي ڪئمپ ڀرسان ريلوي لائين جي الهندي پاسي، جيڪي ڪمند، مڪائي، جوئر، ٻاجهريءَ جا کيت هئا. سي سيئي رات ڀيٽ ۾ ڀيلجي ويا. ماڻهن اهي سڀ فصل وڍي تاراج ڪري ڇڏيا. ياد رهي تہ اهي فصل سک قوم جي ماڻهن جا هئا. جن کي عجيب ڀيروارا پٽڪا ٻڌل هوندا هئا ۽ سندن ڏاڙهيون بہ خوفناڪ قسم جون هونديون هيون. ساڳئي وقت ڇيلهہ سان تلوارون ٻڌيو ڀيا هلندا هئا. سندن ٻنيءَ ڏانهن ويندي عام طور ماڻهن کي خوف ٿيندو هو. پر هڪ ٻن ڏينهن ۾ اهي سڀ فصل تلف ٿي ويا. پوءِ اها بہ خبر پيئي تہ ڪالهہ راجا واري ريل گاڏي جيڪا پوري سکن جي عورتن، ٻارن ۽ سامان سان ڀرجي هندستان ڏي پيئي وئي، سا گاجرا واهہ ٽپي بيهي رهي ۽ پوءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ان گاڏيءَ جي مسافرن کان ڦرلٽ ٿيندي رهي. ڪافي مرد سک قتل ٿي ويا. سندن مال و اسباب لٽجي ويو ۽ اهو پڻ ٻڌو ويو تہ هاڻي اها ريل گاڏي نوابشاهہ اچڻ بند ٿي ويئي آهي. ملهار فقير خاصخيلي فقيرن کي پئي ٻڌايو تہ "نوابشاهہ جي ڪليڪٽر مسعود کدرپوش، نوابشاهہ جا ڏاميچ ماڻهو گهرائي، سکن کي قتل ڪرايو. ڇوتہ سندس عزيز پنجاب ۾ سکن ماري ڇڏيا هئا." فقير اهو بہ چيو پئي تہ هاڻي واڻين ۾ "پاڄ" پوڻ واري آهي. اها پاڄ پوڻ واري ڳالهہ مون کي ڪافي وقت تائين سمجهہ ۾ ڪونہ ٿي آئي.

آئون هڪ ڏينهن بنا ٻڌائڻ جي نوابشاهہ شهر هليو ويس. پادرين جي مريم بستي کان اڳتي هلي، ڪوچڙن وارين جهوپڙين وٽان ٽپي، جيئن مون ڦاٽڪ وٽان ريلوي اسٽيشن ڏي نهاريو تہ اتي ماڻهن جا انبوهہ وينا هئا. اتان کان پاسو ڪري آئون موني بازار ڏي ويس تہ اتي بہ عجيب "دوسرا" ماڻهو پئي ڦريا ۽ جڏهن مون اتي وجي ڏٺو تہ اهو سوناري وارو دڪان بہ بند هوءِ اهو علائقو بہ اوپرن ماڻهن سان ڀريو پيو هو. منهنجي اکين ان سهڻي سوناري نينگري لاءِ نهاريو جيڪا اتي موجود ڪونہ هئي. ان گهٽيءَ ۾ عجيب ويرانيءَ جو منظر پئي محسوس ٿيو. ڪوبہ ٻار مونکي راند روند ڪندي نظر نہ آيو. مون چڪري واري هنڌ ماڻهن جا ٽولا هيڏانهن هوڏانهن هلندي ڏٺا. جن جا نڪٽ ۽ نمونا مونکي اوپرا پئي محسوس ٿيا. پوءِ آئون وري ساڳي ڊوڙ ۾ پوئين پير اچي ڪئمپ پهتس. اهو حال پنهنجي ساٿي ٻارن کي ٻڌايم تہ آئون ڇا ڏسي آيو آهيان.

هاڻي جڏهن تہ پاڪستان جو نالو نہ رڳو نيشانبر ٿي چڪو هوءِ پاڪستان جي حڪومت جي حڪومت قائم ٿي چڪي هئي. هاڻي اسان جي ڪئمپ ۾ آزاديءَ جي اميد پيدا ٿي چڪي هئي تہ جاڻ قيد ۽ بند مان آجا ٿيڻ وارا آهيون.

هڪ ڏينهن ملهار فقير ۽ ٻين وڏن اسان ٻارن کي گڏ ڪري چيو تہ سڀاڻي وزير صاحب لوڙهو* ڏسڻ ايندو. ۽ پوءِ اهو اوهان ٻارڙن جو اسڪول پڻ گهمڻ ايندو. اوهان کي اسان گلن جا هار

* حر ڪئمپ کي "لوڙهو" چوندا هئا

ڏينداسون. اوهان اهي هار وزير صاحب کي پارائجو. ۽ پوءِ سڀ جا سڀ ٻار هٿ ٻڌي يڪ زبان ٿي وزير صاحب کي عرض ڪجو ته ” سائين! هاڻي پاڪستان ٺهي ويو آهي، اسان جو عرض آهي ته اسان کي آزاد ڪريو.“ اهو جملو باقاعدي اسانکي ياد ڪرايو ويو. ٻئي ڏينهن جڏهن هڪ ڊگهي قد وارو، عجيب ٽوپي پاتل ماڻهو اسان جي اسڪول ۾ جلوس سان پهتو تڏهن اسان جي استاد کيس هار پيش ڪيو. ۽ پوءِ اسان سيني اٿي بيهي، ٻانهون ٻڌي کيس آزاديءَ لاءِ عرض ڪيو. اسان کي اميد هئي ته وزير صاحب اسان معصوم ٻارن جو عرض اگهائيندو. پر وزير صاحب صاف سنڌي ٻوليءَ ۾ چيو ته ” اوهان کي آزاد نه ٿو ڪري سگهجي، ڇوته اوهان جا بابا ٻاهر ڌاڙا پيا هڻن!“ وزير صاحب جي هن جملي سان، اسان آزاديءَ جا آسرا ۽ اميدون لاهي ويهي رهياسون. پر ساڳئي وقت هن ماڻهو جي غرور اسان جي دلين کي وڏي ڏک ۽ رنج ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. اسان سوچيو ته ”اسان جا بابا ته اسان سان گڏ قيد ۾ قابو آهن، وزير صاحب الائجي ڪهڙن بابن جو ذڪر پيو ڪري!!“

هن وزير خبر نه آهي، ڪنهن جي بابن بابت پئي ڳالهه پئي ڪئي. وزير صاحب جي اهڙي جواب بابت جڏهن گهر اچي اسان پنهنجي گهر ڀاتين کي ٻڌايو ته انهن جي اميدن تي ماڪ پئجي ويئي. هن وزير جي رويي جي ڪري اسان جي آزادي، جيڪا سامهون پئي نظر آئي، سا وري ڏاڍي ڏور ٿي ويئي.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ اسان قيدين جون آزاديءَ بابت جيڪي اميدون ۽ آسرا هئا. سي آهستي آهستي نا اميديءَ ۾ تبديل ٿيندا پئي ويا. اسان جي انهن اميدن ۽ آسرن جو سبب اهو هو ته انگريز سان جنگ جوٽڻ ڪري اسان کي هن قيد ۾ قابو ڪيو ويو هو. هاڻي پاڪستان جو اسلامي ملڪ وجود ۾ اچي ويو آهي. تنهن ڪري اسان کي هڪدم شان مان سان آزاد ڪيو ويندو. پر ائين ڪو نه ٿيو. تنهن ڪري اسان جي دلين ۾ ڪاوڙ ۽ مايوسي پيدا ٿي. ٻئي پاسي ائين به ٿيو ته نوابشاهه ۾ فسادن جي ڪري ڪيترائي ڪاروبار ڪجهه وقت لاءِ بند ٿي چڪا هئا. ان ڪري حر ڪئمپ جي قيدين لاءِ مزدوري ملڻ ڏاڍو مشڪل ٿي پئي. روزانه مزدوري ڪندڙ ٻار ڍوئيندڙ ڪانيون وڪڻندڙ ماڻهو بلڪل بيروزگار بڻجي ويا. هندن ۽ سکن ۾ ڀاڄ پوڻ ڪري هيءُ شهر روزگار پيدا ڪندڙ آسامين کان خالي ٿي ويو. سندن جاءِ تي ايندڙ ماڻهو اجا تائين انبوهن جي صورت ۾ ريلوي اسٽيشن جي شيڊن ۽ بين هنڌن تي پناهه گزين هئا. اهي ويچارا اسان کي ڪهڙي مزدوري ۽ ڪهڙو روزگار فراهم ڪري پئي سگهيا. اسان ٻار جڏهن شهر ويندا هئاسين، تڏهن هنن اوپرن ۽ نرالن ماڻهن کي جاچي ڏسندا هئاسين. اسان کي سندن لباس، خاص ڪري ڪپڙن جون ٽوپيون ۽ سوڙها پاجاما عجيب لڳندا هئا. سندن ٻوليءَ بابت ته اسان ٻارن کي ته ڪا ڄاڻ ئي ڪانه هئي.

ملهار فقير خاصخيليءَ جي جهوپڙي، اسان واري جهوپڙي جي ويجهو هئي. تنهن ڪري شام جو ملهار فقير وٽ فقيرن جي ڪچهري ۾ ٿيندڙ خبرون ڪن لائي ٻڌندا هئاسين. ملهار فقير ڪڏهين ڪڏهين شهر مان اخبار به کڻي ايندو هو. هڪ دفعي اسان اخبار ۾ هڪ فوٽو ڏٺو عينڪ ۽ شيرواني پاتل هڪ ٿلهو متارو ماڻهو. پنهنجي هٿ جي مُڪ مٿي کڻي بيٺو هو. چيائون ٿي ته

”پنھنجي پاڪستان جي وزيراعظم نواب زادي لياقت علي خان، هندستان کي مڪو ڏيکاري، ڪشمير فتح ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي.“ جنھن منجھان اسان ٻارن اهو انومان ڪيو تہ وڏو طاقتور پهلوان آهي ۽ اڪيلو ئي وڃي، وڙهي ڪشمير فتح ڪري ايندو. هن موقعي تي ملهارفقير جماعت جي طرفان جاري ٿيل اخباري بيان بہ پڙهي ٻڌائيندو هو تہ ”سنڌ جي حرن ڪشمير جي جهاد ۾ حصو وٺڻ لاءِ حڪومت کي پنھنجيون خدمتون آڇيون آهن. تہ جيڪڏهن کين آزاد ڪري، ڪشمير ۾ وڙهڻ لاءِ موڪليو ويندو تہ هزارين حر وڃي جهاد ڪري ڪشمير فتح ڪندا.“ پر ائين ڪونہ ٿيو. نڪو اسين آزاد ٿياسين، نڪو ئي ڪشمير آزاد ٿي سگهيو.

اهڙين مايوسين هوندي بہ اسان جي دلين ۾ آزاديءَ لاءِ هڪ جهيڻي اميد موجود رهندي پئي آئي. پاڪستان ٺهڻ بعد ايترو ضرور ٿيو جو هاڻي قيدين کي ضروري ڪمن لاءِ سندن ڳوٺ وڃڻ بابت ”پاس“ ملڻ جو ڪم ڪجهہ قدر آسان ٿي پيو هو. ساڳئي وقت اسان جي ملاقاتي عزيزن کي ڪجهہ ڏينهن اسان سان گڏ رهڻ جي اجازت پڻ ملڻ لڳي. ان ڪري سموري بنديخاني جي اسيرن جا عزيز جيڪي اڳي ٻاهران ٻاهر ملاقات ڪري هليا ويندا هئا. سي اسان سان ملڻ ۽ اسان وٽ ڪجهہ وقت رهڻ لڳا. ماڻهو پنھنجي وڇڙي ويل عزيزن سان ملاقاتي ٿي سرهائي محسوس ڪرڻ لڳا. خود اسان جا عزيز و اقارب جڏهن اچي اسان وٽ رهندا هئا. تڏهن اسين ڏاڍا خوش ٿيندا هئاسون. پر اسان جي اها خوشي ڏاڍي عارضي هوندي هئي. ڇوتہ حال احوال اورڻ دوران جڏهن انهن عزيزن جو ذڪر ٿيندو هو جيڪي انهيءَ ڪال ڪوٺڙين واري عرصي دوران هي جهان ڇڏي چڪا هئا. تن جي وڇوڙي جو ٻڌي ماڻهن جي ڳلن تي لڙڪن جو لارون وهي هلنديون هيون. انهيءَ درد واري حال احوال دوران وڇڙي ويل پيارن جي شڪل شباهت، سندن پيار پرين عادتن ۽ همٿن جو ذڪر نهايت متاثر ڪندڙ ۽ جذباتي جملن ۾ ڪيو ويندو هو. اڪثر ڪري ائين چيو ويندو هو تہ مرهيات اوهان سيني کي سارينديي ساهہ ڏنو!! اهڙا جملا ماڻهن جي جيءَ کي جهوري وجهندا هئا. اهڙا منظر تہ اسين ٻارڙا بہ ڏسي نہ سگهندا هئاسين.

مونکي ياد آهي تہ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اسان جو مامو گهنور پاس تي اسان جي ڳوٺان ٿي آيو هو. ۽ شام جي پهر اسان جي گهر اچي، اسان جي امڙ کي سندس ويجهي عزيز جي موت جي خبر ڏني هئائين. جنهن کي لنڍي بلا پاڻي ورائڻ دوران ڏنگي وئي ۽ هو فوت ٿي ويو هو. اهڙي قسم جا موت جيڪي جدائيءَ جو داغ دلين کي ڏئي ڇڏيندا آهن، انهن جي درد جا پاڇولا تا عمر ماڻهوءَ جي من کي تڙپائيندا رهندا آهن.

مونکي پنھنجي ماءُ جي همت ۽ بهادريءَ جو وڏو احساس هوندو هو. مصيبت جي وقت مون کيس همت ڏياريندڙ ڪردار ادا ڪندي ڏٺو. جيڪو اسان جي گهر جي ڀاتين لاءِ هميشه وڏو سهارو سمجهيو ويندو هو. پر سندس هڪ ڳالهہ جيڪا ٻاروتڻ ۾ منھنجي سمجهہ ۾ ڪونہ ايندي هئي، سا اها تہ جڏهن بہ ساوڻ جي رُتِ ايندي هئي، چوطرف ميگهہ ملهار ڇانئجي ويندي هئي ۽ وڏڦڙي جي وسڪار ٿيندي هئي، تڏهن اسين ٻار تہ ڇولا لاهي، برسات ۾ بدن پسائيندا ۽ ”پيچ پاڳارا“ جا نعرا هڻندا ڊوڙندا رهندا هئاسين. اها مهل هر ساهہ واري لاءِ خوشيءَ جي مهل ٿي پوندي هئي. پر

اھڙي خوشيءَ جي ويلي، امان جو چھرو رنج ۽ الم جي آرسي بنجي پوندو ھو. ۽ ھوءَ خاموشيءَ سان ڳوڙھا ڳاڙڻ شروع ڪندي ھئي. مونکي عجب لڳندو ھو تہ آخر ھن برسات جي خوشيءَ واري موقعي تي امڙ ڇو ھڪدم ڏکاري ٿي ٿئي؟

ان درد جي احساس جي پروڙ مونکي ھاڻي پئي آھي تہ برسات ۾ انسان کي خوشي تہ ٿئي ٿي، پر اھا تڏھن جڏھن ماڻھو آزاد ھجي ۽ پنھنجي عزيزن، قريبن سان گڏجي مينھڙا وسائي. پر پنھنجي مٽن ماروئڙن، پٽن، ڌيئن، ٻنين ٻارن کان ڏور، برسات ھڪ طرح سان دکدائڪ ۽ جدائي جي يادگيرين جا اندر ۾ اوھيرا وسائي ٿي ڇڏي. جنھن جي ڪري ماڻڪ ماڻھن جا منھن ملول ٿيو پون. آئون ھينئر جڏھن حضرت شاھہ عبداللطيف ڀٽائي جي سر مارئي کي پڙھندو آھيان تہ، مونکي پنھنجي امڙ جي ان ڏک جو احساس ٿيندو آھي. توھان ان درد جي احساس کي ڇھڻ لاءِ ھي بيت پڙھي ڏسو.

*سھسين سيبا ڪنجري، لوئي ليڙ ٿيام،
اباڻن جي آسري، ڪتي ڪانہ ڪيام،
جا ڏٺ ڏيکيام، تنھنجو پرور پن رھائيين.

*سِبي سيبا ڏي، پوريءَ نينھن نہ ڪجيو
ڪَتِيءَ وَٽيون* ڪُٽيون، سَتِي سِيوي سي،
مڇڻ چَونم ڪي تہ لَڄائِئِي ٿر ڄائيون.

*مون سين مارُوئڙيون، ڪھڙي رِيت رُسَنديُون،
چوٽيءَ ۾ چِيڙُ پيو، پِيئن رَتُ ڄَيُون،
نيڻن نِنڊ وِھُہ ٿي، ساري ساڏويون
ھِتي جي ھُيون تہ سُڏِ پيين سيل جي.

..................................................................

حر تحريڪ جي تاريخ ۾ ھزارن جي تعداد ۾ مردن، عورتن، ٻارن ۽ پيرسن انسانن کي قيد و بند ۾ قابو ڪرڻ جو ھيءُ عذابناڪ داستان، اسان کي احساس ٿو ڏياري تہ، ھنن باندي ماڻھن جا سندن قيد دوران، پيارا عزيز تختہ دار تي لٽڪايا ويا، سندن ڳوٺ جلائي ڀسم ڪيا ويا. سندن مال لٽايا ويا. سندن عورتون اغوا ڪيون ويون. ۽ سندن ڪيترائي جگر گوشا گم ٿي چڪا ھئا تہ پوءِ جڏھين سانوڻ جو واءُ ورندو ھو پوربي ھوائن ۾ برسات جي خوشبو رچندي ھئي ۽ ڪکر ڪنڊيرون ڪري، اتر پاسي کان اٿندا ھئا ۽ جڏھين وڏڦڙا مينھن وسندا ھئا، تڏھن ھنن قيدين کي پنھنجا دل گھريا دلدار ڪيئن نہ ياد ايندا ھوندا؟

* وٽيون معنیٰ ڪناريون

انھن ئي ڏينھن ۾ منھنجو وڏو ڀاءُ عرس اسان سان ملاقات لاءِ نوابشاھہ آيو. پاڻ سان گڏ ھڪ مکڻ سان ڀريل چئونري ۾ ھڪ گيھہ جو شيشو پڻ کڻي آيو. ھن ٻڌايو تہ جھول جا واٽيا، گھٽا ٽٽا شھر ڇڏي لڏي ويا آھن. (ياد رھي تہ منھنجو ڀاءُ ھندن جي ڳئن جي گوھر چاريندو ھو) ھن اھو بہ ٻڌايو تہ واٽين جي جاءِ تي ھندستان مان آيل ڪجھہ اوپرا ۽ ڪجھہ ٻيا نوان ماڻھو اچي رھيا آھن.

ملاقاتن ۾ نرمي ٿيڻ کان پوءِ، اسان جي عزيزن سان گڏ حر جماعت جا بزرگ، تارڪ فقير بہ اچڻ لڳا. انھن بزرگ تارڪ فقيرن وٽ ھڪ گودڙي نما ھڙ، جنھن کي بگري چوندا ھئا. سا ھميشه ساڻن گڏ ھوندي ھئي. ان سان گڏ ھڪ لٺ پڻ ساڻ کڻي ھلندا ھئا. اھڙن بزرگ فقيرن مان 70_80 سالن جو ڪيوڙو فقير اڪثر اسان وٽ مھمان ٿي ايندو ھو. ڪيوڙو فقير جماعت جو وڏو تارڪ ۽ راڳي فقير ھو. ان عمر ۾ بہ اسان کي ڪيتريون ئي ڪافيون جھونگاري ٻڌائيندو ھو. منھنجي لاءِ فقير جي لٺ دلچسپيءَ جو باعث بڻبي ھئي. ھڪ تہ اھا لٺ مونکي اصل کڻڻ ڪونہ ڏيندو ھو. جي غلطيءَ سان سندس لٺ، پٽ تي پيل مونکان اورانگھجي ويندي ھئي تہ فقير صاحب ڏاڍو ڪاوڙبو ھو ۽ مونکي لٺ جو ادب ٽوڙڻ ڪري دڙڪا ڏيندو ھو. مونکي ان ڳالھہ تي حيرت ٿيندي ھئي تہ فقير آخر ڪاٺيءَ جي لٺ اورانگھڻ تي ناراض ڇو ٿو ٿئي؟ جماعت سڳوري ۾ تارڪ فقيرن جو ھي طبقو سموري جماعت ۾ سفر ڪندي عمر گذاري ڇڏيندو ھو. سندن خاص ڪم اھو بہ ھو تہ جماعت کي مرشدن جي رشد و ھدايت جون حقيقتون ٻڌائيندا رھن ۽ فقيرن کي جماعت جي مرشد جي ڏسيل راھہ تي ھلڻ جي تلقين ڪندا رھن. ھي فقير جيئن تہ دنيا جا رشتا تياڳي پئي ھلندا ھئا، تنھن ڪري ڪين جماعت ۾ فقيرن طرفان جتي ڪٿي خوش آمديد چيو ويندو ھو. سندن ھدايتن کي ادب سان ٻڌو ويندو ھو.

حر ڪئمپ ۾ انگريز صرف اھو ڪم ڪيو ھو جو ھزارن ماڻھن کي قيد ۾ قابو ڪري، سندن مٿان پوليس جا پھرا مقرر ڪري ڇڏيا ھئائين. پر قيدين جي کاڌي خوراڪ، صحت ۽ صفائي بابت ھنن وٽ ڪوبہ پروگرام ڪونہ ھو. نہ ڪو ڪنھن ڏاھي ۽ ڊاڪٽر طرفان ڪا صلاح ڏني ويندي ھئي تہ اتي ڪھڙي ريت صفائي رکي وڃي وغيره. ان جو نتيجو اھو نڪرندو ھو جو عورتون ۽ ٻار اڪثر ڪري وچڙندڙ بيمارين ۾ مبتلا رھندا ھئا. مٿان وري اھا مصيبت جو ڪئمپ ۾ نہ تہ ڪنھن ڊاڪٽر يا ڪمپائوڊر جي مقرري ٿيل ھئي نہ ڪو ڪا اھڙي قريبي اسپتال ھئي. جنھن ۾ ايمرجنسي طور مريضن جو علاج ٿي سگھي. تنھن ڪري اھي ٻار، ٻڍا ۽ عورتون بيمار ٿيڻ بعد الله جي ليکي ۾ پيا دانھون ڪندا ھئا. ماڻھو ويچارا ھڪ ٻئي کان پُڇي گھريلو ستيون، ڦڪيون ۽ دُعائون پيا ڪندا ھئا. پر جيئن تہ مريضن جو ڪو سنو علاج ڪونہ ٿيندو ھو. تنھن ڪري ٻارن، ٻڍن ۽ عورتن جي موت جا واقعا وڌي تعداد ۾ پيا ٿيندا ھئا. اھڙي طرح اھي قيمتي حياتيون ضايع ٿينديون رھنديون ھيون. سرڪار کي سندس اھڙي وھنوار بابت ڪنھن بہ شرم ڪونہ ڏياريو. ايتري قدر جو پاڪستان ٺھڻ بعد بہ سرڪار جي انھيءَ فرنگي رويي ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ آيو.

اسان جي ڪئمپ ۾ پيئڻ جي پاڻي جي هيءَ صورتحال هئي ته عورتون ڏينهن ۾ ڪيترا ڀيرا ڪليل ڪڏن مان پاڻي ڀرينديون هيون، جتي ساڳئي وقت ڪتا، ٻلا پيا ٽڙڳندا هئا. ان ڪري هنن قيد خانن ۾ اڪثر ڪري موتمار وبائون پکڙجي وينديون هيون.بغير ڪنهن ويج طبيب جي، بنان ڪنهن دارون دوا جي ڪيتريون ئي انساني زندگيون ضايع ٿي وينديون هيون. هنن لوڙهن ۾ عورتن جي قضاءَ حاجت لاءِ ڪوبه بندوبست ٿيل نه هو. اڪثر قيد خانن ۾ قيدي ونگار ڪري، ڪنڊن پاسن ۾ ڪڏا کوٽي، سَرن جو پترون ڏئي، اهڙا ڪميونٽي بيت الخلا ناهيندا هئا، جن ۾ ڪابه جراثيم ڪش دوا ڪونه هئي. جيڪا ڇڙڪي ماحول کي مرضن کان آجو ڪري سگهجي.

اسان جي ڪئمپ لاءِ نه ته ڪو ڊاڪٽر مقرر ٿيل هو نه ڪو ڪمپائونڊر. انتظاميه طرفان ڪڏهن به ان سلسلي ۾ ڪابه مدد ڪونه ملي سگهندي هئي. اسان ٻارن جو اکيون اٿي پونديون هيون ته مائرون ڪرمچي رنگ وارو پاڻي علاج خاطر اکين ۾ وجهنديون هيون. جنهن ڪري اسان جا ڪپڙا اڪثر ڪري هوليءَ جي رنگ جو ڏيک ڏيندا هئا.

مطلب ته انگريزن جڏهن پنهنجي ديسي حمايتين سان گڏجي، هنن هزارين ماڻهن کي قيد ۾ رکيو ته ان فيصلي ۾ نه ڪو داد نه انصاف. وري جڏهين قيد دوران هزارين ماڻهو مري ويندا هئا. تڏهن به ڪا شنوائي ڪونه ٿيندي هئي. افسوس جي ڳالهه اها آهي ته ان زماني ۾ ڪنهن به وڏي سياسي ليڊر، ڪنهن زوردار نموني سان سرڪار کي شرم و حياءَ ڏيارڻ لاءِ ڪابه جدوجهد ڪانه ڪئي. هيڏي ساري ظلم ۾ ٻي حسي جي پويان، سامراجي سرڪار جو مطلب اهو هيو ته ” هنن ماڻهن کي جيلن ۽ ڪئمپن اندر اهڙي ماحول ۾ رکيو وڃي، جيئن اهي سڀ مري کپي وڃن يا سندن بهادري ۽ جرئت وارو ڪردار تبديل ٿي وڃي.“

مون هن مضمون ۾ هڪ هنڌ اهو لکيو آهي ته منهنجو وڏو ڀاءُ جڏهن اسان سان ملڻ آيو هو تڏهن هو گيهه جو شيشو ۽ مکڻ جي چونري اسان لاءِ کڻي آيو. هن وقت توهان اندازو نه ٿا لڳائي سگهو ته اهو گيهه ۽ مکڻ ڏسي اسان ٻارن کي ڪيڏي نه خوشي ٿي هئي. اها ان ڪري جو اسان قيدين جو ڪاڏو جيڪو اسان کي هن زندان ۾ ميسر هو ان کي کهڙو ڪاڏو چئي ٿي سگهياسين. هتي ته سڀ ڪان پهريائين اسان جا مائٽ پورهيو ڪري اتي جو سير اڏ وٺي گهر پهچائيندا هئا. تڏهن سڪل، سڙيل ڀوڳو نصيب ٿيندو هو. اڪثر ڪري گهرن ۾ جنڊ موجود هئا. تنهن ڪري اسر ويل گهرن مان جنڊن جي هلڻ جا مخصوص آواز پيا ايندا هئا. سڪل ڀوڳي کي کائڻ لائق بنائڻ لاءِ اڪثر ڪري، بصر، سرنهن يا ڇانيي جو ساڳ. هڪ موسم ۾ ڏاڍو ڪم ڏيندو هو. سياري ۾ ڪڏهن ته ائين به ٿيندو هو ته ڪٽڪ مان ”ڇلُ“ جو گاهه پٽي ان جي ڀاڄي رڌي کائبي هئي. گوار جون ڦريون وڏي تحفي واري ڀاڄي سمجهي ويندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ته ماڻهو لوسڻ به رڌي لوڻ مرچ وجهي پيٽ جي دوزخ جي باهه اجهائيندا هئا. ان ڪري مکڻ ۽ لسي جو ملڻ ته عيد برابر سمجهيو ويندو هو. ان زماني ۾ ڪاڏي پيئي ته ڇا پر ڪپڙي ۽ ٻين عام شين جو ڏڪار هوندو هو. باهه ٻارڻ لاءِ ماچيس ڪونه ملندا هئا. ان ڪري بابا هڪ رڪ جو ٽڪرو ۽ چقمق وارو پٿر ساڻ رکندو هو. رڪ جي ٽڪر کي پٿر جي چقمق سان ٽڪرائڻ ڪري جيڪي چڻنگون نڪرنديون

هيون، ان وسيلي باهه ٻاربي هئي. انهيءَ زماني ۾ ڪپڙو ملڻ به ڏاڍو مشڪل هو. چون ٿا ته ٻي عالمي جنگ سبب انهن سپني شين جو قحط پئجي ويو هو. ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ صابڻ جو ڪوبه تصور نه ٿي ڪري سگهياسين. جيڪڏهن سوڊا ڪار ملي ويندي هئي ته واهه واهه نه چا ٿيندو هو جو. لاٽيءَ جا ساوا سڪا ٻوٽا وڏي ڍير ڪري، ان کي باهه ڏبي هئي. ان جي سڙي وڃڻ کان پوءِ جيڪا ڇار بچندي هئي، ان کي ڪاري ڪار چوندا هئاسون. اها ڪار ناهڻ ۾ ان جي مدد سان ڪپڙا ڌوئڻ ۾ اڇا اجرا ڪرڻ جو ڪم عورتون ڪنديون هيون. اهو موقعو اسان ٻارن لاءِ هڪ قسم جي پڪنڪ برابر هوندو هو. بنديخاني کان ٻاهر ڪنهن واهڙ تي وڃي ڪپڙا ڌوئبا هئا. ان لاءِ ڳُنو چاڙهبو هو. يعني ٿين جي دٻي ۾ ڪاري ڪار وجهي ان ۾ ڪپڙا پسائي، ان کي باهه تي رکي پوءِ ڏونگرين سان ڳُٽي اڇو ڪبو هو. ان موقعي تي اسين ٻار جن وٽ اڪثر هڪڙو ئي وڳو هوندو هو. سي جيسين تائين اسان جا ڪپڙا ڌوپي سڪي تيار نه ٿيندا هئا، تيستائين راند روند پيا ڪندا هئاسين. ان بعد ڌوتل ڪپڙا پهري واپس گهر ايندا هئاسون.

پوءِ هڪ دفعي رات واري حاضريءَ تي نواب شاهه لوڙهي جي مئنيجر بابي کي ٻڌايو ته ”اسان جي آڪهه جي بدلي هاڻي شهدادپور واري ڪئمپ ۾ ٿي آهي، ان ڪري هڪ ٻن ڏينهن ۾ ليٽر وٺي، توهان شهدادپور وڃي حاضر ٿيو.“ ان خبر جي ڪري اسان جي ڪئمپ ۾ خوشي جي لهر ڇانئجي وئي. سال کن اڳ منهنجي لکيل ٻاراٽي درخواست نيٺ هٽي وڃي هنڌ ڪيو. شهدادپور جي ڪئمپ هڪ ته نوابشاهه جي مقابلي ۾ اسان جي ڳوٺ جي قريب هئي. ٻي ڳالهه اها ته شهدادپور کان ٻه ٽي ميل پري اسان جي عزيزن جو ڳوٺ هو. جتي اسان جي پيڻ پرٽيل هئي ان کي پڻ ويجهي هئي. ان ڪري اسان کي اها تسلي ٿي ته شهدادپور ۾ رهندي اسين پنهنجي ڳوٺ ۾ عزيزن کي وڏيڪ ويجها ٿينداسين. پوءِ ٿيو ڇا جو ٻئي ڏينهن ٽپڙ ٻڌجي ويا. اسان وٽ هڪ ڪٽ هئي، جنهن جون ايسون اکوڙي، ان ۾ ڪجهه ٽپڙ ويڙهي، موڙي ڪري ٻڌاسين. چوندا آهن ته ”ميان جي مڏي، ٻه ڏندڻ ٽين تڏي“ ان جي مصداق اسان اهي پنهنجا مختصر سامان کڻي، نوابشاهه کان ريل گاڏيءَ ۾ سوار ٿي اچي شهدادپور پهتاسين، جتي اسان کي هڪ اڳ بدلي ٿي ويل ڪٽنب جي خالي ڪيل جهوپڙي الاٽ ڪئي ويئي. نوابشاهه کان شهدادپور اچڻ اسان ٻارن لاءِ هڪ وڏي تفريح جو موقعو هو. ڪجهه ڏينهن تائين شهدادپور ۾ آسپاس وارن علائقي ۾ گهمڻ جو خوب موقعو مليو. ان بعد نيٺ اسڪول جي هيڊ ماستر مونکي طلب ڪري اسڪول ۾ داخل ڪيو. شهدادپور ۾ پڙهڻ لکڻ جو هڪ تمام نئون ۽ سخت ماحول هو. صبح کان منجهند تائين پرائمري اسڪول ۾ پڙهبو هو. موڪل ملڻ بعد منجهند جي ماني کائي فورن پوءِ مسجد ۾ قائم ڪيل مدرسي ۾ حاضر ٿبو هو. جتي قرآن شريف، ناظره ۽ ابتدائي فارسي جي تعليم ڏني ويندي هئي. وڃينءَ جي نماز تائين مدرسي ۾ موجود رهبو هو ۽ پوءِ مس مس گهر وڃڻ جي موڪل ملندي هئي. شهدادپور جو هي سال ڏيڍ اسڪول ۽ مدرسي ۾ قيد ڪاٽڻو پيو. فقط جمعي جي ڏينهن نماز کان پوءِ اڌ ڏينهن موڪل ملندي هئي. هڪ ٻن ڪلاڪن جي اها آزادي اسان کي وڏي نعمت سمجهڻ ۾ ايندي هئي. نه ته اسڪول ۾ ڪوڙن ۽ حسابن جي غلطين تي مار ۽ مدرسي ۾ فارسيءَ جو سبق ياد نه ڪرڻ تي بي

حساب موچڙا ملندا هئا. اسان جو مولوي صاحب پڙهائڻ وقت ڪابہ رعايت نہ ڪندو هو. قرآن ڪريم جو سبق روزانو انفرادي طور ٻڌي پوءِ اڳتي سبق ڏيندو هو۽ ان سان گڏ فارسيءَ جي پڙهائي، خاص ڪري فارسيءَ جا بيت روزانہ بلند آواز ۾ خاص ردم سان مولوي صاحب کي ٻڌائڻا پوندا هئا. جنهن ۾ غلطيءَ جي ڪا گنجائش نہ هوندي هئي. ان دوران جيڪڏهن ڪا هڪ سٽ ”ڪريما“ جي وسري وئي تہ پوءِ مار جا وسڪار ٿي ويندا هئا. ان وقت هيءُ مدرسو اسان ٻارن کي هڪ قيد خانو لڳندو هو. جنهن کي بہ روئي رڙي پيا منهن ڏيندا هئاسين. جمعي واري موڪل جي دوران آئون بابي سان گڏجي اسان وارن مائٽن جي ٻنيءَ تي گاهہ ڪرڻ ويندو هوس. شهدادپور ۾ پهچڻ کان پوءِ اسان کي هڪ مينهن ڏارڻ لاءِ ملي وئي هئي. جنهن مان کير، مکڻ ۽ لسي خوب ملڻ لڳي. ان لاءِ گاهہ ڪرڻ ۾ ڏاڍو لطف ايندو هو. انهيءَ ساڳئي شهدادپور جي روڊ تي اها ٻني هئي. جتان شام جو گاهہ جي ڀري ڪٽي، بابي سان گڏجي اچبو هو. واٽ تي روڊ جي اترئين پر چنڙن جي ڳوٺ وٽ هڪ گهاٽي ڪنڊي جو وڻ، جنهن جون لامون هيٺ تائين پيون لڙڪنديون هيون. جنهن کي ”ٽڱڙئي پير“ جو ڪنڊو“ چوندا هئا. اهو منهنجي دلچسپي جو مرڪز بنجي ويندو هو. هن ڪنڊيءَ جي ٽارين ۾ سوين هزارين ڪپڙي جو ليڙون ۽ اڳڙيون ٻڌيون پيون لڙڪنديون هيون. اهي اڳڙيون ماڻهو ويچارا پنهنجي من جون مرادون پوريون ڪرڻ لاءِ سُکا طور ٻڌي ويندا هئا. مونکي جڏهن اها خبر پئي تہ پوءِ ايندي ويندي ڪپڙي جو ليڙون ٽڱڙئي پير واري ڪنڊي ۾ ان مراد سان ٻڌندو هوس تہ هاڻي هتان کان بہ آزادي ملي وڃي. (تازو اڳئين هفتي هڪ شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ جهول کان موٽر سائيڪل رستي شهدادپور وڃڻ ٿيو. مون ڏٺو تہ ٽڱڙئي پير جي ڪنڊي وارو وڻ ڪر ڪنيو بيٺو هو. جيتوڻيڪ اهو وڻ ايترو سرسبز ۽ سايہ دار نہ رهيو هو. نہ ڪو ان جون ڪي ڊگهيون لامون پئي لڙڪيون، پر تنهن هوندي بہ اهو اڳڙين، ٽڱڙين سان ڀريو پيو هو. منهنجي دل چاهيو تہ، آئون وڃي ٽڱڙئي پير جي ڪنڊيءَ ۾ ڪا نئين اڳڙي ٻڌي اچان. ڇو تہ منهنجي ٻاروتڻ واري آزادي جيءَ سُکا اڃان تائين پوري ڪونہ ٿي هئي. شهدادپور ڪئمپ ۾ اسان جي آڪهہ جي زندگي ۾ نوابشاهہ کان وڏيڪ بهتري آئي. هڪ تہ مينهن ڏارڻ ڪري، کير، مکڻ ۽ لسي پنهنجي ٿي پئي هئي ۽ ڪاڏي پيتي جو ٿيو سامان بہ ڳوٺان اچي ويندو هو. ليڪن هتي اسڪول ۽ مدرسي جي لاڳيتي حاضريءَ جو عمل ڏاڍو ڏکائيندڙ هوندو هو. صبح جو اسڪول وڃبو هو. منجهند جو جهڙي تهڙي ماني کائي، سڌو مسجد ۾ پڙهڻ وڃبو هو. جتي زور زور سان ڪنڌ ڌوڻي، خاص سر سان ڪورس ۾ ” ڪريما بہ بخشائي برحال ما، که هستم اسيري ڪمند هوا.“ وارو نظم پڙهندا هئاسين. مولوي صاحب بہ ماشا الله مار ڏيڻ جي معاملي ۾ ڏاڍو مستعد هوندو هيو. جنهن جو ٿورو سبق ڪچو ٿيو پوءِ لنين جو وسڪارو ۽ ڇورن جون چڙهيون ۽ رڙيون پيون لڳنديون هيون. بهرحال مسجد سڳوريءَ جي ٻهاري سهاري ۽ فرش ڌوئڻ جو ڪم بہ ڪرڻو هوندو هو. هاڻي اسان مان ڪجهہ سينيئر طالبن اذان پڙهڻ ڏيڻ شروع ڪئي هئي.

جيئن مون اڳ بہ اهو لکيو آهي تہ شهدادپور ڪئمپ ۾ اچڻ کان پوءِ قيد و بند جي صعوبتن جو جيڪو شديد احساس ۽ عذاب سر تي سوار هوندو هو هو هتي اچي گهٽجي ويو. ڇاڪاڻ تہ

هاڻي ڳوٺ ويجهو هو ۽ مٿن مائٽن سان اسان جو ملڻ آسان ٿي ويو هو. اسان جي والده کي سندس اڪيلي ڀاءُ مامي سُهيلي جي شاديءَ بابت تمام گهڻي اڻ تُڻ هوندي هئي. مامو سهيلو جيڪو پنجاهه، پنجونجاهه سالن جي عمر جو هيو ان جي شادي بابت امڙ کي ڳڻتي ان ڪري هئي جو مامي کي پهرئين شادي مان جيڪو اڪيلي پٽ جو اولاد هو سو عين ڦوهه جوانيءَ ۾ مارشل لا وقت گذاري ويو. سندس گهر واري به فوت ٿي وئي. کيس فقط ٻه نياڻيون هيون، جن مان وڏي نياڻي به فوت ٿي چڪي هئي. تنهنڪري امڙ چاهيو پئي ته سندس مويي ڀاءُ جي ٻي شادي ڪرائي ته جيئن وري پٽڙن جو پيءُ بنجي ته سندس اباڻي نک جو سلسلو جاري رهي. آخرڪار وڏي جدوجهد بعد، اسان جي مامي جي شادي جي مراد پوري ٿي ۽ هاڻي امڙ سندس ڀاءُ جا پٽ ڏسڻ جي آس من ۾ رکندي، پيرن فقيرن جون باسون باسڻ لڳي.

انهيءَ درميان اسان جي هڪ وڏيڪ درخواست جي نتيجي ۾ اسان جي آڪهه کي شهدادپور ڪئمپ مان بدلي ڪري، جهول واري ڪئمپ ۾ وڃڻ جي اجازت ملي. انهيءَ ڪري اسان لاءِ ته ڄڻ عيد ٿي پئي. ڇوته جهول جي ڪئمپ جهڙو ڪر اسان جي ڳوٺ جهڙي ٿي پئي. اسان جو اباڻو ڳوٺ ڳڻنگ اُتان کان ويجهڙو هيو. ساڳئي وقت جهول شهر، جنهن ۾ منهنجو مامو رهندڙ هو سو به گهر وانگي هو. ان ڪري اسان جڏهن جهول جي ڪئمپ ۾ اچي لڏو لاٿو ته غلاميءَ جي زنجيرن جي جڪڙ جو احساس ويتر گهٽ محسوس ٿيڻ لڳو. ڪئمپ ۾ جهوپڙي ملڻ بعد ٽپڙ ٽاڙي سولا ڪري رکي، پوءِ هڪ ڏينهن ابي امان سان گڏجي اسان وارو ڳوٺ ڳڻنگ گهمڻ وياسين. پنهنجي جنم ڀومي واري ڳوٺ کي ڏسڻ وارو پنڌ مون لاءِ نهايت خوشي وارو پنڌ هيو. آئون سموري واٽ وڻ ٽڻ، ٻنيون ٻارا ڏسندو پئي هليس ۽ امان مونکي انهيءَ رستي تان اهو ٻڌائيندي پئي هلي ته هي ٻني ڦلاڻي آڪهه وارا ڪاهيندا هئا. هي کيڙ جو وڻ تمام پراڻو ۽ اسرارن پريل وڻ آهي وغيره وغيره. مون ڏٺو ته امڙ کي ان راهه تي هلندي وڻن، ٽڻن، ڪنڊن ۽ ڪرڙن ۽ سيني پيچرن بابت چڱي ڄاڻ هئي. ۽ ان درميان جيڪي وڻ اتان غائب هئا، ان بابت ٻڌائيندي هئي. اهڙي طرح نيٺ اسين وڃي پنهنجي ڳوٺ ڳڻنگ پهتاسين. امان ان ڳوٺ جي اولهه پاسي هڪ آباد زمين واري هنڌ ٻيهي هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳي. بابي کان ڪجهه سوال پڇيائين، اسان وارو ڳوٺ ويران پٽ تي مشتمل هو اتي تمام ٿورا گهر ڏسڻ ۾ آيا.

مون ڏٺو ته ڳوٺ ڏانهن اچڻ وقت امان جي مک تي جيڪا اميدن ڀري خوشي هئي، پنهنجي اباڻن پڊن کي ڏسڻ جي ۽ سندس قدمن ۾ اوڏانهن هلڻ جي جيڪا بي تابي هئي، سا هاڻي جهڪي ٿي چڪي هئي.

”هتي اسان جو ٿلهو ٺهيل هو هن پاسي گيدوڙي جو وڻ هو ۽ هتي جيڪا نم پوکيل هئي. اهي سڀ الائجي ڪيڏانهن ويا؟“ پوءِ کيس ياد آيو ته 1942ع ۾ هن ڳوٺ کي ملٽري وارن جيڪا باهه ڏني هئي. جنهن ۾ سمورو ڳوٺ باهه جو ٻڪ ٿي ويو هو. هاڻي ان هنڌ اهي گهر، اهي ڇپر، اهي چنا ۽ سرسبز وڻ ڳولڻ اجايا هئا. اتي ته ڪاري وارا ڪک لڳا پيا هئا. پوءِ امان کي ياد آيو اسان جي گهرن کي باهه لڳائڻ جو منظر......“ ابا ڳوٺ کي ملٽريءَ اچي گهيرو ڪيو بندوقون تاڻي گهرن

۾ ڪاهي پيا. سيني کي گهرن کان ٻاهر ڪڍي بيهاريائون ۽ پوءِ گهرن جي ڇپرن مٿان گاسليٽ هاري تيلي ڏنائون ۽ ٻاهه جا ڀڀڙ اٿي آسمان کي ڇهڻ لڳا. اسان جي اکين جي سامهون اسان جا گهر ٻاهه جو ٻک ٿي ويا ۽ انگريز جا ڪارا سپاهي، اسان تي بندوقون تاڻيو بيٺا هئا. هن ٻڌايو ته مون جهٽ پائي سڙندڙ ٻاهه مان اٿي سان پريل تس ۽ هڪ چونري ڪڍي ورتي ته هڪ سپاهي اچي اهي ٻئي شيون مون کان کسي واپس ٻاهه جي ڀڀڙ ۾ اڇلائي ڇڏيون! هڪ ويلي جو اٽو ڇڏڻ جي به رعايت نه ڪيائون!!

گڏنگ جو ڳوٺ جيئن ته حر تحريڪ جي مرڪز گڏنگ بنگلي جي پرِوارو وڏو ڳوٺ هيو ۽ انگريز کي چغلن اها رپورٽ ڏني هئي ته هن ڳوٺ ۾ حر ويڙهاڪ اچن ٿا ۽ ماني کائين ٿا. تنهن ڪري هنن هن ڳوٺ کي ساڙي ڀسم ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو. گڏنگ جو اهو وڏو ڳوٺ جيڪو ان وقت جلي ويران ٿيو هو سو 1950ع تائين به ائين ئي ويران لڳو پيو هو. ڪجهه ڪنڌن جا ٻاڪڙ وڻ موجود هئا، باقي منظر مڪمل طور ويرانيءَ جي ور چڙهيل هو. واپسيءَ ويل امان ابي کي چوڻ لڳي ته " هاڻ گڏنگ پنهنجي رهڻ جهڙو ته نه رهيو آهي! پاڻ وٽ نه ته اهي مال آهن نه مينهون، نه ڪو ڏاند نه گاڏي....."

انهيءَ دوران بابو اسان جي مجيري وڏيري حبيب الله خان پنيري سان به ملي آيو هو. اسان جي زميندار حبيب خان به پنهنجي ڳوٺ مان مارشل لا دوران لڏي اچي جهول وسايو هو. مجيري جو چوڻ هو ته اسان پنهنجي پڊن تي پلي اچي آباد ٿيون. ۽ ساڳي ٻني به هارپي تي پلي آباد ڪيون، پر ڳوٺ جي ويراني کي ڏسندي اسان اتي آباد ٿيڻ جو ارادو بدلائي ڇڏيو.

ان زماني ۾ جهول شهر منهنجي دلچسپين جو مرڪز بڻجي چڪو هو. آءٌ اڪثر ڪري روزانه جهول جي ريلوي اسٽيشن تي وڃي ريل گاڏيءَ جو نظارو ڏسندو هيس. نوابشاهه ۽ ميرپور خاص کان ايندڙ راڄا واري ريل گاڏي جهول اسٽيشن تي الائجي ته ڪهڙين ولائتن کان مسافر آڻي هتي لاهيندي هئي. جيئن ئي گاڏي بيهندي هئي ته پرپاسي وارن ڪارخانن جون مڪراني مزدور عورتون ٿانو ڪڻي، ريل جي انجڻ سان لڳل ٽانڪيءَ مان پيئڻ لاءِ پاڻي ڀرينديون هيون. اسٽيشن جي اترئين پاسي ڪيترائي ٽانگا، ٽيڪسيون، ڏڪي گاڏيون ۽ گهوڙن جا وهٽ مسافرن کي ڪٽڻ ۽ پهچائڻ لاءِ هتي موجود هوندا هئا. ريل جو نظارو ڏسڻ کان پوءِ آئون روزانه جهول شهر ۾ پنهنجي مامي جي گهر ويندو هوس، جتان سج لٿي مهل وري واپس ڪئمپ ۾ ايندو هوس.

جهول جي حر ڪئمپ ۾ جيڪي جماعت جا معزز فقير اسان سان گڏ قيد هئا، انهن جي اڪثريت سکر ضلعي جي اوٻاوڙي، ميرپور ماٿيلي، پني عاقل ۽ ان پاسي جي ڳوٺن ۽ شهرن جي هئي. اترادي فقيرن جي ڳالهائڻ جو نرالو نمونو. اتي مونکي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ٻڌڻ ۾ آيو. اتر پاسي جا هي فقير اڪثر ڪري روزي نماز جا پابند هئا. روزانو "ذڪر" ڪرڻ سندن معمول هوندو هو. هنن فقيرن ۾ ڪيترائي سگهڙ، شاعر ۽ اسان جي جماعتي راڳ جا ملوڪ هئا. اسان جي گهر جي پرسان "اٽل فقير" جو گهر هوندو هو. اٽل فقير اڪثر ڪري سندس ڳوٺان آندل ڪٽل (ڪجي) وڪرو ڪندو هو. اسين ٻار آنو ٽڪو ڪنيو اٽل فقير وٽ بيٺا هوندا هئاسين. ڪٽل تورڻ وقت فقير

چرچو ڪندي ڪيس چوندا هئا ” اٿل! ڪر اُٿل!“ يعني تہ ڪتل توريندي ڪجهہ سرس ڏي. اسان جي گهر جي پرسان، جانوري فقيرن جو هڪ گهر آباد هو. ڪل تي ڀاتي هئا. هڪ ننڍڙي نينگر، ٻہ زال مڙس. اهو جانوري فقير بہ ڏاڍو دلچسپ ماڻهو هو. ٻني جو ڪم ڪندي ڪندي اوچتو ڇا ڪيائين جو سندس گهر جي سامهون مٿيءَ جو هڪ چلهو ٺاهڻ شروع ڪيائين. انهيءَ چلهي جي تعمير دوران اهو جانوري فقير ۽ سندس گهر واري ٻروچڪي ٻوليءَ ۾، جيڪا اسان کي سمجهہ ۾ نہ ايندي هئي ان ۾ وڏي آواز سان جملن جي ڏي وٺ ڪندا هئا. ٻئي روز جانوري فقير انهيءَ چلهي ۾ ٻاهہ ٻاري، ان جي مٿان گيهہ سان ڀريل ڪڙاهي رکي، جڏهن ” جليبيون“ ترڻ شروع ڪيون، تڏهين اسان ٻارن جا اتي ميڙ لڳي ويا. گهران آنو ٽڪو ڪٺي اچي جليبيون وٺندا هئاسون. اسان پاڙيسري ٻارن لاءِ سڀ کان وڏيڪ فائدي واري ڳالهہ اها هوندي هئي تہ شام جو بچيل جليبين مان (جيڪي الاهي بچي پونديون هوس) اسان کي مفت ۾ ڏيءُ ڪري ڪاٺ جيتريون جليبيون ملي وينديون هيون. اهو جليبين ٺاهڻ جو عمل هفتي کن لاءِ هلندو هو. آخر ڪار مايوس ٿي هي فقير جليبيون ٺاهڻ بند ڪري وري مزدوري ڪرڻ لاءِ هليو ويندو هو. پر مستقل طور مايوس نہ ٿيندو هو. بہ ٽي مهينا ترسي وري ساڳيو چلهو ٺاهي، ساڳيو عمل دهرائيندو هو تہ اسان لاءِ عيد ٿي پوندي هئي.

اسان جي پاڙي ۾ خاصخيلي ذات جو هڪ ڪٽنب رهندو هو. هي فقير ٿر جي صفا اندرئين علائقي جا رهندڙ هئا. ۽ گهر ۾ ٿري يا ڍاٽڪي ٻولي ڳالهائيندا هئا. سندن هڪ ننڍڙي نياڻي هوندي هئي، جنهن کي شام ويل ماءُ چوندي هئي ”اري جا جوت لي آ!“ اها جوت معنيٰ ٻاهہ يا ٽانڊو. اسين ڍاٽڪي ٻوليءَ جي ڳالهہ ٻولهہ تمام ڌيان سان ٻڌندا هئاسون. وري ساڳيا جملا وڏي آواز ۾ دهرائيندا هئاسون. اهو ڪم اسان ٻارن لاءِ وندر جو باعث بڻبو هو.

هاڻي ائين پئي محسوس ٿيو تہ اسان جي عذابن، مصيبتن، وڇوڙن ۽ جدائين جو طويل سفر شايد پنهنجي پڄاڻي تي پهچڻ وارو آهي. اسان کي اهو اندازو پنهنجي وڏن جي ڳالهہ ٻولهہ مان پئي ٿيو. هنن ڏينهن ۾ اسان جي بزرگن جي گفتگو جو موضوع اڪثر ڪري پير صاحب جي گاديءَ جي بحاليءَ جو هوندو هو. اسين سڀ اسير ان ڳالهہ جا مشتاق هئاسون تہ اسان جو مرشد جلد ولائت کان واپس اچي ۽ درگاهہ شريف تي وري ذڪر جي گونج ٿئي. جماعت سڳوري جا ساڳيا اجتماع ٿين، مرشد ڪلنگي ۽ دستار پهري، اسان کي ديدار ڪرائي تہ جيئن هن دردناڪ قيد و بند جا سور هڪ لحظي ۾ لهي وڃن. انهيءَ حساب تحت هاڻي سنجهي ويل ۽ اسر وقت جماعت ۾ ”ذڪر“ وڏي آلاپ ۽ بلند آهنگ سان ٿيڻ لڳو. ”لا اله الا الله “ جو آواز فضا ۾ گونجڻ لڳو. هن آواز ۾ ايڏو تہ زور هوندو هو جو چڻ تہ فقيرن ذڪر جي زور سان هن قيد جا ڪڙا ڀڃڻ تي چاهيا. هاڻي اسان ڏنو تہ فقيرن هڪ ٻئي جون دعوتون جهلڻ شروع ڪيون. اڄ هڪڙي گهر ۾ بزرگن جي دعوت آهي تہ سڀاڻي ڪنهن ٻئي فقير وٽ. انهن دعوتن دوران اسان جا بزرگ جيڪي بہ ڳالهيون ڪندا هئا. اسين ٻار اهي سڀ وڏي ڌيان سان ٻڌڻ جي ڪوشش ڪندا هئاسين. هنن ڪچهرين ۾ اڪثر هي جملا بار بار ورجايا ويندا هئا. ”بابا! الله جا شڪرانا آهن ۽ مرشد جي دعا آهي. جو هن ڪاري قيد جو ڏک ڏيندڙ سفر، جماعت سڳوريءَ جي همٿ ۽ صبر سان جاڻ تہ اچي پورو ٿيو آهي. اسان هي

مصيبتن جو درياءُ، پنهنجي ايمان جي سلامتيءَ سان جهاڳي اچي پورو ڪيو آهي. فقير سائين! جهڙي ريت اسين پنهنجي مرشد جي محبت ۽ پنهنجي دين ايمان جي امانت کڻي آيا هئاسين. اها ساڳي، محبت ۽ امانت سلامت کڻي هتان آزاد ٿينداسين. اهي انگريز جا ٽاٽا اتي ئي ٽڪون پيا جهلبيندا!!" هن زماني ۾ لوڙهن اندر سماع جون محفلون به وڌنديون ويون. سماع جي محفل جي دوران سگهڙ فقير جيڪي بيت جهونگاريندا هئا، انهن ۾ اسان جي ايمان جي فتح و نصرت جو پيغام سمايل هوندو هو.

اسان جي ننيڙي ڪٽنب ۾ هاڻ انهن ڳالهين تي گهڻو بحث ٿيندو هو ته هتان نڪري ڪٿي آباد ٿينداسون؟ منهنجي امڙ ان مسئلي بابت تمام گهڻي فڪرمند هئي. ڪيس ان ڳالهه جو وڏو ويچار هو ته اسان جو اباڻو ڳوٺ گڙنگ، هاڻي اهو اڳيون آباد ڳوٺ نه رهيو هيو. هاڻي نه اتي ساڳيا وڻ هئا، نه ئي ويڙهيچن جا ويڙها. امان جي ڳالهه ٻولهه ۾ هاڻي اسان جي وڇڙي ويل عزيزن قريبن جو ذڪر وڌيڪ ٿيڻ لڳو هو. انهيءَ دوران ماهه محرم ۾ امان هرتلي فقير واري قبرستان مان ٿي آئي هئي. گهر اچڻ بعد هن هرهڪ عزيز جي قبر جي حالت ۽ ان عزيز سان وابسته ساروڻين جي بابت ڳالهيون ٻڌائڻ شروع ڪيون. انهن عزيزن جي وڇوڙي جو داستان خاص ڪري انهن جي جدائيءَ جو حال، جيڪي اسان جي قيد و بند دوران اسان کان ٻنان موڪلائي وڇڙي ويا هئا. مون محسوس پئي ڪيو ته امان اهو طويل غيرحاضري جو خال پرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. پنهنجي اباڻن پِين کان جدائيءَ جو خال، پنهنجي ٻني ٻاري کان پري رهڻ جي وٿي. مطلب ته امان هاڻي اهو پئي چاهيو ته قيد و بند جي خاتمي کان پهريائين سيني مٽن، جيئرن، ٻوٽن، وڻن، وٿاڻن، ويڙهيچن ۽ ٻنين ٻارن سان وري تعلق قائم ڪري، هڪ نئين زندگيءَ جي شروعات ڪري. هن پنهنجي زمين کي اهو سنيهو پئي ڏيڻ چاهيو ته، هاڻي وري نئين سر گڏجي زندگي گهارڻ جو ويلو اچي ويو آهي.

پوءِ هڪ ڏينهن شام جو قيدين جي حاضري بعد، سڄي لوڙهي ۾ اهو هُل هلي ويو ته سياڻي رات جو ٻارهين وڳي کان پوءِ جيل جو گهنڊ وڄندو ۽ پوءِ هرڪو آزاد هوندو!! پهريائين ته ماڻهن کي ان ڳالهه تي ويساهه ڪونه پئي آيو ته پلا هڪدم ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي. متان اهو ڪوڙو افواهه ته ناهي! پر پوءِ ماڻهن کي يقين ٿي ويو ته اهو سچ آهي. ۽ واقعي هاڻي آزاديءَ جي اها سهائي گهڙي اچڻ واري آهي، جنهن لاءِ هزارين انسانن جا روح پيا تڙپندا هئا. جنهن لاءِ اسان ڏينهن رات آسمان ڏي نظرون کڻي پيا نهاريندا هئاسين ته من غيب مان ڪو امام مهديءَ جهڙو مددگار اچي ۽ اسان کي آزادي ڏياري.

هن خبر ٻڌڻ کان پوءِ قيد خاني جا مرد ۽ مايون، خوشيءَ مان ڀڪندڙ چهرن سان هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏيڻ لڳا. هنن سيني جي مک تي فتح ۽ ڪامرانيءَ جي هڪ فاخرانه مرڪ جي جهلڪ ڏسڻ وٽان هئي. هي سڀ هزارين انسان جيڪي الائجي ڪيتري مدت کان "آزاديءَ" جي قدمن ۾ پنهنجي تمام پيارين شين جي پيٽا ڏيئي چڪا هئا. سي هاڻ هن دين و دنيا جي پيٽا ۾ سرخرو ٿيڻ وارا هئا. هاڻ سندن وطن سان وفا وارو وچن پورو ٿي چڪو هو.

انهيءَ آزادي واري رات ذڪر ڪان پوءِ ماڻهو هڪ ٻئي ڪان جڏهن آخري موڪلائيون ڪري چڪا، تڏهن هر هڪ گهر جا پاتي جاڳي، انهيءَ آزادي جي جرس جو انتظار ڪرڻ لڳا. جنهن ڪي آخر ڪار اج رات ٻارهين وڳي وڄڻو هو. آڌيءَ رات ويل جڏهن سڀ ڳالهيون ڪُٽي ويون، بهار رت جي ٿڌي هوا گهلڻ لڳي، تڏهين اسان جا ڪن ان ساڳيءَ گهنٽيءَ جي آواز ٻڌڻ لاءِ اتاولا ٿيڻ لڳا. هيءَ اها ساڳي گهنٽي هئي. جيڪا رات ڏينهن هر ڪلاڪ بعد وڄندي رهندي هئي ۽ اسان کي پنهنجي قيد جي طويل ۽ اڻ کٽندڙ وقت جو احساس وڌيڪ شدت سان ڏيندي رهندي آهي. جنهن سان اسان اڳي تہ نفرت ڪندا هئاسين پر اج اسان سيني کي ان گهنٽيءَ جي مڌر آواز جو ڪيڏي نہ بي تابيءَ سان انتظار پئي ڪيو!! ۽ نيٺ رات جي خاموشيءَ کي گهنٽيءَ جي تيز آوازن اچي ٽوڙيو. هن وقت اهو وقت جو گهنڊ وڏي آواز سان طويل عرصي تائين ٺڻ ٺڻ ڪندو رهيو. ان وقت ماڻهو ”پيپج پاڳاره“ جا نعرا هڻي هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي والهانا انداز سان نچڻ لڳا. اها آڌيءَ رات* جي آزادي(Midnight Freedom) نيٺ اچي وئي!

ان ڪان پوءِ ترت ئي اسان ڏنو ماڻهو پنهنجا ٽپڙ کڻي، قيد جي دروازي کان ٻاهر وڃڻ لڳا. اسان ڏنو تہ هاڻي سنگينن سان سينگاريل بندوقن وارا سپاهي اتي موجود ڪونہ هئا. ماڻهو تيز تر قدمن سان ڪئمپ کان ٻاهر قطارن ۾ هلندا ويا. انهن مان گهڻن جو رخ جهول جي ريلوي اسٽيشن ڏانهن هو. جتان هن اڳ ان ساڳي راجا واري ريل ۾ قيد ٿي هتي آيا هئا. ۽ اج وري اها ساڳي ريل، کين پنهنجي محبوبن سان ملائڻ لاءِ واپس وٺيو پئي وئي. اهڙيءَ ريت صبح تائين هي بنديخانو نوي سيڪڙو خالي ٿي ويو. اهي سڀ جهوپڙيون خاموش ۽ خالي ٿي چڪيون هيون، هاڻي انهن پڇرن جا پکي آزاد ٿي اڏامي ٿي چڪا هئا، پنهنجي نئين ماڳ ڏي

جيئن تہ اسان جو ڳوٺ اتي ئي هو تنهن ڪري اسان کي ڪا جلدي ڪونہ هئي. تنهنڪري آئون ان صبح جو تيز تيز قدمن سان ڊوڙندو سڌو ريلوي اسٽيشن ڏانهن ويس، جتي فقيرن جا قافلا پنهنجي زالن ۽ ٻارن سميت پهچندا پئي ويا ۽ ريل جو انتظار ڪرڻ لڳا. جنهن کي ڏهين وڳي ڌاري اچڻو هو. اسٽيشن تي آئون تڙ تڪڙ ۾ پنهنجي سنگتين ساٿين کان موڪلائڻ ويو هوس. اتي منهنجا اسڪولي ساٿي ڪافي تعداد ۾ موجود هئا. راند جا ساٿي بہ هئا. اهي سڀ ٻار پنهنجي اڻ ڏٺل ڳوٺن ڏانهن پهچڻ لاءِ بي تاب ٿي نظر آيا. خاص ڪري ريل گاڏيءَ ۾ سواري ڪرڻ جي شوق ٻارن جي دلين ۾ چوليون پئي هنيون. ۽ پوءِ ريل گاڏي چڪ چڪ ڪندي، ڪارا دونهان ڪيندي اچي پهتي. ماڻهن پنهنجا مختصر سامان ريل گاڏيءَ ۾ رکيا. ۽ ريل گاڏي رواني ٿي وئي....... اها ساڳي ريل هاڻي نئين منزل ڏانهن گامزن هئي. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي قول موجب،

هي هنڌ پيٽيون هاڻ، ساڙيان سڀ ڏيهين ريءَ
ڪُل شيءٍيرجع اِليٰ اصلہ، ٿي جهجان جهانگين ڪاڻ

---

* ڀهرئين اپريل جي آزادي

پري پنهنجي پاڻ، پسان ملڪ ملير جو.

بهرحال پهرئين اپريل 1952ع جي ڏينهن اها آزادي جي ديوي جنهن جي انتظار ۾ اڪير ۾ اسان ڪيترائي ڏينهن، ڪيتريون ئي اونداهيون راتيون. اميدن جا ڏيئا ٻاريندي ڪاٽيون هيون، سا اوچتو ئي اوچتو سچ پچ تہ اسان جي سامهون مرڪندي اچي بيٺي هئي.

ڪئمپ مان آزاد ٿيڻ بعد اسان جهول شهر ۾ مامي سُهيلي جي گهر اچي ديرو دمايو. منهنجو سڳو مامون سُهيلو حر مارشلا دوران قيد ڪري حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ موڪليو ويو. پوءِ اتان ڪان ڪيس نوابشاهہ جي لوڙهي ۾ موڪليو ويو. جيئن تہ مامو سُهيلو پڙهيل، لکيل ماڻهو هو. تنهنڪري پنهنجي آزاديءَ لاءِ درخواستون لکندو پئي رهيو. جنهن جي نتيجي ۾ ڪيس آزاد ڪيو ويو ۽ پاڪستان ٺهڻ ڪان اڳ اچي جهول شهر ۾ مقيم ٿيو. منهنجو وڏو ياءُ محمد عرس پڻ اتفاق سان قيد ٿيڻ ڪان بچي ويو هو. ڇاڪاڻ جو هو ان وقت جهول شهر ۾ سيئين جون ڳئون چاريندو هو ۽ هندن جي گهرن جو پاڻي ڀريندو هو.

جهول شهر ۾ هن وقت جنهن جاءِ تي اسان جا گهر واقع آهن، ان وقت اتي خالي پڊر موجود هو جنهن بابت ٻڌايون ٿي تہ اتي هندن جي ڳئن جو واڙو هو. ۽ هڪ ڪنڊ ۾ ڪنهن ڪنير جي آوي جا آثار پڻ موجود هئا. اهو سمورو پڊر مال جي ڀاڻ ۽ ڪنير جي ڀڳل ٺانون جي ٺڪرن سان ڀريل هو.

ان جاءِ تي وساڻن، شنهڙن ۽ ٻهڻن جي آڪهن اچي ڪئمپ قائم ڪئي. هي سڀ ماڻهو پنهنجي اصلي ڳوٺن ، ماڳن مڪانن جي ڳولا ۾ ناڪام ٿي، مايوسي جي حالت ۾ هتي اچي گڏ ٿيا هئا. ڇاڪاڻ جو سندن اصلي ڳوٺ انگريز جلائي برباد ڪري چڪا هئا. هاڻي انهن هنڌن تي اهي ڳوٺ ۽ ويڙها، سندن عزيز ۽ آڪهيون موجود ڪونہ هيون. تنهن ڪري هي سڀ ويچارا هتي اچي ڪنا ٿيا هئا.

شروع وارن ڪجهہ ڏينهن تائين اهي سڀ پنهنجي لاءِ اجها اڏڻ خاطر ڪانيون، ڪک، ڪانا جمع ڪرڻ ۾ جنبي ويا تہ جيئن سِر لڪائڻ لاءِ ڪا جهوپڙي جوڙي سگهن. انهيءَ ڪم لاءِ ڏينهن جو اڏاوت جي سامان تلاش ڪرڻ لاءِ ٽڙي پکڙي ويندا هئا. پوءِ شام جو ڪٺان ڪاڇڻ تہ ڪٺان ڪايو ڪٺان سرن جو هڪ بہ گڏو هٿ ڪري ايندا هئا. اهڙي ريت ٿورن ئي ڏينهن ۾ پنهنجي لاءِ جهوپڙيون جوڙي ٽانيڪا ٿي ويٺا. هنن سڀني ماڻهن جي رات جو جڏهن ڪچهري مچندي هئي، تڏهن سندن گفتگو جو موضوع سندن اباڻن ڳوٺن، پاڙي ۾ وسندڙ ماڻهن ۽ سندن ٻنين ٻارن بابت هوندو هو. هو هڪ ٻئي کي ور ور ڏيئي ٻڌائيندا هئا تہ هاڻي پوئتي انهن ماڳن تي ڪجهہ بہ موجود ڪونہ هو. هو نالا وٺي ٻڌائيندا هئا تہ، سندن وڳر مان قفس جي قيد ۾ ڪهڙا ڪهڙا پيارا پاڻي وڇڙي ويا آهن ۽ اڄ اهي ساٿن گڏ هن واهيري تي ڪونہ آهن، هتي جتي سندن ڳوٺ آباد هئا. هاڻي اتي قتل ۽ برباد پڊن ڪان سواءِ ڪجهہ باقي ڪونہ بچيو هو. مون محسوس ڪيو تہ هنن جي دل ۾ جيڪا آزادي جي آس هئي ۽ پنهنجي ڳوٺن ۾ آباد ٿيڻ جي جيڪا تمنا هئي، واپس وڃي

سندن ڪيتن کي آباد ڪرڻ جي جيڪا چاهت هئي، سندن ان آس کي وڏو صدمو پهتو هو. هو سڀ جو سڀ ڏينهن جو ڳيپي جي ڳولا ۾ هليا ويندا هئا. پر رات جو وري ساڳيو ماضي جي مزارن وارو مامرو سندن زبان تي هوندو هو. ۽ ساڳيا دل دکائيندڙ داستان دهرايا ويندا هئا. مون اهو به ڏٺو ته شروع وارن ڏينهن ۾ سندن چهرن تي جيڪا آزادي ملڻ واري مرڪ هئي، اها غائب ٿيندي پئي ويئي، ڪين اهو ڏک ورايو بيٺو هو ته هو ڪنهن جي ڳوٺ ۾ وچي پناهه وٺن؟ هتي جهول شهر ۾ مون اهو پڻ ڏٺو ته هندو ڀائي بندن جي گهرن، دوڪانن ۽ ماڙين ۾ هندستان مان هجرت ڪري آيل، پناهگير ماڻهو براجمان هئا ۽ پنهنجي ڌنڌي ڌاڙي ۾ مصروف هئا. پر اسان واري هنن نو آزاد ماڻهن وٽ نه ڪو ڌنڌو هو نه ڪو ٻج، نه هر ڦار نه ڪو هلت، جو ڪنهن وٽ وڃي هاري تي ڪو ٻني ٻارو آباد ڪن. اسان جي هنن ماڻهن کي آسپاس جي ماڻهن کان بيگانگي واري هلت بابت پڻ شڪايت هئي. ڪين ڪوبه دوڪاندار اوڌر ڏيڻ لاءِ تيار ڪونه هو. ڇاڪاڻ جو هنن دوڪاندارن حرن کي خطرناڪ ماڻهو ٿي سمجهيو. ڪين سندن اوڌر موٽي ملڻ بابت پڪ ڪونه هئي. ماڻهن جي اهڙي حالت کي محسوس ڪندي، اسان جا ماڻهو پنهنجي پاڻ کي نڌڻڪو محسوس ڪرڻ پئي لڳا. اهڙي مايوسي واري وايو منڊل ۾ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ همراهن پنهنجا هوش سنڀاليا ۽ حوصلا قائم ڪيا. سيني کان پهرئين مامون هوت ڇاڪي خبر ناهي ته ڪٿان کان هڪ عدد ڏاند ڪاهي آيو ۽ ان سان گڏ تيل پيڙڻ جي گهاڻي جو سمورو ساز و سامان به ڪٺي آيو. هن الله توهار ڪري جهول جي ڦتل بازار ۾ سيٺ مختيار واري دوڪان جي اوپر پاسي هڪ ڊٺل دوڪان جي جاءِ تي ڇپر اڏي، گهاڻي جا ڪاٺ زمين ۾ کوڙي، تيل پيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو. مون ڏٺو ته سندس دوڪان تي ڇهڇٽو لڳي ويو. سڄو ڏينهن تيل پيڙائڻ وارا ۽ سرنهن جي نج تيل وٺڻ وارا ماڻهو پيا ايندا هئا. ان واقعي مان اسان جي ٻين ماڻهن کي پڻ حوصلو مليو ۽ ڪوشش ڪري ڪٿي نه ڪٿي پورهيي سان لڳي ويا.

جيئن ته منهنجو وڏو ڀاءُ ان وقت هر هاري هو. وٽس ڊڳن جو پلوڙ جوڙو، ڊڳي گاڏي ۽ ٻيو هرڦار وارو هلت موجود هو. تنهن ڪري منهنجو والد صاحب به، هن سان ٻنيءَ جي ڪم ۾ مصروف ٿي ويو. جيئن ته اسان پنهنجي مامي جي گهر ۾ پئي رهياسين. تنهنڪري نئين گهر اڏڻ لاءِ مکيءَ مان ڪيترائي سَرن جا گڏا ۽ لئي جي وڻ جا ڪايا ۽ ڪانيون گڏ ڪري رکيوسين ته جيئن واندڪائي ۾ گهر اڏي سگهجي. منهنجي لاءِ آزادي جي شروعات تمام گهڻي خوشگوار هئي، هڪ ته روزانه اسڪول وڃڻ کان آزادي ملي ويئي هئي، جتي روزانه ڪجهه قدر مار جو ڊوز ملندو رهندو هو. جيئن ته مون پنهنجو هوش ڪئمپن ۾ سنڀاليو هو ۽ اتي ساڳيا ماڻهو ساڳيون جهوپڙيون، ساڳيان سنگينن وارا سپاهي ۽ پهريدار ڏسندو رهيو هوس. هاڻي منهنجي دل چاهيو پئي ته جهول جا ماڻهو ۽ مڪان جانچي ڏسان ته ڪيئن ٿا لڳن!

انهيءَ زماني ۾ مونکي هڪ ٻيڪلي هٿ اچي وئي هئي. جيڪا هر وقت ڊوڙائيندو رهندو هوس. سو مون انهيءَ ٻيڪلي پويان شهر جي مختلف گهٽين ۾ ڊوڙڻ شروع ڪيو. ان وقت جهول شهر ايڏو وڏو ڪونه هو. شهر ۾ آئون سڀ کان وڌيڪ سيٺ ڪلياڻ داس جي ماڙي کان متاثر ٿيس،

چوتہ اها ماڙي شهر جي سيني عمارتن کان اوچي ٿيل هئي. ان جي پرسان سيٺ لکومل جي ماڙي، جيڪو هڪ تمام وڏو گهر هو. اسان جو مجيري وڏيرو حبيب الله خان پنيرو جنهن ماڙي ۾ رهندڙ هو اها بہ لڏي ويل هندو پائي بندن جي ملڪيت هئي. شهر ۾ گهڻي قدر دوڪان تہ سادا سودا هئا، ڪيترا دوڪان ڏٺل پُٺل هئا. شهر جي وچ تي جامع مسجد جهول جي ننڍي مگر خوبصورت عمارت مونکي ڏاڍي وڻندي هئي. ساڳي مسجد جي پيش امام حاجي محمد صالح شر جي نوراني شڪل مونکي تمام گهڻو متاثر ڪيو. هي بزرگ مسجد ۾ نماز پڙهائڻ کان پوءِ پنهنجي ريزڪي دوڪان تي ويهڻ سان گڏ اتي بہ ننڍڙن ٻارن کي پاڙهيندو رهندو هو.

اسان جي مجيري وڏيري حبيب الله خان جي گهر واري دروازي وٽ، جتي منهنجو روز وڃڻ ٿيندو هو هڪ مندر موجود هيو. جنهن جي دروازي تي تالو لڳو پيو هو منهنجي دل چاهيندي هئي تہ ان مندر ۾ جهاتي پائي ڏسان تہ ڀلا ڀڳوان ڇا پيو سوچي يا ڇا پيو ڪري؟ پر افسوس هڪ تہ مندر کي مستقل تالو لڳل هيو ٻيو ان ۾ مڪمل خاموشي ڇانيل هئي.* شايد اهو ڀڳوان بہ هتان کان هجرت ڪري، پائي بندن سان هند ڏي هليو ويو هو ۽ اتان کان وري موٽ ۾ ايندڙ ماڻهن جو يزدان هجرت ڪري هتي آيو هو.

ها هتي هڪڙي جاءِ اهڙي بہ هئي، جنهن جي ماڙي واري مُهاڙي مونکي ڏاڍي وڻندي هئي. اڄ ڪلهہ جنهن هنڌ کي انصاري چوڪ چيو ٿو وڃي، اتي بيهي ڏکڻ طرف ڏسبو هو تہ ان ماڙي جي بلند مهاڙي جي بلڪل وچ تي هڪ خوبصورت گلابي رنگ جو بت جيڪو بانسري وڄائي رهيو هو ۽ ان جي ٻنهي پاسي سهڻا مور نهايت ڌيان سان شايد ڪرشن ڪنهيي جي بانسري ٻڌي رهيا هئا. آئون ايندي ويندي ان بانسري واري فنڪار کي ڏسندو هوس ۽ سهڻن مورن تي نگاهہ وجهندو هوس. پوءِ ڪجهہ عرصي بعد ان جاءِ جي مهاجر مڪينن کي احساس ٿيو تہ هاڻي اها جاءِ ڀڳوان ڪرشن جي ناهي رهي، تڏهن هنن ڇا ڪيو جو پهريائين اها مورت اتان گم ڪري ڇڏيائون ۽ پوءِ آخر ڪار مور بہ گم ٿي ويا. مونکي ماڻهن جا چهرا، مهرا ۽ لباس بہ جاچي ڏسڻ جو شوق هوندو هو اهو پڻ شايد ان ڪري جو قيد بند ۾ ساڳيا ماڻهو ساڳيا لباس، ۽ ساڳيا مهانڊا ڏسندو رهيو هيس. پر مون هاڻي شهر جي محلن ۾ وڃي، ڀانت ڀانت جا ماڻهو ڏسڻ پئي چاهيا تہ مايون، مرد ۽ ٻار ڪهڙي قسم جا آهن؟ اسان واري پاڙي جي اوپر پاسي جيڪي مڪين هيا، تن جي ماين کي ڪاري رنگ جا ڊگها چولا ۽ گهاگهرا پهريل هئا. اڪثر ماين جو قد ڊگهو ۽ مهانڊا موهيندڙ هئا. هاڻي جڏهن انهن جي اولاد اهو لباس پهرڻ ڇڏي ڏنو آهي تہ انهن جي شڪلين خواهہ لباس ۾ اها ڪلاسيڪل ڪشش ڪونہ رهي آهي. ٻئي پاسي هڪ محلي ۾ سوڙهن پاجامن وارا ماڻهو Yellow Turban عجيب و غريب شڪيلن وارا لڳندا هئا. هي پيلواڙي راجستان جا ماڻهو هئا، جيڪي هاڻي تمام ماڊرن ٿي پيا آهن. شروع شروع ۾ هنن ماڻهن جي ٻولي بہ گهٽ سمجهہ ۾ ايندي

* هن مندر جي ويراني تي مون نظم لکيو " شهر منهنجي جو مندر اداس آ"

هئي. ڏکي قد جا گهاگهرا ڀريل عورتون ۽ ڀراڻ گوڏ وارا ”ڪرل“ ذات جا ماڻهو فيروزپوري پنجابي ڳالهائيندا هئا.

جهول شهر جي هن ساڳئي مين روڊ جي اتر پاسي ان وقت ڪوبہ دوڪان يا آبادي ڪونہ هئي. ڏکڻ طرف ڪجهہ حصي تي شهر ۽ بازار هئي، اتر طرف روڊ سان لاڳيتو باغ پوکيل هيو. سيٺ لکومل جو هي باغ ڀرئين دفعي گهمڻ سان مونکي ڏاڍو سٺو لڳو. ڇوتہ هن کان اڳ مون باغ بستان ڪونہ ڏٺا هئا. روڊ سان لاڳيتو پوکيل باغ ۽ باغ جي اتر کان روڊ جي پوروچوٽ ۾ وهندڙ واٽر ڪورس. اهو باغ ۽ اهو واٽر جهول جي ماڻهن لاءِ آرام ۽ آسيس جا هنڌ هئا. باغ ۾ گلاب ۽ موتئي جا تمام گهاٽا گل ٻوٽا بهاري لايو بيٺا هوندا هئا. ڪن قطارن ۾ زنگي گل ۽ باغ جي اولهہ ۾ واٽر جي ڪنارن سان ڪيلي جا ٻوٽا ساوڪ بخشيو بيٺا هوندا هئا. ڪٿي ڪٿي خفتي تاش جي راند ۾ مصروف هوندا هئا. مطلب تہ رونق لڳي پئي هوندي هئي. هن باغ جي ايرندي طرف واري حصي ۾ زيتونن ۽ توتن جا وڻ لڳل هئا. توت جا وڻ بهار جي مند ۾ نئين سر گونچ ڪڍي ڦٽندا هئا. اهي ساوا ڇهچ وڻ، ماڻهو ڇيٽو پکي پکڻ لاءِ راحت جو سبب ۽ سامان هئا. جهول شهر ۾ هن مين روڊ تي هن وقت جتي ڪيريا خاندان جي ڏکي عمارت آهي، شروع ۾ اهو هنڌ بلڪل خالي هو ۽ خيري واهہ جو اتي پڊو هو. شهر جي شاهي بازار جو اهو مهاڙي وارو هنڌ بہ ان وقت تائين خالي پڊر هو. جامع مسجد جهول جي اترئين طرف هڪ شاهي پپر جو وڻ هو جنهن جون تمام ڏگهيون ۽ پکڙيل ٽاريون ۽ ڏار پري پري تائين ڇانو ڪري بيٺا هوندا هئا. هن پپر کان اتر پاسي نمن جا بہ ٽي وڏا وڻ هوندا هئا. جنهن ڪري پپر ۽ نمن جي درميان هڪ وسيع ڇانو وارو ميدان ٺهي پيو هو جتي هر وقت مسافر آرام پيا ڪندا هئا. پپر هيٺيان بہ سارو ڏينهن ڪچهريون قائم لڳيون پيون هونديون هيون. شهدادپور ۽ سانگهڙ کان ايندڙ لاري ۽ ٽانگي وارا هتي اچي بيهندا هئا. سامهون لارين جو اسٽينڊ هو ان ڪري هتي رونق لڳي پئي هوندي هئي. هن وسيع ميدان ۾ شهر جا ڇوڪرا بلورن ۽ لاٽن سان رانديون ڪندا هئا ۽ ساڳئي وقت ماڻهو پپر جي ڇانو ۾ ويٺا هوندا هئا.

هڪ ڀيري مون ڏٺو تہ هڪ ڪاري ڪٿي ڀريل فقير اتي ويٺل ماڻهن سان اچي ڪچهري ڪئي، ماڻهن کي وڏي آواز ۾ بيت ڇئي ٻڌايائين. جيڪي سندس ئي جوڙيل هئا. فقير جي بيان ۽ ڪلام ۾ جيڪا رواني هئي، ان کان آئون ان وقت بہ ڏاڍو متاثر ٿيس. هو ڳالهائيندو ويندو هو ۽ قافيه ۽ رديف ملائيندو ڪلام ٺاهيندو ويندو هو. هلندي ڦرندي ماڻهن کان نالا پڇندو ويندو. مثال طور ”ابا! نالو ڇا اٿئي؟“ ”سائين! راڻو“ پوءِ فقير شروع ٿي ويندو هو. ” ابا! نالو اٿئي راڻو متان ڪرين ماڻو“ اهڙي طرح بيت جوڙي وچي پار پوندو هو. هيءُ فقير جڏهن بہ جهول شهر ۾ وارد ٿيندو هو تہ آئون ان جا ٻول ٻڌڻ لاءِ ان جي پويان هلندو هوس. ان فقير هڪ ڏينهن حسبِ معمول بيت ٻڌائڻ کان پوءِ چيو تہ ”بابا! هن جهول شهر جو چڱو مڙس ڪير؟“ ڪنهن چيو تہ رئيس ڦلاڻو ڪنهن چيو تہ مير صاحب، ڪنهن ڪنهن جو نالو ورتو تہ ڪنهن ڪهڙو پر فقير نہ مڃيو. چيائين تہ ” بابا! هن جهول شهر جو چڱو مڙس آهي، هي پپر جو وڻ! جنهن جي ڇانوَ ۾ هندو مسلمان، امير، غريب، ٻار ۽

وڏا سڀ امن آرام سان ويٺا آهن. بابا! ان ڪان وڌيڪ پيو ڪو چڱو مڙس هوندو ڇا؟ جهول شهر جو چڱو مڙس هي پير جو وڻ آهي.“

اهي ڏاهپ ڀريا بيت ۽ نقطا ٻڌائڻ وارو ماڻهو هن تر جو مشهور سگهڙ بچايو فقير رند هو. جيڪو جتي بہ چاهيندو هو ڪچهري قائم ٿي ويندي هئي. سندس هر هڪ بيت هڪڙي وراڻيءَ تي پورو ٿيندو هو ” بخش گناهہ بچائي جا, تون سيد جي صدقي!“

جهول شهر ۾ مون ڏٺو تہ اسڪول هندن جي خالي ڪيل هڪ پيڙي نما عمارت ۾ قائم ٿيل هو. جنهن جي رستي سان نهيل ڪليل ورانڊي ۾ ٻار گوڙ شور سان پڙهڻ ۾ مصروف هئا. مون ڏٺو تہ اتي هڪ ڏگهي ڪاري اڇي ڏاڙهي واري عجيب پير سان گيڙو رنگ جو پٽڪو پهريل ۽ عينڪ پاتل استاد حڪم پئي هلايو. هن استاد جي شخصيت مونکي ڏاڍي دلچسپ ۽ نرالي لڳي. پر جيئن تہ مونکي اسڪول ۾ پڙهڻ جو هاڻي ڪوبہ ارادو ڪونہ هو. ڇاڪاڻ تہ مونکي جهول شهر ۽ آسپاس کي ڏسڻ, پرکڻ جو شوق ڪنيو بيٺو هو. بس گهر ان ماني کائي, ٻيڪلي کڻي, ان کي جهول جي گلين ۾ ڊوڙائيندو رهندو هوس. جهول شهر جي اندرئين پاڙي ۾ هڪ ماڙي ڏاڍي دلچسپ هئي. اهانيڊڙي ماڙي, جنهن جون گئلريون ڪاٺ جي هنر سان سينگاريل هيون, ان جي هيٺين منزل جي درين تي ڪاٺ مان نهيل پولڙن جا بت لڳل هئا. اهي بت ڏاڍا مزيدار لڳندا هئا. انهن بتن ۾ پولڙيون پنهنجي ٻچڙن کي ٻبا ڏارائيندي نهيل ڏيکاريل هيون. هن ماڙي جي مٿئين گئلرين سامهون پڻ ساڳيا پولڙن جا بت جوڙيل هئا.هن خالي ماڙي کي ڏسندي عجيب ويراني ۽ خوف گاڏڙ احساس ايريو ٿي. مون ڏٺو تہ اها ماڙي آخر تائين مڪينن کان خالي رهي ۽ آخر ڊهي وئي. پر ان ۾ ڪوبہ آباد ٿيڻ جي همت ساري نہ سگهيو.

جهول شهر جي سرسري سروي ڪرڻ کان پوءِ مون جهول جي ڪاٽن فيڪٽري ڏانهن رخ رکيو. اسان جڏهن نوابشاهہ ڪئمپ ۾ قيد هئاسون. تڏهن بابو ڦتين جي ڪارخاني ۾ مزدوري ڪندو هو. ان ڪري اهو ڪارخانو منهنجو ڏٺل وائٺل پئي لڳو. ان جي ڏکڻ اوير واري ڪنڊ تي پوسٽ آفيس قائم ٿيل هئي, جنهن ۾ هڪ بابو صاحب ٽيليفون تي هلو هلو ڪندو رهندو هو يا ٽيلي گراف مشين تي ٽڪ ٽڪ ڪندو رهندو هو ۽ پوسٽ مئن صاحب خطن تي زور زور سان ٺپا پيو هڻندو هو. اها ڳالهہ منهنجي لاءِ نئين هئي.

پر سڀني کان وڌيڪ جيڪو هنڌ مونکي وڻندو هو, سو اها هئي جهول جي ريلوي اسٽيشن. هتي شايد بہ دفعا گاڏيون نوابشاهہ, ميرپورخاص کان ايندي ويندي هيون, آئون تصور ۾ سوچيندو هوس تہ اهي ڇڪ ڇڪ ڪندڙ ۽ دونهان ڪيندڙ ريل گاڏيون, آخر ڪار ڪٿي وڃي ڇيهہ ڪنديون هونديون. اهو سارو ملڪ يا ڏيهہ ڪهڙو هوندو. اتي جا ماڻهو ڪهڙي شڪل ۽ لباس جا هوندا, منهنجي دل ۾ هميشه هڪ اڻهل خواهش اها بہ هئي تہ ڪڏهن ان گاڏيءَ تي چڙهي وڃي ڏسجي تہ آخر ڪيسٽائين ٿي وڃي ڇيهہ ڪري! آئون روزانہ ٻيڪلي ڊوڙائي ڏينهن ۾ ٻہ دفعا وڃي ريلوي اسٽيشن تي ويهندو هوس. ان زماني ۾ جهول ريلوي اسٽيشن هر وقت ماڻهن جي اچ وڃ سان آباد هوندي هئي. اسٽيشن جي اتر طرف مسافرن کي کڻي اچڻ ۽ وٺڻ لاءِ موجود ٽيڪسيون,

ٽانگا، بيل گاڏيون، سنجيل گهوڙا موجود هوندا هئا. شهدادپور سانگهڙ ۾ ٻين هنڌن کان ماڻهو اچي ريل مان لهندا هئا. ۽ ريل ۾ سوار ٿيڻ لاءِ انتظار ڪندا هئا ۽ ڪيترا سنجيل وهٽ، ٽانگا ۽ گاڏيون، ايندڙ مسافرن کي ڪٺڻ لاءِ بيٺل هوندا هئا. هن سموري چهچٽي ۾ منهنجي دلچسپي جو سامان ڀانت ڀانت جا ماڻهو ۽ سندن چهرا مهرا، ۽ لباس ڏسڻ هوندو هو. آئون ريل اچڻ وقت به ايندڙ ويندڙ مسافرن کي جاچي ڏسندو هوس. ريل گاڏي ۾ ويٺل ماڻهو به منهنجي دلچسپي جو مرڪز هوندا هئا. عورتن وارا گاڏا، ان ۾ ويٺل عورتون، سندن لباس، سندن زيور، سندن شڪل شباهت نهايت غور سان ڏسندو هوس. مونکي اهڙي انساني مشاهدي تي تمام گهڻي خوشي ٿيندي هئي. آئون جڏهن ان ڳالهه تي اڄ سوچيان ٿو ته ان جو سبب اهو ٿو لڳي ته، هوش سنڀالڻ کان وٺي اٺن سالن جي عمر تائين، مسلسل هڪ محدود جاءِ ۾ قيد رهڻ کان پوءِ مون هن ڌرتي ۽ ان جي ماڻهن کي ڏسڻ، سڃاڻڻ ۽ پرکڻ ٿي چاهيو. اهوئي سبب هو جو ڀانت ڀانت جا ماڻهو، قسمين قسمين لباس پهريل ماڻهو نرالين نڪتن ۽ صورتن وارا ماڻهو ڏسڻ جو شوق منهنجي دل ۾ پريو پيو هو. ريل گاڏيون ايندڙيون هيون ۽ ريل گاڏيون ڪوڪون ڪنديون، ڇڪ ڇڪ جا آواز پيدا ڪنديون هليون وينديون هيون. آئون اهو منظر ڏسي ڏاڍو خوش ٿي، ڊيڪلي ڊوڙائي گهر پيڙو اچي ٿيندو هوس، ۽ ٻئي ڏينهن وري وڃڻ جو پڪو ارادو دل ۾ موجود هوندو هو.

هڪ دفعي ريلوي اسٽيشن ڏسڻ کان پوءِ مون خيال ڪيو ته وڃي ڪئمپ کي ڏسي اچان، ڇو ته ريلوي اسٽيشن وٽان ڪئمپ جا اوچا مورچا نظر ايندا هئا. آئون جڏهن ڊيڪلي ڊوڙائيندو، ڪئمپ جي وڏي در وٽ ويس ته اتي ڪوبه سنگينن وارو سپاهي موجود ڪونه هو. جڏهن ڪئمپ اندر داخل ٿيس ته مڪمل ويرانيءَ جو واسو هو. مون هڪ دفعو جيڪو اها ويراني ڏٺي، ان جو منظر اڄ تائين به ياد اٿم. چاڪاڻ جو سڀ جا سڀ گهر خالي، ڪوبه انساني آواز نه، ان کي محسوس ڪندي يڪدم ٻاهر ڀڄي آيس ۽ وري ڪڏهن به اوڏانهن گهمڻ ڪونه ويس.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مونکي مائٽن چيو ته "هاڻي وڃي اسڪول ۾ پڙهه!" پر مون نٽ نپ جواب ڏنو ته "اسڪول ۾ پڙهڻ ڪونه ويندس."

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مون ڏٺو ته اسان وٽ به عدد مينهون الاءِ ڪٿان کان پهچي ويون. هي ڦرن واريون، تازيون سُئا مينهون منهنجي لاءِ دلچسپي جو مرڪز بنجي پيون. امان ٻڌايو ته اسان جو اهي ڏهه ٻارهن مينهون مارشل لا دوران ڪاهي ويا هئا. انهن مان هي به موٽي مليون آهن. ٿوري وقت ۾ مينهن لاءِ منهن ۾ آهورا نهي ويا. ٻه مينهون مامي جون اڳي ئي هيون، هاڻي اسان وٽ چار مينهون ٿي پيون.

انهيءَ دوران هڪ ڏينهن بابي پڇيو ته پلا پڙهڻ نه ٿو وڃين ته پوءِ مينهون چارڻ وڃ! اهو ٻڌي مون يڪدم ها ڪٽي ڪئي. فيصلو ٿيو ته ٻئي ڏينهن صبح سان آئون پنهنجي چئن مينهن کي جهنگ ۾ پهرائي چارڻ ويندس. منهنجي جهنگ کان اڻ واقفيت کي محسوس ڪندي، اهو فيصلو ڪيو ويو ته آئون اسان جي مجيري، وڏيري حبيب الله پنيري جي مال جي ڌراڙ سان گڏ (جيڪو

منهنجو هم عمر ۽ مائٽ هو) وڃي مال چاريندس. ڏنار ٻنجڻ لاءِ تياري طور هڪ لٺ ڏني وئي ۽ هڪ ننڍڙو پٽڪو پڻ ٻڌرايو ويو.

اهڙي طرح صبح جو چڙن جي چونگار ۾ آئون ڏراڙ ٻنجي مال پهرائي، گڏنگ وارو ڪچو رستو وٺي روانو ٿيس. پهريائين ڪجهه ڏينهن منهنجي دل ۾ جهنگلي جانورن جو خوف هوندو هو ته متان اوچتو جهنگ جي جهڳٽي مان ڪو بگهڙ نڪري حملو نه ڪري. ٻين ڏراڙن کان جدا ٿي پري وڃڻ جي ڪوشش نه ڪندو هوس. ان زماني ۾ جهول جي آسپاس خاص ڪري اتر، اُلهندي ۽ ايرندي پاسي چڱا موچارا جهنگ هوندا هئا. ڪرڙ ڪنڊيءَ جا جهنگ ان زماني ۾ تمام وسيع ايراضيءَ ۾ هئا. اهي سڀ زمينون جهنگ سان آباد هيون. ان ڪري مال چارڻ وارن ماڻهن جي موج هئي. مال چارڻ دوران پهرئين ڪجهه ڏينهن تائين آئون پري کان پنهنجين ۽ پراين مينهن جي پرک ڪري نه سگهندو هيس. تنهن ڪري منهنجو مائٽ ڏراڙ مونکي چوندو هيو ته "اها پريان تنهنجي مينهن پيل ڪرڻ لاءِ پئي وڃي! ڊوڙ وڃي ورائي اچ، نه ته ٻنيءَ وارو هاري مار ڪيندئي!" پوءِ آئون پڇندو پڇندو وڃي مينهن جي ويجهو پهچندو هوس. تڏهن خبر پوندي هئي ته، اها ته مون واري مينهن ڪونه هئي. ڪافي ڏينهن کان پوءِ مونکي پنهنجي، پرائي مينهن سڃاڻڻ جي تميز ٿي. پوءِ درجي به درجي آئون مينهن جي نالن ۽ قسمن بابت سکندو ويس. چال مينهون، ڪنڍيون مينهون، ماڻڪين اکين واريون پِلون پٽاريون ۽ ٻيا قسم.

مينهن چارڻ دوران منهن جي لاءِ جهنگ ۾ سيئي وڻ ٻوٽا هڪ دلچسپيءَ وارو سامان هئا. ٻاروتڻ ۾ تمام گهٽ وڻ ٻوٽا ڏسڻ جو موقعو مليو هو. پر هاڻي وڻن ۽ ٻوٽن جي وسيع ميدان ۾ پئي گهميس. ان لاءِ سيني وڻن، ٻوٽن ۽ گاهن جي ڄاڻ حاصل ڪيم. گڏنگ ڏانهن ويندي رستي وٽ 11 دم واري موريءَ کان سَر ايرندي پاسي ميراڻي زماني جي واهه جو پيڏو ڄاڳرين ٻيرين جي وڻن سان ڇانيل هوندو هو. اتي مال پهچڻ بعد اسين بي فڪر ٿي پيا هلندا هئاسين. ڄاڳرين ٻيرين جا ڪتا منا ٻير اسان لاءِ وڏي لذيذ ميوي آچار هوندا هئا. اهڙي طرح پڪن جي مند ۾ سمورا ڪرڙا نهيءَ گلابي فروٽ سان ڀرجي ويندا هئا. اهي پڪا ڪائڻ ۾ ڏاڍا منا ۽ لذيذ لڳندا هئا. ڪي ڪي اڻ ڄاڻ ماڻهو پڪا گهڻي تعداد ۾ ٻج سوڌو کائي ويندا هئا. پوءِ اڪثر ماڻهن جا لنڊ ٻَجهي پوندا هئا.

پهرئين ڏينهن جڏهن آئون سج لٿي مهل مينهون چاري گهر پهتس ته سڄو جسم ٿڪاوٽ کان چور هو. ٻنان ڪاڏي ڪائڻ جي ڪٽ تي سمهي رهيس ۽ وڃي صبح جو جاڳ ٿي. وري پٽڪي ٻڌي، لٺ ڪڍي مال سان روانو ٿي ويس. ڇو ته ان ۾ ڪوتاهي ڪرڻ جي هرگز اجازت نه هئي. ائين آئون اٽڪل ٻه سال کن مينهن جو ميهار رهيس. انهي دوران مونکي وڻن ٽڻن، پکين ۽ جانورن جو ڏاڍو مزيدار مشاهدو ٿيو. هاڻي منهنجي من مان جهنگ ۽ جانورن جو خوف ختم ٿي ويو. ۽ آئون پاڻ کي ان جو حصو سمجهڻ لڳس.

جهول جي ڪئمپ جتي قائم هئي، ان جي اترئين پاسي غير آباد ڪرڙن جو جهنگ ۽ اڃي اجري زمين جو پونو هوندو هو. شام جو اسان اتان کان مال ڪاهي ڳوٺ ڏي موٽندا هئاسين، ان وقت آئون ڪرڙ جون قلم جهڙيون ڪانيون ڳولي، ان سنئين سڌي اڃي پوني تي ويهي، الف ب جا وڏا

اکر ۽ پنھنجي ڏنار دوستن جا نالا لکندو ھوس. مون ڏٺو تہ اجا مونکي سھٽا اکر لکڻ جي چاھت آھي.

برسات جي زماني ۾ اھي ڪنڌي ۽ ڪرڙن سان چانيل جھنگ ڏاڍا خوبصورت ٿي پوندا ھئا. قسمين قسمين گاھہ گلزاري ڪندا ھئا. انھيءَ زمين تي ھڪڙو ننڍڙو گاھہ اپرندو ھو جنھن کي ”ڏاجورو“ چوندا ھئاسين. ان ننڍڙي ڳل جھڙي گاھہ جي پاڙ کائڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو ھو. ان جي پاڙ ۾ ھڪ اھڙي خوشبو ھوندي ھئي. جيڪا اڄ تائين مونکي ياد آھي. اھا مٽيءَ جي عطر جي خوشبوءَ جھڙي ھوندي ھئي. ھاڻي ڪلر، مصنوعي ڀاڻ، پيسٽيسائيڊ جي ماريل زمينن مٿان نہ تہ اھڙو ڪو خوشبو دار گاھہ ٿو اپري، نہ ڪو سانوڻ جي برسات جا تازا ڇنڊا پوڻ وقت ھن مٺل مٽيءَ مان ڪا خوشبو ٿي اچي!!

ھنن مينھن ڀتارين کي چاريندي، مون ڏٺو تہ گھر ۾ امان جي مصروفيت ڏاڍي وڌي وئي ھئي. ھن ھڪ مٽيءَ جو ٿلھو نھرائي، اتي مينھن جو کير ولوڙڻ جو ”نھرو“ اڇي ڪوڙيو. ڪانيءَ جو اھو نھرو ڏاڍو نرالو ھو. ان جي مٿان ڪيترين ئي تارين ھيون، جن کي ڪپي صرف انگھا ڇڏيا ويا ھئا. جن مٿان چنئوريون، ٽيا ۽ ٻيا الاھي ٿانو ٽنگيا پيا ھوندا ھئا. امان صبح جو سوير اٿي کير جو ولوڙو شروع ڪندي ھئي. انھيءَ دوران گھر جا ٻاتي ٻين ڪمن ۾ مصروف ٿيندا ھئا. اسان وٽ کير ڏيندڙ سوئائون، پليون مينھون ھونديون ھيون. انھن جي کير ولوڙڻ وقت جھو جھو ماٽيءَ وارو بيت ياد اچي ويندو ھو. اسان ٻارن کي صبح جي وقت مکڻ ماني کائڻ سان ڏاڍي دلچسپي ھوندي ھئي. ڪڏھن ڪڏھن مکڻ ماني ملندي ھئي. ۽ اڪثر ڪري مکڻ ۽ ڳڙ سان پچيل (پڪل) ماني جنھن کي ”ٻُسري“ يا ”ڳڙھاري“ چوندا ھئا، اھا بہ ملندي ھئي، وڏي لذيذ چيز ھئي.

کير ولوڙڻ جي وقت مون ڏٺو تہ امان ڪنھن بني بشر کي ويجھو اچڻ ڪونہ ڏيندي ھئي. ڪيس خوف ھو تہ جيڪڏھن ٻئي مکڻ جي چاٽي ڏسي ورتي تہ نظري ڇڏيندو ۽ پوءِ ايترو مکڻ ڪونہ لھندو. ان ڪري آئون ڪوشش ڪندو ھوس تہ مکڻ جي چاٽي نھڻ وقت وڃي امان جي پر جھلي ويھان. ائين ڪرڻ وقت امان دڙڪا ڏيئي پري پچائي ڇڏيندي ھئي. اسان محسوس ڪيو تہ قيد و بند جي ڏکار ۽ ٻکن کان پوءِ ھاڻي اسان وٽ جھڙوڪر سڪار ۽ سکن جو وقت اچي ويو آھي. ھر چنڊ جي يارھين تاريخ امام بادشاھہ پير جي يارھين طور کير ورھائي ڇڏيندي ھئي. ۽ ان رات کيرٽي بہ تيار ٿيندي ھئي. مون محسوس ڪيو تہ امان کير ولوڙڻ، مکڻ ڳڏ ڪرڻ، مکڻ مان گيھہ تيار ڪرڻ جي عمل ۾ ڪيتري نہ قابل ھئي. ھوءَ کير ولوڙڻ وقت گھر تي پنھنجي بادشاھي سمجھندي ھئي. سامھون بندر تي پلاريون ڀتاريون مينھون ۽ پلوڙ ڏاند ٻڌل ھئا. سڀ اھل ۽ اولاد خوش ھئا. وڏي ڳالھہ تہ امان جي موٽي پاءُ سُھيلي کي سندس ٻي شاديءَ مان پٽ جو اولاد بہ پيدا ٿيو ھو. جيڪا امان جي ديرينہ خواھش ۽ خواب ھئو. ھن خواب جي پورائي ٿيڻ ڪري امان ڏاڍي خوش ۽ مسرور ھئي. ڀاڻ کيرن، پٽن واري، مال ڏڻ واري ٿي پئي ھئي. ان کان وڌيڪ ٻي ڪھڙي خوشحالي ٿي پئي سگھي. ھن سال جڏھن سانوڻ جي منڊ آئي، مينھن وسيا تہ مون ڏٺو امان ساڳي قيد و بند واري رسم موجب مينھن وسندو ڏسي روئيندي ھئي. پر ھن سانوڻ ۾ امان ڪونہ رني، سندس اکڻ تي چال ۽ چوڙ ڪنديون مينھون، سندس پاڪر ۾ سندس ٻچا ۽ پائر سڀ موجود ۽ خوش ھئا!

# حصو ٻيو

## وري علم جي تلاش ۾

هاڻي جڏهين مينهون چاريندي، وڻ ٽڻ، پکي پکڻ، گاهہ گلزار، پُسيون ۽ پڪا، موسمون، سرديون، گرميون، سانوڻيءَ جون برساتون، هاري ۽ سندن هر، فصل ۽ ڦٽيون، ڪٽڪ، جوئر، ٻاجهر، هلر هلهي ملهي، اناج جا انبار، بادشاهہ پير جون ٻتايون، اهي سڀ مشاهدي هيٺ اچي چڪا تہ پوءِ وري خيال ٿيو تہ هاڻي وري واپس علم جو دڳ وٺجي. انهيءَ زماني ۾ بدقسمتي سان اسان جي جهوپڙين ۾ اچي باهہ لڳي، جيڪي ڪک ڪانا گڏ ڪري مس مس وڃي جوڙيون هيوسين. اهي گهرن ۾ پيل مختصر سامان سميت باهہ جو ٻک ٻنجي ويون. اسان لاءِ اهو حادثو هڪ وڏو صدمو هيو پر شڪر آهي جو اسان جون مينهون ۽ مال بچي ويو. اسان عارضي طور وڃي مامي سُهيلي جي گهر ۾ پناهہ ورتي ۽ ٻئي طرف وري ڪک ڪانا ۽ ڪايا گڏ ڪري جهوپڙيون جوڙڻ شروع ڪيوسين.

آئون حسبِ معمول صبح جو مينهون ڇوڙي، پهرين وڏيري حبيب الله جي اوطاق تي ويندو هوس، جتان مجيرين جي مال سان گڏجي ديهہ 11-دم ڏانهن مال ڪاهي وڃبو هو. روزانہ انهيءَ انصاري چوڪ واري گهٽيءَ مان گذرندي، سامهون اسڪول ۾ ٻارن کي پنهنجا سبق زور زور سان پڙهندي ٻُڌندو ويندو هئس. هيءُ اسڪول هندن جي خالي ڪيل هڪ وڏي ڀانڊي ۾ هلندڙ هو. انهيءَ اسڪول ۾ هڪ دراز ريش، گيڙو پڳ ٻڌل استاد ٻارن کي پاڙهيندي ڏسندو هئس. اهو صوفي منش استاد روزانہ منهنجي ڌيان جو مرڪز بڻجندو پئي ويو. پوءِ دل ۾ خيال جاڳيو تہ ڇونہ انهيءَ صوفي صفت استاد وٽ وڃي علم پرائڻ خاطر حاضر ٿجي. نيٺ هڪ ڏينهن شام جي وقت جڏهين مال ڪاهي گهر موٽيس، سچ لٿي ماني کائيندي، مون پنهنجي والد صاحب کي چيو "بابا! هاڻي آئون مينهون ڪونہ چاريندس، هاڻي آئون اسڪول وڃي پڙهندس!"

منهنجي ان اعلان کي بابا سائين بلڪل قبول ڪندي چيو تہ "بابا! جيڪا تنهنجي مرضي تون ڀلي اسڪول وڃي پڙهہ!"

سو هڪ ٻن ڏينهن کان پوءِ آئون پاڻ ان اسڪول ڏانهن هليو ويس، جنهن جو روز مشاهدو ڪندو هيس. انهيءَ مهربان صورت استاد جو وڃي سلام ڪيم. عرض ڪيومانس تہ آئون حرن واري ڪئمپ جي اسڪول ۾ چوٿون درجو سنڌي پڙهندو هيس، ڪجهہ سال مال جو ڌراڙ ٿيس، هاڻي وري پڙهڻ جو شوق ٿيو اٿم، ان لاءِ حاضر ٿيو آهيان. استاد سائين چيو تہ "بابا! انهيءَ اسڪول جو سرٽيفڪيٽ ڪڍي اچ تہ توکي اسڪول ۾ داخل ڪيون!"

واپس گهر اچي امان کي سرٽيفڪيٽ ڳولڻ لاءِ چيم. هن مامي جي گهر جي پٽين جي جارن ۾ هيڏانهن هوڏانهن اهو ڪاغذ ڳوليو پر ڪونہ لڌو. واپس وڃي استاد سان ڳالهہ ڪيم. چيائين تہ

” بابا! هاڻي هيئن ٿا ڪريون, جو آئون تنهنجو امتحان ٿو وٺان, پوءِ جهڙي درجي جو لائق هوندي ان ۾ توکي ويهاريندس!“

پوءِ انهيءَ مهربان سائين سليٽ تي مونکان ”صورت خطي“ لکرائي ان کي چيڪ ڪيو ڪجهه بيت پڙهڻ لاءِ چيائين ۽ آخر ۾ ٻه سليٽي حساب ڪرڻ لاءِ ڏنائين. جيڪي ٻئي مونکان حل نه ٿيا. پوءِ سائينءَ چيو ته ” بابا! سياڻي ڪان تون اچي, هن ٽئين ڪلاس جي شاگردن سان گڏجي پڙهائي شروع ڪر!“

اهو محترم ۽ مهربان سائين, سومر خان لغاري صاحب هيو جيڪو ڳوٺ جعفر خان لغاري جو رهواسي هيو. بهرحال ٻئي ڏينهن آئون هٽ منهن ڌوئي, ڏندڻ پاڻي ڪري, سليٽ پين کڻي وڃي اسڪول ۾ ويٺس, جتي ٿورن ڏينهن پڄاڻان اسڪول جي سيني ٻارن سان شناسائي ٿي وئي. ٿورن ڏينهن اندر ڪوڙا, ونڊ ۽ ضرب جا حساب سڀ وري ذهن ۾ اڀري ياد ٿي پيا ۽ سائينءَ کي ٻڌايم ته اهي حساب هاڻي آئون حل ڪري سگهان ٿو. استاد امتحان ورتو ۽ پوءِ مونکي چوٿين ڪلاس ۾ ويهڻ جي اجازت ڏنائين. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ امان کي منهنجو سرٽيفڪيٽ به جاري ۾ رکيل ڪپڙي ۾ ويڙهيل ملي ويو ۽ اهو مون وڃي استاد جي حوالي ڪيو. ان بعد اسڪول ۾ منهنجي باقاعده داخلا ٿي ۽ پڙهائيءَ جو ڪم شروع ٿي ويو. سائين سومر خان لغاري جي شبيهه جو آئون اڄ به تصور ڪريان ٿو ته مونکي گرونانڪ جي شڪل واري بزرگ جي تصوير ذهن ۾ اڀري ٿي. هي صوفي منش استاد منهنجي واپس پڙهڻ لاءِ اتساهه جو سبب بڻيو. سائين اهڙو ته پيارو استاد بلڪه ”گرو“ هو جيڪو ٻالڪن تي هميشه مهربان رهندو هئو. هن وٽ ٻارن لاءِ ” پيار جي سنوار“ وارو فلسفو هئو.

اسان جو اسڪول هندو لوڪن جي خالي ڪيل هڪ وسيع پانڊي ۽ رستي سان قائم ورانڊي ۾ قائم هيو. ان جي ديوارن تي ڪنهن خوشخط استاد حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جا قلمي اکرن ۾ بيت لکي ديوارن سان چنبڙائي رکيا هئا. مونکي اهي بيت ڏسندي ياد ٿي ويا. انهن بيتن ۾ هڪ بيت تمام وڏن اکرن ۾ آئون روزانو پڙهي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هوس, اهو بيت **” وڏا وڻ وڻڪار جا, جت نانگ سجهن نيلا“** جي سٽ سان شروع ٿيندو هو. آئون اهو سوچيندو هئس ته اهي نيلا نانگ ڪهڙا هئا, جيڪي ويچاري سسئي جو رستو روڪيو بيٺا هئا! هتي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام جو ذڪر نڪتو آهي ته حضرت شاهه عبداللطيف جي رسالي جو هڪ نسخو (مرزا قليچ بيگ وارو) منهنجي مامي وٽ موجود هوندو هئو. آئون ان رسالي مان بيت پڙهڻ جي ڪوشش ڪندو هوس ۽ ٽئين درجي ۾ پهچڻ تائين ڪچي ڦڪي انداز ۾ شاهه صاحب جو سمورو رسالو پڙهي ڇڏيو هئم. منهنجو مامو سُهيلو ڀرڻ پڙهيل لکيل ماڻهو هو. مونکي ياد آهي ته جهول شهر جا اڪثر ماڻهو وٽس ان ڪم لاءِ ايندا هئا ته ڪين آفيسرن ڏانهن درخواستون لکي ڏئي. مامي سُهيلي جا اکر تمام سهڻا ۽ لکڻي صاف سٿري هوندي هئي, ان کي ڏسي مونکي سهڻا اکر لکڻ جو شوق پيدا ٿيو. ان زماني ۾ درجي چوٿين, پنجين ۽ ستين تائين هڪ عجيب و غريب مضمون (Subject) هوندو هو ” ليٽر پڙهڻ“ ان لاءِ استاد ڇا ڪندا هئا, جو مٿئين

ڪلاسن جي شاگردن کي اسڪول جو وزيٽرس بوڪ ڏئي، ان مان وزٽ نوٽ پڙھڻ لاءِ چوندا ھئا. مقصد اھو ھو تہ شاگرد مختلف ماڻھن طرفان لکيل ھٿ اکر رواني سان پڙھي سگھي. انھن اکرن ۾ ڪن صاحبن جي اڏ اکري انداز ۾ بہ تحريرون ڏسي پڙھڻيون ھونديون ھيون. ھڪ دفعي استاد اسان کي وزيٽرس بوڪ ڏنو، جنھن ۾ عبدالڪريم سنديلي* نالي صاحب جا وزٽ نوٽ پڙھڻا ھئا. سنديلي صاحب جا اکر تمام پرڪشش، سھڻا جھڙوڪر موتين جا داڻا، ڏسي مون ڪوشش ڪئي تہ آئون بہ ان طرح ۾ اسٽائيل ۾ اکر لکان. ان زماني ۾ اھا چوڻي مشھور ھئي تہ ”سھڻا اکر اڌ علم آھن.“ اسان جي اسڪول ۾ اڪثر ڪري صورتخطي جانچڻ وقت استاد شاگردن جي سھڻن اکرن لاءِ لفظ ”شاباس“ لکندا ھئا. ان ڪري شاگردن ۾ اکرن جي سھڻائيءَ لاءِ وڏيڪ شوق جاڳندو ھو. اسان جي اسڪول ۾ گنگو نالي ھڪ ميگھواڙ ڇھين، ستين ڪلاس ۾ پڙھندو ھو ان جا اکر تمام سھڻا ۽ بلڪل عبدالڪريم سنديلي جي صاحب جي تحرير وانگر ھئا. ھي گنگو ميگھواڙ عجب قسم جو ماڻھو ھو. جنھن وقت اسان سان گڏ اسڪول ۾ پڙھندو ھيو، سندس خرچ پکو مير الھہ بخش خان ٽالپر جي طرفان ملندو ھو. اڪثر ڪري مير صاحبن جا لاٽل وڳا وڏي شان سان پھري اسڪول ۾ ايندو ھو. ھي ميگھواڙ فيملي اصل ۾ ڳوٺ ”اپيور“ جي رھاڪو ھئي. ھنن جا وڏا چمڙي جي ڪم جا وڏا ڪاريگر ھئا، وقت جي اميرن لاءِ چاندي مڙھيل جتيون ٺاھڻ ۽ گھوڙن جي سنجن تي چانديءَ جو ڪم سندن مشھوري ۽ شاھوڪاريءَ جو باعث ھئو. سندن عورتون پرت پرڻ جون ڪاريگر ھيون. ھاڻي تہ اھي سڀ ھنر ۽ فن ماضيءَ جو قصو بنجي ويا آھن. اسان وارو اسڪول فيلو گنگو ميگھواڙ سنڌي فائنل امتحان ۾ ويٺو خبر نہ آھي تہ ڪھڙي سبب امتحان ۾ ناپاس تي پيو. ان بعد سندس ذھني حالت عجيب غريب تي وئي. سفيد پٽڪو ٻڌندو ھو ۽ وڏي لنبي ڏاڙھي ڇڏي ڏنائين ۽ مڇون ڪوڙيل. مزي واري ڳالھہ اھا تہ مسلمانن سان اسڪول ۾ پڙھڻ دوران ڪيس قرآن شريف جون ڪافي صورتون برزبان ياد ھونديون ھيون، بلڪل عالم فاضل لڳندو ھو. ڪيس مسلمانن کان اھا شڪايت ھئي تہ ڪانئس وياج تي ڏوڪڙ وٺي واپس ڪونہ ڪندا ھئا. ڪچي ٻول ۽ وياج تي ڏوڪڙ ڏيڻ ڪري وٽس چڱي خاصي رقم موجود ھوندي ھئي. ڪڏھين ڪڏھين ڇا ڪندو ھئو جو ملڪ جي ڪنھن ڏورانھين ھنڌ وڃي فقراءَ بنجي زڪوات، خيرات وٺندو ھئو. ھڪ دفعي جي ڳالھہ آھي تہ لاڙ جي پاسي پنھنجي پاڙ کي سيد سڏائي، خير خيرات جو ڏنڌو ڪري رھيو ھو ۽ پنھنجو نالو سيد علي ڏنو شاھہ ڪوٺايائين. شڪ ۾ پوليس ڪيس گرفتار ڪيو ۽ جڏھن جھول وارن کي خبر پئي، تڏھين مون سائين علي ڏني شاھہ قلندر بخاري کي چيو تہ ”يار! گنگو تنھنجي نالي تي خيراتون پيو وٺي!“ سائين چيو تہ ”يار گنگوءَ جو اپيور وارن جي مٿان الاھي قرض رھيل آھي، ڳوڻاٽي ھجڻ ڪري جيڪڏھن منھنجو نالو اختيار ڪري خيرات ورتي اٿس تہ معاف اٿس!“

---

* عبدالڪريم سنديلو مشھور ليکڪ

جھول شھر جي مين روڊ جي اتر ۾ ھڪ ھائوسنگ ڪالونيءَ ۾ گنگوءَ ھڪ پلاٽ خريد ڪيو. ان پلاٽ تي جھول شھر جي ھڪ سياستدان ۽ مدرسي جي ھڪ مھتمم قبضو ڪيو. گنگو گھڻو ئي گوڙ ڪيو، مختلف ماڻھن جي درن تي وڃي دانھن ڏنائين. نيٺ پنچن چيس تہ "ويھہ تہ فيصلو ٿا ڪريون!" فيصلي ۾ ڪيس چيائون تہ " چڱو ھاڻي توکي پلاٽ جا ڏھہ ھزار ٿا ڏيون!" اھو فيصلو ٻڌي گنگو چيو تہ "آئون اوھان سڀني کي سڃاڻان! منھنجو حق کائڻ لاءِ سڀ متفق آھيو! مون اوھان جي تاريخ پڙھي آھي، اوھان وحشي ماڻھو آھيو. اوھان کان انصاف ڪونہ ملندو. منھنجو پلاٽ اوھان ڦٻائي چڪا آھيو. ھاڻي مونکي اھي ڏھہ ھزار ڪونہ ٿا کپن!!"

## سنڌي اسڪول ۾ پڙھڻ سان گڏ انگريزي ٻولي پڙھڻ

چوٿين ڪلاس دوران جھول شھر ۾ انگريزي پاڙھڻ جو اسڪول کليو. جنھن اي پي ڪلاس (Anglo Primary Class) چوندا ھئا. انھيءَ اي پي ڪلاس ۾ ھڪ عدد انگلش ٽيچر ھوندو ھئو. جھول ۾ اھو اسڪول ڍورن واري ڍڪ ۾ موجود ھڪ ڪمري ۾ کوليو ويو. پرسان ڍڪ منشيءَ جي آفيس ۽ ان سان متصل جانورن جو واڙو، جنھن ۾ ھڪ شيڊ نھيل ھو. ڍڪ يعني "جانورن جو جيل" ان جو مضبوط لوھي شيخن وارو دروازو. انگريزي پڙھڻ سان گڏ اھو ڍڪ ٻارن جي دلچسپيءَ جو مرڪز ھوندو ھئو. ڪڏھين ڪڏھين انھيءَ ڍڪ ۾ پاڻيءَ جي واھن جا داروغا، ڌاڙن جو مال ڪاھي اچي ڍڪ ۾ ھڻندا ھئا ۽ ڪڏھين ائين بہ ٿيندو ھئو جو ڍل ڏيڻ ۾ ناڪام زميندارن جا ڍور ڍڳا تپيدار ڪاھي اچي ڍڪ ۾ واڙيندا ھئا. ان زماني ۾ ڍل نہ ڀيارڻ ڪري زميندارن جا نہ رڳو ڍور ڍڳا واڙيا ويندا ھئا پر ڪڏھن ڪنھن قرضي ۽ ڪٺل زميندار جي ڪنارو جيپ بہ تپيدار پڪڙي ڍڪ ۾ واڙي ڇڏيندا ھئا. انھيءَ موقعي تي واھن جي پٽڙين سان ڪنئونس ڪندڙ پنھنجو مال ڍڪ مان ڇڏائڻ لاءِ ڍڪ منشي سان بحث مباحثو، منٿ ميڙ ڪري ڏنڊ جي رقم گھٽ ڪرائي مال آزاد ڪرائي ويندا ھئا.

ائنگلو پرائمري اسڪول جي جيئن تہ پڙھائي فقط ھڪ سبجيڪٽ يعني انگريزي ٻوليءَ ۾ ٿيندي ھئي، تنھن ڪري تعليم جا ٻيا مضمون پڙھڻ لاءِ ڪلاس چوٿين، پنجين، ڇھين ۽ ستين جي پڙھائي صبح جي شفٽ اندر پرائمري اسڪول ۾ ٿيندي ھئي. ھڪ وڳي ڏاري موڪل ٿيڻ بعد گھر ۾ بہ ڪلاڪ آرام ڪرڻ کان پوءِ انگريزيءَ جا ڪتاب ڪڇي ڍڪ ۾ قائم ٿيل اسڪول ۾ شام جو ساڍي چئين وڳي تائين ويٺو پوندو ھو.

شروع ۾ اسان جو نگلش ٽيچر عبدالرحيم خانزادي نالي مقرر ٿيو. ھي سائين سرھاڙي جي پاسي جو رھاڪو ھو. سنڌي ٻولي بہ چڱي خاصي ڳالھائيندو ھو. سندس خوبي اھا ھئي تہ تمام نرم طبيعت انسان ھو. ڪڏھن بہ ڪاوڙ ڪونہ ڪيائين، ھاڻي شروعات تي وڏي اي بي سي (A B C) سان ان بعد ننڍي a b c، آخر ۾ گلن واري اي بي سي. تن ليڪن واري نوٽ بوڪ تي لکڻ جي

مشق ڪرڻي هوندي هئي. لکڻ لاءِ مس واري پين ممنوع هئي. ۽ "O" نب واري اسٽيل سان اکر لکڻا پوندا هئا. اسان جي هر ڊيسڪ تي ٻن شاگردن جي سيٽ جي سامهون مس ڪپڙيون ٻه فٽ ٿيل هونديون هيون. ان زماني ۾ نيري رنگ واري مس جون هڪ آني ۾ ٽي چار ٽڪيون ملي وينديون هيون، جن مان زبردست قسم جي نيري رنگ جي مس جُڙي پوندي هئي. جيئن ته مونکي سنڌي صورتخطي ۽ خوشخطيءَ جو شوق هوندو هو. استادن جي رهنمائي سان ڪانهن مان قلم تراش ڪرڻ ۾ ميٽ لڳل پٽيءَ تي قلمي اکر لکڻ جي ڪافي قدر مشق ڪيل هئي، ان ڪري انگريزي اکرن ۾ به هڪ توازن ۽ خوبصورتيءَ جو هنر حاصل ٿي ويو. يعني ته انگريزي جي تحرير ۽ ڊڪٽيشن (Dictation) تي استادن کان شاباس ملندي هئي. ساڳئي وقت ۾ انگريزي زبان جي تحرير ۾ Spelling جو اوکو ڪم جيڪو اڪثر شاگردن لاءِ شروع ۾ ڏکيو ٿيندو آهي، اهو هنر به منهنجي حافظي ۾ محفوظ ٿيندو ويو. ياد رهي ته انگريزي جو اچارڻ (Spelling system) عجيب وغريب ۽ ڪنهن هڪ اصول ۾ ڪونه ٿو اچي، جنهن تي عبور حاصل ڪرڻ شروع ۾ ٿورو مشڪل ضرور لڳندو آهي. هاڻي ڇا ٿيو جو انگريزيءَ جو پهريو درجو (Standard) پاس ڪري ٻئي درجي ۾ آياسين، انگريزي لکڻ ۽ پڙهڻ جي مهارت چڱي خاصي حاصل ٿيندي وئي، مگر ٻولي جي هڪ مهارت يعني ڳالهائڻ (Speaking) جو چاڙهو ڪونه هو. اها ان زماني جي تدريس ۾ خامي يا ڪوتاهي هئي. اسان فقط رٽيل سوالن جا جواب ڳالهائي سگهندا هئاسون، مگر رواني سان انگريزي ڳالهائڻ جي سکيا ڪونه ٿيندي هئي.

سائين عبدالرحيم خانزادي کان پوءِ اٽڪل ٻن مهينن لاءِ هڪ باريش بزرگ جيڪو پهريان ريلوي ۾ اسٽيشن ماسٽر هو، اهو ڪنهن سبب جي ڪري اها نوڪري ڇڏي، اسان وٽ استاد ٿي آيو. سندس انگريزي جي تحرير تمام خوبصورت هوندي هئي. اهو بزرگ فقط ٻه مهينا اسان وٽ رهيو. ان بعد رحيم بخش لغاري استاد بنجي آيو. سائين رحيم بخش لغاري هالا سعيد آباد جي پاسي جو رهاڪو هو. اسين هاڻي انگريزي ٽئين درجي ۾ اچي وياسين.

هوڏانهن ٻئي پاسي سنڌي زبان جي تعليم ڇهين، ستين درجي ۾ پهچڻ واري هئي، ان وقت پرائمري تعليم جو نصاب تمام وسيع هوندو هئو ڪلاس پنجين کان ستين تائين انگي حساب (Arithmetic)، جاميٽري، برصغير جي تاريخ، چندر گپت کان لارڊ مائونٽ بيٽن تائين ۽ دنيا جي جاگرافي سان گڏ هڪ ٻيو مصيبت پريو مضمون " ڏيهي حساب" هوندو هئو جيڪو اڪثر مسلمان شاگردن کي سمجهه ۾ ڪونه ايندو هئو. اهو ان ڪري جو ڏيهي حساب اسان جي ديسي وڻج واپار ۽ ڏيهي بئنڪنگ جي مضمونن تي مشتمل هوندو هئو. نِرو وياج (Simple interest) گڏيل وياج (Compound Interest) جا سوال، اناجن جي تور ماپ، اگهه پاڙ معلوم ڪرڻ، روپيا، آنا، پئسا ۽ پاين جو حساب لڳائڻ، مسلمانن جي مغز ۾ اچڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي لڳو. پوءِ ان سان گڏ هنڊي، پائنٽ، پرپائنٽ جا مقصد به عقل ۾ ڪونه ٿي ويٺا. اها هنڊي وغيره شڪارپور جي بئنڪنگ جي اصولن تي مشتمل سبجيڪٽ هوندو هئو. تنهنڪري ڇا ٿيندو هيو ته فائنل جي امتحان ۾ اڪثر

مسلمان شاگرد ڏيهي حساب ۾ ڦاسي پوندا هئا. انهيءَ فائنل امتحان ۾ صحت سکيا جو مضمون تمام اهميت وارو هوندو هيو اهڙو مضمون اڳڪلهه مڪمل طور ڪونه ٿو پڙهايو وڃي.

بهرحال سائين صوفي سومر خان لغاريءَ جي مهربان صورت مونکي ڏراڙمان ڦري علم پرائڻ واري راهه تي لڳايو. سائين سومر خان صوفي کان پوءِ استاد عبدالرحيم ٽالپر، جيڪو ڳوٺ جمعي خان ٽالپر جي پاسي جو رهاڪو هو سو مئياڻيءَ مان ماستري جي ٽريننگ وٺي اچي اسان واري سنڌي اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو. سائين جو مزاج ميراڻوءِ نادري هيو. سندس ميز تي "مولا بخش" موجود رهندو هو ءِ غلطيءَ جي سزا هٿن تي ڏڪن جا سور سهندي، سهڻي پوندي هئي.

ان زماني ۾ جهول جي مشهور هندو زميندار سيٺ ڪلياڻ داس جي ماڙيءَ تي ڪنهن مير صاحبان جي مخالف ماڻهو ٿي قبضو ڪيو. تنهنڪري مير جان محمد خان ٽالپر، استاد عبدالرحيم ٽالپر کي چيو تہ انصاري چوڪ وارو پانڊو اسڪول خالي ڪري وڃي سيٺ ڪلياڻ داس جي ماڙيءَ ۾ درس و تدريس ۽ علم جا واهڙ وهايو. پوءِ اسان کي استاد عبدالرحيم جو حڪم نادري ٿي ويو. اسڪول جون ميزون ۽ بئنچون ڍوئي، سيٺ ڪلياڻ داس جي مشهور ماڙيءَ ۾ رکيوسون. ياد رهي ان زماني ۾ جهول شهر جيڪو سمورو هندن جي گهرن، محلن ۽ دوڪانن تي مشتمل هئو انهن عمارتن ۾ ان وقت سيٺ ڪلياڻ داس جي اوچي بلند و بالا ماڙي مشهور هئي، جنهن جي هيٺين منزل ۾ هڪ وڏو هال، اتر طرف هڪ ننڍو ڪمرو اولهہ طرف گهٽيءَ ۾ وسيع ورانڊو ۽ مٿئين منزل تي هڪ ڪمرو پاسي ۾ ورانڊو ۽ چڱو خاصو اڱڻ موجود هو. جهول شهر جي مرڪزي آباديءَ ۾ گهر، گهٽيون، حويليون، ماڙيون، دڪان ۽ بازاريون سڀ هندن جي ملڪيت هيون، سواءِ ننڍڙي مگر سهڻي جامع مسجد جي. اهي محل ماڙيون، ويران ٿيون، ان بعد ڇا ٿيو ان جو ذڪر اڳتي هلي ڪندس.

ان وقت اسان جي پرائمري اسڪول ۾ مير ضيغم الدين ولد مير الهہ بخش ٽالپر، سندس هم عمر جيڪي جونيئر ڪلاس ۾ پڙهندا هئا. مير غازي خان ٽالپر جو ٻيو نمبر فرزند مير ظفر علي، سداواهي خاصخيلين جا ڪجهہ ڇوڪرا ۽ شر بلوچن جا ٻار اسان جا هم مڪتب هئا. شرن ۾ چاچي مالڪ ڏني جو فرزند ادو گل حسن منهنجو هم ڪلاسي آهي، تمام ڳٽائتو ماڻهو آهي، جنهنجو اڳتي هلي ذڪر ڪرڻو آهي.

## شخصيتون ۽ شهر جو حال

مير ظفر علي جڏهين جهول ۾ پڙهائيءَ ۾ چاڙهو ڪونہ ڪيو تڏهين مير وڏي، مير ظفرعلي خان کي ڪنهن مدرسي ۾ ديني تعليم ڏيارڻ جو ارادو ڪيو ۽ مير ظفر علي خان کي وٺي وڃي نيڙهيءَ جي سنڌ مشهور مدرسي ۾ داخل ڪرايائين، جتي هڪ سال کان پوءِ مدرسي جي معلمن مير وڏي کي اچي عرض ڪيو تہ پنهنجي فرزند کي گهر ڀيڙو ڪري، ڇوتہ هو ٻين خطابين کي

فلمون ڏيکاري خراب ٿو ڪري. بهرحال نيڙهي پلٽ مير صاحب، سندس والد جي وفات کان پوءِ فقه جعفريه اختيار ڪئي. ياد رهي ته سندس والد مير غازي خان مذهبي خيالن جو نيڪ نمازي سُني طريقي تي هلندڙ بزرگ ۽ جهول شهر جي جامع مسجد جو مستقل صدر ۽ مددگار هوندو هو.

استاد عبدالرحيم ٽالپر جون به خوبيون مشهور هيون، هڪڙي شاگردن کي زبردست مار ڏيڻ ۾ سندس ٻي خوبي هئي، پگهار جي پئسن جي ڪيئن بچت ڪجي. ان زماني ۾ استادن کي پگهار اسڪول ۾ اچي ادا ڪيو ويندو هو. هر دفعي جڏهن استاد کي پگهار 80-90 رپيا ملندو هو ان مان فقط 10 رپيه رکي، باقي پئسا پوسٽ آفيس سيونگ بئنڪ ۾ رکندو هو. سندس صبح جي ماني وڏيري حبيب الله خان پنپيري وٽان ايندي هئي ۽ رات جي ماني مير صاحبن جي حويلي مان. استاد جا سليپر پالش يا مرمت جي طلب ڪندا هئا ته ميگهواڙ شاگرد کي ڏيندو هيو جيڪو پنهنجي موچي پيءُ کان ڳنڍ ٽوپ ۽ پالش مفت ۾ ڪرائي ڪٽي ايندو هو. استاد کي شيو ڪرڻ لاءِ هڪ استرو/ پاڪي هوندو هو ان کي تيز ڪرڻ لاءِ حجام جي ڇوڪري کي ڏيندو هو ته سندس والد جي دوڪان تان پاڪي تيز ڪرائي اچي. باقي رهيا ڪپڙا ڌوئارڻ ان لاءِ آئون خود ۽ ماستر لڪاڏنو خاصخيلي سندس ڌوبي ٿي ڪم ڪندا هئاسون. ڪپڙن جا هڪ به ميرا وڳا ٻن آنن واري ڪاري صابڻ جي ٽڪي سان اسين جهول جي وڏي ڪڏ/ تلاءَ وٽ ڌوٻي گهاٽ جي پٿر تي ڌوئي، سڪائي اچي پيش ڪندا هئاسون. هن ڪم مان مونکي پنهنجن ڪپڙن ڌوئڻ جو هنر مليو ۽ ميرپور خاص ۾ پڙهڻ دوران آئون پنهنجا ڪپڙا پاڻ ڌوئي پائيندو هوس. اسان جي استاد پنهنجي حق حلال جي پگهار مان بچت ڪري آخري ڏينهن ۾ اٽڪل ٽي سئو ايڪڙ زمين جا ٺاهيا ۽ آخري عمر تائين حڪمت سان گڏ سانگهڙ شگر مل وٽ هڪ مانڊٽي کولي، ٽرڪ ۽ ٽريڪٽر ڊرائيورن کي ڪمند جا انڊينٽ فارم ڀري ڏيندو هو. ان سان گڏ حڪمت به هلائيندو هو.

هن محترم استاد جي مار کان ڪوبه شاگرد ڪونه بچيو ڀلي مير هجي يا وڏيرو. مونکي هڪ دفعي چڱي خاصي مار ڏنائين ته آئون آچر ڏينهن اڀپور ۾ علي ڏني شاهه قلندر بخاري وٽ والي بال مئچ کيڏڻ ڇو ويو هوس. حاجي عثمان خاصخيلي، ادو گل حسن، خود مير ضيغم ٽالپر کي استاد جي مار جو مزو چکڻو پيو. هوت تنبراٽي وڏي ڊگهي قد وارو شاگرد ۽ گهنبڻ مان ايندڙ چانگ شاگرد پڻ مار جو مزو چکي چڪا هئا. مار جي وقت ادي گل حسن جي ترڪي ٽوپيءَ جو گل هر ڏڪ تي لڏندو هو. حاجي عثمان خاصخيلي مار ملڻ کان اڳ پڪي گاني جي انداز ۾ رڙيون ڪندو هو. بهرحال استاد ته هر حال ۾ استاد هو ۽ پنهنجو وارو وڃائي ويو. البته اهو چوندس ته سائين ڊيوٽيءَ جو پابند ۽ پڙهائڻ جي هنر جو وڏو ڄاڻو استاد هو جنهن ماري ڪٽي اسان کي ته پڙهايو پر افسوس سندس فرزندن مان ڪوبه باقاعده پڙهي ڪونه سگهيو.

آئون اجان ٽئين درجي انگريزي ۾ هئس ته منهنجا هم ڪلاسي وڌيڪ انگريزي پڙهڻ لاءِ ٻين شهرن ڏانهن وڃڻ لڳا، ڇاڪاڻ ته جهول وارو A.P class فقط ٽن درجن تائين تعليم ڏيندڙ هو. ان ڪري مونکي به شوق ٿيو ته وڌيڪ تعليم لاءِ آئون به ڪٿي وڃان. غربت سبب ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه ٿي آئي. ڪافي ڏينهن انهيءَ ٻڌتر ۾ گذريا، نيٺ وڃي ان مسئلي جو حل ڳوليم. ان

زماني ۾ فقير محمد رحيم مهر ميرپور خاص ۾ مقيم هو. اُتي هفتيوار " الفقراءَ" اخبار ڪڍندو هو. مون حجت ڪري وجي ڪيس چيو تہ مونکي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميرپور خاص ۾ داخلا وٺرائي ڏئي. منهنجو خيال هو تہ هاءِ اسڪول جي بورڊنگ هائوس ۾ مونکي "فري بورڊر" جي سهولت ملي ويندي. ان جي نتيجي ۾ محمد رحيم مهر مونکي مير پور ۾ پنهنجي رهائش گاهہ تي رهايو ۽ هاءِ اسڪول ۾ داخلا وٺي ڏنائين.*

آخر تياري ڪري هڪ ڏينهن جهول جي ريلوي اسٽيشن تي بابا مونکي الوداع ڪرڻ آيو. مونسان گڏ هڪ سونهون ماڻهو بہ گڏ هيو. جنهن کي ميرپور شهر ۾ مونکي الفقراءَ هائوس تائين پهچائڻو هو. انهيءَ راجا واري ريل ۾ سفر ڪرڻ جو اڳئي دل ۾ ڪافي شوق هيو. منهنجو پهريون ريل جو سفر مونکي ڪافي قدر رومينٽڪ پئي محسوس ٿيو. جهول کان ميرپور خاص ڏانهن اسٽيشون ڳڻيندو پئي ويس. نيٺ ميرپور خاص جنڪشن اچي وئي. ميرپور خاص ريلوي اسٽيشن واقعي شاندار نهيل هئي. اتان اسٽيشن تان ٽانگي تي سوار ٿي ميرپور خاص جي بُخاري پڙ، نائي پاڙي ۾ واقع الفقراءَ هائوس پهتاسون. الفقراءَ هائوس بخاري پڙ جي چونڪ ۾ هندن جي ڇڏيل هڪ بہ ماڙ بلڊنگ ۾ واقع هو. سامهون بخاري پڙ جو وسيع چوڪ هو. جنهن ۾ نمن جا وڏا وڻ ڇانو ڪيو بينا هئا.

هڪ ٻن ڏينهن ۾ منهنجي داخلا گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميرپور خاص ۾ ٽئين درجي انگريزي ۾ ٿي وئي. ان وقت هاءِ اسڪول ميرپور خاص جو هيڊ ماستر دين محمد آرائين تعلقي سنجهوري جي ديهہ 22 جو رهاڪو هو. پهرئين ڏينهن ڪلاس ۾ ويهڻ کان پوءِ مونکي احساس ٿيو تہ آئون غريب جو ٻار، مال جو ڌراڙ هن ڪلاس ۾ اوپرو پيو لڳان. خاڪي پينٽ ۽ سفيد قميص ان وقت هاءِ اسڪول جي شاگردن جي ڊريس هئي. پهرئين ڏينهن جڏهن ڪلاس ٽيچر جڏهن حاضري پڪاري تہ مون اٿي بيهي Yes Sir چيو. ڪلاس ٽيچر **سائين نظر محمد عباسي** مونکي ڏسي مسڪرايو هيءُ ڇت ڪٿان اچي ويو آهي. مون سائين نظر محمد کي ديدار خواهہ پوشاڪ ۾ واقعي هڪ مثالي استاد جي نظر سان ڏٺو. سائين جا دليپ ڪٽ وار، سوٽ، ٽائي ڪافي متاثر ڪندڙ هئا.

پهرئين ڏينهن سائين ٽئين درجي جي انگريزي ڪتاب مان ڊڪٽيشن لکائي، ڪلاس جي شاگردن جا نوٽ بوڪ ميز تي رکي چيڪ ڪيا. اسپيلنگ جي غلطين تي گول ليڪا ڏيندو پئي ويو. خوشقسمتيءَ سان منهنجي لکائي ۾ ڪابہ غلطي ڪونہ هئي ۽ منهنجي انگريزي تحرير بہ ڪافي قدر معياري هئي. استاد ڪلاس جي شهري ٻارن کي ٻڌايو تہ الهورائي جي ڊڪٽيشن ۾ ڪابہ غلطي ڪونهي. استاد جي ان ريمارڪ منهنجي خود اعتمادي بحال ڪري ڇڏي، موڪل کان پوءِ گهر وڃي مون ڪوشش ڪئي تہ منهنجي مٿي جي وارن جي هيئر ڪٽ بلڪل ڪلاس جي ٻين شهري ڇوڪرن وانگر هئڻ گهرجي، ان لاءِ نائي پاڙي جي حجام کان مدد ورتيم.

اها سڄي شام آرسي جي سامهون بيهي " ڇٻي سينڌ" اردوءَ ۾ جنهن کي "ترڇي مانگ" چيو ويندو آهي، ان اسٽائيل تي ويهارڻ جي ڪوشش ڪيم. نئون تجربو هو جنهن بابت ڪوشش

---

* هيءُ 1954ع جو واقعو آهي

ڪري وارن جي اسٽائيل کي رائج فيشن مطابق ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيس. ان وقت هاءِ اسڪول ۾ سائين الهڏنو مهر صاحب به استاد مقرر ٿيل هيو جيڪو اسان واري رهائش جي پرسان رهندو هو. صبح جو سائين مهر صاحب سان گڏ اسڪول ويندو هئس. الهڏنو مهر صاحب, ميرپور خاص (ڪاڻ) جي جماعتي مهرن مان پڙهيل لکيل نوجوان استاد هو. هن صاحب به منهنجي ڪافي حوصلا افزائي ڪئي. ٻئي پاسي سائين نظر محمد عباسي جي مهربان طبيعت به مونکي ڪلاس ۾ ايڊجسٽ ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. سائين نظر محمد عباسي صاحب, ٿور ڳالهائو ۽ مسڪرائيندڙ طبيعت وارو استاد هيو. ڪلاس ۾ پهريائين واقفيت شرف الدين نالي هڪ شاگرد سان ٿي. جيڪو ڪڏڙي جي پاسي ڪان هتي, پڙهڻ آيو هو. ڪلاس ۾ سائين نظر محمد عباسيءَ جو ننڍو ڀاءُ ”مظهر عباسي“ ننڍڙي قد وارو هوشيار ٻالڪ به هم ڪلاسي هيو. هڪ ٻيو مزيدار ڪلاس ميٽ هيو ”خوشي رام“ ميرپور خاص جي اوائلي وڏن سيٺين جو اولاد. قد بت ۾ ڪجهه وڏيڪ ٿلهو هوندو هئو جنهن ڪري اسڪول جا شرارتي ڇوڪرا موٽو موٽو ڪري خوشيءَ کي چيڙائيندا هئا ۽ خوشي به پنهنجي طبيعت ۾ ويڙهاڪ طبع هو. چٽر ڪندڙ ڇوڪرن سان ٺونشي بازي ڪرڻ لڳندو هو. خوشيءَ سان به ڪافي بي تڪلفي ٿي. ٽيون نمايان شاگرد هندو سيٺين جو ڪڙو قد, ٿور ڳالهائو ۽ هميشه مسڪرائيندڙ ڇوڪرو جنهن کي ”جئه“ سڏيندا هئاسين, سندس رهائش عمر ڪوٽ روڊ جي پاسي ڪاٽن فيڪٽرين ڏي هوندي هئي.

## استادن جو ذڪر

اسان جي سنڌي سيڪشن ۾ سائين نور محمد ناريجو صاحب رياضيءَ جو ٽيچر تمام چست اداڪار ٽيچر, سائين الهڏنو مهر صاحب به پنهنجا سبجيڪٽ پاڙهڻ ايندا هئا. پهريون پيرو جڏهن ”ڊرائينگ“ جو پيرڊ لڳو ته سمورو ڪلاس مٿئين منزل ۾ ” ڊرائينگ هال“ ۾ وڃي ويٺو. ڊرائينگ هال ننڍين وڏين تصويرن سان تمام سهڻو سينگاريل ۽ متاثر ڪندڙ هو. اسان جو ڊرائينگ جو ٽيچر **سائين ٺارو شاهه** نالي تمام پلوڙ استاد هو. مزيدار ڳالهه اها ته سائين ٺارو شاهه جو تعلق به سنڌ جي شهر ٺارو شاهه سان هو. جيڪو مشهور راڳي ماسٽر چندر جو شهر هيو. ڊرائينگ هال ۾ پنهنجي پنهنجي ڊيسڪ تي ويناسين. استاد صاحب ڇوٽو پنو ڊرائينگ پيپر, هڪ پينسل ۽ ربڙ هرهڪ شاگرد کي ڏنو ۽ پاڻ بورڊ تي ڪنهن شئي جي نمائشي تصوير ڪڍي سمجهائيندو به ويو ۽ پوءِ اسان کي چوندو هو ته اها تصوير پينسل سان ڏنل ڪاغذ تي ناهي پنهنجو نالو ۽ ڪلاس لکي استاد جي حوالي ڪريو. آئون جيڪو وقت هاءِ اسڪول ۾ هوس. انهن ٽن چئن سالن دوران ” ڊرائينگ هال“ منهنجي لاءِ آرٽ جو هڪ نمايان نمائشي هال رهيو. مون ڏٺو ته ڊرائينگ ۾ ڪيترائي شاگرد تمام وڏيون تصويرون ناهي رهيا هئا. ان اسڪول ۾ مولوي قادر بخش ميرپور خاص واري جامع مسجد نزد ريلوي اسٽيشن جو خطيب عربي پاڙهيندو هو. آئون فارسي پڙهندو هوس, جيڪا عباسي صاحب هڪ بندري قد جو تمام چست ۽ سخت طبيعت وارو استاد

پاڙھيندو ھيو. اھو عباسي صاحب جنرل ايوب جي زماني ۾ پوءِ اسلام آباد ڪنھن آفيسرانہ عھدي تي چونڊجي ويو ۽ پوءِ اسان جو جماعتي استاد الھڏتو مھر صاحب پوليس ۾ ASI ڀرتي ٿي ڪراچي ھليو ويو.

اردو ڪلاسن جي استادن ۾ نمايان "قمر صاحب" چوٿين درجي جو ڪلاس ٽيچر، پينٽ ۽ شيرواني ۾ ملبوس ۽ نڪ تي خاص عينڪ پاتل ھڪ شاعر نما استاد ھوندو ھيو. سندس شخصيت بہ متاثر ڪندڙ ھئي. اھو ان لاءِ ٿو چوان جو شايد پنجين، ڇھين ڪلاس دوران آئون ھڪ مھينو لاڳيتو غير حاضر رھيس ۽ ڪلاس مان منھنجو نالو خارج ڪيو ويو. مھيني ڪان پوءِ واپس جڏھن اسڪول ويس تہ مونکي ھيڊ ماستر دين محمد آرائين صاحب وٽ پيش ڪيو ويو. مون وري داخلا لاءِ عرض ڪيو. دين محمد صاحب غير حاضري بابت سخت سرزنش ڪرڻ ڪان پوءِ چيو تہ سنڌي سيڪشن ۾ ڪابہ سيٽ خالي نہ آھي، باقي اردو سيڪشن ۾ تنھنجي داخلا بحال ٿي سگھي ٿي. مون لاچار ھا ڪئي. ان سال اردو سيڪشن جو ڪلاس ٽيچر محترم "قمر صاحب" ھيو. جنھن تمام پياري انداز ۾ مونکي ڪلاس ۾ ويھاريو ۽ جڏھن لوڪل امتحان ٿيو تہ ان ۾ منھنجو ٻيو نمبر اچڻ تي ڪلاس ۾ اسٽيج تي سڏي اردو شاگردن کي چيائين تہ "ڏسو ھي سنڌي ميڊيم جو شاگرد ھڪ سال اوھان سان گڏ اردو ميڊيم ۾ پڙھيو ۽ نمايان نمبر حاصل ڪيو اٿس."

انھيءَ عرصي دوران ھڪ ڏينھن مولوي قادر بخش بزرگ صورت عالم، فاضل عربيءَ جو استاد اسان جي ڪلاس ۾ آيو ۽ چيائين تہ عربي ڪلاس ۾ تمام گھٽ طالب علم آھن، حالانڪ اھا اسان جي قرآن شريف جي ٻولي آھي، ان جي تعليم حاصل ڪرڻ ھر ھڪ مسلمان لاءِ تمام ضروري آھي. تنھن ڪري منھنجي عربي ڪلاس ۾ اچي نالا داخل ڪرايو. آئون پنھنجي اسلامي جذبي سان سرشار ٿي وڃي عربي ڪلاس ۾ وينس ۽ فارسيءَ کي الوداع ڪيم. حالانڪ ڪئمپ جي قيد دوران ڪئمپ جي مدرسي ۾ ناظره قرآن پڙھڻ سان گڏ، آئون ڪافي قدر فارسيءَ جو درس حاصل ڪري چڪو ھئس. مونکي ان ڪتاب مان "ڪريما بہ بخشاء برحال ماـ ڪ ھستم اسيري ڪمندِ ھوا" سمورو ياد ھو. باقي عربي پڙھڻ مان ثواب تہ ٿيڻو ھو سو ٿيو. باقي عربي زبان جي سمجھڻ، پڙھڻ، لکڻ، ڳالھائڻ ۾ ڪابہ نمايان حاصلات ڪونہ ٿي. اڄ تائين اسان جي اسڪولن ۾ عربي لازمي مضمون تہ آھي، پر پاڙھڻ وارا مولوي صاحبان ٻولي سکيا (Teaching of language) بابت ڪجھہ بہ ڪونہ ٿا ڄاڻن. تنھنڪري اھو مضمون نقل سڪل ڪري فقط پاس ڪرڻ لاءِ ھوندو آھي. اصل مطلب ھو اسان جي مدرسائي ۽ جديد تعليمي نظام منجھان سعودي اشاري تي فارسي کي نيڪالي ڏيڻ. باقي فارسي تہ سنڌ جي مدرسن ۾ مغلن، ارغونن، ڪلھوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ رائج ھئي ۽ مغل/ ايراني سامراج جي زيردست ٻولي ليکبي ھئي. ان دور ۾ فارسي جي ايتري ئي اھميت ھئي، جيتري ھينئر انگريزي جي آھي. ٻيوتہ فارسي سامراج دوران جيڪو بہ ادب برصغير بابت لکيو ويو اھو نوي سيڪڙو فارسي ٻوليءَ ۾ ھيو. پر فارسي پاڪستان مان ايراني ۽ عربي تڪرار سبب تڙجي ويئي ۽ عربي ڪو چاڙھو ڪونہ ڪيو. ڇاڪاڻ تہ عربي ٽيچر صرف

نالي جا عربي استاد ھئا، ھنن وٽ عربيءَ جي مهارت بلڪل ڪونہ ھئي. تنهن ھوندي بہ مون جڏھن مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو تہ عربيءَ جي مضمون ۾ Distinction حاصل ڪيم.

اسڪول ۾ باز خان نالي انگريزي فوج مان ريٽائر ٿيل اسان جو ڊرل ماستر عجيب غريب شخص ھو. ٿورو منڊائي ھلندو ھو۽ پريڊ ڪرائڻ وقت قدم کڻڻ جي ٽائمنگ ۽ ٻار جي پوزيشن جو وڏو خيال ڪندو ھو. اسان جي ڪلاس ۾ لال داس نالي ڇوڪرو پڙھندو ھو سندس ماءُ، پيءُ سيشن جج جي بنگلي تي صفائي جي عملي ۾ شامل ھئا. اتي ئي سرونٽ ڪوارٽر ۾ رھندا ھئا. لال داس صاف سٿرو ۽ سھٽو ٻار ھو سندس ليفٽ رائيٽ باز خان کي ڏاڍي وڻندي ھئي. ڪوئيڪ مارچ جو آرڊر ڏيڻ کان پوءِ "باءِ دي ليفٽ" جو آواز ڪندي زور سان چوندو ھو تہ "لال داس ڪا پوزيشن بھت اڇا ھي." مطلب تہ لال داس جا قدم باز خان کي پسند ھئا.

ھاءِ اسڪول جو ھيڊ ماستر دين محمد آرائين صبح جي اسيمبليءَ ۾ ھڪ حديث شريف جو ڪتاب کڻي واعظ فرمائيندو ھو. گرميءَ جي موسم ۾ سندس واعظ تمام ڊيگھہ ڪندو ھو. ڪڏھين ڪڏھين ڪمزور ٻار ڦيري کائي زمين تي ڪري بہ پوندا ھئا پر سندس فرمان ھوندو ھئو تہ " ڪمزور لڙڪي بيٺ جائين اور واعظ سنين!!"

موڪل کان پوءِ اڪثر ڪري آئون ۽ خوشي رام پھلوان گڏجي نڪرندا ھئاسين. ڪليڪٽوريٽ جي آفيس کان اڳي حيدرآباد روڊ وٽي شھر ڏانھن ھلندا ھئاسين. پادري اسپتال کان ٿورو اڳتي ھلندي، پوليس لائين جي مخالف طرف شاھہ لطيف گرلس ڪاليج ايندي ھئي. اھا ھڪ تمام وسيع ۽ قلعي نما عمارت ۾ قائم ھئي. ان وٽان گذرندي خوشي رام چوندو ھئو " الھورايا! اھا بلڊنگ اسان جي ھئي، پيڻ ........ (گار ڏئي) اسان کان ڦري ورتي، ھاڻي اسين پنھنجي ئي جڳھہ ۾ رھون ٿا." ھڪ دفعو اسڪول جي ڪم سانگي اسان ڪجھہ شاگرد ان گرلز ڪاليج ۾ وياسين، مون ڏٺو تہ بلڪل قلعي نما ديوار اندر ھڪ وسيع محلات تعمير ٿيل ھئي! انھيءَ عمارت جي سج ڌج ڏسڻ بعد مون سوچيو تہ خوشي رام جي ان جارحانہ انداز ۾ ڪيتري نہ سچائي ھئي. ميرپور ڇڏڻ کان پوءِ نہ وري ڪو لال داس سان ملاقات ٿي، نہ ڪو خوشي رام پھلوان مليو. جنھي بابت مون ٻڌو تہ ھو انڊيا لڏي ويا آھن. (جتہ ميرپور خاص جي وڏي سيٽ جو پٽ ھو) انھن ھم ڪلاسي دوستن مان فقط مظھر عباسي سان ملاقات ٿي سگھي. ھو ھاءِ اسڪول جو سينيئر ٽيچر ھو پرائمري سپروائزر بہ رھيو ۽ جڏھين ميرپور ۾ بورڊ قائم ٿيو تہ بورڊ ۾ پارٽ ٽائيم ڪم ڪندڙ ھو. ھڪڙا بہ جٽا چاچڙ برادرز بہ منھنجا ھم ڪلاسي ھئا. اصل ۾ اتر پاسي جا ھئا. سندن مائٽ ٽيليفون ڊيپارٽمينٽ ۾ ملازم ھئا، انھن يارن سان بہ اسڪول لائيف بعد ملاقات ڪو نہ ٿي. ٻڌو اٿم تہ ھمراھہ ساڳئي ٽيليفون کاتي ۾ ملازمت ڪندا رھيا.

## منھنجو شھر جانان۔ ميرپور خاص

حر ڪئمپ مان نڪري جهول شهر ۾ آباد ٿياسون. مينهون چاريندي چاريندي اسڪول وڃي پڙهڻ جو شوق جاڳيو. هاڻي جهول جا وڻ ڇڏي، علم جي تلاش ۾ جڏهين 1955ع ڌاري وڃي ميرپور خاص شهر جا درشن ڪيم. ان وقت منهنجي لاءِ شهر ميرپور خاص وڏو روشنين ۽ باغن بستانن، گلن ۽ سونهن ڀريو شهر لڳو. مير صاحبان جو وسايل هيءُ شهر مون لاءِ تمام وڏو اتساهه ڀريو شهر ثابت ٿيو.

الفقراءَ جي آفيس نائي پاڙي بخاري پڙ ۾ واقع هئي. هن نائي پاڙي جا لڏي آيل ماڻهو گهڻو ڪري، راجستان سان واسطو رکندڙ آهن. مطلب ته ورهاڱي وقت جڏهين هنن فيصلو ڪيو ته هاڻي هجرت ڪري هلون ٿا Promised land ڏانهن، تنهنڪري جئه پور ۽ جوڌپور سندن قافلا راجا واري ريل گاڏيءَ ۾ جوق در جوق سوار ٿي اچي سنڌ ۾ داخل ٿيا ۽ ميرپور خاص جنڪشن واري شهر انهن کي ڪشش ڪئي پوءِ لڏو لاهي لهي پيا ميرپور ۾. هنن لاءِ گهر، محل، ماڙيون، دوڪان ۽ هٽان لڏي ويل هندو خالي ڪري ڇڏي ويا هئا. هنن نوان لڏي آيل لوڪن، نيون ٻوليون ٻوليندڙ ماڻهن ڪجهه اوپري ديدار ۽ پوشاڪ وارن اچي هيءُ شهر وسايو. نائي پاڙي ۾ پير غلام رسول شاهه جيلانيءَ جو حويلي نما گهر هو. پير صاحب جا نوڪر ۽ نوڪراڻيون (ڏاڏا ۽ ڏاڏيون) بخاري پڙ وٽان گذرندي نظر ايندا هئا. پير غلام رسول شاهه صاحب جو خاندان، پنهنجي روحاني جماعت جو رهبر ته هيو پر ميرپور خاص شهر ۾ ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو وڏو قدردان ڇيو ويندو هو. پير صاحب هر سال سموري ملڪ مان ڪلاسيڪي راڳي گهرائي ٽن ڏينهن لاءِ ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي محفل سجائيندو هو.

ميرپور ۾ اچڻ کان پوءِ مونکي خيال ٿيو ته هاڻي هي شهر جانان گهمي ڦري ڏسجي. اڪيلو وڃڻ کان لهرايم پئي، جو واپسي مهل گهر جون گهٽيون ڀلجي ٿي ويس. ان ڪري الفقراءَ جي نوڪر مشتاق کي چيم ته "يارا گڏجي هل ته شهر گهمي ڏسجي." نائي پاڙي جي هڪ پاسي هڪ گهٽي هئي، جنهن ۾ ڪجهه پڇڻ وارا پينجارا ڪم ڪندڙ هئا. ان گهٽيءَ جي ٻئي پاسي تيلين جو پاڙو هو. اهي تيلي به سڀ راجستان مان لڏي آيل هئا. ان گهٽيءَ مان هلندي "ڪاهو بازار" ۾ داخل ٿبو هو. ان وقت ڪاهو بازار جي اها گهٽي ٿوري ويران ٿي ڏٺي، ان ۾ هيڪڙ ٻيڪڙ ڪي ٿورا دڪان آباد هئا. ڪاهو بازار وڃي ميرپور جي شاهي بازار ۾ پوندي هئي. ميرپور خاص جي شاهي بازار چڱي خاصي ڊگهي بازار ٿي ڏٺي. ان جي ٻنهي طرفن کان دوڪان موجود هئا. شاهي بازار جي منهن وٽ ميرپور جي مشهور حلوائي "ڦوٽي حلوائي" جو مشهور دوڪان هيو. هيءُ نالي وارو حلوائي هو. ٻڌو اٿم اڄان تائين سندس نالي سان مٺائي جو دوڪان هلندڙ آهي. اتان هلندي اچي ميونسپل چوڪ تي پهچبو هو جتان کان هڪ رستو حيدرآباد روڊ شروع ٿيندو هو ۽ اسٽيشن جي پاسي هلندي ٻنهي پاسن کان هڪ وسيع رستي واري بازار هئي. جنهن جي هڪ طرف فروٽ جا نهايت سجايل دوڪان هوندا هئا ۽ پاسي ۾ جنرل اسٽورن جي قطار. اها بازار وڃي "مامون جي شاپ" هوٽل ۽ وڏو جنرل اسٽور واقع هو. اتي پهچندي هئي. ياد رهي ته هن هوٽل جو وڏو معيار هو جتي غريب غُربي جي جاءِ نه هئي، فقط زميندار طبقي جا ماڻهو ڪاڏ پيٽ ڪندا هئا.

ٽورو اڳتي اسٽيشن ڏانهن هلندي، مسافر خانہ ۽ هوٽلون شروع ٿينديون هيون. هڪ پاسي ريڊيو دهلي هوٽل تہ ٻئي پاسي پهلوان هوٽل واقع هئا. جتي تمام وڏن لائوڊ اسپيڪرن جي ذريعي فلمي گانن ۽ قوالين جي موسيقي گونجندي رهندي هئي.

سامهون ميرپور خاص جنڪشن جي شاندار ريلوي اسٽيشن واقع هئي. هيءَ اسٽيشن ان زماني ۾ منهنجي رومانٽڪ مشاهدي جو مرڪز هوندي هئي. هن اسٽيشن تي الفقراءَ اخبار جي ڪم سانگي هفتي ۾ هڪ ٻہ دفعا وڃڻو پوندو هو. هن اسٽيشن تي انگريزي طرز جو هڪ عاليشان ريسٽورنٽ هو. جنهن جي ٻاهرين پارڪ ۾ شام جو خاص ڪلاس جا ماڻهو ويٺل ڏسبا هئا. باوردي ٻئرن جي اچ وڃ لڳي پئي هوندي هئي.

## ميرپور جا ٽانگا ۽ مسافر خانہ

ان زماني ۾ ميرپور خاص (ٿرپارڪر) واحد ضلعو هيو. جيڪو مٺي عمر ڪوٽ، اسلام ڪوٽ، ننگرپارڪر ۽ کوکرا پار تائين پکڙيل هيو. هتي سموري ضلعي جون آفيسون، ڪامورن جا دفتر ۽ عدالتون قائم هيون. ان وقت ميرپورخاص نہ صرف واپار جو وڏو مرڪزي شهر هيو. پر ان سان گڏ سرڪاري دفترن ۾ دور دراز کان ايندڙ ماڻهن جا انبوهہ لڳا پيا هوندا هئا. هن وقت جيئن هر پاسي رات ڏينهن بس سروس هلي ٿي، تنهنڪري سرڪاري دفترن جي سائلن جي ڪابہ رش ڪونهي، پر انهيءَ زماني ۾ انهيءَ اسٽيشن روڊ تي رات جو رونق لڳي پئي هوندي هئي. هوٽل گراهڪن سان ڀريا پيا هوندا هئا ۽ مسافرخانہ " هنڌ ڪتولا ماڙيءَ تي" جي مصداق وڏي تعداد ۾ ماڻهو ترسائيندا هئا. ان ڪري مغرب جي وقت انهن مسافر خانن جا منشي مين روڊ تي ايندڙ ويندڙ کي هنڌ ڪتولا ماڙيءَ تي ترسڻ جي دعوت ڏيندا هئا. تيل مالش جا آواز ڪيندي مالشيا پيا هلندا هئا.

ميرپور خاص جي اسٽيشن تي ٽانگا اسٽينڊ، ڪنهن بہ ريل گاڏيءَ جي آمد تي آباد لڳو پيو هوندو هو. هتي تمام سهڻا ٽانگا ۽ سهڻا سنجيل گهوڙا ڏسڻ وٽان هوندا هئا. سريلن ٽانگن جي اسپيشل قطار ڏانهن امير ڪبير ۽ پئسي واريون ڏريون رخ ڪنديون هيون. ڪرايو گهٽ وڌ ٻولي ماڻهو سوار ٿي مختلف محلن، دفترن ۽ بازارين ڏانهن راهي ٿيندا هئا. ميرپور خاص جي اها خوبصورت ٽانگا سروس رڪشا دور کان اڳ پنهنجي عروج تي هئي.

ميرپور خاص مان ان وقت هفتيوار "الفقراءَ" کان سواءِ هفتيوار "همدرد" اخبار بہ نڪرندي هئي. ان جي پريس ۽ دفتر عثمانيہ هوٽل، (جنهن ۾ اڪثر مسڪين جهان خان کوسو ترسيل هوندو هو. ياد رهي تہ مسڪين جهان خان غريب، مسڪينن ۽ مظلومن طرفان اپيلون ۽ درخواستون کنيو پيو ڪامورن وٽ هلندو هو.) مسافر خاني پرسان هيو. ٻي هڪ تمام دلچسپ اخبار "سچائي" جي نالي سان هڪ بيباڪ صحافي غلام محمد لغاري صاحب جي ايڊيٽري ۾ شايع ٿيندڙ هئي. هن اخبار جو ايڊيٽر هڪ دل صاحب جي ادارت ۾ شايع ٿيندڙ اخبار جي ايڊيٽر سان ڪونہ ٺهندو هو.

تنهن ڪري ”خادمِ وطن“ اخبار تي وڏيون چوٽون ڪندو رهندو هو. لغاري صاحب ڇا ڪندو هيو جو ”دل“ لفظ جو جمع لفظ ٿاهي، ان پويان سردار لکي ڇڏيندو هو. خادمِ وطن اخبار جو ايڊيٽر سردار لطف علي دل صاحب هوندو هيو. ميرپورخاص جي اخبارن جو ذڪر ان ڪري پيو ڪريان جو الفقراءَ اخبار جي دفتر ۾ ڪم ڪار جي سلسلي ۾ الفقراءَ اخبار جون ڪاپيون همعصر اخبارن کي پهچائڻيون هونديون هيون.

## مير پور خاص ۾ گلن جي نمائش

ميرپورخاص باغن، فروٽ فارمن، پارڪن جو شهر هو. هتي هر سال ميونسپل جي آفيس جي وسيع اڱڻ ۾ گلن جي هڪ عاليشان نمائش منعقد ٿيندي هئي. مون پهريون ڀيرو جڏهن اها نمائش ڏٺي، ان ۾ موجود رنگ برنگي گلن جي بهار لڳي پئي هئي. آئون جيڪو ڪئمپ ۽ قيد ڪلچر جو ٻار هئس، مون هن کان اڳ صرف قيد و بند جا ڪنڊا ڏٺا هئا يا پوءِ جهنگ جا گُل، ڦُسيءَ جا ڳاڙها گل، سرينهه جي وڻ جا نازڪ خوشبودار گل، نمن جي ٻور جهڙا گل ضرور ڏٺا هئا. پر هن نمائش کي ڏسڻ کان پوءِ، فطرت طرفان تخليق ڪيل حسن ڏسي حيرت ۽ خوشيءَ جا جذبا پيدا ٿي ٿيا. ياد رهي ته قاضي فيض محمد پنهنجي داستانِ حيات واري ڪتاب ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي ته جرمنيءَ جي هڪ پارڪ ۾ گلن جي رنگا رنگي جهرمر ڏسي، سندس طبيعت ايتري ته جذباتي ٿي وئي جو چوي ٿو ته ان منظر جي وجدان ۾ نيٺ زمين تي ويهي رهيس. ڇاته فطرت جو حسن ۽ ان جو نظارو هو.

هن نمائش ۾ مختلف سرڪاري کاتن ۽ دفترن طرفان گلن جون ڪونڊيون موڪليون وينديون هيون، مگر هر سال هڪ پرائيويٽ واپاري ڪمپني ”والڪرٽ برادرز“ طرفان موڪليل گل نمائش ۾ پهريون انعام کٽندا هئا. اهي ”والڪرٽ برادرز“ وارا سنڌ ۾ ڪپهه جي ايڪسپورٽ جا تمام وڏا واپاري هئا. ميرپور خاص ۾ پيان سنگهه آباد واري ڦاٽڪ جي پريان والڪرٽ برادرز جي هڪ وڏي ڪاٽن فيڪٽري هوندي هئي. جنهن وٽ ميرپور خاص جو پاور هائوس واقع هو.

والڪرٽ برادرز اصل ۾ برطانيه جي ڪمپني هئي، جيڪا ان وقت سنڌ ۾ پيدا ٿيندڙ ڪپهه برطانيه ڏانهن ايڪسپورٽ ڪندي هئي. ياد رهي ته ان وقت برطانيه جو شهر مانچسٽر سموري دنيا ۾ ٽيڪسٽائل انڊسٽري جو وڏو مرڪز هو. برطانيه سرڪار هندستان مان ڪپهه گهرائي سموري دنيا کي ڪپڙو وڪڻندي هئي. ان لاءِ انگريز جڏهن سنڌ ۾ وارد ٿيو انهيءَ وقت اها سوچ ڪٺي آيو هو ته نوابشاهه ضلعي ۽ ٿرپارڪر ضلعي جي ٻئراج ايريا کي ”ڪاٽن بيلٽ“ بنايو وڃي، ان لاءِ سرڪار نارا ڪئنال جي ري ماڊلنگ ڪري، ان مان منڍ جمڙائو وٽان جمڙائو ڪئنال ڪڍيو. جيڪو سانگهڙ ضلعي مان گذرندي، ٿرپارڪر ضلعي تائين ٻارهن مهينا زراعت لاءِ پاڻي پهچائي پئي سگهيو. ياد رهي ته جمڙائو ڪئنال 1901ع ۾ مڪمل ٿي وهڻ لڳو. هتي حر تحريڪ هلندڙ هئي. ان ڪري انگريز ڪمشنر مسٽر لوڪاس ان جو بهانو بنائي، خاص ڪري

جمڙائو ڪئنال جي تمام ڊگهي پيچ واري ايراضيءَ ۾ سنجهوري تعلقي کان وٺي ڊگهڙي، جيمس آباد تائين لڏيانه، امرتسر، مشرقي پنجاب کان آباد ڪار طبقو لڏائي اچي انهن علائقن ۾ زمينون ڏئي آباد ڪيو. انگريز جو اهو خيال هو ته اهي پنجابي لوڪ ڪپه جا ڪاريگر آبادگار آهن، جيڪي مانچسٽر جي ٽيڪسٽائيل ملن لاءِ جام ڪپه پيدا ڪري سگهن ٿا. ان لاءِ انگريز سرڪار تمام وڏي پلان سان انهن علائقن ۾ ڪپه ڇاٽڻ جي ڪارخانن جو بندوبست ڪرايو. جنهن لاءِ هندوءَ مارواڙي سرمائيدارن کي مائل ڪيو ويو ته انهيءَ راجا واري ريلوي لائين تي موجود هر هڪ ريلوي اسٽيشن وٽ هڪ ”ڪاٽن جننگ فيڪٽري“ قائم ڪن، جتي ڪپه کي ڇاٽي انهيءَ ساڳي ريلوي لائين وسيلي وڃي ڪراچي بندرگاهه تي پهچائجي، جتان کان اها چمڪندڙ چاندي وڃي مانچسٽر پهچي. انگريز سرڪار جي ان رٿابندي بهرحال 1901ع کان پوءِ هن علائقي ۾ زراعت کي وڏي هٿي ڏني. ياد رهي ته حرتحريڪ جو جيئڻ ته ٽڪراءُ برطانيه سرڪار ۽ سنڌ سرڪار سان هيو. تنهنڪري پاليسي موجب حرن کي ڪاٻه نئين زمين ڏيڻي ڪونه هئي. ان تي پنجابي آبادگارن کي ترجيح ڏني وئي.

ميرپورخاص شهر پنهنجي نالي ۾ ته برابر ميرصاحبان جي حاڪميت وارو شهر هيو پر ان ۾ اهي واپار، بازاريون، دوڪانن جون رونقون گهڻو ڪري سنڌي هندن سان لاڳاپيل هيون. ميرپور خاص ۾ ان زماني ۾ پراڻا محلا ۽ ان ۾ موجود محل ماڙيون، گهر ۽ گهٽيون انهن ۾ائي بندن جون تعمير ڪيل هيون. ميرپور خاص ۾ هڪ ”ٽاٽا“ وارن جو محلو به هيو جتي شايد هندستان جي وڏي سرمائيدار ڪمپني ڪا انڊسٽري لڳائڻ واري هئي.

جمڙائو ڪئنال ۽ ناري مان نڪرندڙ وڏن واهن جهڙوڪ منڙائو ڪئنال، جنهن کي مقامي ماڻهو بان واهه سڏيندا آهن، اهو ان ڪري جو ميرن جي زماني جي منڙائو واهه کي ري ڊزائين ڪرڻ واري انگريز انجنيئر جو نالو ”مسٽر بان“ هو. اهي علائقا جڏهين آباد ٿيا ۽ ڪپه ڇاٽڻ جا ڪارخانا لڳايا ويا، انهن ڪارخانن ۾ سرمائيدارن ٻاهريان پورهيت آڻي اچي ڪارخانن ۾ انهن جون ڪالونيون قائم ڪيون. ان زماني جي ڪاٽن فيڪٽرين ۾ تمام گهڻا مزدور ٽن شفٽن ۾ ڪم ڪندا هئا. عورتون پڻ ڦٽيون صاف ڪرڻ جي مزدوري ڪنديون هيون. هنن مزدورن ۾ اڪثريت بلوچي، مڪراني لوڪن جي هئي. هن وقت اهي فيڪٽريون اتي ناهن رهيون، پر انهن بلوچ مزدورن جون ڪالونيون قائم آهن. انهن ٻاهرين مزدورن جي هتي اچي مزدوري ڪرڻ جو سبب اهو هو جو سنڌي ماڻهو ان زماني ۾ اهڙي مزدوري ڪرڻ لاءِ تيار نه هو. سنڌي ماڻهو هر هاري ٿيڻ، مال ڌارڻ ۽ چارڻ کي وڏيڪ پسند ڪندو هيو.

**ڊولڻ آباد محلو:** ميرپور شهر جون حسناڪيون ڪيتريون بيان ڪجن. هن شهر ۾ هڪ محلو ”ڊولڻ آباد“ جي نالي سان قائم هيو. هن محلي جي خوبصورتي اها هئي ته ڪنهن ڊولڻ نالي سيٺ اهو محلو ڪليل سڌين گهٽين ۽ هڪ قطار ۾ نهيل گهرن سان تعمير ڪرايو هو. مون جهوپڙي نشين جڏهن ان محلي جا گهر ڏٺا، جن سيني گهرن جي سامهون مهاڙيون هڪ جهڙي ڊيزائين سان تعمير ٿيل ڏسي واقعي دل اها شاهدي ڏني ته ڊولڻ آباد واقعي ”ڊولڻ“ ماڻهن جو محلو هوندو هو.

## الفقراءَ آفيس جي مزدوري

ان زماني ۾ الفقراءَ اخبار جو صحافتي دنيا ۾ چڱو نالو هيو. اخبار جو ايڊيٽر فقير محمد رحيم ان زماني جي غلط سياست ۽ راشي ڪامورن خلاف بي باڪيءَ سان لکندو هو. هن اخبار جي دفتر ۾ اٽڪل ٻه ڏينهن اسان لاءِ ڪم ڪار جي مصروفيت هوندي هئي. اها اخبار حيدرآباد جي ڪنهن پرنٽنگ پريس ۾ ڇاپي ويندي هئي، ميرپور خاص مان ڪجهه خبرون، ڪجهه مراسله ۽ ايڊيٽوريل موڪليا ويندا هئا. باقي تازين خبرن ۽ سيٽنگ لاءِ ان پريس ۾ هڪ ڄاڻو صحافي ڪم ڪندو هو.

اخبار مقرر ڏينهن تي حيدرآباد مان ڇپجي، ريل رستي ميرپور پهچندي هئي. اخبار جا بنڊل ميرپور خاص ريلوي جي Luggage آفيس مان وٺي ڪلهن تي کڻي آفيس ۾ پهچائبا هئا ۽ پوءِ فوري طور اهو ڪم ڪرڻو هوندو هيو ته خريدارن جي ائڊريسن واري وڏي پيڊ تان هر هڪ گراهڪ جي پوسٽل ائڊريس جي چٽڪي ڪاٽي، اخبار کي ويڙهي ان جي مٿان چنبڙائي ۽ هڪ پئسي جي قيمت واري پوسٽ آفيس جي ٽڪلي لڳائبي هئي. اهو ڪم رات تائين پورو ڪري رکبو هو. ۽ ٻئي ڏينهن اهي اخبارون کڻي ميرپور خاص جي وڏي پوسٽ آفيس ۾ پهچائبيون هيون. جتان اها اخبار پوري سنڌ ۾ پڙهندڙن ڏانهن پهچندي هئي. ان زماني ۾ صحافت ۽ اخبار جي سماج ۾ وڏي اهميت هوندي هئي. حڪومت به اخباري خبرن ۾ عوامي شڪايتن جو نوٽيس وٺندي هئي.

## ميرپور شهر جي مقامي معززين کي هٿو هٿ اخبار پهچائڻ

ٻئي ڏينهن اهو به هڪ اهم ڪم هوندو هو ته ميرپور خاص شهر جي معززين کي هٿوهٿ اخبار پيش ڪجي. آئون اڪثر ڪري خانبهادر حاجي محمد حيات جوڻيجي صاحب کي سندس ميرپور واري مڪان تي اخبار ڏيڻ ويندو هوس.

سائيڪي سال جي عمر وارو ننڍي سفيد ڏاڙهي، ٿلهن شيشن واري عينڪ پاتل حاجي محمد حيات هڪ سادو ڀوڳاٽو لڳندو هو. ۽ هر دفعي اخبار وٺڻ مهل مونکي هڪ رپيو روڪ پنڌآڙي خاطر خرچي ڏيندو هو. اهو هڪ رپيو آئون انگريزي فلم ڏسڻ جي عياشيءَ لاءِ سنڀالي رکندو هوس.

اخبار جي دفتر لاءِ ان زماني ۾ مختلف ملڪن جي انفارميشن سروس جا پريس بيان ايندا هئا. انهن ۾ سوويت يونين طرفان ڪافي معلوماتي مواد سنڌي خواهه اردو ۾ ايندو هو. ڪامريڊن طرفان هڪ اردو ماهوار رسالو "طلوع" پهچندو هو. آمريڪا بهادر جي سروس جي طرفان به ڪيترائي خبرناما پهچندا هئا. ساڳئي وقت برطانوي سفارت خاني طرفان راڻي ايلزبيٿ جي تصويرن وارا رسالا ۽ خبرناما پڙهڻ لاءِ ملندا هئا. اهو مواد آئون نهايت غور سان پڙهندو هوس. جنهن معرفت مونکي ان وقت جي دنيا بابت ڪجهه معلومات ۽ ڪجهه سياسي سڌ ٻڌ ملندي هئي.

ساڳئي زماني ۾ محمد عثمان ڏيپلائي صاحب جو رسالو ”انسان“ بہ دفتر ۾ ايندو هو. ان زماني ۾ ڏيپلائي صاحب هڪڙي پاسي وڏيرا شاهي خلاف لکندو هو ۽ ٻئي پاسي ون يونٽ ۽ تخت لاهور بابت وڏا ليک ڇاپيندو هو. مونکي ياد آهي تہ ڏيپلائي صاحب پنهنجو مشهور ڊرامون ”ڏڪار ناٽڪ“ لکيو. ان ڊرامي وڏي مشهوري ماڻي. اهو ڊرامو ٿر ۾ ڪاري ڏڪار بابت ٿر جي انسانن جي بک ۽ بي وسيءَ بابت هو تہ ان انساني ٽريجڊيءَ کي تخت لاهور ۾ ويٺل ون يونٽي حاڪم ڪيئن ٿو ڏسي!

ٿر ۾ ڏڪار پوي ٿو ماڻهن وٽ کائڻ لاءِ اناج ناهي. ماڻهو بکن بي حال ڪري ڇڏيا آهن!! انهيءَ صورتحال ۾ سنڌ مان لاهور جي حاڪم ڏانهن ٽيليگرام ڪيا ٿا وڃن تہ ”ڏڪار ڊڪليئر ڪريو“ جيڪو سنڌ حڪومت جو پراڻو انتظامي قدم هوندو هو تہ برساتون نہ پوڻ ڪري ٿر لاءِ ڏڪار ڊڪليئر ڪري، ٿري ماڻهن کي مفت ۾ اناج فراهم ڪيو ويندو هو. هاڻي جڏهن ون يونٽ ۾ سموري سرڪار وچي تخت لاهور تي براجمان ٿي ويٺي، تڏهن لاهوري حاڪمن اهي ٽيليگرام پڙهي، هڪ ميٽنگ ڪوٺائي. بقول ڏيپلائي جي هن ميٽنگ ۾ حاڪمن ۽ ماهرن لفظ ”ڏڪار“ يعني قحط سالي جو مطلب اردو، پنجابيءَ ٻوليءَ ۾ اهو ورتو تہ جيئن تہ ٿر ۾ ”ڊڪار“ يعني بد هضمي جي اوڳراين جي بيماري پکڙي وئي آهي. ان لاءِ لاهوري ڏاهن اهو علاج تجويز ڪيو تہ سنڌ جي ٿرين لاءِ بہ ٽي لک ”سوڊامنٽ“ جون گوريون موڪلي ڏيو تہ جيئن ان سان سندن بدهضمي دور ٿي سگهي.

ڏيپلائي صاحب جي ون يونٽ خلاف ان تحرير وڏي مشهوري ماڻي. بهرحال اهي سڀ تحريرون آئون تمام دلچسپيءَ سان پڙهندو هوس. الفقراءَ جي آفيس سامهون هڪ بزرگ بہ آنا لائبريري هلائيندو هو. اتان کان ڪتاب وٺي پڙهندو هوس. تاريخي ڪتابن سان گڏ دت پارٽي جا رومانوي ڪتاب وٺي پڙهبا هئا. منهنجي ذهن ۾ مطالعي جو شوق درجي بہ درجي وڌندو ويو. منهنجي مطالعي جي طلب هفتي ۾ بہ چار ڏينهن رات جو 7 وڳي ڌاري مونکي ميرپور خاص جي بلديہ لائبريري ۾ وٺي ويندي هئي. ان زماني ۾ لائبريري جي ريڊنگ روم جون ڪرسيون پڙهندڙن سان ڀريل نظر ايندڙيون هيون. روزنامه اخبارون، مشهور رسالا، انگريزي رسالا، ٽائيم لائيف وغيره. پوءِ مطالعو ڪندي نيٺ لائبريري انتظاميه لائبريري بند ڪرڻ جو اعلان ڪندي هئي. ۽ پوءِ ٻاهر نڪري ميرپور خاص جون هوائون جهٽيندي واپس اچبو هو.

## فلم جي تفريح

ميرپور خاص شهر ۾ ان وقت بہ سئنيمائون هلندڙ هيون. هڪڙي مشهور سئنيما ”فردوس ٽاڪيز“ اسٽيشن پرسان هلندڙ هئي. ان زماني ۾ اڪثر ڪري هندستان جون مشهور فلمون هفتن جا هفتا پيون هلنديون هيون. سئنيما تي نهي جڙي وڃبو هو. پهرئين وڃي هلندڙ فلم جا پوسٽر فوٽو ڏسبا هئا تہ فلم جا ڪهڙا خاص پارٽ آهن. عام ماڻهن کي لڙائي واري فلم سان دلچسي هوندي

هئي. ڪنهن به تمام مشهور نئين فلم لڳڻ سان سڄي شهر ۾ ٽانگي تي اسپيڪر رکي پاسن کان وڏا پوسٽر لڳائي پبلسٽي ڪئي ويندي هئي. نئين فلم جا شروعاتي شو وڏي رش وٺندا هئا. ان ڪري خاص ڪري هيٺين ڪلاس يعني 6 آني ۽ ٻارهين آني واري ٽڪيٽ ونڊو تي وڏيون قطارون لڳل هونديون هيون. اهي عوامي ڪلاس جون ٽڪيٽون بليڪ به ڪيون وينديون هيون. رش جي وقت مايوس تماشاين جي ميڙ ۾ مڪراني ٽائيپ جا هيرو دبيل آواز ن ۾ ”چلو چي آني والا بارھ آنا.“ ” چلو بارھ آني والا دو رپيہ.“ ”جلدي ڪرو!“ جيڪو ماڻھو کين چڙ چوٽ لاءِ چوندو هو تہ ناراض ٿي چوندا هئا ”جائو ڙي!“

انهيءَ زماني ۾ فردوس سئنيما ۾ هندستاني فلم ”يائي يائي“ لڳي. ڪافي هفتن هلڻ کان پوءِ رش ختم ٿي، آئون سيڪنڊ ڪلاس جي ٻارهين آني واري ٽڪيٽ وٺندو هئس. حاجي محمد حيات واري ڏنل رپئي مان ٻارنهن آنا ٽڪيٽ تي، باقي چار آنا چانهہ پاڻي تي خرچ ڪبا هئا. فلم يائي يائي جو اهو گانو تہ ” اس دنيا ۾ سب چور چور، ڪوئي بڑا چور ڪوئي ڇوٽا چور.“ گانو نميءَ کي ڳائيندي ڏسڻ مونکي ڏاڍو وڻندو هو. ان لاءِ هڪ درجن کان وڌيڪ ڀيرا اها فلم ڏٺي سون.

## ميرپور خاص جا ميوزڪ ريڪارڊنگ وارا هوٽل

ميرپور خاص ۾ اسٽيشن پرسان تمام وڏا ۽ مشهور هوٽل آمهون سامهون هوندا هئا. جن تي سڄو ڏينهن ۽ خاص طور تي شام مهل فلمي گانن ۽ قوالين جي رڪارڊن وڄائڻ جي ڌم لڳي پئي هوندي هئي. انهن ٻنهي هوٽلن جي درميان ميوزڪ وڄائڻ جو مقابلو هوندو هو.

انهيءَ زماني ۾ ثريا ملتانيڪر جو هڪ مجري وارو غزل ”بڑي بي مروت هين يه حسن والي، نگاهين ملاني ڪي ڪوشش نہ ڪرنا.“ هن گاني جي انهن هوٽلن تي وڏي ڌم لڳي پئي هوندي هئي. بهرحال ثريا ملتانيڪر جو اهو گانو موسيقي ۽ عاشقي جي دنيا ۾ ڏاڍو مقبول ۽ مشهور ٿيو.

منهنجي دل جڏهن بہ اداس ٿيندي هئي تہ آئون شام جو ميرپور خاص ريلوي اسٽيشن جو رخ ڪندو هئس. فرسٽ ڪلاس واري گيٽ وٽ ڪتابن جو اسٽال هوندو هو انهيءَ تان اخبارون ۽ رسالا ڏسندي، ٻي آني ۾ پليٽ فارم جي ٽڪيٽ وٺي وڃي ريلوي اسٽيشن جي پل تي هوا جو رخ جاچي ويهي رهندو هوس. ايندڙ ويندڙ مسافرن کي ڏسندي پنهنجي خيالن ۾ پنهنجي دل کي پيو ريجهائيندو هوس. دل جيڪڏهن اداس هئي تہ ان جو سبب مون وارو غريبي حال هو.

الفقراءَ جي دفتر ۾ اڪثر ڪري ٿر جي پراڻهين علائقن کان مهمان اچي ترسندا هئا. چاڪاڻ تہ ان زماني ۾ ويچارا ٿري ماڻهو هڪ بہ ڏينهن سفر ڪري ميرپور خاص ۾ دوا دارون لاءِ ۽ سرڪاري ڪمن لاءِ ايندا هئا. اهي جماعتي ماڻهو هتي الفقراءَ منزل تي اچي ترسندا هئا. فقير صاحب جي دسترخوان تي ڪافي مهمان موجود هوندا هئا ۽ مدد لاءِ بہ فقير صاحب کي گذارشون ڪندا هئا جو سرڪاري ڪامورن لاءِ کين سفارش جي ضرورت هوندي هئي.

## سنڌي فائنل جو امتحان ڏيڻ

آئون جڏهين ستين درجي ۾ پڙهندو هوس تہ هڪ ڏينهن سائين نظر محمد عباسي صاحب کي ڏٺم تہ ڪنهن امتحان جا فارم ڀري رهيو هو. مون سائين کان ان امتحان جي باري ۾ پڇيو. سائين فرمايو تہ هي سنڌي فائنل جي امتحان جا فارم آهن. جيڪي سڄي ضلعي ٿرپارڪار مان آيل آهن. ڇاڪاڻ جو انهيءَ امتحان جو واحد مرڪز گورنمينٽ هاءِ اسڪول مقرر ٿيل آهي. مون سائين کي عرض ڪيو تہ "سائين! مهرباني ڪري منهنجو فارم ان امتحان ۾ شامل ڪيو." بهرحال فارم ڀرجي ويو ۽ آئون بي فڪر ٿي پنهنجي ڇهين درجي جي پڙهائي ۾ مصروف ٿي ويس. تان جو فائنل امتحان جو ٽائيم ٽيبل اچي نرواور ٿيو. انهيءَ ديسي تعليم جي امتحان لاءِ منهنجي ڪا خاص تياري ڪونہ هئي. مونکي خبر هئي تہ سموري سنڌ مان امتحان ۾ سوين شاگرد شريڪ ٿيندا هئا. مرڪزي پرائمري اسڪولن ۾ پڙهندڙ ستين درجي جا چونڊ هوشيار شاگرد ان امتحان ۾ ويهڻ جي همت ڪندا هئا. امتحان کان اڳ لائق استاد شام ۔ رات جو ٽيوشن جا خاص ڪلاس گاسليٽ جون بتيون ٻاري هلائيندا هئا. انهن شام جي خاص ڪلاسن جي ڪا بہ في نہ هوندي هئي. اسان جا استاد ان امتحان کي چيلينج سمجهي پنهنجا شاگرد تيار ڪندا هئا.

هاڻي جڏهين ميرپور هاءِ اسڪول ۾ پوري ٿرپارڪر جي وسيع ضلعي لاءِ اهو امتحان شروع ٿيو. آئون ريگيولر ڪلاسن مان موڪل وٺي پيپر ڏيڻ ۾ مصروف ٿي ويس. هن موقعي تي مون ڏٺو تہ سموري ٿرپارڪر ضلعي مان لائق استاد پنهنجا ٻہ چار شاگرد امتحان ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ وٺي آيا هئا. جيستائين پيپر هلندو هو تيستائين اسڪول سامهون ميدان ۾ استاد وڻن هيٺيان انتظار ۾ وينا هوندا هئا. سندن شاگرد جيئن ئي پيپر ڏئي ٻاهر نڪرندا هئا تہ هو اڳتي وڌي پنهنجن پنهنجن شاگردن کي وڻن هيٺيان ويهاري وڏي اشتياق سان پيپر بابت سوال ڪندا هئا تہ پلا هن سوال جو جواب ڪهڙو لکيو اٿن وغيره وغيره.

اهڙي نموني وچي ايندڙ ڏينهن جي پيپرن جي شاگردن کي تياري ڪرائيندا هئا. منهنجي اها حالت هئي تہ آئون نهايت اعتماد سان پيپر حل ڪري گهر ڏانهن راهي ٿيندو هوس. مونکي صرف هڪڙي مضمون يعني "ڏيهي حساب" جي مشڪلات جو انديشو هو. پر جڏهن پيپر سامهون آيو تہ انهيءَ واٽڪي سبجيڪٽ واري پيپر کي مناسب نموني حل ڪري ڇڏيم. ان بعد هڪ ڏينهن واءِ وا جو پروگرام رکيل هو. انٽرويو وٺندڙ استاد تمام ڪڙڪ مزاج پئي لڳا. مون کان هڪ ٻہ سوال گرامر جا ڪيائون. ۽ پوءِ هڪ بيت "وقت چوي آئون بادشاهہ" اهو بلند آواز سان پڙهڻ لاءِ چيائون. مونکان پڇيائون ڪهڙي اسڪول مان آيو آهين؟ مون ڪين ٻڌايو تہ هن گورنمينٽ هاءِ اسڪول مان شريڪ ٿيو آهيان. اهڙي طرح هي امتحان پنهنجي پڇاڙي تي پهتو. ان بعد مونکي موقعو ئي ڪونہ مليو تہ ڪجهہ مهينن بعد امتحان جو نتيجو معلوم ڪري سگهان.

بهرحال سنڌي زبان جو اهو امتحان پنهنجي تمام وسيع نصاب موجب انتهائي اهم امتحان سمجهيو ويندو هو. هن امتحان ۾ پاس ٿيندڙ اڪثريت ۾ استاد طور مقرر ڪيا ويندا هئا. يا

تپيداري جي نوڪري وٺندا هئا. ان بعد جڏهن آئون پنهنجي انگريزي وارن ريگيولر ڪلاسن ۾ وڃي حاضر ٿيس، هم ڪلاس دوستن مونتي چرچا ڪرڻ شروع ڪيا تہ ”يار! الهورايو هاڻي تپيدار ٿين وارو آهي!“

ان زماني ۾ پرائمري استادن لاءِ اهو وڏو اعزاز سمجهيو ويندو هو تہ فائنل امتحان ۾ سندن ڪيترا شاگرد پاس ٿيا آهن. اڪثر ڪري بہ چار پرائمري استاد پاڻ ۾ جڏهين گڏجي ويهندا هئا تہ هڪ ٻئي کان اهو ضرور معلوم ڪندا هئا تہ فائنل امتحان ۾ توهان جا ڪيترا شاگرد پاس ٿيا؟ ان جي جواب ۾ استاد پنهنجي پاس ٿيل شاگردن جو تعداد نهايت فخر سان ٻڌائڻ پسند ڪندا هئا. اهوئي اعزاز ۽ انعام هو تہ سندن لائق شاگرد هڪ منزل ڪاميابيءَ جي ماڻي ورتي آهي.

## اسلاميہ هاءِ اسڪول کپرو جا شاگرد ۽ مئٽرڪ جو امتحان

انهيءَ سال مولوي محمد حسن صاحب ڦوڙ کپري وارو، جيڪو کپري شهر ۾ مدرسو ۽ هاءِ اسڪول هلائيندو هو. غريب شاگردن جي رهڻ، ڪرڻ کاڌي پيتي جو بندوبست ڪندو هيو. اهو هڪ درجن کن شاگرد مئٽرڪ جي امتحان ۾ شريڪ ڪرائڻ لاءِ اچي الفقراءَ آفيس ۾ ترسيو. الفقراءَ طرفان شاگردن جي رهائش ۽ ماني ٽڪي جو حسب معمول بندوبست ڪيو ويو. انهن شاگردن ۾ مولوي صاحب جي پنهنجي نياڻي بہ امتحان ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آئي هئي. اهي شاگرد امتحان ڏئي پنهنجي ماڳ مڪان ڏي راهي ٿيا. مون ڏٺو تہ مولوي ڦوڙ صاحب شاگردن جي امتحان بابت ڏاڍو فڪرمند پئي لڳو. بهرحال انهيءَ پرائيويٽ اسلاميہ هاءِ اسڪول جي مدرسي مان ڪيترائي غريب شاگرد مئٽرڪ پاس ڪري وڃي، سرڪاري روزگار سان لڳا. انهن ۾ پروفيسر هنگورو صاحب بہ هڪ شاگرد هيو. جيڪو جيڪو پوءِ وڃي انگريزي زبان ۽ ادب جو ڪاليج ٽيچر ٿيو. مولانا صاحب جي نياڻي بہ اسڪول ٽيچر مان ترقي ڪندي، تعليم کاتي جي آفيسرياڻي ٿي ويئي. مولانہ صاحب جيڪو علم جو ڏيئو روشن ڪيو اهو سنڌ جي تعليمي تاريخ ۾ يادگار رهندو.

## ميرپورخاص کي الوداع ۽ تعليم جي سفر جو اچانڪ خاتمو

انهيءَ سال آئون هاءِ اسڪول ۾ ڇهين درجي انگريزيءَ جو لوڪل امتحان ڏيئي رهيو هوس تہ اچانڪ الفقراءَ اخبار کي بند ڪيو ويو ۽ فقير صاحب لڏو ڪٽي ڪري سانگهڙ واقع پنهنجي زميني داري لاءِ سارڪي ڪنبي ديهہ ڏانهن هليو ويو. الفقراءَ جنهن هندڪي جڳهہ ۾ هلندڙ هئي اها جاءِ ڪنهن مهاجر کي ڪليم ۾ ملي چڪي هئي. ان جڳهہ خالي ڪرائڻ لاءِ قانوني چاره جوئي جاري رکي. فقير صاحب جي چاهي ها تہ اها جڳهہ ڪليميءَ کان خريد ڪري پئي سگهيو. پر هن ميرپور ۾ رهڻ جو ارادو ڪونہ ٿي رکيو.

انهيءَ دوران مون چاهيو پئي تہ امتحان جا هڪ بہ پيپر پورا ڪري پوءِ ڳوٺ وڃجي. آخري رات ۽ صبح جو بغير ڪنهن نيرن ناشتي جي مون وڃي آخري پيپر ڏنو. ان بعد واپس اچي پنهنجي ڪتابن جي هڙ ٻڌي ڳوٺ واپس اچڻ جي تياري ڪيم. هڪ تہ ان ڏينهن مون وٽ منجهند جي مانيءَ لاءِ پئسو نہ هو اها بک جهليو پئي هليس. ٻيو وڏو مسئلو هو تہ ميرپور خاص کان جهول تائين مون وٽ ريل جو رپيو سوا جي ٽڪيٽ لاءِ رقم بہ موجود ڪونہ هئي. بهرحال تمام گهڻي ڏک ۾ بک کي ساڻ ڪٽي، اچي ميرپور خاص ريلوي اسٽيشن جي گيٽ تي بيٺس. راجا واري ريل گاڏي جيڪا جهول کان اچڻي هئي ان جي انتظار ۾ تہ متان ڪو جهول مان واقفڪار ماڻهو ملي وڃي! خوشقسمتيءَ سان جهول مان منهنجو پاڙيسري ۽ واقفڪار همراهہ گيٽ تي نمودار ٿيو اڳ جهلي همراهہ سان وڃي مليس، ڪيس احوال ٻڌايم. هن چيو تہ شهر ۾ ٿورو ڪم آهي، اهو لاهي واپسيءَ واري ٽرين ۾ جهول هلون ٿا. انهيءَ درميان ان دوست منجهند جي ماني پڻ ڪارائي. اهڙي طرح تمام گهڻي مايوسي پاڻ سان ڪٽي آئون جهول اچي گهر پيڙو ٿيس. يعني تہ علم جو سفر ختم. Back to square one. وري ساڳئي زيرو تي زندگي اچي ڇيهہ ڪيو. منهنجي تعليمي سفر جو اچانڪ خاتمو ٿيڻ، مون لاءِ تمام وڏو دلي صدمو هيو. پر ڇا پئي ٿي سگهيو. والدين جو حال تمام غريباڻو هو. منهنجي سوچ بہ مايوسيءَ ۾ بلڪل هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيا.

بهرحال منهنجي گهر واپس اچڻ ڪري امان ڏاڍي خوش ٿي. سڀ کان پهريائين منهنجي ڪمزور صحت کي ڏسي چيائين تہ ” ابا! شهر جي مرچن وارن ڪاڏن توکي تمام گهڻو نقصان پهچايو آهي.“ واقعي ميرپور جي ڪاڏن ۾ سواءِ مرچن جي ٻيو ڪجهہ ڪونہ هو.

هڪ تہ ڪئمپ ۾ ٻاروتڻ جي شروعات ۾ ئي، منهنجي صحت کي وڏو ڇيهو رسيو ڇو تہ قيد ۾ صحت مند کاڌو ميسر ڪونہ هيو. منهنجو ڏبرو جسم Malnutrition جو اڳ ئي شڪار ٿيل هو. تنهنڪري اسڪول جي دوستن منهنجو نالو ئي ” سنهڙو“ رکيو هو. ميرپور خاص جي ماحول ويتر منهنجي صحت کي خراب ڪري ڇڏيو. ان لاءِ امان منهنجي کاڌي پيتي جو خاص بندوبست ڪيو. صبح جو ڪير ولوڙڻ وقت منهنجي لاءِ ”مهيءَ“ جي وٽي پري رکندي هئي. آئون مکڻ ۽ مهيءَ سان نيرن ڪندو هوس. ڪجهہ ڏينهن ڪير، مکڻ ۽ لسيءَ جي خوراڪ طبيعت ۾ ڪجهہ قدر بهتري ضرور آندي

## نيت ڇا ڪجي!

منهنجي ذهن اهو سوال بار بار اڀري پيو ايندو هو. پر ظاهر ۾ ڪوبہ چارو نظر ڪونہ ٿي آيو. اباڻو ڏنڏو هارپ جو هو. جنهن لاءِ منهنجي جسم ۾ گهربل توانائي ڪونہ هئي. مينهون ڍڳيون تہ موجود هيون، پر هاڻي مال چارڻ اوکو پئي لڳو. بازار ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڦرندي مونکي خيال ٿيو تہ ڇونہ درزڪو ڪم سکجي. ان لاءِ مائٽن کان پڇڻ کان سواءِ وڃي ”پونجا مهراج“ وٽ شاگرد ٿي

ويٺس. جيڪو اسان جو مهاڙيو درزي هو. ان مونکي پهريائين ڪاج ٻڌڻ تي ويهاريو. ڪافي ڏينهن ڪاج ٻڌندي جڏهن ان هنر ۾ صفائي اچي ويئي تہ پوءِ استاد سلائي مشين تي سڌا توپا هڻڻ جي اجازت ڏني. ان ۾ سلوارن جي ڏرن جي سڌي سلائي ڪرڻ. ائين وڌندي وڌندي وڌيڪ Skill وارا ڪم سکڻ شروع ڪيم. تان جو ٻهراڙي جي فيشن جي قميص ۽ سلوار سبڻ سکي ورتيم. ان بعد سيٺ اسماعيل انصاريءَ جي دوڪان سامهون ڪم ڪندڙ استاد ” مجيد پنجابي“ جي شاگردي اختيار ڪيم. هن ڪاريگر جي ڪٽائي ۽ سلائي ۾ ڪافي صفائي هوندي هئي. خاص ڪري قميص جي سامهون پليٽ، ڪالر ۽ ڪيسي جي صفائيءَ کي هن هنر ۾ وڏي اهميت حاصل هئي. استاد مجيد وٽ ڪم ڪندي چار پنج مهينا گذريا تہ هڪ ڏينهن هڪ پرائمري استاد اتان گذرندي مونکي ڪم ڪندي ڏٺو. خوش خير عافيت کان پوءِ مونکان چيائين تہ جيڪڏهن فائنل پاس ڪيل اٿئي تہ پوءِ پرائمري استادن جي نوڪري لاءِ سانگهڙ وڃي درخواست ڏئي اچ!

مون بنا ڪنهن تصديق جي چيو تہ منهنجو فائنل جو امتحان ڏنل آهي. ٻئي ڏينهن وڃي گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ پرسان واقع D.I.S جي آفيس ۾ درخواست جمع ڪرائي آيس. هاڻي اهو ضروري ٿيو تہ فائنل جي امتحان جو پاس سرٽيفڪيٽ هجڻ لازمي آهي. ان لاءِ ٻڌ تر ڪندي نيٺ هڪ ڏينهن راجا واري ريل ۾ سوار ٿي وڃي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ وارد ٿيس. اتي منهنجا مهربان استاد مليا، جن کي پڻ منهنجي تعليم منقطع ٿيڻ جو افسوس هيو. هڪڙي استاد چيو تہ ”بابا! اسان سمجهيو پئي تہ تون انگريزي ٻوليءَ جو استاد يا وڪيل ٿيندين!“ بهرحال مون درخواست لکي پيش ڪئي تہ مون ڦلاڻي سال فائنل جو امتحان پاس ڪيو آهي. مونکي سرٽيفڪيٽ ڏنو وڃي! درخواست تہ ڏئي ويٺس، پر دل ۾ اهو پئي سوچيم، ڇاڪاڻ تہ مون رزلٽ بابت اڳ پڇا ڳاڇا ڪانہ ڪئي هئي. تنهنڪري خدا ناخواستہ جيڪڏهن فيل هوندس تہ وڏي کل جوڳي حالت ٿيندي. بهرحال امتحان جي انچارج جي ميز سامهون ڌڙڪندڙ دل سان وڃي ويٺس. هن صاحب هڪ وڏو ليجر کوليو. صفحن جا ورق ورائيندي مونکي چيائين تہ ”بابا! تنهنجو پاس سرٽيفڪيٽ ۽ مارڪس شيٽ اڳ ئي تيار پئي آهي. هن رجسٽر تي صحيح ڪري کڻي وڃ!“

استاد جو اهو جملو منهنجي توڪلي دل لاءِ وڏو سهارو ۽ خوشيءَ جو باعث بنيو. سرٽيفڪيٽ وٺي سڌو ريلوي اسٽيشن جو رخ ڪيم. حالانڪ دل جي چاهت چاهيو پئي تہ هڪ نظر وڃي بخاريءَ جي پڙ تي لڳايان. پر دليل جي وڪيل چيو تہ اتي وڃي ٻيهر دکي ٿيندين!! دل ۾ دٻيل يادن کي دهرائڻ سان وڌيڪ ڏک پرائبو. تنهڪري راجا جي ريل ۾ سوار ٿي اچي جهول پهتس. ٻئي ڏينهن اهي سرٽيفڪيٽ آفيس ۾ جمع ڪرائي آيس. اتي ٻڌايو ويو تہ ڦلاڻي تاريخ گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي سينٽرل هال ۾ D.I.S سيد جلال الدين صاحب اميدوارن جا پاڻ انٽرويو وٺندو. انهيءَ ڏينهن وڃي سانگهڙ هاءِ اسڪول جي هال ۾ حاضر ٿياسون. اٽڪل سٺ، سٽر اميدوار موجود هئا. D.I.S صاحب سامهون اسٽيج تي اچي ويٺو. هر هڪ اميدوار کي پاڻ وٽ گهرائيندو ويو ۽ ميز پرسان رکيل ڪرسي تي ويهاري، سامهون رکيل قرآن شريف جي تلاوت ڪرڻ لاءِ چوندو ويو. نيٺ

منهنجو وارو آيو، مون تلاوت ڪئي، شاهه صاحب چيو تہ ” بابا! روز صبح جو ڪلام پاڪ جي تلاوت ڪندو ڪر!“

انٽرويو واري انهيءَ عمل کان پوءِ شاهه صاحب سامهون واري ديوار ۾ لڳل بليڪ بورڊ تي تمام صاف اکرن ۾ ٽي سوال لکيا، ۽ بلند آواز ۾ پڙهي ٻڌايائين. هال ۾ ويٺل اميدوارن کي سفيد ڪاغذ جا چار صفحا ڏنا ويا ۽ بورڊ تي لکيل سوالن جا جواب لکڻ جو چيو ويو. هن عمل جي خود شاهه صاحب نگراني ڪري رهيو هيو. ان بعد چيائين تہ انهن ڪاغذن ۾ پنهنجي ماڳ مڪان جي ٽپال واري ائڊريس لکي پيپر ميز تي رکي هليا وڃو. جنهن کي آرڊر ڏيڻو هوندو، ٽپال وسيلي توهان کي پنهنجي گهر پهچي ويندو. هتي پنڌ ۽ پڇائون ڪرڻ جي ضرورت ناهي.

مون واپس اچي پنهنجو درزڪو ڪم جاري رکيو. ان زماني ۾ استاد مونکي ٽي رپيہ روزانو مزدوري ڏيندو هو. هڪ ڏينهن پنهنجي ڪم ۾ مصروف هئس تہ ٽپالي هڪ خاڪي لفافو اچي ڏنو. يڪدم کولي پڙهڻ شروع ڪيم، پني جي مٿان آفيس آرڊر لکيل هو. هيٺ عبارت هينئن شروع ٿي.

” مانوارو منشي الهورايو ولد آگو خان ڀرڻ ٽئي هـ. م گورنمينٽ پرائمري اسڪول ڳوٺ مير الهداد خان ٽالپر تعلقو ڪپرو........“

شايد ان آرڊر تي ماهوار پگهار بہ لکيل هو جيڪو مبلغ سٺ رپيا مهينو هو. منهنجي دل خوشيءَ سان ٽمٽار ٿي وئي. ان لاءِ آئون علم جي سفر ۾ جنهن ڏاڪڻ جي آخري ڏاڪي تان هيٺ ڪري اچي درزي ٿيو هوس، هاڻي وري مونکي موقعو مليو تہ علم جو سفر جاري رکان ۽ علم جي سکيا بہ ڏيان. مون پنهنجي نوڪري جي پرواني جي ڳالهہ استاد مجيد سان بيان ڪئي، جنهن چيو تہ ”چريا! توکي هن وقت بہ آئون 90 رپيہ مهينو ۽ چانهہ پاڻي ڏيان ٿو. پوءِ تون ڇو سٺ رپين تي وڃي، پرديس ۾ ڌڪا ٿو کائين!!“

مون بهرحال استاد کي عرض ڪيو تہ هاڻي مونکي درزڪو ڪم ختم ڪرڻ جي اجازت ڏيو تہ مهرباني.!

## وري واپس علم جي شاهراهہ تي

منهنجو پرائمري ٽيچر جو آرڊر آڪٽوبر 1960ع ڌاري جو ٿيل هو. هاڻي آئون اسڪول ۾ ڊيوٽيءَ تي دخلڪار ٿيڻ جي تيارين ۾ لڳي ويس. ٽين جي هڪ ننڍي پيٽي ۾ بہ وڳا ڪپڙن جا، ڪجهہ ڪتاب مير الهہ بخش پبلڪ لائبريري مان ورتل. مونکي ياد آهي تہ جيئن قاضي محمد عالم معصوم هالائي، جهول ۾ حاجي خدا بخش ڪيرئي واري ماڙيءَ جي دوڪانن ۾ مير الهہ بخش پبلڪ لائبريري جاري ڪئي تہ ڪتابن پڙهڻ جي ڪشش مونکي لائبريري ۾ وٺي وئي. قاضي صاحب سان بہ شناسائي ٿي ۽ ڪتابن جي مطالعي جو مون لاءِ مرڪز بہ کلي پيو هو.

هاڻي سڀ کان پهرئين سوال اهو ٿيو تہ آخرڪار مير الهداد ٽالپر جو اهو ڳوٺ ۽ اسڪول ڪپري جهڙي وسيع تعلقي ۾ ڪهڙي هنڌ واقع آهي. مونکي ڪنهن ماڻهوءَ ڏس ڏنو تہ اهو ڳوٺ سنڌڙي واري بان جي موريءَ کان ٿورو اوپر پاسي، ڪپري روڊ جي اتر ۾ واقع آهي. سنڌڙي جي موريءَ کان بلڪل سڌ پنڌ ٿيندو ۽ اتر کان هڪ وڏو ڪوٽ بہ ڏسڻ ۾ پيو اچي.

آئون بهرحال سنڌڙي موريءَ تي بس مان لهي، ٿين جي پيتي ڪٽي وچي انهيءَ نواب الهداد جي ڪوٽ وٽ پهتس. ڪوٽ جي پراڻي دروازي کان اندر هڪ وڻ هيٺيان بہ ٽي همراهہ ويٺل نظر آيا. سلام دعا بعد مون کين ٻڌايو تہ آئون مير الهداد جي ڳوٺ ۾ استاد مقرر ٿي آيو آهيان، مونکي اسڪول جو ڏس ڏيو. اها ڳالهہ ٻڌي هڪڙي همراهہ حقو پيئندي هلڪي مسڪراهٽ سان وراڻيو تہ هيءُ ڪوٺ ۽ زمين برابر مير صاحب جي آهي ۽ اسين زمين جا مقاطعي دار آهيون پر هتي ڪوبہ اسڪول ڪونهي. مير صاحب جون سنڌ ۾ ڪيترين ئي جاگيرون آهن. توهان جو اسڪول ڪنهن ٻئي هنڌ ٿي سگهي ٿو. ان ويلي سج بہ ذري گهٽ لهڻ وارو ٿي چڪو هو. هاڻي وڃجي تہ ڪهڙي پاسي! ان زماني ۾ ميرپور ڪپرو روڊ تي ايتري گهٽي ڪا بس سروس بہ موجود ڪونہ هئي. هاڻي بس ڏٽيءَ تي رکي واپس اچي روڊ ورتم هنگورني شهر ڏانهن. ٿوري گهٽي اوندهہ ٿي چڪي هئي، اتي هڪ دڪاندار کان هنگورني شهر جي پرائمري اسڪول جي پڇا ڪيم. نيٺ ڪنهن طرح سان اسڪول وٽ اچي پهتس. اسڪول جي استادن بابت پڇا ڪيم، مونکي ٻڌايو ويو تہ سامهون هڪڙي ڪمري اندر هڪ بہ استاد رهندڙ آهن!

بهرحال اتي وڃي ڪلوئي مهمان ٿي، زور سان سلام واريم. هڪ همراهہ نڪتو مون ڪيس ڪونہ سڃاتو پر هن مونکي سڃاڻي ورتو ۽ نالو وٺي چيائين تہ ”الهورايا! يار هتي ڪٿي؟“ پوءِ مون سڃاتو تہ اهو استاد ”عبدالله ٽالپر“ منهنجي استاد عبدالرحيم ٽالپر جو پاڻيجو هو ۽ اڳئي واقفڪار هئاسون. مون ڪيس مون واري نوابي پرائمري اسڪول ۾ استاد جي نوڪري جي ڳالهہ ٻڌائي. رات جو رهياسون هنگورني شهر ۾. اتي مونکي استادن ٻڌايو تہ واقعي ميرن جون جاگيرون سنڌ ۾ پکڙيون پيون آهن. خبر نہ آهي تہ تو وارو اسڪول ڪٿي آهي. هيٺئن ڪر جو ڪپري واري لاريءَ ۾ سوار ٿي، تعلقي اسڪول جي هيڊماستر سان مل. جنهن وٽ سموري تعلقي جي اسڪولن جي معلومات آهي. صلاح ڪي نيڪ سمجهندي صبح جي وقت بس ۾ سوار ٿي وڃي ڪپري ۾ پهتس. اسڪول جو پتو پڇندي نيٺ وڃي تعلقي پرائمري اسڪول کي ڏوري ڏنم. اسڪول هندن جي پراڻي ڌرم شالا جي عمارت ۾ هلندڙ هو. تعلقي ماستر جو پڇائي وڃي ميز اڳيان بيٺس. هڪ عجيب و غريب شخصيت کي ڪرسيءَ تي براجمان ڏٺم. هڪ رعبدار مڇن وارو ڳلو ٻڌل، ڪوٽ پاتل شخص جو وڃي سلام ڪيم. حال احوال ورتائين، اسڪول جي نالو ٻڌي مُڇن جي زير لب مسڪراهٽ سان چيائين تہ ”بابا! ڏاڍي ڏکئي هنڌ وارو اسڪول اٿئي! خير هاڻي ائين ڪر جو هتان کان ڪچي رستي تي هڪ ڪٽارو بس ڪاهي پٿورو ويندي آهي. انهيءَ ۾ سوار ٿي وڃي ڪاهي شهر ۾ پهچي، اتان کان الهندي طرف ڪاهي کان ڦلهڏيون وارو ڪچو رستو ڏئي، بہ ڪلوميٽر ڦلهڏيون جي پاسي پنڌ ڪندين تہ رستي جي ڏاکڻي پاسي، مير الهداد ٽالپر وارو اسڪول واقع

اٿئي!“ مونکي اهو بہ ٻڌايائين تہ ”بابا! ہ تي مهينا ٿيندا تہ انهيءَ اسڪول ۾ ڊيوٽي ڪنڊڙنوابشاهہ ضلعي جو هڪ پٽي ذات جو استاد دماغي ڳڙٻڙ سبب موڪل تي هليو ويو آهي، هاڻي تون وڃ! الله ڀلي ڪندو!“

بهرحال آئون ۽ مون واري ٽين جي ننڍڙي پيتي، انهيءَ ڪچي رستي واري ڪناري لاريءَ ۾ لوڏا کائيندا وڃي ڪاهي پهتاسون. اتان ڏس مطابق ڦلهڏيون رستو وٺي اسڪول جي تلاش ۾ روانو ٿيس. واٽ تي جيڪو بہ ماڻهو ٿي مليو ان کان ڏس پڇندو پئي ويس. نيٺ سج لٿي مهل ٻنين مان گذرندي وڃي مير الهداد جي جاگير واري ڳوٺ ۾ پهتس. اسڪول جي پڇا ڪرڻ تي هڪ ٻن ميگهواڙ قوم جي ماڻهن ڪلندي، مونکي اچي اسڪول واري هنڌ پهچايو. پوءِ اتي هڪ اوڏڪي پٽ واري ڊٺل ڪمري ڏانهن اشارو ڪري چيائون تہ ”ماستر! اهو اٿئي تو وارو اسڪول جيڪو گذريل برساتن ۾ ڊهي پيو آهي.“

منهنجي دل ۾ خيال اڀريو تہ مير الهداد ٽالپر ميرپور سرڪار جي ٽالپر حاڪمن جي نشاني، سنڌ ۾ دولتمند ۽ شاهوڪار ترين شخصيت جي ديهہ هالارو، تعلقي ڪپري واري جاگير واري ڳوٺ جو اسڪول ڊٺو پيو آهي يعني ” نام بڑا، درشن ڇوٽا!“

خير ٿوري دير کان پوءِ مير صاحبن جو مئنيجر جيڪو چانڊيا ذات جو ڀلو مڙس هو اهو اچي مونسان مليو. سندس چوڻ هو تہ اڳوڻو استاد بيماري سبب موڪل تي هليو ويو پوبان اوڏڪي پٽ وارو اسڪول جو ڪمرو برساتن ۾ ڊهي ويو پر اسڪول جون ٻئنچون محفوظ پيون آهن. اسڪول جي رڪارڊ واري پيتي بہ پئي آهي.

مون ڪيس عرض ڪيو تہ في الحال اهي ٻئنچون هن ٻہر جي وڻ هيٺيان رکي ڏيو. ڪاٺ جو بليڪ بورڊ مون رسيءَ سان ٻہر جي ٽڙ سان ٻڌي ٽنگي ڇڏيو. ڳوٺ ۾ تمام مختصر گهر هئا، جن ۾ اڪثريت ميگهواڙ قوم جي هئي. هڪ بہ گهر ماڇي قوم جا هئا. ڇڱو موچارو گهر چانڊيئي صاحب جو موجود هو. مون ڪين عرض ڪيو تہ هڪ کٽ مهرباني ڪري هن ٻہر هيٺيان رکي ڇڏيو. باقي ڪم منهنجو آهي تہ آئون ڪيئن ٿو هلايان.

ٻئي ڏينهن ٻہر جي وڻ هيٺيان اسڪول جي پڙهائي شروع ڪيم. ڪافي ڏينهن لڳا ٻارن کي سندن وساريل سبق ياد ڏيارڻ ۾. چانڊيئي صاحب جو هڪ فرزند ٽئين ڪلاس ۾ پڙهندو هو ڪافي ادب ۽ لحاظ وارا ماڻهو هئا. آئون اسڪول ٽائيم ۾ ٻہر هيٺيان پڙهائي ڪندو هئس. ٻارن کي موڪل ڏئي، ٻہر جي ڦرنڊڙ ڇانو ۾ کٽ ريڙهي، ان تي آرام ڪندو هوس. ٽي ويلا ماني مئنيجر صاحب وٽان ايندي هئي. صبح جو لسي ماني، ڪڏهن مکڻ ڦٽي، يا ڪڏهين ڇانهہ ماني ملندي هئي. منهجند بہ دال ماني ۽ لسي ملي ويندي هئي. رات جو کير مانيءَ تي گذارو ٿيندو هو.

مهيني ۾ هڪ دفعو ڪاهي وڃي، اتان پگهار وصول ڪبو هو. سواريءَ لاءِ غريب طبع گهوڙي سنجي ڏيندا هئا. اُها اچي ڪاهي شهر ۾ گهوڙن ٻڌڻ جي پڙيءَ حوالي ڪبي هئي. جتي هڪ ماڻهو چوڪيداري جي معمولي رقم وٺندو هو. پگهار وٺي وري پوئين پير اسڪول ڏي واپس اچبو هو. ڪڏهين ڪاهي شهر کان ڳوٺ پيادل بہ واپس اچبو هو. رستي ۾ شر ذات جي همراهہ جي رڍن جي

واڙي ۾ گهر ڙو نهيل هيو سندس ذهين پٽڙو مون وٽ پهرئين درجي ۾ پڙهندو هو. اتان کان گذرندي جيڪڏهن شر بلوچ جي نظر پئجي ويندي هئي ته حجت ڪري گهران ڪٽ ڪٽي، ڪنهن وڻ هيٺ رکي، مکڻ مانيءَ سان لنچ ڪرائي پوءِ ڇڏيندو هو. غريب هاري هوندي به هي همراهه ڏاڍو دل جو سخي مهمان نواز بندو هو.

## ڪاهي عشق جي ڦاهي

ڪاهي شهر بابت ٻهراڙيءَ جا ماڻهو اڪثر ڪري اهو مٿيون جملو دهرائيندا هئا. ان جو ڪو خاص مطلب ته ڪونه هو. صاف ظاهر هو ته ڪاهي شهر پرسان قديم عرصي کان سدا سهاڳڻين جي لال بازار هلندڙ هئي. ٻڌو اٿم ته ان جا ڪجهه آثار اجان به باقي به آهن. جتي وزيٽر اچن ٿا. ڪاهيءَ جو علائقو مير صاحبن جي ديهه هالاري واري جاگير ڪان سواءِ مري بلوچ قوم جو علائقو آهي. جتي هن قوم جون ٻنيون ٻارا، ڳوٺ ۾ گام قائم آهن. ڇوٽن موٽن ڳوٺن کي ڇڏي ڪاهي شهر، مري خاندان جو شهر آهي. جتي هنن جي وڏي زميداري هئي. پرسان پٽ پاڻٽي جا مري وڏا رئيس ڪوٺبا هئا، جن جون زمينون وڏي علائقي ۾ پکڙيل هيون. 1960ع ۾ مون ڪاهي شهر کي زوال پذير ڏٺو. اتي رئيسن جي ڪاٽن فيڪٽري به بند پيل هئي. شايد ڪنهن مالي مشڪلات سبب. ڪاهي شهر کان ڪپري، ڪلر جي زمين جو ڪچو رستو هو. ٻئي پاسي اولهه ۾ ڦلهڏيون ڪچو رستو ويندو هو. ڦلهڏيون کان پراڻي ميرپور واري روڊ تائين ڪچو رستو هو. ڪاهي کان پٽورو ۾ گرهوڙي شريف به ڪچو رستو هوندو هو. مون واري اسڪول کان اتر طرف فقير يار محمد مري جو مئخانو هو. جتي صوفيانو راڳ رنگ جاري رهندو هو. مونکي ان مئخاني ڏسڻ جو موقعو ڪونه مليو. باقي ٻين محفلن ۾ فقير يار محمد جو صوفيانه راڳ ضرور ٻڌو هئم.

## مير الهداد خان ٽالپر، مال ڏارڻ جو وڏو شوق رکندڙ شخصيت

ميرپور جو مير خاندان سنڌ جو ڇوٽون پايو ليکيو ويندو هو. ٽالپرن جي شاهي خاندان جو هيءُ ميرصاحب، مال ڏارڻ جو وڏو شوق رکندڙ شخص هو. هرهڪ مال مان خاص نسل جا جانور خريد ڪرڻ، انهن کي پالڻ، انهن جا ٿُور وٺڻ. چون ٿا مير صاحب سنڌ ۾ گهمندي سندس ٻڪرين جي نسل واري ٻڪري ڪنهن ٻئي هنڌ ڏسندو هو ته ان کي سڃاڻي ويندو هو. هالاري واري جاگير تي ڪجهه گهوڙيون ۾ خاص نسل جا گهوڙا به رکيل هئا. ڪجهه ڳئون ۾ ٻڪريون به موجود هيون. آئون جنهن زماني ۾ نئون نئون اتي ويس ته ووڻن جو فصل بيٺل هو. ان جا آخري ڇونڊا ٿي رهيا هئا. مون ڏٺو ته ووڻن جي فصل ۾ هڪ لاسي گڏهه تمام وڏي قد ڪاٺ واري جال پئي چرندي هئي. منهنجي پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته ان نسل جي اها ڪوتي مير صاحب جي طرفان ڇيڪ ڇڏيل هئي.

هڪ روز چا ٿيو جو هڪ هاري اچي مئنيجر صاحب کي ٻڌايو تہ مير صاحب جي اها لاسڻ ڳڌهہ ٻنيءَ ۾ مئل پئي آهي. يڪدم ماڻهو ڊوڙايا ويا, جن ٻڌايو تہ گهڻي عمر سبب پنهنجي ماريءَ مري وئي آهي. مئنيجر صاحب پنهنجو نائب ڪمدار جيڪو ڳاڙهي ڏاڙهي وارو قداور اڌيڙ عمر جو ماڇي قوم سان تعلق رکندڙ بزرگ, ڪڇهريءَ جو ڪوڏيو, ڳالهائڻ جو پڙ هيو. ان کي مئنيجر صاحب چيو تہ صبح واري لاريءَ ۾ ميرپور وڃي مير وڏي کي هن جانور جي مري وڃڻ جو اطلاع ڪري اچ. ٻن ڏينهن بعد نائب ڪمدار صاحب مير صاحب کي رپورٽ ڪري واپس آيو ۽ اچي چانڊئي مئنيجر کي حال ٻڌايائين. چيائين مير صاحب ڳالهہ ٻڌي چيو "يارا اها لاسڻ ٽُور ڏيڻ کان سواءِ مري وئي, جي تور ڏئي وڃي ها تہ پلو!"

## كاهي مان بدلي ڪرائڻ جو چمتڪار

هڪ ڀيري هڪ ٻہ ڏينهن موڪل تي جهول آيس. واپسيءَ دوران خبر پئي تہ ميرپور ڦلهڏيون کاهي رستو بند آهي. لاري ڪونہ ٿي هلي. مونکي اسڪول ۾ ڊيوٽيءَ تي پهچڻو هو. ان لاءِ متبادل رستو اهو هو تہ ميرپور مان ريل رستي وڃي پٿورو اسٽيشن تي پهچان. اتان پنڌ ڪري وايا گرهوڙ شريف اسڪول ۾ پهچان. ان پروگرام موجب ميرپور مان ريل تي سوار ٿي وڃي پٿوري اسٽيشن تي لٿس. اسٽيشن کان ٻاهر نڪرندي مون ڏٺو تہ ميرپور هاءِ اسڪول ۾ ٿورو وقت پاڙهيندڙ منهنجو استاد محمد جمن دائودپوٽو صاحب, پنهنجي ڪٽنب جي ٻن ماين سان گڏ اچي اسٽيشن تي ٽرين مان لٿو. مونکي ڏسي سڌ ڪري ويجهو اچڻ لاءِ چيائين. ڪيس حال ٻڌايم تہ آئون گرهوڙ شريف کان ٻہ ڪلوميٽر اتر طرف هڪ ڳوٺ ۾ پرائمري ٽيچر آهيان. هاڻي اوڏانهن پئي ويس. مونکي سائين چيو تہ چڱو هاڻي پاڻ ٽانگو ياڙي ڪري ٿا هلون گرهوڙ شريف. مونسان گڏ جيڪي مستورات آهن, انهن جي گرهوڙ شريف تي باس باسيل آهي. تون ٻہ اسان سان گڏجي هل. سائين محمد جمن دائودپوٽو اصل ۾ چوٽيارين جو رهاڪو ۽ اسان جي جماعت جو فرد هو. بهرحال رستي ۾ استاد دائودپوٽي مونکي ٻڌايو تہ هو هن وقت تعلقي سنجهوري تي تعليم جو سپروائيزر مقرر ٿيل آهي, تنهنڪري جلد ئي واپس وڃي تنهنجي بدليءَ جو آرڊر ڪرائيندس. گرهوڙ مان آئون سائينءَ کان موڪلائي اسڪول پهتس.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ منهنجي اسڪول جو ساليانو امتحان وٺڻ لاءِ جناب سپروائزر صاحب رئيسن جي جيپ ۾ سوار ٿي اچي پهتو. انهيءَ عرصي ۾ مون اسڪول لاءِ ڳوٺاڻن جي مدد سان هڪڙو ڪکائون ڇپر جوڙائي ڇڏيو هو. ٻارن جو تعداد ٿورڙو هو صاحب امتحان فرمائي رزلٽ شيٽ جا پنا ڪٽي, ساڳئي جيپ ۾ هليو ويو. مونکي هڪ هفتي ۾ گرهوڙ شريف مان رزلٽ واپس وٺڻ جو حڪم ڪيائين. منهنجو هي سپروائيزر ميمڻ صاحب ڪنهن زماني ۾ ميرپور هاءِ اسڪول ۾ ٽيچر ٿي رهيو هو. پر منهنجو ساٿس ڪو واسطو پيل ڪونہ هو. مقرر ڏينهن تي پنڌ وڃي گرهوڙ شريف پهتس. صاحب سامهون اسڪول ۾ ويٺو هو. ان جي ڪنهن واڻي مونکي چيو تہ پنج رپيہ في

شاگرد مهماني طور طلب ڪيا ويا آهن. انهن جي ملڻ بعد صاحب صحيح ڪندو. اها رقم سئو سوا سئو کان ڪجهه وڌيڪ ٿي، مون وٽ ته ڪجهه ڪونه هو. ان ڪري اسڪول کان ٻاهر وڻ جي ڇانوَ ۾ وڃي ويٺس. اتي هڪڙي همراهه مونکان پڇيو ته ”بابا! ڪير مڙس آهين؟“ مون ڪيس تعارف ڪرائي ٻڌايو ته صاحب ڪجهه رقم لاءِ ترسايو ويٺو آهي. هن همراهه ٻڌايو ته آئون رئيس جو ڪمدار آهيان ۽ هن صاحب کي رئيسن کان جيپ به مون وٺي ڏني آهي. بس تون ويهه آئون هن کان ڪاغذ صحيح ڪرائي کڻي ٿو اچان! ڪجهه دير کان پوءِ اهو مهربان رزلٽ شيٽ جون ڪاپيون صحيح ڪرائي کڻي آيو. مطلب ته تعليم کاتي ۾ مهمانيءَ جي نالي ۾ رشوت جي هيءَ هڪ سادي شروعات هئي.

## ڳوٺ گل حسن سريوال ۾ پاڙهڻ

ٿورن ڏينهن کان پوءِ سائين جمن دائود پوٽي وعدي موجب منهنجي بدليءَ جو آرڊر ڏياري موڪليو جنهن ۾ لکيل هيو ته:

” مانوارو منشي الهه ورايو ٿئي ن-م گورنمينٽ پرائمري اسڪول گل حسن سريوال.“ اهو آرڊر ڏسي مونکي تمام گهڻي خوشي ٿي ته ڪيئن نه قدرت منهنجي لاءِ مددگار ٿي گرهوڙ شريف جي پنڌ ۾ موڪليو ۽ منهنجو وڏو مسئلو حل ٿي ويو.

ڳوٺ گل حسن سريوال ۾ استاد محمد يوسف سومري صاحب وٽ، اچي ڊيوٽي رپورٽ ڪيم. استاد محمد يوسف سومرو اصل موري، نوابشاهه جو رهاڪو هو. ان وقت موري، نوشهري ۽ نوابشاهه جا تمام گهڻا استاد ضلعي سانگهڙ ۾ سروس ڪندڙ هئا. سائين محمد يوسف هڪ با اصول ۽ هوشيار استاد هو. ان مونکي رئيس داري خان سريوال سان متعارف ڪرايو. اسان وارو اسڪول رئيس داري خان سريوال جي اوطاق جي احاطي اندر هڪ صفحي ۽ ورانڊي ۾ هلندڙ هو. رئيس روايتي نموني سان پليڪار ڪئي ۽ آڇ ڪيائين ته ”هتي نيرن پاڻي به ڪندا ڪريو!“ رئيس تمام سادي طبيعت وارو ۽ مهمان نواز هو. اسان لاءِ اڪثر منجهند جي ماني پاڻ کڻي ايندو هو. سندس فرزند به قربائتا ماڻهو هئا.

سريوال ذات جا ماڻهو سرائيڪي ڳالهائيندا آهن. سري وال معنيٰ سري وارا ماڻهو يعني سنڌ جي اتر کان ايندڙ لوڪ. هن ڳوٺ جي سريوال برادري جا ماڻهو پنهنجن ٻارن کي اسڪول ۾ داخلا وقت ذات جي ڪالم سريوال ۽ بريڪٽ ۾ نظاماڻي ضرور لکائيندا آهن. يعني ته سريوال نظاماڻي. ڳوٺ گل حسن سريوال ۾، سريوال برادري سان گڏ مگريا، وساڻ، خاصخيلي ذاتيون رهندڙ هيون. هي سڀ ماڻهو جماعت روضي ڌڻي سان تاريخي طور وابسته هئا. باقي ڳوٺ ۾ ڪهيري ذات جي ماڻهن جا هڪ به گهر ۽ پارڪريا ڀيل ذات جا ماڻهو به رهندڙ هئا.

جيئن ته سرائيڪي لوڪن جو رواج آهي ته هو هڪ ٻئي کي اڪثر ڪري ”رئيس“ لفظ جي لقب سان مخاطب ٿيندا آهن. اهو رواج سڀني سرائيڪي ڳالهائيندڙ ذاتين ۾ موجود آهي.

چاڪاڻ تہ سنڌ جي ڪلهوڙا دور جي تاريخ ۾ هي ماڻهو سنڌ ۾ اچي مقيم ٿيا ۽ مير صاحبن جي حاڪميت تائين ڪافي قدر سنڌ ۾ چيڙي نبيري ۽ زمين جا مالڪ رهيا آهن.

سريوالن جي بزرگن جا نالا بہ يوناني ڪردارن وارا هوندا هئا. هنن ۾ ”دارا“ ”سڪندر“ ۽ ”رستم“ جهڙا نالا عام هئا. بهرحال رئيس دارو خان ڳوٺ جو هڪ رج چڱو مڙس، انتهائي سادي طبيعت رکندڙ علم لاءِ چاهہ رکندڙ انسان هو. سندس وڏو ڀاءُ حاجي سڪندر تمام مذهبي ماڻهو. ڳوٺ جي مسجد ۾ نمازن جي امامت ڪندڙ ۽ هر جمعي نماز دوران مولانا جتوئي صاحب جي رسالي مان خبطو پڙهڻ. ديني صلاح مصلحت ۾ ماڻهن جي مدد ڪندڙ بزرگ هيو. رئيس دارا خان جا هاري اڪثر ڪري پارڪري ڀيل هوندا هئا. مون ڏٺو تہ رئيس ڀيلن سان نهايت رواني ءَ سان پارڪري ڀيلڪي ٻولي ڳالهائيندو هو. هن ڳوٺ جا مڱريا فقير ۽ خاصخيلي گهڻو ڪري هاري ناري هئا.

اسڪول ۾ انهن سيني ذاتين جا ٻار زيرتعليم هئا. استاد محمد يوسف جي ڳوناٽا تمام گهڻي عزت ڪندا هئا. هن ڳوٺ ۾ رهندڙ ماڻهو پنهنجي نياڻين کي بہ ساڳئي ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليندا هئا. هن ڳوٺ مان شروعاتي شاگردن مان گل محمد مڱرئي کي 1970ع ڌاري ”حبيب بئنڪ“ ۾ ملازمت ملي. سريوال برادري جي هڪ ٻئي زميندار ڪٽنب مان رئيس عبدالڪريم سريوال پڙهي وڪيل ٿيو ۽ ضلعي ڪائونسل جو ميمبر بہ رهيو. سندس ننڍو ڀاءُ ڊاڪٽر محمد علي سريوال ضلعي سانگهڙ ۾ صحت کاتي جي مختلف عهدن تي رهيو. آئون جنهن وقت سريوال ڳوٺ ۾ مقرر ٿي آيس، ان وقت رئيس عبدالڪريم وارن جو ڪٽنب پنهنجي برادري سان زمين تان جهڳڙي سبب لڏي وڃي سانگهڙ ۾ مقيم ٿيو. اسڪول ۾ اچڻ وڃڻ لاءِ مون هڪ ”هرڪيولس“ سائيڪل خريد ڪئي. صبح جو سائيڪل تي اسڪول ٽائيم اندر وڃبو هو. جهول مان اسڪول ڏانهن نڪرندي مونسان گڏ هڪ شخصيت سائيڪل تي همسفر هوندي هئي. اهو بزرگ ”صوفي صاحب“ سانگهڙ پوليس ۾ ايس پي صاحب جي دفتر ۾ هيڊ ڪلارڪ مقرر هيو. سياري اونهاري اڪثر ڪري صبح جي وقت جهول کان سانگهڙ ڏانهن مونسان سائيڪل جي سفر جو ”هم سفر“ ماڻهو نهايت سادو ۽ پوليس کاتي جي اهم ٽيبل تي تعينات هوندي بہ فقط حق حلال جو پگهار کڻندڙ انسان ٿي گذريو آهي.

## گولاڙڪي جو ڳوٺ

گولاڙڪي پرائمري اسڪول گل حسن سريوال مين پرائمري اسڪول جي برانچ هو. گولاڙڪي اسڪول جو استاد جڏهن ڪجهہ ڏينهن جي موڪل تي ويندو هو تہ مين اسڪول مان مونکي گولاڙڪي موڪليو ويندو هو. گولاڙڪي ڳوٺ ۾ مري بلوچن ۽ خاصخيلي ذات جي ماڻهن جي آبادي هئي. ڳوٺ انتهائي غربت جو ڏيک ڏيندڙ هو. اسڪول ۾ تمام ٿورڙا ٻار پڙهڻ لاءِ ايندا هئا. هن وقت جا تمام وڏا زورآور مري زميندار، ان وقت ٻني ٻاري وارا ڪونہ هئا. سندن ٻار بہ ذهني

غربت جو شڪار ٿي ڏٺا. زماني جي ردوبدل ۾ ھاڻي اھي وقت جا وڏا زميندار ۽ محل ماڙين وارا ٿي ويا آھن.

## چندن پٽي

گولاڙڪي اسڪول ڏانھن ويندي، رستي ۾ ھڪ نيم وارياسي ڊڀ ايندي ھئي، جنھن ۾ ڪِپ جا ٻوٽا ھوندا ھئا. ان وارياسي زمين جي پٽي کي مقامي ماڻھو ”چندن پٽي“ جي نالي سان سڏيندا ھئا. اتي بھرحال چندن جا خوشبودار ڪاٺيءَ وارا وڻ ته ڪونه ھئا. البته ان پٽ جو نالو تمام شاعراڻو آھي. ھن وقت چندن پٽيءَ واري زمين تي سانگھڙ شھدادپور روڊ تي رئيس عبدالڪريم سريوال جي ڏنل زمين تي او- پي- ايف وارن ھڪ تمام وڏو تعليمي ادارو تعمير ڪرايو آھي. رئيس عبدالڪريم زمين ته دان ڪري ڇڏي، پر انھيءَ تمام مھانگي تعليمي اداري کي ھدايت ڪونه ڪيائين ته سنڌي زبان به سيکارين ۽ اھڙي ڪابه شرط ڪونه رکيائين ته آسپاس ڪم از ڪم سريوال ڳوٺ جي غريب شاگردن جي في معاف ڪري ھن اداري ۾ داخلا ڏني ويندي.

## ڪليمن جي ڪاري ڪاروبار جو دور

1960ع واري زماني ۾ سنڌ اندر ھندن جي ڇڏيل زمينن ۽ سنڌ جي سيني شھرن ۾ ھندن جي شھري ملڪيتن بابت ايوب حڪومت ڪليمن جي ڪاري ۽ ڪوڙي ڪاروبار جي پٺ ڀرائي ڪندي، حڪم ناما جاري ڪيا ته ھندن جون زرعي زمينون ۽ شھري ملڪيتون، دوڪان، محل ماڙيون ھندستان مان ھجرت ڪري ايندڙ ھمراھن جي قوم لاءِ سندن ڪليمن موجب انھن جي حوالي ڪيون وڃن. ڪليم ڀرڻ جي عمل کي تمام گھڻو آسان ڪيو ويو. ڪليم فارم ۾ ھندستان ۾ ڇوٽي ڇڏي آيل زمينن ۽ مڪانن بابت فقط ھڪ سادي سودي شرط ھئي ته ڪو به گزيٽيڊ ڪامورو ان تي تصديقي دستخط ڪري. اھو ڪم ماٺ ميٺ ۾ ڪوڙيئي ٿي چڪو ھو. اسان جي تر جي ”واٽڪين زمينن “ جا اچانڪ دعويدار ڪليم بوڪ ھٿن ۾ ڪڍي، ڪٿان ڪٿان اچي ظھور پذير ٿيا. مون ڏٺو ته ان زماني ۾ روينيو کاتو ھندستان کان آيل ڪليمين جو وڏو مددگار ٿي پيو. ان زماني جا مختيارڪار ۽ تپيدار ڪوڙن ڪليمن جا وڏا ٻانھن ٻيلي ٿي پيا. خاص ڪري سنڌي ھارين جي ان طبقي جي خلاف جيڪي ھندن جي ڇڏيل زمينن تي ھارپو ڪندڙ ھئا ۽ پوءِ انھن کي ”الاٽي ھاري“ جو نالو ڏئي 8-10 ايڪڙ زمين آباد ڪرڻ لاءِ ڏني وئي ھئي. اھا زمين الاٽي ھاري آباد ڪري فصل ڪڻڪ لڳا ۽ ساڳئي وقت سرڪاري ڍل به ادا ڪندا رھيا. ڪليمن جو ھيءُ ڪارو قانون الاٽي ھارين مٿان مصيبت وانگر نازل ڪيو ويو. الاٽي ھارين کي دٻاءَ ۾ رکڻ لاءِ سندس نالي الاٽ ٿيل زمينن جي بلي ڍل ڪانسواءِ زمين جي مقاطعي جا ڳرا بل روينيو کاتي جاري ڪيا، جن جي

ادائيگي ڪرڻ هارين جي وس کان ٻاهر هئي. ان بعد انهن الاٽي هارين کي قبضو ڇڏڻ ۽ زمين ڪليمين حوالي ڪرڻ جا حڪم ناما جاري ٿيا.

منهنجي وڏي ڀاءُ جي نالي ديهه 11 ـ دم تي زمين جا ڪجهه ايڪڙ الاٽ ٿيل هئا. انهيءَ تي پنجاب کان آيل ڪليمين زوري قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جهڳڙو ٿي پيو. ڪليمين وڃي ٿاڻي تي ڪوڙو ڪيس داخل ڪيو. پوليس هڪدم ايڪشن ۾ اچي گرفتاريون شروع ڪيون ۽ معاملو ڪورٽن، ضمانتن ۽ وڪيلن تائين پهتو. ان واقعي ۾ زمين تہ ڪليمي ڦري ويا، پر جهيڙي جي ڪيس ۾ ڏڪا ڏور وڪٽي وڪيل ڪري مس وڃي جان ڇڏائي سون!

## شهري ملڪيتن ۾ ڪليمي ڪاروبار

جهول شهر ۾ هندن جي ڇڏيل گهرن ۽ دوڪانن تي ڪليمي ڪاروبار اچانڪ شروع ٿي ويو. هن شهر ۾ راجستان جي پيلواڙي ضلعي مان لڏي آيل انصاري لوڪن وڏو فائدو ورتو. هنن جو ايجنٽ حاجي ڊالدا نالي هڪ لکنوي انداز جو ماڻهو هيو. جيڪو نهايت چرب زبان ۽ رشوتون ڏياري ڪليم پڪا ڪرائڻ جو ماهر هو. راجستاني ڪليمين ڇا ڪيو جو هن حاجي کي هڪ ڪار ۽ ڊرائيور مقرر ڪرائي ڏنائون. جيڪو حيدرآباد، نوابشاهه جي سيٽلمينٽ کاتي جي آفيسرن کي رشوتون ڏيئي هنن لاءِ اڌ شهر جا دوڪان ۽ مڪان حاصل ڪري آيو.

جهول شهر ۾ ٻيو بہ "هڪ اڪيو" جمعدار ڪليمين حاصل ڪرڻ جو وڏو ماهر هو. ان ماڻهوءَ بہ ڪوڙن ڪليمن جي حوالي سان جهول شهر ۾ وڏيون ملڪيتون پنهنجي نالي ۽ سندس عزيزن جي نالي حاصل ڪري ورتيون. هن شخص جهول شهر جي ديني بزرگ جامع مسجد جي پيش امام حاجي محمد صالح شر کي ڪوڙا ڪيس ڪري، سندس دوڪان مان زبردستي بي دخل ڪيو. هن صدمي ۾ هيءُ نيڪ نام بزرگ آخري عمر ۾ صدمي سان دوچار رهيو ۽ ذهني طور عليل ٿي پيو. حالانڪ هو هڪ ٻئي انصاري ذات جي ننگ ڪليميءَ کي ان دوڪان لاءِ رقم ڏئي چڪو هو جيڪو ڌوڪو ڪري سندس رقم ڦٻائي ويو.

## خاصخيلي پاڙي ۾ اسان جون اروڙيءَ جي ڀير مٿان ٺاهيل جهوپڙيون بہ هندو پراپرٽي ۾ شامل

مونکي اهو ڏينهن ياد آهي جنهن ڏينهن گهنبڻ جا بہ رانگڙ ڀاءُ (سلامو نونئو) صبح ساڻ اچي اسان کي گهران سڏيو. ۽ ڪليم جا ڪاغذ ڏيکاريندي چيائين تہ هي اوهان جا گهر جهوپڙا، جنهن پلاٽ تي اڏيل آهن، اهو اسان کي ڪليم ۾ مليو آهي. تنهنڪري توهين قبضو خالي ڪريو. انهيءَ دوران مون ان زماني جي ڪليڪٽرن، مختيار ڪارن کي درخواستون موڪليون تہ اسان جا گهر واٽين جي نہ پر ڳوٺ جي زمين تي ٺهيل آهن. جتي هندو پنهنجي ڳئن جا ڇيٽا اڇلائيندا هئا، پر

ڪجھ نہ وريو. مونکي صلاح ڏني وئي تہ نوابشاھہ ۾ سيٽلمينٽ ڊپارٽمينٽ وارن جو دفتر آهي، اتي وڃي اهڙي درخواست پيش ڪر.درخواست سنڌي ٻولي ۾ صاف، سھڻن اکرن سان لکي وڃي پيش ڪيم. اتي اردو ڳالهائيندڙ بابو ٽائيپ پان ڪائيندي چيو تہ درخواست اردو ۾ لکائي اچ! ٻاهران الاهي ٽائيپسٽ ماڻھن جون درخواستون ٽائيپ ڪري رهيا هئا. انهن کان انگريزي ۾ عريضي ٽائيپ ڪرائي، پان ڪائو ڪلارڪ کي پيش ڪيم. جنهن پڙهي چيو تہ"آپ کي گھر جس پلاٽ پر واقع هين، وہ هندئون کي چوڙي هوئي زمين پر واقع هين، اور ڪليم مين مهاجرون کو مل گئي هين، اس ليي مين ڪڇ نهين کر سڪتا!“

منهنجي روينيو کاتي کي ڏنل درخواست جي نتيجي ۾ هڪ ڏينهن مختيار ڪار تعلقو سنجھورو جن سرزمين ڏسڻ لاءِ جھول ۾ تشريف فرما ٿيا. مون موقعي تي مختيار ڪار صاحب کي ٻڌايو تہ اسان جا گھر ڪنهن بہ هندڪي پلاٽ تي واقع نہ آهن، پر ڳوٺ جي حصي ۾ آهن. ان ڪري ڪليميءَ جو ڪليم رد ڪيو وڃي. مختيار ڪار صاحب سنڌي ماڻھو هو. ان کي بہ حاجي سخاوت ڪليمي ايجنٽ ڏئي وٺي پنهنجي فائدي ۾ فيصلو ڪرائي ڇڏيو.

پوءِ ڇا ڪيائين جو اسان واري گھرن جا پلاٽ ۽ منهنجي مامي جي جڳھہ گھنبڻ وارن رانگڙن کان خريد ڪري ورتائين ۽ اسان کي قبضو ڇڏي هتان لڏي وڃڻ جو چوڻ لڳو.

هڪ ڏينهن جھول يونين ڪائونسل جي چيئرمين وڏيري خدا بخش ڪيريئي صاحب کي اهو سخاوت حسين وارثي عرف حاجي ڊالڊا اسان کي سمجھائڻ وٺي آيو. مون وڏيري صاحب کي چيو تہ هيءُ ماڻھو توهان جو خاص الخاص ماڻھو آهي. هن کي چئو تہ اسان جي پچر ڇڏي، اهي پلاٽ اسان کي وڪرو ڪري ڏئي. مون ڏٺو تہ وڏيري خدابخش جو ان ماڻھو چوڻ نہ ڪيو. هڪ دفعي قاضي محمد عالم معصوم، حاجي ڊالڊا کي چيو تہ اسين هاڻي تنهنجي ڪليمي ڪاروبار کي اخبارن ۾ لکنداسون. تنهنجي خلاف تحريڪ هلائينداسون. تو اسان سنڌين کي ڇا سمجھيو آهي! ٻئي پاسي مير جان محمد خان ٽالپر بہ سخاوت حسين وارثيءَ جو سخت مخالف هيو. ڇاڪاڻ جو اهو سخاوت وڏيري حاجي خدا بخش ڪيريئي صاحب جي لابيءَ جو خاص سياسي صلاحڪار هو. ۽ ڪيريئي صاحب کي جيئن تہ يونين ڪائونسل جي چيئرميني لاءِ مهاجرن جي ووٽن جي ضرورت هئي. بهرحال هڪ ڏينهن سخاوت وارثي مونکي چيو تہ ”آئون پلاٽ اوهان کي وڪرو ڪري ڏيان ٿو پر قيمت جيڪا آئون طلب ڪندس، اها اوهان کي ڏيڻي پوندي!“ مون لاچار اها ڳالھہ قبول ڪئي ۽ هاڻي اسان انهن اروڙي وارن مختصر پلاٽن جي خريداري ۾ ٽي ڄڻا گڏجي خريدار ٿياسون. منهنجي مرحوم همشيره، محمد صديق ڀرڙ ۽ مون اهي پلاٽ سخاوت کان رجسٽري ڪرائي ورتا! هن ماڻھو اتي بہ بس نہ ڪئي، پر مرندي مرندي ساڳئي نمبر وارا، اسان کي وڪرو ڪيل پلاٽ ٻيهر پنهنجي هڪ نام نهاد وارث پناڻ طالب علم کي لکي ڏئي ويو. حالانڪ اسان جي رجسٽري تعلقي آفيس جي دفتر ۾ داخل ٿيل هئي، جنهن جو مون وٽ سچو نقل بہ موجود آهي. ويندي ويندي لکنئو جو ننگ آخري ننگي ڪري چڪو جنهن جي خبر مونکي چاليهارو سال گذرڻ کان پوءِ هاڻي پئي آهي!

جھول شھر ۾ ھندن جي ڇڏيل ملڪيتن ۾ سنڌي ماڻھن مان مرحوم حاجي فتح علي لسڪاڻيءَ ڀرپور فائدو ورتو. حاجي صاحب پڙھيل لکيل ماڻھو ھو جڏھن عالمي جنگ دوران ھتي ڪپڙي لتي جو ڪال ھو. ڇاڪاڻ تہ ڪپڙو انگلستان مان ايندو ھو عالمي جنگ جي ڪري اھو اچڻ بند ٿي ويو. ھند انگريز حڪومت ھتي ڪپڙي جا ڊيپو کوليا. جھول وارو ڊيپو حاجي فتح علي لسڪاڻي ھلائيندو ھو. ياد رھي تہ عالمي جنگ دوران ھتي ماڻھن کي ڪفن لاءِ ڪپڙو بہ ڪونہ ملي سگھندو ھو. حاجي فتح علي لسڪاڻي ساڳئي وقت مسلم ليگ جو گارڊ پڻ ھو. پاڻ چوندو ھو تہ ھندستان کان ايندڙ مھاجرن کي ريلوي اسٽيشن تي وڃي سندن آجيان ڪندا ھئاسون. کين دعوت ڏيندا ھئاسون تہ ھندن جي خالي ڪيل مڪانن ۽ ملڪيتن ۾ ھلي آباد ٿين. انھن ڪليمن جي ڏنڏي مان اسان جي يار محترم حاجي غلام نبي شر صاحب بہ چڱو موچارو فيض حاصل ڪيو.

ھوڏانھن آسپاس ۾ سنڌي الاٽي ھاري زمين تان بي دخل ڪيا ويا. انھن غريبن کي ڏھ ٻارھن سال خود ڪيڙڻ ۽ کائڻ جو جيڪو موقعو مليو، اھو اوچتو ختم ڪيو ويو ۽ سندن معاشي حالت ويتر خراب ٿي وئي. سماجي طور بہ اھو ھڪ الميو ٿي گذريو تہ اھي لڏي آيل جڏھين خود ھاري ھئا تہ ان وقت سنڌي ھارين سان سندن تمام دوستانہ تعلقات ھئا. ھڪ ٻئي جي ھارپ واري زمينن تي ھڪ ٻئي جون ونگارون وھندا ھئا، شادي غميءَ ۾ بہ ھڪ ٻئي جي سان شريڪ ٿيندڙ ھئا پر پوءِ جڏھين ھنن لڏي آيل ماڻھن کي ڪليم ۾ زرعي زمينون  ملي چڪيون تہ اھي سماجي تعلقات تبديل ٿي چڪا ۽ ھو پاڻ کي زميندار ۽ وڏي اھميت وارا اعليٰ شھري سمجھڻ لڳا، نون پراڻن ماڻھن ۾ جيڪا ثقافتي ويجھڙائي پئي ٿي اھا ختم ۽ ھڪ نئون حاڪم ڪلاس جُڙي پيو.

## جھول شھر، ان جا ڊول ماڻھو ۽ شخصيتون

ميرن جي دور ۾ جھول شھر ھڪ غريباڻي وستي ھئي. مير صاحبن درياءِ سنڌ مان ھڪ شاھہ واھہ کوٽايو ھو. جيڪو چون ٿا تہ سعيد آباد کان درياھہ جي اڀرندي ڪناري کان نڪري اوير جو رخ ڪندي ڊنڙي وٽان، جعفر لغاريءَ جي ڳوٺ جو اتريون پاسو ڏيئي ميٽلن کان سر اڀرندي، رُکن ٻرڙا وٽان گذرندي، ڏيپر گھانگھر واري ٽُل جو اتريون پاسو وٺي اڀرندي پاسي وھندي وڃي ساڏوٽي پاسي ڇيھہ ڪندو ھو. انھيءَ شاھي واھہ مان نڪرندڙ بہ واھہ جھول واري بستيءَ جي اولھہ اوير ۾ پور وچوٽيءَ سان وھندڙ ھئا. ذڪڻ پاسي محمد علي واھہ وھندڙھو ۽ بستيءَ جي اتر طرف خير واھہ وھندڙ ھو. ھي ميراڻا واھہ درياھہ مان آبڪلاڻي جي موسم ۾ پرجي وھندا ھئا. انھن جو پاڻي ھُرلا ھلائي Up Lift ڪري خريف جي موسم جا فصل پوکيا ويندا ھئا. جن ۾ جوئر، ٻاجھري، ڪپھہ ۽ ٻيا فصل ٿيندا ھئا. سياري ۾ درياھہ جو پاڻي گھٽجڻ ڪري ھي واھہ بند رھندا ھئا. جھول جي وستي انھن ٻن ميراڻن واھن درميان ھيناھين زمين تي واقع ھئي ۽ تاريخ جو سفر طئہ ڪندي وڌندي وڌندي ھڪ ننڍو شھر بنجي وئي.

انگريزي حڪومت جي طرفان هن خطي ۾ جمڙائو ڪئنال جي پراجيڪٽ سان گڏوگڏ ان مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ شاخون تعمير ڪيون ويون. ميرن جي شاهي واهه جو نالو شاهو برانچ رکيو ويو. جيڪا جمڙائو مان نڪري ٿي. محمد علي واهه جو نالو دمر برانچ مان نڪرندڙ شاخ محمد علي برانچ تي رکيائون ۽ باقي دمر واهه جيڪو مکيءَ ڍنڍ وٽان وهندو هو. ان کي جمڙائو ڪئنال مان ڪڍي ساڳيو نالو "دمر برانچ" ڏنائون.

1901ع ۾ جمڙائو ڪئنال وهي هليو ۽ ان جون جملي شاخون ۽ برانچون مستقل طور درياهه جو پاڻي دور دراز زمين تي پهچائڻ لڳيون. هاڻي خريف سان گڏ ربيع جا فصل به عام جام ٿي پيا. زرعي زمين جي قيمت ۾ اهيمت وڌي وئي. انگريز حاڪمن حر تحريڪ کي منهن ڏيڻ لاءِ پنجاب مان آبادگار لڏائي اچي جمڙائو ڪئنال تي آباد ٿيندڙ هندن تي زمينون الاٽ ڪري ويهاريا. جيڪي تعلقي سنجهوري کان ويندي ڊگهڙي تائين پهچن ٿا. حرن لاءِ اهو خاص حڪم هو ته جمڙائو تي حرن کي ڪابه زمين نه ڏني ويندي. اها پاليسي پاڪستان قائم ٿيڻ تائين قائم رهي. مکيءَ کي قابو ڪرڻ خاطر منڊ جمڙائو تائين پهرئين ۽ ٻي عالمي جنگ تان موٽندڙ رٽائر فوجين کي مفت زمينون ڏئي چڪ آباد ڪيا ويا.

جهول جي آسپاس ڏکڻ پاسي ڏامرکيءَ جو وڏو ڳوٺ آباد هو. اولهه پاسي ڪرڪلي وڏو ڳوٺ آباد هو وچ ۾ اڀپور جو تاريخي ڳوٺ واقع هو. منڊ جمڙائو بئراج جي تعمير وقت جهول وٽان پڪو روڊ تعمير ٿيو جيڪو سانگهڙ کان ويندي منڊ جمڙائو پهچندو هو. ٻئي پاسي راجا واري ريل جوڌ پور کان نوابشاهه- حيدرآباد تائين جڙي راس ٿي. جهول ۾ ڦٽين تاڻڻ جو ڪارخانو لڳو ۽ تجارتي سرگرميون وڏيڪ تيز ٿينديون ويون. تنهنڪري جهول شهر هندو ڀائي بندن، پڪن دوڪانن،گهرن ماڙين جي اڏاوت سان آباد ڪيو. ان وقت به جهول واپار جو مرڪز بنجي چڪو هو. چاڪاڻ ته آسپاس جي آبادين، ڳوٺن وارا ماڻهو جهول ۾ خريداري لاءِ اچڻ پسند ڪندا هئا يا ريل ۾ سفر ڪرڻ لاءِ پيا ايندا ويندا هئا.

ياد رهي ته جهول شهر جي اندروني حصن ۾ سڀ دوڪان ۽ مڪان ڀائي بندن جا هئا. هن شهر ۾ 1947ع تائين ڪنهن به مسلمان جي ڪچي پڪي جاءِ يا ڪو مڪان ڪونه هيو. فقط ڪنڊي فقير پنيري جو اوتارو ۽ انصاري محلي ۾ سوني خان کِهور واري پنيري جي هڪ ننڍي اوطاق هئي، باقي سمورو شهر ڀائي بندن جو آباد ڪيل هو.

## <u>جهول شهر لڳ سنڌين جا ڳوٺ</u>

جهول شهر جي اتر طرف پناڻ ڳوٺ ۾ پنيرا، مهراج ۽ ڪجهه ٻيا رهندڙ هئا. استيشن وٽ شرن جو ڳوٺ هو. جنهن ۾ حاجي ادريس شر ۽ ٻيا رهندڙ هئا. جهول جي ڏکڻ طرف مين شهر سان لاڳاپيل خاصخيلي ماڻهن جا ڇپر ڇنا ۽ ڳوٺ هو. اتان ڏکڻ پاسي شرن جو ٻيو ڳوٺ جنهن جو مُک حاجي محمد صالح ۽ ٻيا شر ذات جا ماڻهو آباد هئا. شهر جي اوير ۾ ڪجهه گهر پيچارن جا هئا.

هنن ڳوٺاڻن جي اڪثريت پير وارين زمينن تي هارپ ڪندي هئي. ڪجهه ماڻهو مال چاريندڙ هئا. شر ذات وارا وڏا ريبار هئا. جهول جي خاصخيلين مان سومر خاصخيلي ۽ عرس خاصخيلي ٻڪرار مشهور هئا. مکڻ خاصخيلي وارا ميهار ۽ ٻڪرار هئا. سندن ڪجهه ڇوڪرا ڳوٺ جون يعني پائي بندن جون ڳئون چاريندا ۽ ڌهندا هئا. ڪجهه ماڻهو ”گاڏر“ ڪوٺبا هئا. اهي ڏڳي گاڏين وسيلي واپارين جو مال شهدادپور مان ڪٽي جهول، سانگهڙ ويندي پيرون مل تائين پهچائيندا هئا. جهول جي اسٽيشن تي جهول ۽ سانگهڙ جو واپاري مال پهچندو هو تنهنڪري هتي واپارين جي اچ وڃ جاري رهندي هئي. ۽ اسان وارا گاڏر اهو مال آڻيندا ۽ نيندا هئا.

جهول جي ڪپهه واري ڪارخاني تي مقامي ماڻهو نالي ماتر به مزدوري ڪونه ڪندا هئا. ڪارخاني جي مالڪ مڪراني بلوچ پري پري کان هٿ ڪري اچي ڪارخاني جي اتر (اسٽيشن پاسي) ۾ اوير ۾ انهن کي جهوپڙيون بنائي آباد ڪيو. اهي ماڻهو ابتدائي دور ۾ ڪارخاني لاءِ مزدور فورس فراهم ڪندا هئا. سنڌي ماڻهو ڪارخاني جي مزدوري کان ڪنارو ڪندا هئا.

## هندو پائي بند ۽ مقامي تاڪائو طبقو. سنڌي سماج جو ورهاڱو

اصل ۾ 1939ع ڌاري مسجد منزل گاهه جي بهاني سان سکر پاسي جيڪي هندو مسلم فساد ڪرايا ويا، انهي عمل سان هندو مسلم اتحاد ۾ ڏار پيا ۽ سنڌي سماج مذهبي بنيادن تي هڪ مخصوص سوچ تحت تقسيم ڪيو ويو. سنڌ اهو پهريون صوبو هيو جنهن جي اسيمبلي 1943ع ۾ پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ جي قرارداد پاس ڪري، انهيءَ عمل کي وڏيڪ تيز ڪري ڇڏيو. سنڌي سماج ۾ انگريز جي حاڪميت دوران هڪ پڙهيل ڳڙهيل، پنهنجي وطن ۽ ان جي ٻولي سان پيار ڪندڙ مڊل ڪلاس اپري آيو. جنهن سموري سنڌ ۾ سهڻن شهرن کي آباد ڪيو. مسلمان زميندارن سان گڏ گڏ هندو ماڻهو به ڪافي زمينن جا مالڪ بنجي ويا. واپار جي ڪاروبار ۾ تمام هوشيار طبقي جا ماڻهو مسلمان سنڌي زميندارن کي ضرورت تحت سندن عياشين لاءِ وياج تي رقم فراهم ڪندڙ هئا. سندن شاهوڪاريءَ ۽ سياسي هوشياري جو سنڌي وڏيرو ڪلاس مقابلو ڪري نه ٿي سگهيو. تنهنڪري دهليءَ وارن جي دلبي تي لڳي مسلم ليگي اڳواڻن هندن کي پنهنجي ڌرتي تان ڌڪا ڏيئي هٽان کان هڪالي ڪيڻ جو پروگرام طئه ڪري ڇڏيو هو. سنڌ ۾ ان وقت فقط ٻه هستيون هيون جن هندو مسلم فساد ۽ تقسيم نه پئي چاهي. انهن هستين ۾ حضرت سورهيه بادشاهه ۽ الهه بخش سومري صاحب جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا. پوءِ هنن ٻنهي هستين کي شهيد ڪرايو ويو.

پاڪستان ٺهڻ بعد ترت لياقت علي خان جي قيادت ۾ مهاجرن جو اهو طبقو. جيڪو هندستاني سماج ۾ پنهنجا ويساهه وڃائي چڪو هو. ان کي اندران اندر چيو ويو ته هاڻي هجرت فرمايو. اوهان لاءِ سنڌ هڪ Promised land هندن کان خالي ڪرائي ڇڏي آهي.

سنڌ جي هڪ طبقي اهو پئي سوچيو تہ هندن جي وڃڻ کان پوءِ سندن شهر، جايون، ماڙيون ۽ زرعي ملڪيتون کين مفت ۾ ملي وينديون. ۽ هندن جي قرض جون پوٿيون بہ ڦاٽي فوتي ڪاتي ۾ هليون وينديون. سنڌي نا عاقبت انديش تاڪائو طبقي جي من ۾ اها لالچ ويٺل هئي تہ مٿان وري لياقت علي خان جيڪا پاتال ۾ ڳالهہ سٽي هئي، اها اچي نازل ٿي. لڏي آيل ماڻهو اسٽيٽ جي حڪم سان شهرن، محلن، ماڙين جا حقدار بڻجي ويا، هندن جون ڇڏيل زمينون بہ انهن کي ڪليمن جي انعام ۾ ملي ويون. هي تاڪائو طبقو هٿ ملينڊو رهجي ويو. تاحال هٿ ملينڊو رهي ٿو.

## خالي ٿيل جهول شهر ۾ دوڪانن تي قبضا

اجا من و سلويٰ جا طالب مهاجر پهتا ئي ڪونہ تہ جهول شهر ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن خالي پيل دوڪانن تي قبضو ڪري، ڪاروبار ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. جهول جا خاصخيلي، پرورا جلالاڻي، شهر وار شر، ڪارخاني وارا مڪراني انهن دوڪانن ۾ 1947ع کان براجمان ٿي ويٺا. ٿوري گهڻي دوڪانداري ڪندا رهيا. باقي بچيل دوڪانن ۾ راجستان کان آيل انصاري ماڻهو ڪنڊ پاسو جهلي ويهي رهيا. ڪجهہ دوڪان پنجابي ماڻهن شروع ڪيا ۽ اهو سلسلو هندن جي لڏڻ پڄاڻان ائين شروع ٿيو.

جهول شهر ۾ هندن جا خالي ڪيل ٻہ ٽي شاندار گهر ٽالپر خاندان پنهنجا ڪيا، مرڪزي شهر جي ماڙين کي پنهنجيون اوطاقون بنايائون. مطلب تہ وڏيرو حبيب الله خان پنيرو، مير الهہ بخش ٽالپر، مير غازي خان ٽالپر، جمعي خان ٽالپر ڳوٺ مان مير پير بخش خان ٽالپر جهول شهر جي چوند عمارتن ۾ اچي پنهنجا گهر ٻار قائم ڪيا. باقي جايون مهاجرن جي حوالي ڪيائون. سنہ 1958ع تائين مقامي سنڌي ماڻهن جا ڪن گهرن ۽ واٽڪن دوڪانن تي قبضا رهيا.

## سنڌي ماڻهن جي دوڪانداري فقط چند روز

ڇاڪاڻ تہ سنڌي ماڻهو اصل ۾ تجارتي ڪلاس جا ماڻهو ڪونہ هئا، تنهنڪري هندن جي خالي ڪيل بازار ۾ ديڪا ديکي دوڪان کوليائون، پر "هٽ واٽيو" تي واپار ڪرڻ جو هنر وٽن ڪونہ هو. تنهن ڪري درجي بہ درجي مارڪيٽ مان ناڪ آئوٽ، يعني تہ ناڪام ٿيندا ويا. منهنجو نالي پيائي پاڙيسري خاصخيلي واٽين جي خالي ڪيل دوڪان جي دڪيءَ تي سال اڌ سيٽ ٿي ويٺو پر درجي بہ درجي سندس دوڪانداري محدود ٿيندي وئي ۽ دوڪان بند ٿي ويو. جتي پوءِ ڪنهن ڪليمي اچي قبضو ڪيو ۽ مون وارو نالي پيائي شاهي بازار جي مرڪزي چونڪ ۾ اس ۾ ويهي ڇولا وڪڻندو هو.

انهيءَ ساڳي چوڪ تي اسماعيل انصاري نالي همراهہ ڪٽ پاسيري رکي ان تي گوڏ ٻڌڻ وارا ٽوال ٽنگي وڪڻندو هو. سو درجي بہ درجي ترقي ڪندي جهول شهر ۾ ڪپڙي جو وڏو تاجر ٿي ويو

۽ ڪليمن جي ذريعي حاجي سخاوت ان سيٺ کي اڌ شهر جا دوڪان ۽ مڪان حاصل ڪري ڏنا. هنن مڪانن ۾ سيٺ ڪلياڻ داس جي مشهور ماڙي بہ ان سيٺ کي ملي، جنهن پنهنجي تجارت جي شروعات فوٽ پاٿ تان ڪئي هئي. اهڙي طرح باقي دوڪانن ۾ ڏنڏو ڪنڌڙ ملوڪاڻي، جلالاڻي، شر ۽ مڪراني بازار مان آئوٽ ٿيندا ويا ۽ انهن دوڪانن تي لڏي آيل ماڻهن اچي بزنس شروع ڪئي. انصاري ماڻهو راجستان جي پيلواڙي جا رهاڪو هئا. سندن اصلي ڌنڌو ٻيڙيون ٺاهڻ جو هيو. زالين، مڙسين ٻيڙين جا ٻاڌا هئا. پوءِ درجي بہ درجي ڪپڙي ۽ ريزڪي دوڪانداري ۾ داخل ٿيا. اڄ اهي ماڻهو مالي طور مستحڪم آهن ۽ اسان جي پاڙي وارا اصلي باشنده سندن ٻڪريون ۽ مينهون چارين ٿا، جيڪي پهرئين هندن جون ڳئون پهرائيندا هئا. يعني تہ " اُتي ئي آهين. جتي اوهان ڇڏيون!" جي مصداق ايڏي اٿل پٿل ۾ لڏي ايندڙ ڪامياب ثابت ٿيا. اسان ماڻهو ساڳي غربت جي دنيا ۾ ويٺا رهياسين.

## هندن جون ڇڏيل زمينون

هندن جون ڇڏيل زمينون سڀ جو سڀ ڪليمين کي ملي چڪيون، انهيءَ عمل ۾ وڏن وڏيرن جي قبضن ۾ آيل زمينون ڪليمي ڪٽي ويا! انهن ڪليمين مان ڪجهہ ماڻهو هندوستان ۾ بہ زرعي پورهيو ڪندڙ هئا. جيتوڻيڪ اهي تعداد ۾ ٿورا هئا. ليڪن ڪليم ۾ مليل زمينن تي پاڻ آبادي ڪرڻ لڳا. هنن ماڻهن ۾ پنجاب، هريانہ کان آيل ڪليمين جو طبقو زراعت ڪرڻ لڳو. باقي ڪافي اهڙا بہ ڪليمي هئا، جن کي زمينون تہ مليون پر اصل ۾ اهي سچا پچا ڪاشتڪار ڪونہ هئا. انهن فقط ڪليم جي ڪاغذن ۾ دعويٰ ڪئي تہ هندستان ۾ سندن زمينون ۽ "ڦودني جا باغ" هئا. انهن انتظار پئي ڪيو تہ مناسب وقت تي سٺي اگهہ ۾ اهي زمينون وڪڻندا. اهي ڪليمي سنڌ جي وڏيري جا اڳتي هلي گراهڪ بنجڻ وارا هئا. درجي بہ درجي اهڙا ڪليمي پهرئين زمينون مقاطعن تي ڏيندا ويا ۽ پوءِ آهستي آهستي مقامي وڏيرن کي مفت ۾ مليل زمينن جو چڱي خاصي قيمت تي وڪرو ڪندا ويا. اهڙي طرح سنڌ جي هن تاڪائو طبقي جي طبيعتن کي تقويت ملي.

## نوان مهاجر مجيري ۽ سنڌي هاري

سنڌ جي تاريخ جي هڪ دور ۾ فارسي ڳالهائيندڙ مغلن ۽ ترخانن جا خاص امير سنڌ ۾ حاڪم هئا، يعني اهي فارسي ڳالهائيندڙ وڏيرا اسان جا مجيري بنيا. اسان جو فارسيءَ وارو استاد هڪ لطيفو ٻڌائيندو هو تہ فارسي مجيريءَ جو هاري سندس گهوڙيءَ کي وهنجارڻ لاءِ درياءَ تي ڪاهي ويو. اتفاق سان گهوڙي درياءَ ۾ ڪري پئي ۽ لڙهي وئي. سنڌي هاري ويچارو، فارسي مجيري وٽ ڏڪندي ڏڪندي ويو. هن چوٽ ۾ گهوڙي بابت پڇيس تہ "ڪجا بودي" يعني تہ "گهوڙي

ڪيڏانهن وئي؟ ” سنڌي ويچاري سامهون سنڌي ٻوليءَ ۾ جواب ڏنو تہ ”سائين سنجن سوڏي“. اهو جملو ٻڌي فارسيدان امير چيو تہ ”چمي گوئي“ يعني ”ڇاٿو چوين؟“ سنڌي هاري جواب ڏنو تہ ”سائين! ائين ڦري (ڪُن ۾) جيئن پٽ ۾ ڏوئي!“

سو چا ٿيو تہ مون واري ڳوٺ گڏنگ جي ڏاڪٽي پاسي واري زمين انگريز سرڪار تحت پوليس کاتي ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ واري ڊپٽي صاحب کي عنايت ڪئي جيڪو ڪڏهين بہ آبادگارنہ رهيو هو. ان کي صبح جو اطلاع مليو تہ سڀاڻي صبح جو مهاجر مجيري ٻني گهمڻ ايندو، ان ڪري ڪمدار هارين کي چيو تہ پنهنجي پنهنجي ڪم تي سوير پهچي وڃن. آخرڪار نئون مجيري اچي پهتو. ٻني گهمندي ڏنائين تہ هڪ هاري ڍڳن جي جوڙي سان بيٺو آهي، پر هر ڪونہ پيو ڪاهي. مجيري ان کي چيو تہ”تم بيڪار ڪيون کڙي هو هل ڪيون نهين چلاتي؟“ نئين مجيري کي سنڌي هاريءَ جواب ڏنو تہ ” سائين! ميرا ڏورٽا ٽوٽ گيا هي، ڪمدار بنوا ڪي نهين ديتا.“ اتي مجيري ڪمدار کي گهرائي چندڊ پٽي تہ ” اس ڪو ڊورنا بنوا ڪي دو!“

## هاري تحريڪ ۽ سانگهڙ جون زرعي زمينون

جهول جي آسپاس هاري تحريڪ جا ڪجهہ ڪارڪن ـ ميمبر موجود هئا. حاجي محمد ادريس شر، محمد حيات جلباڻي، ڏٽي پرتو وساڻ، ڳجهہ هيرڻ ايپور وارو اهي بزرگ هاري تحريڪ سان واڳيل هئا. سانگهڙ پاسي مجنومسلم هاري تحريڪ جو پرجوش ڪارڪن هو. هاري تحريڪ جا ڪارڪن درجي بدرجي زميندار ٿيندا ويا. اهو هڪ الڳ داستان آهي. 1942ع ۾ هن خطي ۾ حرن خلاف مارشلا دوران ماڻهن کي سندن اباڻن ڳوٺن ۽ زمينن کان محروم ڪيو ويو. انگريز حڪومت جي 1890ع کان اها پاليسي هئي تہ هتي ٻاهران آبادگار آڻي ويهاريو. حرن خلاف مارشلا جي ائڊمنسٽريٽر جنرل رچرڊسن جو حڪم هيو تہ هن علائقي ۾ حرن کي بالڪل زرعي زمين الاٽ نہ ڪئي وڃي. باقي بچيل زمين تي پهرئين عالمي جنگ مان بچي ايندڙ هندستاني سپاهين سان گڏ 1945ع ۾ ختم ٿيندڙ ٻي عالمي جنگ ۾ برطانيه لاءِ وڙهندڙ سپاهين کي مکي ٻيلي جي اولهہ طرف منڊ جمڙائو تائين زمينون ڏيئي آباد ڪيو ويو. ان پاليسيءَ جي ردعمل ۾ جناب حيدربخش جتوئي صاحب هاري حقدار ۾ لکيو تہ ” هزارين حرن کي قيد و بند ۾ رکي، انهن جون زمينون ٻاهران آيل ماڻهن کي ڏيئي ظلم ڪيو پيو وڃي.“ پر افسوس تہ ان وقت جي سنڌ حڪومت انگريز جي حڪم تي سرڪاري خرچ تي اهي زمينون مشينن ذريعي هموار ڪري فوجين حوالي ڪيون، اهو بينڪي راڄ اڃا تائين قائم دائم آهي.

# حر ائڪٽ تحت ملندڙ زمينون

1950ع ڌاري سنڌ حڪومت فيصلو ڪيو تہ جمڙائو ڪئنال جي پيچ تي باقي بچيل زمينون حرن کي ڏنيون وڃن. سرڪار جي انهيءَ فيصلي جي ڄاڻ فقط چند هوشيار ماڻهن کي ۽ روينيو ڪاتي وارن کي هئي. حقدار حرن کي انهيءَ فيصلي تحت زمينون ملي ڪونہ سگهيون. پر ڪافي ماڻهن جيڪي حر ڪونہ هئا. انهن حر سڏائي زمينون حاصل ڪيون. افسوس تہ ان وقت جي جماعتي قيادت حرن کي حق ڏيارڻ کان بي خبر رهي. اهڙي طرح حرن کي اڪيلو ڇڏيو ويو. حالانڪ انهن جو هن سرزمين تي ٻين سڀني کان وڌيڪ حق تي ٿيو. اهي ماڻهو جيڪي وطن خاطر وڙهيا، انهن کي انگريز پنهنجي ٽائوٽ ڪلاس جي زميندارن ۽ ڪامورن جي مدد سان الٽو مجرم ٺهرايو. ان ڪم ۾ سنڌ جي اسيمبلي ۽ ان جا اڪثريت ۾ ميمبر شامل آهن، جن هن نام نهاد اسيمبليءَ مان "حُر ائڪٽ" پاس ڪرائي، انگريز کي موقعو فراهم ڪيو تہ حرن سان جيڪا بہ "هلتا" ڪري سا جائز آهي.

اها حقيقت آهي تہ حر جماعت جا فقير هر هاري، ننڍا وڏا زميندار ۽ مکيءَ ۾ مال چاريندڙ خوشحال ماڻهو هئا. انهن سان سن 1901ع ۾ ٿرپارڪر جي انگريز ڪمشنر ۽ سندس نائب يهودي نزاد شيخ يعقوب Criminal Tribe Act لاڳو ڪيو. حرن کي سنڌ ۽ هند جي جيلن ۾ قيد ڪيو ويو. ٻار ٻڍا عورتون ۽ مرد باندي بنايا ويا.

حر تحريڪ جي تاريخ جي سچار مصنف ملهار خاصخيلي ان موضوع تي ڪتاب لکيا. هيءَ 1950ع ڌاري جي ڳالهہ آهي، ملهار فقير جي حرن جي آزاديءَ بابت درخواستن جي نتيجي ۾ حرن جي وفد کي ڪراچي گهرايو ويو. وفد ۾ مير الهہ بخش ٽالپر جهول وارو، خان بهادر محمد حيات جوٽيجو، خليفو احمد لغاري ۽ ملهار فقير شامل هئا. گورنر صاحب فرمايو تہ سنڌ حڪومت حر ڪئمپون ختم ڪري، غلام محمد بئراج تي حرن کي زمينون ۽ وستيون ٺاهي ڏيندي، پر انهن مٿان پوليس جو پهرو جاري رکيو ويندو! ملهار فقير چيو تہ "اسان پوليس جي پهري هيٺ حر ڪئمپن ۾ قيد ڪاٽيون پيا، اوهان جي فيصلي موجب هڪ قيد مان نڪري ٻئي قيد ۾ وڃڻ ڪا آزادي ناهي."
ان تي گورنر صاحب چيو تہ "بابا! اوهان جا ڳوٺ ۽ زمينون لڏي ايندڙ ماڻهن جي حوالي ٿي چڪيون آهن. هاڻي اوهان جي اصلي ماڳن ۾ اوهان لاءِ ڪجهہ نہ بچيو آهي." ان تي ملهار فقير چيو تہ "اسان کي فقط آزادي گهرجي، باقي زمينون جيڪڏهن مهاجرن کي مليون آهن تہ ڏنو ويندو!"

انگريز سرڪار جي پاليسي موجب سانگهڙ ۽ سنجهوري ۾ زمين جي وڏي ايراضي انگريز وفادار طبقي جي حوالي ڪئي وئي. ان يهودي نزاد شيخ يعقوب کي سنجهوري ۾ سان سوين ايڪڙ انعام ۾ ڏني وئي. سنجهورو ۽ سانگهڙ تعلقو انگريز وفادار ڪامورن جي انعامي زمينن تي مشتمل آهي. حرن کي اهڙي طرح آزادي ملڻ باوجود غريب الوطني پلئہ پئي.




ڌرتي سان محبت جو اظهار- ماحول جو عالمي ڏينهن ملهائيندي



الهورايو ڀڻ ۽ محمد شريف طالب



برهمڻ اباد- منصوره جي اثارن تي
ساڄي کان: الهورايو ڀڻ، محمد شريف طالب،
نامعلوم، غلام محمد آرائين، چوڌري محمد علي



خورشيد قائمخاني، الهورائي ڀڻ سان ٿيل رهاڻ جي
موقعي تي پنهنجا ويچار ونڊيندي



ڪوالالمپور جي قومي يادگار وٽ (1980)



سڊني آسٽريليا: ڊاڪٽر وينزلي جي گهر دعوت پاڪستاني گروپ
ويٺل کاٻي کان: 1 ڊاڪٽر وينزلي جي گهر واري 2. پاڪستاني ساحر عظيم 3. لبناني عرب ساٿي
بيٺل ساڄي کان: ڊاڪٽر وينزلي، الهورايو ڀڻ، سميع الله



حسن وساڻ (مرحوم)، الهورايو ڀِڻُ ۽ پروفيسر مبارڪ سنجراڻي



فيض احمد فيض جي حوالي سان منعقد پروگرام ۾ ڳالهائيندي




الهورايو ڀِڻُ، ڪامريڊ حسن عسڪري، ڪامريڊ بخشل ٿلهو



محمد صالع گوپانگ، الهورايو ڀِڻُ



الهورايو ڀِڻُ، پنهنجي فرزند حسين بخش ڀِڻُ سان گڏ



ڪئنبرا آسٽريليا ۾ 1980ع ڌاري آسٽريليا جي اصلوڪي رهواسي (مالڪ) جي تصوير



استاد نظاماڻي، الھورايو ڀرڻ ۽ پروفيسر محمد عمر چنڊ



31 مارچ 1986ع تي ڀٽ شاهه امن مارچ جي پڄاڻي تي گروپ فوٽو



شهيد آفتاب نظاماڻي، بخشڻ مهراڻوي ۽ الھورايو ڀڻ




سنڌي ادبي سنگت جهول آفيس (1962/63)

ساڄي کان وياڻل: قربان لاڙڪ، حاجي فتح علي لسڪاڻي، غلام حيدر شاهه، الھورايو ڀڻ، قاضي محمد عالم معصوم هالائي



31 مارچ 1986ع تي ڀٽ شاهه امن مارچ جي پڄاڻي تي گروپ فوٽو



ٻه دوست: الهورايو ڀٽ ۽ شهيد آفتاب نظاماڻي (1985)




سنڌي ادبي سنگت جهول جي گڏجاڻي (1964)




فيض احمد فيض سيمينار
کاٻي کان ساڄي: بخشڻ مهراڻوي، اسحاق مگريو،
ڊاڪٽر مبارڪ، الهورايو ڀٽ



ٿر ياترا (1993)

ساڄي کان معصوم سانگهڙائي، پروفيسر مير حسن سريوال، الھورايو ڀڻ، اسحاق مگريو




الھورائي ڀڻ جي شعري مجموعي "ايڏو درد عميق" جي مهورتي تقريب (1992)

ساڄي کان: رضا سيهڙ (سابق ڊي سي سانگهڙ)، الھورايو ڀڻ، غلام حسين رنگريز، شمشير الحيدري




سنڌي ادبي سنگت جهول آفيس (1962/63)

ساڄي کان ويٺل: قربان لاڙڪ، حاجي فتح علي لسڪاڻي، غلام حيدر شاھ، الھورايو ڀڻ، قاضي محمد عالم معصوم هالائي

# هو جي هٽ هئا

## (جهول شهر جي قديم رهاڪن جو مختصر احوال)

جيئن تہ آئون هن ڪان اڳ ذڪر ڪري چڪو آهيان تہ شهر جهول جا اڏيندڙ هندو ٻائي بند هئا، باقي شهر سان لڳولڳ مسلمانن ۾ خاصخيلي، شر بلوچ، پنيرا فقير ڳوٺڙن ۾ رهندڙ هئا. جيڪي گهٽو ڪري مال چاريندڙ ۽ هارپو ڪندڙ لوڪ هئا. جيڪي شهر جي سيٺين وٽ بہ نوڪري چاڪري ڪندڙ هئا.

جهول شهر جو ڊينگ زميندار سيٺ ڪلياڻ داس هو. جنهن جون زرعي زمينون تعلقي ڪپري، کيراهي ۽ جهول جي ديهہ 11 دم تي واقع هيون. جهول ٽاٽي جي ڏکڻ طرف وارا نمبر بہ سيٺ ڪلياڻ داس جي کاتي جا هئا. سيٺ جي اصل رهائش ميرپورخاص جي هئي. پر هن جهول ۾ هڪ ٻاڙهين سرن سان تعمير ڪيل بلند و بالا ماڙي اڏائي، جنهن ۾ زمينات جا ليکا چوکا ۽ نظرداري ڪرڻ لاءِ اچي ترسندو هو. هن سيٺ وٽ ان وقت بہ سواري لاءِ قيمتي ڪار موجود هئي. وڏي دٻدٻي وارو سيٺ هيو. جنهن کي سندس وڏائي واري مزاج جي ڪري مسلمان گهٽ پسند ڪندا هئا.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ شايد صدمي ۾ هيءَ سيٺ عليل ٿي پيو پر انڊيا ڏانهن لڏي ڪونہ ويو. پاڪستان سرڪار سندس زمينون Evacue Property ۾ شامل ڪري ڇڏيون. جيتوڻيڪ هو هتان لڏي ڪونہ ويو پر ڪيس Intednding Evacuee جو درجو ڏئي سندس زمينون ضبط ڪيون ويون. انهيءَ لفظ جو مطلب آهي تہ هيءُ ماڻهو هتان کان نيٺ لڏي وڃڻ چاهيندو. تنهنڪري سندس زرعي زمينون ۽ جڳهيون بحق سرڪار ضبطا انهي دوران اهو سيٺ علالت کان پوءِ ديهانت ڪري ويو. سندس هڪ پٽ آئل مل سرڪار ۾ زمينون واپس وٺڻ لاءِ درخواستون پيو ڏيندو هو. مون آئل مل کي جهول ۾ هڪ دفعو ڏٺو ميري پائجامي ۾ انتهائي بري حالت ۾. اهو پائيبند منهنجي مامي سُهيلي سان ملڻ لاءِ جهول آيو هو. ياد رهي تہ منهنجو مامو سُهيلو بهڻ، سيٺ ڪلياڻ داس وٽ منشي هو سندس زمينات ۽ فصلن جو حساب ڪتاب رکندو هو.

سيٺ سيتلداس جهول جو ٻيو مک ماڻهو هو. ڪلياڻ داس جي ماڙيءَ کان اولهہ طرف سندس وسيع رهائشي مڪان هو. سيٺ سيتلداس بابت چيو وڃي ٿو تہ ان جا تعلقات مسلمان برادري سان تمام سٺا هئا. ۽ هي سيٺ مسلمانن سان تعاون ڪندڙ چيو وڃي ٿو. جهول شهر مان گذرندڙ مين روڊ جي اتر طرف روڊ لڳ سندس عاليشان انبن جو باغ، جنهن ۾ گل ڦل گلزار ڪندڙ هئا. ورهاڱي کان پوءِ بہ اهو باغ ڪافي وقت تائين آباد رهيو. شهري گرمين ۾ اڪثر ڪري باغ جي اتر کان وهندڙ ستين واتر ۾ وهنجي اچي باغ ۾ ويهندا هئا. وٽن هينيان ڪچهريون لڳيون پيون هونديون هيون. ڪي ڏور بيٺ ڏيندا هئا تہ ڪي همراهہ پٽي راند ۾ مگن هوندا هئا. اهو باغ جنرل ايوب جي زماني ۾ ڪليمن جو شڪار بنجي ويو. نوابشاهہ جي طرف جو ڪو هڪ ڪليمي هيو

جنهن صوبيدار زرين خان پٺاڻ سان پارٽنرشپ ڪري وڻ وڍائي رهائشي ڪالوني ۾ تبديل ڪري ڇڏيو.

جهول شهر جا ٻيا هندو اڪثريت ۾ لهاڻا برادري سان واسطو رکندڙ هئا. 1942ع ۾ حرن خلاف مارشلا لڳڻ کان پوءِ ڀرا ڙيءَ جي وڏن ڳوٺن ۾ رهندڙ هندو به لڏي اچي جهول ۾ پيڙا ٿيا. ڪي شهدادپور جي پاسي وڃي آباد ٿيا.

جهول جي اوپر طرف اٽڪل ٻن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي سک زميندار سما سنگهه رهندڙ هو. سما سنگهه جي ڳوٺ جي ماڙيءَ تي اڏيل مورچو جهول مان به نظر ايندو هو. سال 1934ع جي جهول واري پرائمري اسڪول جو رجسٽر ٻڌائي ٿو ته سما سنگهه جا ڇوڪرا ۽ نياڻيون جهول جي پرائمري اسڪول ۾ زير تعليم هيون. سما سنگهه وارن جا جهول جي محترم مير غازي خان ٽالپر سان دوستانه تعلقات هئا. مونکي ياد ٿو پوي ته 1964ع ڌاري سما سنگهه جو پٽ پاسپورٽ تي ڪڇه ڏينهن لاءِ جهول اچي مير صاحب جو مهمان ٿيو. جهول شهر جي اڏيندڙ ۽ پوءِ لڏيندڙ ڀائي بندن جا نالا ڪليمن واري ڪتاب ۾ موجود آهن. جن مان ڪجهه نالا مير الهه بخش خان ٽالپر بابت ڇپيل ڪتاب ۾ تفصيل سان ڏنل آهن.

## جهول جا مسلمان مشاهير

جهول شهر جيتوڻيڪ مير الهه بخش خان ٽالپر جي حوالي سان علمي، ادبي ۽ سياسي دنيا ۾ سڃاتو وڃي ٿو پر هتي آئون جهول جي انهن بزرگن جو ذڪر ڪندس، جيڪي پنهنجي ليکي جهول جهڙي ڍول وستي جا رهاڪو هئا. آئون اڳ ۾ لکي آيو آهيان ته جهول جي خاص شهر ۾ ڪنهن به مسلمان جو مڪان يا دوڪان ڪونه هئو. پر جهول شهر سان لڳو لڳ مسلمانن جا ڳوٺڙا هئا. انهن ۾ شر، خاصخيلي، ميگهواڙن ۽ مهراجن جون ذاتيون هيون.

## شر ذات جا مک ماڻهو

شر بلوچ ذات جا ماڻهو خبر نه آهي ته ڪڏهين ريڍن جا ڌڻ چاريندي اچي جهول جي بستيءَ جا مڪين بڻيا. هن ذات جي ماڻهن جا جهول شهر جي اتر ۽ ڏکڻ پاسي ڳوٺڙا هئا. شر برادريءَ ۾ به ٻه ڀائر مشهور ٿي گذريا آهن. وڏي ڀاءُ جو نالو حاجي محمد ادريس هو ۽ سندس ننڍي ڀاءَ جو نالو حاجي محمد صالح، جيڪو جهول شهر جي جامع مسجد جو پيش امام هو. حاجي محمد ادريس جا اڌ درجن پٽ هئا. سيئي پهلوان مڙس هئا. عيسو شر پهرئين جوڙ جو ملهه ٿي گذريو آهي. حاجي محمد صالح دين دار ۽ علم وارو نهايت پرهيزگار بزرگ هو. دير سان شادي ڪيائين، جنهن مان ڪيس ٽي پٽ آهن. حاجي صالح جو وڏو پٽ نيڪ نمازي، ٻڪرين پالڻ جو شوقين ۽ موسيقي ٻڌڻ جو خفتي، نهايت سنجيده شخص آهي.

شر ذات جي ماڻهن جو جهول شهر ۾ جامع مسجد جي تعمير ڪرڻ ۾ ان ڪي آباد رکڻ جو وڏو ڪردار آهي. سندن اها روايت آهي ته جمعي جي ڏينهن ڏوتل پوتل ڪپڙا پهري, اڇيون پڳون ٻڌي جوق درجوق جامع مسجد ۾ جمعي جي نماز خاطر اچي جمع ٿيندا آهن. هيءَ مسجد سڀوري ايوب خان جي دور ۾ سرڪار پنهنجي تحويل ۾ ورتي. جيتوڻيڪ مسجد سڀوريءَ جي ملڪيت ۾ شاهي بازار ۾ ڪافي دوڪان آهن, پر انهن جي مسواڙ سرڪار جي خزاني ۾ وڃي پئي. ان ڪري مسجد جو ڪاروهنوار هلائڻ لاءِ بهرحال چندي جو سهارو وٺڻو پوي ٿو. منهنجو پيارو دوست ۽ هم مڪتب گل حسن شر ڪافي وقت کان جامع مسجد جي خدمت ڪندو پيو اچي.

چاچو مالڪ ڏنو شر, پنهنجي جواني ۾ پهلوان مڙس, جهول ۾ هاري دوستن سان ڪچهرين جو ڪوڏيو ملاکڙن ۾ ملهه پهلوانن کي انعام ڏيڻ ۾ اڳرو. ڪيس پلا ڏاند ڊارڻ جو شوق ۽ ڏاند رکڻ وارن سُريلن هارين سان دوستي. منهنجي ڀاءُ محمد عرس وٽ به هميشه پلن ڏاندن جو جوڙو رهندو هو. سندس چاچي مالڪ ڏني سان گهري دوستي ۽ روزانو ڪچهريون قائم هيون. شرن جي پاڙي مان ڏور ڳجهارت, ڪچهريءَ جو ڪوڏيو بيربل شر نهايت قدآور بزرگ, گاڏڙ جو ڏنڌو ڪندو هو. يعني ته پنهنجي ڍڳي گاڏيءَ تي واپارين جو مال اسٽيشن تان ڪٽي شهرن ۾ پهچائيندو هو. ميلي ملاکڙي جو شوقين. جوانيءَ ۾ ملهه پهلوان رهيو هيو. تنهنڪري مقامي ميلن, ملاکڙن ۾ پهلوان ملهن کي مقابلي وقت سندرا ٻڌرائڻ, ٻڪ وجهرائڻ ۽ پوءِ ملهه پهلوانن جا انگ, جاننا ۽ وارا ڏسي, پهلوانن جي همت افزائي ڪرڻ سندس دلچسپيءَ جو مرڪز هوندو هو. ملاکڙن ۾ سگهڙ ڪچهرين ۾ مصروف رهڻ ڪري, بيربل شر جا ڏاند ڏاڍا ڏٻرا هوندا هئا, چوته انهن جي پرگهور لهڻ جو وٽس وقت ڪونه هوندو هو. ڪڏهين ڪڏهين چا ٿيندو هو جو بار سان ڀريل گاڏي ڪٽي ڪنهن ڪڏ ڪوٻي ۾ ڦاسي پوندي هئي ۽ سندس ڏٻرو ڏاند زور لڳائي نه سگهندو هو ته بيربل شر ڪمزور ڏاند جي پاسي کان پنهنجي ڪلهن جو زور لڳائي گاڏيءَ کي اڳتي هلائيندو هو.

حاجي همير شر ڪٽڪ پيهڻ جي مشين جو مستري ۽ جامع مسجد ۾ سريلي انداز ۾ مولود شريف پڙهندو هو. جڏهن به ڪا مذهبي تقريب ٿيندي هئي, ان ۾ شرڪت ڪري مولود پڙهڻ جي سلسلي ۾ حاجي همير شر مشهور ماڻهو هو. چون ٿا ته حاجي همير صاحب جڏهين حج ڪرڻ ويو ته عرب آفيسرن سندس پاسپورٽ تي همير نالي کي "حمير" ڪري پڙهيو وري ذات ۾ شَرَ پڙهي کلڻ لڳا. حالانڪه "همير" سنڌي نالو آهي. عربي معنيٰ سان ان جو واسطو ناهي. بهرحال شر ذات جي ماڻهن ۾ ذهانت ته موجود آهي. سندن لاڙو مشين سازي ڏانهن وڌيڪ آهي. جيڪڏهن شوق سان تعليم حاصل ڪن ها ته ترقي ڪرڻ ناممڪن ڪونه هئي. هن وقت ٿورو گهڻو واپار ۽ ڇوٽو موٽو ڪاروبار ڪندڙ آهن.

## جهول جا خاصخيلي

جهول شهر جي ڏاڪڻي پاسي خاصخيلين جو پاڙو جهول جو قديم پاڙو آهي. هن پاڙي ۾ مکڻ خاصخيلي جو ويڙهو، آچر خاصخيلي ۽ ڪرار جو ويڙهو، مخدوم صاحب هالا جي مريدن جو ڪٽنب، حاجي الهوسايو خاصخيلي، چاچي جونڪي وارن جو ويڙهو وسيل آهي. چاچي جونڪي وارا پاڻ ۾ ڇهه ست ڀائر هئا، انهن جو اولاد هن پاڙي ۾ رهندڙ آهي. چاچو جونڪي ڇپر ٺڏڻ جو وڏو ڪاريگر هو. هن تر ۾ ڪيس ڇپر ٺڏڻ لاءِ ماڻهو وٺي ويندا هئا.

هالا جي مخدومن جي مريدن ۾ خليفن ۾ عيسو فقير آخري ڏينهن ۾ ڪاٺ وڍڻ جو ڪاروبار ڪندڙ هو.

حاجي الهوسايو جهول جي خاصخيلين ۾ نهايت دلچسپ بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس دوڪان شاهي بازار جهول ۾ واقع هو. 1950ع ڌاري سندس دوڪان ۾ گهوڙي جا سنج وڪامندا هئا. ان زماني ۾ هن تر اندر ماڻهن وٽ وڏي تعداد ۾ گهوڙا سواري لاءِ ڏاريل هوندا هئا. ان ڪري گهوڙن جي سنجن جو ڪاروبار سٺو هلندڙ هو. پوءِ جڏهن اهو ڪاروبار مانو ٿي ويو ته حاجي الهوسائي مٺيارڪو وڪر رکڻ شروع ڪيو. دراصل حاجي الهوسايو هميشه پنهنجا خيال پيو تبديل ڪندو هو. آخري ڏينهن ۾ حاجي صاحب پنهنجي دوڪان ۾ هيئر ڪٽنگ سيلون يعني حجامڪو هٽ کوليو. جنهن ۾ ڪاريگري به پاڻ ڪندو هو.

حاجي الهوسايو اصل ۾ موسيقي جو ماڻهو هو. چون ٿا ته ڪچي جوانيءَ ۾ ڪيس راڳ سکڻ جو شوق ٿيو. ۽ ان وقت جي مشهور ڳائڻي احمد حاجياڻو جو وجي شاگرد بڻيو. حج ڪرڻ بعد به مقامي شادي مُرادي جي راڳ جي محفل ۾ هارمونيم کڻي پهچي ويندو هو. آئون ساڻس راڳ بابت ڪچهريون ڪندو رهندو هئس. آخري عمر ۾ حاجي صاحب محلي ۾ چندو ڪري هڪ ننڍڙي مسجد تعمير ڪرائي. انهيءَ مسجد سڳوري جي خدمت ۾ مصروف رهندو هو. مغرب جي اذان نهايت سريلي انداز ۾ ڏيندو هو. آئون سندس راڳداري جي شوق بابت ڪڏهين ڪڏهين جامع مسجد جي مک دروازي وٽ ميهر ........ جي ميوزڪ شاپ تي ڪنهن شاستري پنڊت جي ڪئيسٽ کڻي ميهر کي چوندو هئس ته حاجي صاحب صبح جي وقت جڏهين ڀاڄي خريد ڪرڻ لاءِ ڇٻو کڻي انصاري چوڪ وٽ پهچي ته تون اها ڪئيسٽ وڄائڻ شروع ڪري ڇڏ. پوءِ حاجي الهوسايو راڳ جو آلاپ ٻڌي دوڪان وٽ رکيل بئنچ تي ويهي راڳ ٻڌي پوءِ بازار ويندو هو.

## حڪيم حاجي غلام نبي شر فقير قادري

حاجي غلام نبي شر جي گهڻ پاسائين شخصيت بابت لکندي هڪ طرف ته مونکي تمام گهڻي خوشي محسوس ٿي رهي آهي. ٻئي پاسي سندس هفت پهلو شخصيت جي مڙني پهلوئن تي لکڻ ۾ مشڪلات درپيش اچن پيون.

حاجي صاحب ڪنھن زماني ۾ حاجي فتح علي لسڪاٽي جي سرڪاري ڊيپوءَ تي ڪم ڪندو ھو. ان بعد ڪجھ وقت ٽڏا مشروبات جھول جي شھرين کي پيش ڪيائين. بعد ۾ مٽياريءَ جو جنرل اسٽور جامع مسجد وارن دوڪانن ۾ کوليائين. سندس دوڪان مان اوھان کي عطر جو ڦڙو ڪن ۾ رکڻ لاءِ ملندو. عورتن لاءِ مٽيا، رنگين ڏاڳا، سُرما ۽ سرمي دانيون، ڪپڙا رڱڻ جا مختلف رنگ، سينگار جا سامان وٽس وڪري لاءِ موجود ھوندا ھئا. ادو گل حسن شر انھيءَ دوڪانداري جي ھنر سکڻ بابت سندس لائق شاگرد ھو.

حاجي صاحب خوش خوراڪ، خوش گفتار ۽ خوش دل انسان ھيو. جھول جي جامع مسجد جي توسيع ۽ تعمير بابت ڪافي سرگرم رھيو. ساڳئي وقت يونين ڪائونسل جھول جو وائيس چيئرمين بہ چونڊيو ويو. حاجي صاحب جھول شھر جو گشت ڪري ماڻھن کي تجاوزات ھٽائڻ لاءِ ھدايتون ڪندو ھو. حاجي فتح علي جي ساٿ ۾ اھو ھنر پڻ حاصل ڪيائين تہ ھندن جا خالي ڪيل دوڪان سيٽلمينٽ کاتي کان ڪيئن حاصل ڪجن. ان ڪم ۾ چڱو ڪامياب ويو ان ڪري جھول جي بازار ۾ سندس فرزندن مان ھرھڪ کي پنھنجو پنھنجو دوڪان موجود آھي.

پنھنجي مٽياداريءَ وارو دوڪان ھلائيندي، حاجي صاحب کي خيال آيو تہ حاذق حڪيم ٽيڻ گھربو ھو. ان ڪري پنھنجو اھو جنرل اسٽور پنھنجي مويي پٽ جي حوالي ڪري پاڻ وڃي حڪمت ۽ پسارڪي وڪر جو دوڪان کوليائين. آئون سندس حڪمت واري دوڪان تي اڪثر ڪري وٽس ڪچھري ڪرڻ ويندو ھوس. حاجي صاحب چانھ آڻڻ جو آرڊر ڏئي ٻاھر واري کي ان چانھ ۾ ڪجھ جڙي ٻوٽيون بہ شامل ڪرڻ جو چوندو ھو. حاجي صاحب جي دعويٰ ھئي تہ يوناني حڪمت ۾ ھر مرض جو علاج موجود آھي ۽ ان جا وٽس معتبر نسخا تيار ٽيل موجود آھن. پوءِ چاھي ايڊز جو مرض ھجي يا ھيپاٽائيٽس جي بيماري. ھڪ دفعي ذڪر ڪيائين تہ "ٻڏو اٿم تہ ڄام .........صاحب کي جگر جي تڪليف ٿي پئي آھي. ان جو وٽس علاج شافي موجود آھي. حاجي صاحب طب جي قديم نسخن ۾ پنھنجي تحقيق موجب واڌارا پڻ ڪندو ھو. جنھنڪري نيون دوائون ايجاد ٿي پونديون ھيون ۽ انھن دوائن جا انساني طبيعتن تي ابتدائي تجربا ۽ نتيجا مخالفن ۾ مشھور ٿي ويا.

سندس جھول جي ٽن شر ڀائرن، رسول بخش شر لاري ڊرائيور، قادر بخش شر ۽ غفور شر سان تڪرار ھلندڙ ھو. رسول بخش شر لاري ڊرائيور تمام دلچسپ ماڻھو ھو. غريب عوام پارٽي جي نالي سان پمفلٽ شايع ڪرايائين. اسان کيس "صدر صاحب" جي لقب سان ياد ڪندا ھئاسون. قادربخش شر پلاٽن جو واپاري بہ دلچسپ ماڻھو ھو. سندس مير ضيغم الدين ٽالپر سان دوستي ھوندي ھئي. ھنن جو ننڍو ڀاءُ غفورو شر تمام شرارتي ۽ چرچائي ماڻھو ھو. ڪڏھين ڪپھ ۽ اناج جو واپار ڪندو ھو. آخر ۾ صحافي بنجي ويو. اھو چوندو ھو تہ شر ذات جي ماڻھن درميان ھلندڙ تڪرارن جي پئنچائت ۾ شڪي ڏوھي کي جڏھين اھو چئبو ھيو تہ "جيڪڏھين تون بي ڏوھي آھين تہ ثابت ڪرڻ لاءِ حاجي صاحب جون ايجاد ڪيل گوريون کائي ڏيکار." ويچارو ڏوھي شر گوريون کائڻ کان انڪار ڪندي، نيٺ ڏنڊ ڀري ڏيندو ھو. حاجي صاحب ڪجھ سال ٿيندا تہ نوان

ڪشتا تيار ڪري پاڻ سان سعودي عرب عمري ڪرڻ وقت کڻي ويو. جدي ايئرپورٽ تي ظالم ڪسٽم آفيسرن اهي ناياب ۽ قيمتي ڪشتا ضبط ڪري ڇڏيا.جنهن جو حاجي صاحب کي ڏاڍو ارمان ٿي پيو. اسان جو هيءُ پيارو دوست پنهنجو ڪثير اولاد ڇڏي آخرڪار وڃي رب کي پرتو.

## جهول جا پيچارا

جهول شهر ۾ پيچارا ذات جي ماڻهن جا پنج ڇهہ گهر هئا. هو ان وقت پچارڪو ڌنڌو تہ ڪونہ ڪندا هئا. البتہ جهول وارا پيچارا ڪاسائڪو ڪاروبار ڪندڙ هئا. گهٽو ڪري ٻڪر جو گوشت وڪرو ڪندا هئا. وڏي ڍور جو گوشت ڪونہ ڪندا هئا. لڳي ٿو تہ هندن جي زماني ۾ سندن ٻڪر جي گوشت جو ڪاسائڪو ڪاروبار تمام سٺو هلندڙ هو. هنن پيچارن مان فيض محمد پيچارو واندڪائي ۾ سگهڙ ڪچهريون پڻ ڪوئائيندو هو. پاڻ بہ ڏور بيت جو سٺو سگهڙ هو. سندس وفات بعد بہ سندس ياد ۾ سگهڙ ڪچهريون هتي منعقد ٿينديون هيون.

## گرڙن مهراجن ۽ ميگهواڙن جو پاڙو

ڇيو وڃي ٿو هي گرڙا مهراج ڇپني واري ڏڪار دوران راجستان مان لڏي هن خطي ۾ اچي آباد ٿيا. سندن برادريون ميرپور، ڪنڊياري، پيرون مل، ٻيراني ۽ ٽنڊي آدم تائين آباد آهن. هنن جو ڌنڌو اصل ۾ درزڪو ڪم آهي، ان سان گڏ پيل ميگهواڙن جي شادين ۾ڌرمي رسمون پڻ ادا ڪندڙ آهن. جهول شهر مان ڪپڙا سبڻ جو ڪاروبار اڪثر ڪري مهراج ماڻهو ڪندا آهن. هاڻي ڪپڙن جا بہ ننڍا ننڍا دوڪان کوليا اٿن. هنن مهراجن تعليم پرائڻ ۾ تمام گهڻي محنت ڪئي آهي. تنهنڪري ڪاروبار سان گڏ سرڪاري نوڪرين ۾ سندن ذات جو چڱو تعداد موجود آهي. هنن مهراجن ۾ مهراج پونجا رام هڪ سٺو درزي ۽ پڙهيو لکيو شخص هو. جهول جي يونين ڪائونسل ۾ هندن جي سيٽ تي ڪائونسلر بہ چونڊيو ويو هو.

## جهول ۾ وسندڙ سنڌي ماڻهن جي ترقيءَ جو جائزو

جهول جو اصل شهر سڄو سارو هندو ٻائي بندن جو وسايل هو. سڀ گهر ۽ دوڪان انهن جا هئا. باقي جهول جي لڳ مسلمان ذاتين، ميگهواڙن ۽ گرڙا مهاجرن جا ڳوٺڙا هئا. جن ۾ خاصخيلي، شر، گرڙا، مهراج، ميگهواڙ، پيچارا ذات جا ماڻهو اچي وڃن ٿا.

اڄ پاڪستان کي وجود ۾ آئي، جڏهن ستر سال ٿي چڪا آهن تہ مون اهو ضروري سمجهيو تہ انهن اوائلي لوڪن جي تعليمي ۽ مادي ترقيءَ جو ذڪر ڪريان.

شر ذات جا ماڻھو جھول ۾ وسن ٿا، اھي اتي ئي آھين، جتي اوھان ڇڏيا جي مصداق تعليمي ترقي ڪونہ ڪئي اٿن. سندن پاڻ ۾ برادري ۽ سياسي اختلافن جون ڪھاڻيون مشھور آھن. ڪنھن ڏاھي چيو آھي تہ شر برادري اصل ۾ ان قول تي قائم آھي، جيڪو خلقٽھار سان انھن ڪيو ھو تہ اسان کي خلقي ڇڏ، باقي............ شر برادري ۾ ڪو بہ ڊاڪٽر يا نالي وارو تعليم دان پيدا ڪونہ ٿيو آھي.

خاصخيلي برادري جھول ۾ وسندڙ اوائلي برادري آھي، ايڏي عرصي گذرڻ باوجود چند ماستر ۽ پوليس وارا ٿي سگھيا آھن. باقي سندن تعليمي حاصلات قابلِ ذڪر ناھي. اڳي ڀائي بندن جون ڳئون چاريندا ھئا. ۽ ھاڻي انصاري سيٺين جي مال جي خدمت ڪن ٿا. بازار ۾ سندن حجامڪا دوڪان ڪافي قدر آھن، ان مان سندن ڪمائي بہ چڱي خاصي آھي. البتہ سندن تعليم جي حاصلات ڪا خاص ناھي.

پيچارا ذات جا ماڻھو پاڪستان کان اڳ جھول ۾ ڪاسائڪو ڪاروبار ڪندڙ ھئا. ۽ ڪافي خوش گذران ھئن. ھاڻي سندن اھو ڪاروبار ختم ٿي چڪو آھي. تعليمي ميدان ۾ ڪا بہ قابلِ ذڪر حاصلات ڪونہ ڪئي اٿن.

ھاڻي اچون ٿا ميگھواڙن ۽ مھراجن جي برادري تي. ھنن لوڪن شروع ۾ درزڪي ڪم سان شھر ۾ شروعات ڪئي. ھن وقت سندن تعليمي خواھہ ڪاروباري ڪاميابين جو ذڪر نھايت دل خوش ڪندڙ آھي. ھن برادري جا ماڻھو تعليم حاصل ڪرڻ ۾ تمام ڪامياب ثابت ٿيا آھن. ان ڪري سرڪاري ملازمتن ۾ سندن سٺو تعداد خدمات سرانجام پيو ڏئي. پرائمري، ھاءِ اسڪول ۽ ڪاليجن ۾ پاڙھين پيا. ھن ڪميونٽي مان سخت محنت ڪري ڪيترائي ڊاڪٽر ۽ ڊاڪٽرياڻيون ٿي چڪا آھن. جھول شھر ۾ سندن جنرل اسٽور، ڇوٽا موٽا ڪپڙي جا دوڪان ۽ ميڊيڪل اسٽور موجود آھن. تنھنڪري چئي سگھجي ٿو تہ سندن مادي خواھہ علمي ترقي قابلِ تعريف آھي.

## مھاجر برادري

جھول ۾ مھاجر ٿي آيل، انصاري برادريءَ وارن دوڪانداري ۾ قابلِ ذڪر ترقي ڪئي آھي. خاص ڪري ڪپڙي جي تجارت ۾ تمام گھڻو ڪامياب ويا آھن. شھرن ۾ سندن وڏي تعداد ۾ دوڪان، مارڪيٽ، ماڙيون ۽ محلا موجود آھن. البتہ علمي ترقيءَ بابت سندن حاصلات ڪجھہ بہ نہ آھي.

جھول ۾ پاڪستان بعد لڏي آيل ڪرل ذات جا ماڻھو وڏي تعداد ۾ آباد آھن. وٽن ڪليم مان مليل زمينون بہ آھن. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ وقت ھتي آباد ٿيل ڪرل قوم اندر تعليم ٻڙي برابر ھئي. سترسال گذرڻ بعد انھيءَ برادريءَ مان فقط ھڪ نياڻي ڊاڪٽري جو امتحان پاس ڪري سرڪاري نوڪري حاصل ڪئي آھي.

قريشي برادري جيڪا امرت سر مان هجرت ڪري هتي آباد ٿي آهي، انهن يارن بہ ڪا خاص حاصلات نہ ڪئي آهي. جنهن جو هتي ذڪر ڪجي. هنن قريشي ڪوناٿجنڊڙلوڪن وٺ ڪوبہ ڪليم ۽ زمين ڪونہ آهي. سندن جيڪو بہ هنر ۽ فن هو. اهو لڏي اچڻ وقت امرت سر ۾ ڇڏي آيا هئا.

## ڳوٺ گل حسن سريوال جي اسڪول جون يادگيريون

ڳوٺ گل حسن سريوال ۾ پاڙهيندي مونکي ٽي سال گذريا. انهيءَ درميان 1963ع ۾ مون مئٽرڪ جو امتحان پرائيويٽ اميدوار جي حيثيت ۾ سنڌ يونيورسٽي مان پاس ڪيو. (1963ع تائين مئٽرڪ جو امتحان سنڌ يونيورسٽي وٺندي هئي.) مئٽرڪ جي هن امتحان ۾ ذاتي مطالعي سان گڏ مير پور هاڻ اسڪول ۾ حاصل ڪيل پڙهائي وڏي مدد ڏني. ان عرصي ۾ جهول سنڌي ادبي سنگت جي ادبي صحبت ۽ مطالعي منهنجي معلومات ۾ اضافو ڪيو. ميرپور خاص مان اچانڪ تعليمي سفر جي خاتمي جو ڏک دور ٿيو ۽ منهنجي طبيعت ۾ خود اعتمادي پيدا ٿي.

هن زماني ۾ مير الله بخش پبلڪ لائبريري ۾ موجود ادبي ۽ تاريخي ڪتابن جو مون خوب مطالعو ڪيو ۽ شاعري جي شروعات ڪيم. دوستن ڪافي همت افزائي ڪئي. اهڙي طرح ادبي حلقن ۾ اٿڻ ويهڻ جو موقعو مليو. مقامي مشاعرن ۾ شاعري پڙهڻ لڳس. ان زماني ۾ شهدادپور ڪاليج، جنهن جو پرنسپال گل محمد گلاٽي صاحب هڪ ادب دوست ۽ شاعر هيو سو ان ڪاليج ۾ سالانہ آل پاڪستان اردو سنڌي مشاعرہ منقعد ڪرائيندو هو. هنن مشاعرن ۾ سينيئر شاعرن کي روبرو ٻڌڻ جو موقعو مليو. انهن ادبي سرگرمين جي ڪري منهنجي دل ۾ تعليم کي اڳتي جاري رکڻ جو اتساهہ پيدا ٿيو. فرسٽ ييئر جو امتحان نوابشاهہ ۾ ڏنوسين. انٽر جي امتحان جو سينٽر هالا مقرر ٿيو. هالا نوان ۾ انٽر جي امتحان دوران هالا نوان ۽ پراڻا جو تعارف ٿيو. اهڙي طرح علم جي واٽ تي اڳتي هلڻ جو سلسلو جاري رهيو. انهيءَ عرصي ۾ پرائمري استادن جي پيشه ورانہ تعليم ۽ تربيت حاصل ڪرڻ جو تعليم کاتي طرفان حڪم جاري ٿيو تہ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج سڪرنڊ ۾ وڃي دخلڪار ٿي، ٻن سالن جي S.V ٽيچر جي تربيت حاصل ڪريو. بهرحال هتان کان بسترا گول ڪري هالا نوان پهچي، سڪرنڊ ويندڙ بس ذريعي روانا ٿي، سڪرنڊ ڪاليج پهتاسون.

## ٽريننگ ڪاليج سڪرنڊ جي دنيا

سڪرنڊ شهر کان هڪ ڏيڍ ڪلوميٽر ڏکڻ طرف مين روڊ تي ٽريننگ ڪاليج جي وسيع ڪئمپس مونکي ڏاڍو متاثر ڪيو. هاسٽل انچارج استاد صاحب ڪمرو نمبر الاٽ ڪيو. جنهن ۾ اسان ٽي ساٿي گڏجي رهڻ لڳاسين. منهنجي هنن ساٿين ۾ محترم مراد علي خان ڪلوئي ۽ مولا

بخش حاجياڻو صاحب هئا. هنن دوستن سان اڳواٽ تعارف ۽ دوستي قائم هئي. تنهنڪري هاسٽل ۾ رهائش دوران ڪافي خوشگوار ماحول جڙي پيو.

سڪرنڊ شهر کان هڪ ڏيڍ ڪلوميٽر ڏکڻ طرف نيشنل هاءِ وي لڳ اوله طرف اسان جي ٽيچرس ٽريننگ اسڪول/ ڪاليج جي ڪئمپس واقع هئي. اوله اوڀر جي رخ سان هاسٽل جا ٽي يونٽ پور وڇوٽ قطارن ۾ تعمير ٿيل هئا. هر هڪ قطار جي درميان هاسٽل انچارج جو ڪمرو موجود. هاسٽل جي ورانڊن کي ڪاٺ جي چاري ڏنل، اوڀر پاسي راند جو ميدان، جنهن ۾ والي بال ۽ باسڪيٽ بال جا نيٽ لڳل. انهيءَ راند جي ميدان سان لاڳو ڪاليج جي پرنسپال ۽ سنيئر استادن جون رهائشي جايون موجود.

ڪاليج جي اڪيڊمڪ عمارت تمام شاندار نموني سان تعمير ٿيل. عمارت جي مرڪز ۾ هڪ ٻئي مٿان ٻه وڏا ليڪچر هال، ان سان متصل اپرندي الهندي استادن جون آفيسون ۽ پرنسپال صاحب جي آفيس واقع هئي. مين بلڊنگ جي ڏکڻ ۾ پارڪ، پارڪ وٽ سيمينٽ سان جڙيل ڌرتيءَ جو وڏو گولو (Globe) ٺهيل، جنهن تي دنيا جي اهم ملڪن جا نقشا ۽ نالا لکيل.

مون ڏٺو ته ڪاليج جي مرڪزي عمارت تي ان وقت جي گورنر سنڌ سر لئنسلاٽ گراهم جي نالي وارو بنيادي پٿر لڳل هو جنهن مان خبر پئي ته اصل ۾ هيءُ ادارو زرعي تعليم جي خاطر جوڙيو ويو هو. جيڪو خبر نه آهي ڪهڙي سبب بند ڪيو ويو ۽ ان عمارت ۾ ٽيچرس ٽريننگ جو ادارو هلايو ويو.

مون اسان واري هاسٽل جي ڪمري ۾ ٻن ڪٻٽن جي طاقن تي ڪن هندو شاگردن جا نالا لکيل ڏٺا. جنهن مان معلوم ٿيو ته هي زرعي ڪاليج، زرعي گريجيوئيٽ جي تعليم لاءِ برپا ڪيل هئي. هاسٽل جي ڪمرن ۾ بجلي به هلندڙ هئي. مگر موجوده وقت ۾ اهو انتظام موجود ڪونه هو. تنهن هوندي به هاسٽل ۾ نوابشاه جي گرمي هوندي به ڪمرا گرم محسوس ڪونه ٿيندا هئا. وراندي ۾ لڳل جعفري مان هوا ٺڏي ٿي ڪمرن ۾ ايندي هئي. تنهن ڪري پکي وغيره جي ڪا ضرورت محسوس ڪونه پئي ٿي.

## ٽريننگ ڪاليج سڪرنڊ جا استاد

ٽريننگ ڪاليج جو پرنسپال محترم قاضي احمد هو. جيڪو اصل نصرپور جو رهاڪو هو. چيائون پئي ته قاضي صاحب مختيار ڪار به رهي چڪو هو. پر هن صاحب استاد ٿيڻ وڌيڪ پسند ڪيو. هي صاحب سادو ۽ سباجهڙو انسان روزانه اسان جي ڪلاس کي "اصولِ تعليم" وارو مضمون پاڙهيندو هو. قاضي احمد صاحب ڪڏهين ڪڏهين هڪ پيرڊ کي چڪي، ٻن ٽن پيرڊن تائين ليڪچر جاري رکندو هو. نهايت سليس زبان ۾ ليڪچر ڏيندو هو.

سيد صالح محمد شاھ، باريش بزرگ تمام سختيءَ جي حد تائين سنجيدھ استاد سنڌي زبان ۽ سنڌي زبان جي تدريس جا مضمون پاڙهيندو هو. اصل ۾ سنڌي فائنل پاس استاد هو پوءِ مولوي عالم، مولوي فاضل جا امتحان پاس ڪري ان سان گڏ انگريزي ٻوليءَ جا پيپر ڏئي ان وقت بي اي پاس جي ڊگري حاصل ڪيائين. هيءُ سائين پنهنجو علم وڌائيندي آخر ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪرڻ ڪامياب ٿيو. جنرل ضياءُ الحق جي زماني ۾ نصابِ تعليم جوڙڻ وارن ماهرن ۾ سندس شمار ٿيندو هو. هيءُ سيد اصل ۾ سعيد آباد جي پاسي جو رهاڪو هو. سندس خاندان علمي خاندان ڪوٺيو وڃي ٿو. سندس پاءُ سيد وڌل شاھ جو نالو ڪيميسٽريءَ جي مضمون پاڙهيندڙ سنڌ يونيورسٽيءَ جي پروفيسرن ۾ نه صرف پاڪستان سطح تي پر بلڪ تعليمي دنيا ۾ مشهور ٿيو. سائين صالح محمد جو پاٽيجو شير شاھ ان وقت تازو اسان جي ٽريننگ ڪاليج واري پرائمري اسڪول ۾ استاد مقرر ٿي آيل هو. ياد رهي ته استادن جي تربيتي ادارن سان پرائمري، مڊل اسڪول لازمي طرح سان موجود هوندا آهن ته جيئن انهن اسڪولن ۾ موجود ٻارن کي زير تربيت استاد اداري جي نگراني ۾ عملي سبق پاڙهڻ جي مشق ڪري سگهن.

استاد سکيو خان چنا پڻ سنڌي سکيا جو نهايت لائق استاد هو. سائين تمام مهربان صورت، ڪلمک طبع وارو استاد ٿي گذريو آهي. شاعريءَ ۾ " مجروح" تخلص استعمال ڪندو هو. سائين سکيو خان چنا صاحب ڪنڊياري جي پاسي جو رهاڪو هو. جڏهين ٽيچرس ٽريننگ اسڪول سانگهڙ ۾ سن 1964ع ۾ شروع ٿيو ته پاڻ سڪرنڊ مان سانگهڙ ٽريننگ اسڪول ۾ استاد ٿي آيو. ساڻس هميشه رابطو رهندو آيو. پاڻ به پلائي جو پيرو ڪندي جهول خواھ سانگهڙ ۾ ديدار ڪرائيندو هو. ياد رهي ته اسان جا اهي فاضل استاد پنهنجي قابليت ۾ تعليم جا ماهر ٿي گذريا آهن. سندن نالا اسان جي نصابي ڪتابن ۾ موجود آهن. انهن جو شاگرد ڪوٺائڻ اسان لاءِ نهايت فخر جي ڳالھ آهي.

## <u>ٽريننگ ڪاليج جا هم ڪلاسي دوست</u>

ٽريننگ ڪاليج سڪرنڊ ۾ اسان کي اصل ۾ ٻن سالن جي S.V ٽيچر جي تربيت لاءِ موڪليو ويو هو. پر پوءِ سرڪار فيصلو ڪيو ته هنن زير تربيت استادن جي ٻن سالن جي ڪورس کي ڪنو ڪري هڪ سال جي تربيت ۾ پورو ڪيو وڃي. جنهن ڪري ان کي S.V condensed Course جو نالو ڏنو ويو. هن ڪاليج ۾ ضلعي سانگهڙ جا پرائمري استاد، ٿرپارڪر جي ڪنهن تعلقي جا پرائمري استاد، هالا تعلقي ۽ سڪرنڊ تعلقي جا استاد زيرتربيت هئا. منهنجا روم ميٽ تمام لائق استاد ثابت ٿيا. سانگهڙ مان تربيت لاءِ آيل الھ بچايو جلالاڻي اسان سانگهڙ وارن ۾ نمايان اڳواٽي ڪندڙ پهلوان استاد هو. سڪرنڊ پاسي جيڪي ننڍا ملاکڙا ٿيندا هئا. انهن ۾ ملھ وڙهڻ جا مقابلا ڪري انعام کٽي ايندو هو. اسان جي روم جي پرسان هالا مان آيل آخوند الھ ورايو رهندڙ هو. هالا وارا استاد هن جو نالو آخوند ادب سان وٺندا هئا. ڇوته هو هالا جي انهن آخوندن مان

هو جيڪي مخدوم صاحبن جا به استاد ٿي رهيا هئا. ڪمري جي ڀئي پر خان محمد خاصخيلي نهايت قدآور همراهه جنهن سان گڏ هڪ سمتو ذات جو نوجوان رهائش پذير هئا. خان محمد خاصخيلي اڪثر Lesson Plan ٺاهڻ لاءِ اسان جي مدد طلب ڪندو هو. هميشه يوناني علاج جا نسخا ڳوليندو وتندو هو. اها هڪ تمام خوشگوار ياد آهي ته سڄي سال دوران اسين سڀ دوست نهايت امن امان ۾ استادن جي شفقت جي ڇانوَ ۾ رهياسين.

## Practice of Teaching يعني عملي تعليم جو مرحلو

نظري تعليم جا مضمون پڙهندي، انهن جا نوٽس لکندي، نيٺ اهو وقت به اچي ويو ته هاڻي تدريسي مضمونن پاڙهڻ جي عملي سکيا، پرائمري اسڪول جي شاگردن وٽ وڃي حاصل ڪجي. هن مرحلي تي ڪاليج جي پرائمري اسڪول جا استاد اسان لاءِ تمام اهم هستيون بنجي پيا، ڇوته ڪلاس جي نظم و نسق ڪي دوران تربيت قائم رکڻ ۾ اسان جي مدد ڪندا هئا ته پوءِ سبق جي عملي سکيا ڪامياب قرار ڏني ويندي هئي. تدريسي مضمونن جي پاڙهڻ جي عملي سکيا ۾ سنڌي، حساب، تاريخ، جاگرافي جهڙا مضمون شامل هئا. هر هفتي عملي سکيا جو ٽائيم ٽيبل لڳندو هو جنهن ۾ ڪهڙي شاگرد کي ڪهڙا سبق پاڙهڻا آهن، انهن جا عنوان، تاريخ ۽ پيريڊ بيان ڪيل هوندا هئا. زير تربيت استاد جڏهن پنهنجو مليل سبق پاڙهڻ لاءِ ڪلاس ۾ داخل ٿيندا هئا ته سندن بدحواسين جو تماشو ڏسڻ ۾ ايندو هو. تربيتي ڪاليج سان لاڳاپيل پرائمري اسڪول جا شاگرد به تمام شرارتي هوندا آهن. ڇوته زيرتربيت استاد انهن کي سزا ته نهيو پر دڙڪو دهمان به نه ٿي ڏئي سگهيو. ان لاءِ انهيءَ ڪلاس جي ٻارن کي ڪنٽرول رکڻ لاءِ سندن ڪلاس ٽيچر جي ڪجهه قدر مدد لازمي هوندي هئي. عملي سکيا (Teaching Practice) جي ڏينهن ۾، ڏينهن رات سبق سيکارڻ جي تيارين ۾ مصروف رهندا هئاسون. سبق کان پهريائين سبق جي خاڪي جي رف ڪاپي تيار ڪري، لاڳاپيل استاد کان رهبري وٺي، پوءِ ان جي فيئر ڪاپي تيار ڪري، ان استاد کان Approve ڪرائڻي پوندي هئي. سبق سان لاڳاپيل Teaching Aid يعني ته نقشا، چارٽ، تصويرون يا اصلي شيون موجود ڪرڻ پڻ تمام ضروري عمل هوندو هو ان عمل دوران زير تربيت استادن جون بدحواسيون ڏسڻ وٽان هونديون هيون. سبق جي سکيا جي ناڪاميءَ جو ريمارڪ (سپروائيزر استاد طرفان) تمام گهڻو پريشان ڪندڙ هوندو هو. اهڙو سبق زيرتربيت استاد کي وري تيار ڪري هر صورت ۾ ڪاميابيءَ سان پاڙهڻو هوندو هو.

مونکي ياد آهي ته هڪ دفعي سنڌي ٻاراڻي ڪلاس مان سيکارڻ لاءِ ٻن لفظن تي مشتمل يونٽ مليو. مونکي لفظ " اڱر ۽ سڱر " سيکارڻا هئا. سبق جو خاڪو تيار ڪري، سائين سکيو خان چنه صاحب وٽ منظور ڪرائڻ لاءِ حاضر ٿيس. سبق جو خاڪو ڏسي چيائين ته "بابا! اڱر ۽ سڱر آندا اٿئي؟" مون عرض ڪيو ته "سائين! اڱر ته هاسٽل جي بورچي خاني مان ملي ويا آهن، پر سڱر هٿ نه ٿا اچن، ڇوجو سڱرن جي موسم ڪونه آهي." سائين فرمايو ته "بابا! ڪنهن به صورت ۾

توکي سگهر هٿ ڪري اچڻا آهن. انهن کان سواءِ سبق هلائڻ ڪونه ڏيندس. سائين سکيو خان چنه تمام پيارو ۽ محبتي استاد هو. هاڻي ڇا ڪجي؟ اهو سوال دل ۾ کڻي اچي هاسٽل پيڙو ٿيس. جيڪو به دوست مليو ٿي, ان کان سگهر هٿ ڪرڻ لاءِ پڇا پئي ڪيم. آخرڪار هڪ دوست چيو ته "يار! هي پنهنجي هاسٽل جي اولهه ۾ جيڪو "پٽي فاريسٽ" ٻيلو آهي, اتي وڃي ڪنڊيءَ جي وڻ هيٺيان ڏينگهرن مان سگهر ڳولي اچ."

وڏي مشڪل سان ٻيلي مان سگهر چونڊي کڻي اچي استاد وٽ پيش ڪيم, جنهن کان پوءِ سبق جو خاڪو منظور ٿيو ۽ سبق پاڙهڻ جي اجازت ملي.

**<u>لفظ گيگ جي سمجهاڻي</u>**: منهنجي روم ميٽ مولا بخش حاجياڻي سنڌي مضمون جو سبق پئي پاڙهيو. سبق ۾ موجود نوان لفظ ڪيس جملن ۾ استعمال ڪرائي پوءِ معنيٰ ٻڌائڻي هئي. ان سبق ۾ هڪ جملو هو ته "گدڙ گيگ ڪري زمين تي ليٽي پيو!" مولا بخش هڪ ٻه جملا گيگ لفظ جا ٻارن کي ٻڌائي, بورڊ تي معنيٰ لکي " گيگ معنيٰ مِڪرُ" سندس سپروائيزر جيڪو تمام سينيئر استاد هو هن کيس چيو ته " بابا! ٻارن کي تون گيگ ڪري ڏيکار." مولا بخش حاجياڻو ڏکي قد وارو بندو اچي ڦاٽو نيٽ فرش تي مکر ڪري ساهه گهٽي سمهي, ٻارن کي گيگ ڪري ڏيکاريائين.

بهرحال پرئڪٽيڪل سبقن دوران سمورا شاگرد سرگرم نظر ايندا هئا. ڪنهن کي سيد الهندي شاهه جي تصوير ٺهرائڻي هوندي هئي ته ڪو قائداعظم محمد علي جناح جي تصوير پيو ڳوليندو هو! ان زماني ۾ مجبوري اها هئي ته شاگرد کي گهربل تصوير پنهنجي هٿ سان پينسل اسڪيچ موجب ٺاهڻي هئي, يا ڪنهن دوست جي مدد سان تيار ڪرڻي هوندي هئي. هن وقت ته ڦوٽو اسٽيٽ جي ڪري اها سهولت ته موجود آهي, پر استادن جي نگراني ۾ اها تربيت ۽ اهي ادارا نه رهيا آهن.

## <u>هاسٽل جي زندگيءَ جون ڪجهه جهلڪيون</u>

ٻه اڍائي سئو شاگرد هاسٽل ۾ رهندڙ هئا.انهن لاءِ ڪاڌ خوراڪ جي فراهمي تمام اهم ڪم هوندو هو. هاسٽل سامهون بورچي خاني جي پڻدار ۾ چانور, اٽو چڻا, داليون, گيهه ۽ مصالحن جي رسد جاري رهندي هئي. روزانه گڏهه گاڏيون پرجي اچي بورچي خاني جي پاڻدي وٽ لهنديون هيون. ٽي ويلا ميس جي طرفان ماني تيار ٿيندڙ هئي. جنهن ۾ دال چڻن جي ۽ چانور, دال ماني, هفتي ۾ هڪ ٻه ڀيرا گوشت ماني. صبح جو هر هڪ ميمبر لاءِ هڪ سڻيي ماني ۽ چانهه جو ڪوپ. ماني ميس مان کڻي اچي ڪمري ۾ کائبي هئي. ظاهر آهي اسين ٻهراڙي جا ماڻهو لسي, کير جا هيراڪ. پوءِ ڇا ٿيو جو ڀريان هڪ ٻه هفتا پيٽ تي هٿ, ڪنهن کي سور ته ڪو وائي بادي جو شاڪي.

مونسان تہ ميس جي ماني ڪري گذاري, تنهن ڪري پرنسپال صاحب کي درخواست لکي ڏنم تہ هاسٽل جي ماني مونکي سخت تڪليف ڏني آهي, تنهنڪري مونکي هن سال تربيت کان آجو ڪري واپس اسڪول موڪليو وڃي. پرنسپال صاحب مونکي گهرائي چيو تہ ”بابا! جيڪڏهن نوڪري ڪرڻي اٿئي تہ پوءِ ڏکيو سکيو وقت گذار, باقي تربيت کان واپسي معنيٰ نوڪري ختم. تنهنڪري ٿوري گهڻي پرهيز سان وقت گذار!“

ڇا ڪجي؟ بهرحال درد جون دانهون ڪنديء, ڇا ٿيو جو درجي بہ درجي انهيءَ دال مانيءَ تي سسٽم ٺهي ويو ۽ آهستي آهستي شڪايتون دور ٿينديون ويون.

اسان تي ڇهہ روم ميٽ اڳيئي هڪ ٻئي جا واقف هئاسون. مولابخش حاجياڻو سگريٽ جو موالي, آئون بہ سگريٽ جا سوٽا هڻندڙ باقي مراد علي خان ڪلوئي ڪڏهين ڪڏهين تجرباتي ڦوڪ پريندو هو. ٻي ڳالهہ تہ اسان ٽيئي ڇهہ چانهہ جا موالي. صبح جو ميس مان ڪاري چانهہ سان ماني کائڻي پوندي هئي. ان لاءِ مراد علي خان ڪلوئي, ڳوٺان گاسليٽ تي ٻرندڙ اسٽوو کڻي آيو. آئون گهران چانهہ ڪاڙهڻ لاءِ ديڳڙي ۽ ڪوپ ساسريون کڻي آيس. ٻڀر واري ڳوٺ مان کير وڪڻندڙ همراهہ سان صبح شام کير آڻڻ جو بندوبست ڪيوسون. اهڙي طرح چانهہ جو بندوبست ٿي ويو. مونکي امڙ هر دفعي گيهہ جو شيشو ڀري ڏيندي هئي, جيڪو ميس مان ملندڙ ٻوڙ ۾ ملائي, ان کي وڌيڪ ذائقيدار ڪرڻ سان گڏ صحتمند کاڌي ۾ تبديل ڪندا هئاسين.

## هاسٽل ۾ هوم ورڪ ۽ مطالعي جو پروگرام

رات جو روزانہ هڪ ڪلاڪ لاءِ مطالعي جو پروگرام پنهنجي پنهنجي ڪمري اندر ديوار تي لڳل پروگرام موجب ڪرڻو پوندو هو. جنهن کي ”هائوسي“ ڪوٺيندا هئا. ڪمري جي ميز تي لالٽين ٻاري, مناسب ڪپڙا پهري ٽائيم ٽيبل موجب انهيءَ مضمون جو مطالعو ڪرڻو پوندو هو. ۽ فيئر بوڪ تي لکڻ جو ڪم بہ ٿيندو هو. انهي دوران ”هائوسي“ جو انچارج استاد هرهڪ ڪمري تي وڃي معائنو ڪندو هو. ساڻس گڏ ڪاليج جو پٽيوالو گاسليٽ جو گولو کڻي هلندو هو. اسين گولي جي تيز روشني کي ڏسي مطالعي جو ڪم سنجيدگيءَ سان ڪرڻ جي اداڪاري ڪندا هئاسون, انهي هائوسي دوران ڪيل مطالعو ۽ هوم ورڪ سچ پچ تہ اسان جي پيشه ورانہ ڄاڻ ۾ تمام گهڻو اضافو ڪندڙ هو. روزانہ سينيئر استاد جي چيڪنگ سبب شاگرد سنجيدگيءَ سان مطالعو ڪندڙ هئا. استاد کي ٿورو بہ شڪ پوندو هو تہ شاگرد سامهون ميز تي رکيل ڪتاب جي ان باب مان هڪ بہ سوال پڇڻ سان شاگردن جي سنجيده مطالعي جي خبر پئجي ويندي هئي.

مغربي تعليمي ماهرن جا اصول تعليم پڙهڻ وقت ڪيندر گارٽن, فروبيل, مانٽيسوري جا فلسفه پڙهڻ وقت لطيفا بيان ٿيندا هئا. ميڊم مانٽيسوريءَ کي اڪثر شاگرد چرچي طور ”ماسي ٿوري“ ڪري ڪوٺيندا هئاسون.

## تربيت جي پڇاڙي

روئندي کلندي تربيت جو هڪ سال ذري گهٽ اچي اختتام تي پهتو. ٻن سالن جي نصاب کي هڪ سال ۾ Condensed ڪري مڪمل ڪيو ويو. ساليانِي امتحان جا عملي سبق ٻه سڪرنڊ ۾ هلي چيهه ٿيا. مٿان اعلان ٿيو ته ضلعي سانگهڙ جا زير تربيت استاد هاڻي سانگهڙ جي ٽريننگ اسڪول ۾ وڃي دخلڪار ٿي ساليانو امتحان سانگهڙ ۾ ڏين.

موڪلاڻيءَ جون تقريبون ٿي گذريون، سائين صالح محمد شاهه، جيڪو تمام سنجيدهه ۽ سخت گير استاد هو، ان پنهنجي تقرير ۾ چيو ته "اسان برابر اوهان کي سخت محنت ۽ مطالعي ۾ مصروف رکيو. اهو عمل ٿڪائيندڙ ضرور هو پر ائين سمجهو ته اسان، اوهان کي علم جي بڻيءَ ۾ پچائي راس ڪيو آهي. هاڻي اوهان پنهنجي پيشي جا ماهر استاد سڏائڻ جا حقدار ٿي چڪا آهيو." استاد صاحب جي اها ڳالهه بلڪل صحيح هئي. اسان جي ان گروپ جا ڪيترائي دوست ايم اي- ايم ايڊ تائين نهايت آسانيءَ سان ڏگريون محنت سان حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

1964ع ۾ ساليانو امتحان سانگهڙ ۾ ٿيو. هن امتحان جي نتيجي ۾ منهنجو ٽيون نمبر هو. امتحان پورو ٿيڻ بعد ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر آف اسڪولس طرفان اسان کي واپس اسڪولن ۾ مقرري جا آرڊر ڏنا ويا. منهنجي گورنمينٽ پرائمري اسڪول جهول ۾ نائب استاد جي حيثيت ۾ مقرري ٿي. ياد رهي ته هن اسڪول جو آئون شاگرد رهي چڪو هوس. ۽ هاڻي ساڳئي اسڪول ۾ استاد جي منصب تي مقرر ٿيس. ان زماني ۾ سانگهڙ ضلعي جي پرائمري تعليم جو جڳ مشهور آفيسر حافظ عبدالستار ميمڻ هو. حافظ صاحب گوسڙو ماسترن لاءِ تمام سخت گير ثابت ٿيو. لائق استادن جو ساڳئي وقت قدردان پڻ هوندو هو.

## جهول پرائمري اسڪول ۾

1964ع ڌاري S.V پاس ڪرڻ بعد گورنمينٽ پرائمري اسڪول جهول ۾ نائب استاد جي حيثيت ۾ ڊيوٽي شروع ٿي، مونکي پاڙهڻ لاءِ پهريون درجو ڏنو ويو. جيڪو مون هيڊ ماستر صاحب کان گهري ورتو. چاڪاڻ ته ٻاراڻي ڪلاس جي معصوم ٻارن کي پڙهائڻ جو عمل ڏاڍو دلچسپ هوندو آهي. اسڪول جو هيڊ ماستر مسٽر محمد يوسف ڪوريجو صاحب اصل ۾ موري جو رهاڪو هو. ان زماني ۾ سانگهڙ جي تعليم ڪاتي ۾ نوابشاهه ضلعي سان واسطو رکندڙ استادن جو چڱو خاصو تعداد نوڪري ڪندڙ هو. محترم محمد يوسف ڪوريجو تمام سنو منتظم، خوشخط ۽ محنتي استاد هو. ٻيا همعصر استاد ٻه ڏاڍا لائق استاد هئا. پيارو خان لغاري مڪيءَ جي پاسي جو رهاڪو سنهڙو سيپڪڙو، نهايت مهربان استاد، والي ٻال سان دلچسپي رکندڙ. ياد رهي ته محترم

محمد يوسف ڪوريجو شوٽنگ والي بال راند جو پھرئين جوڙ جو رانديگر هو. آئون بہ سائيڊ تي کيڏندڙ والي بال جو شوقين هوس. جهول ۾ ان زماني ۾ شوٽنگ والي بال جي زبردست ٽيم هئي. ڪاهي ڪنڊا جي رهاڪو آبدار ميمڻ جا ڇوڪرا زبردست رانديگر هئا. اسان جي پرائمري استادن مان ڪرم علي شاهہ ”وفا“ جيڪو ٻوبي شهر جي پاسي جو رهاڪو هو. انهيءَ شاهہ صاحب کي بہ والي بال جو وڏو شوق هو. هن پرائمري اسڪول ۾ منهنجو فلاسافر دوست محترم مراد علي خان ڪلوئي بہ ڪجهہ وقت هتي پاڙهيندو رهيو. نهايت نيڪ دل انسان هو.

جيئن تہ هي اسڪول سيٺ ڪلياڻ داس جي ماڙيءَ ۾ هلندڙهو انهيءَ سال جهول شهر لاءِ عبدالقادر سنجراڻي صاحب وزير صحت ياران رورل هيلٿ سينٽر جڙي راس ٿيو ان ڪري جهول جي ضلعي ڪائونسل جي پراڻي ڊسپينسري جيڪا بزرگ ڪنڊي فقير ينيري جي پاڙي ۾ هئي، ان جا ڊاڪٽر هيلٿ سينٽر جي نئين عمارت ۾ منتقل ٿيا. (ان وقت 1965ع جي جنگ هلندڙ هئي.) اها جڳهہ خالي ٿيڻ تي محترم مير جان محمد ٽالپر اسان کي صلاح ڏني تہ توهان سنڌي پرائمري اسڪول کي هاڻي انهيءَ جاءِ ۾ وجي هلايو. اسان شاگردن جي مدد سان فورن لڏو ڪٽي نئين جاءِ اچي والاري. ياد رهي تہ هاڻوڪو سنڌي پرائمري مين اسڪول ان ساڳئي هنڌ هلندڙ آهي، نهايت مناسب جاءِ آهي. پر افسوس تہ عمارت جي مناسب مرمت بہ ٿيڻ ڪري، ڇتين جا ڇاپوڙا ڪرڻ ڪري، تمام خطرناڪ صورتحال پيدا ٿي پئي آهي.

## 1965ع واري پاڪ هند جنگ

اڃان اسان وارو اسڪول سيٺ ڪلياڻ داس واري ماڙيءَ ۾ هلندڙ هو. انهيءَ دوران پاڪستان ۽ هندستان جي وچ ۾ جنگ لڳي. انهيءَ جنگ جي ڪري، رات جو روشني ڪرڻ، باهہ ٻارڻ جي سختي سان منع ڪيل هئي، رات جو مڪمل بليڪ آئوٽ رهندي هئي. ريڊيو پاڪستان تي سڄو ڏينهن جنگي ترانا پيا نشر ٿيندا هئا. هڪ دفعي ڇا ٿيو جو اسان واري جي پرسان جيڪو گرلس پرائمري اسڪول هلندڙهيو اتي ڊاڪٽر شفيع نالي هڪ همراهہ پڄندو آيو هن اسڪول ۾ سنڌس ننڍڙيون نياڻيون پڙهنديون هيون. ان همراهہ بدحواسيءَ ۾ اچي ليڊي ٽيچر کي چيو تہ سانگهڙ ۾ اطلاع آيو آهي تہ هندستان هتي هوائي حملو ڪرڻ وارو آهي. تنهنڪري ٻارن کي موڪل ڏيو!“ اهو ٻڌي ٻارن ۾ رڙو رڙ پئجي وئي.

1965ع جي جنگ دوران اسان جو سنڌي پرائمري اسڪول، جيڪو سيٺ ڪلياڻ داس جي ماڙيءَ ۾ هلندڙ هيو سو نئين جڳهہ ڏانهن منتقل ٿيو. اسڪول لاءِ هي نئين جاءِ وڌيڪ بهتر ٿي. هن جڳهہ تي ٽن طرفن کان ڪمرا ۽ ورانڊو تعمير ٿيل ۽ وچ ۾ اسيمبليءَ لاءِ ڪافي وسيع اڱڻ موجود هو. مونکي ياد آهي تہ هن اسڪول ۾ اچڻ وقت، شهر جي دوڪانن ۾ پاڪ هند جي جنگ سبب ڪافي شين جي کوٽ پيدا ٿي. خاص ڪري کنڊ جو ملڻ محال ٿي چڪو هو. چانهہ

جي موالين ۾ هوٽل وارن ڪنڊ جي جاءِ تي ڳُڙ جو استعمال شروع ڪيو. ايتري قدر جو ڳُڙ بہ مارڪيٽ مان گم ٿيڻ لڳو.

جنگ جي ايمرجنسيءَ ۾ اسان استادن جون رات جي وقت، ريلوي اسٽيشن، پوسٽ آفيس، ٽيليگراف آفيس ۽ فون لائين تي ڊيوٽيون لڳايون ويون. سورنهن سترهن ڏينهن کان پوءِ جنگ بند ٿي ۽ روزمره جو ڪاروبار هلڻ لڳو ۽ اسان استادن بہ وڃي سک جو ساهہ کنيو.

## تعليم کاتي جا ڪجھہ ڪامورا ۽ آفيسر

مونکي 1960ع جي نومبر ماهہ ۾ پرائمري استاد جي نوڪري ملي. ان وقت سيد جلال الدين شاهہ صاحب ضلعي سانگھڙ جو DIS هيو. هي بزرگ نهايت سادو، نيڪ دل ۽ مهربان صورت وارو انسان هو. هن صاحب کان پوءِ حافظ عبدالستار ميمڻ، جيڪو اصل ۾ شڪارپور جي طرف جو رهاڪو هو، سو هن عهدي تي مقرر ٿي آيو. حافظ عبدالستار نهايت برجستو آفيسر ٿي گذريو آهي. هن صاحب جو پرائمري اسڪولن تي اچانڪ ڇاپا هڻڻ جو غلغلو سڄي ضلعي ۾ مشهور ٿي ويو. ان ڪري سموري ضلعي جا استاد وقت جا پابند ٿي پيا. سندس انهيءَ انداز جي ڪري اسڪولن جي تعليم خواهہ انتظام اندر تمام گھڻو سڌارو آيو. ساڳئي وقت استادن ۾ محنت سان ٻارن کي پاڙهڻ جو سلسلو جاري ٿيو.

ضلعي جي آفيس جي ڪاروبار کي بہ ساڳئي وقت ذاتي طور هلائيندو هو. هرهڪ استاد طرفان موڪليل ڪنهن استدعا کي پاڻ پڙهي، ساڳئي ڪاغذ جي پُٺ تي پنهنجي هدايت- ريمارڪ لکي ٽپال رستي پاڻ موڪليندو هو. ان زماني ۾ سياستدانن جي تعليم کاتي ۾ بي جا مداخلت بلڪل ڪونہ هئي. ان ڪري جيڪڏهن ڪو استاد ڪنهن طرح سان عتاب هيٺ آيو ٿي تہ ان کي ڇڪي جند ڇڏائڻي پوندي هئي. حافظ صاحب قابل استادن جو قدردان ۽ مددگار بہ هوندو هو. هتي آئون هڪ واقعي جو ذڪر ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان، جيڪو نهايت دلچسپ ۽ مزيدار واقعو آهي.

اسان جي جهول مين سنڌي پرائمري اسڪول جي برانچ ڳوٺ دلاور خاصخيلي ۾ هوندي هئي. برانچ اسڪول ۾ ڪم ڪندڙ استاد جيڪڏهن چار پنج ڏينهن موڪل تي ويندو هو تہ مين اسڪول مان هڪ استاد کي اتي موڪليو ويندو هو. ڳوٺ دلاور خاصخيلي برانچ اسڪول ۾ اڪثر ڪري مونکي موڪليندا هئا. هن ڳوٺ ۾ پاڙهيندڙ استاد جيڪو اصل ۾ اتر طرف جو رهاڪو هو ان سان هڪ ڳوناٽي خاصخيلي ذات جي ماڻهوءَ جو پئسن تان تڪرار ٿي پيو. انهيءَ تڪرار دوران هڪ نوجوان استاد صاحب کي مغز ۾ لٺ وهائي ڪڍي، استاد ويچارو زخمي ٿي پيو. اها خبر جڏهن حافظ عبدالستار ميمڻ کي پئي تہ يڪدم ٽاٽي تي پهچي ان لنڙئي خاصخيلي کي گرفتار ڪرايائين ۽ زخمي استاد کي سول اسپتال سانگھڙ ڪٽائي وڃي داخل ڪرايائين. حافظ صاحب جڏهن جهيڙي جي ڪارڻ جي انڪوائري ڪئي تہ معلوم ٿيو تہ استاد صاحب ڪجھہ رقم ان

ڳوناٽي خاصخيلي ڪي نفعي خاطر اڌاري ڏني هئي، ان تان تڪرار ٿيو آهي. هاڻي چا ٿيو جو حافظ صاحب ڪي استاد تي سخت ڪاوڙ ٿي. ان ڳالهہ تي تہ استاد ٿي ڪري، مسلمان ٿي ڪري وياج تي پئسا ڇو ڏنائين. سو چا ٿيو جو جڏهن استاد صاحب اسپتال مان فارغ ٿيو تہ حافظ صاحب ان کي "وياج" واري الزام تحت سسپنڊ ڪري ڇڏيو. حافظ عبدالستار جيتوڻيڪ سخت طبع رکندڙ آفيسر هو. پر نهايت ايمانداريءَ رات ڏينهن جاکوڙ سان ضلعي جو تعليمي نظام هلائيندو رهيو. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ حافظ صاحب حيدرآباد ۾ رهائش اختيار ڪئي. 1980ع ڌاري تلڪ چاڙهي واري تاريخي ٽريننگ ڪاليج ۾ نماز پڙهڻ ايندو هو. سندس گهر شايد ڪاليج جي ڀرپاسي ۾ هو.

## شيخ سراج الحق شڪارپوري

حافظ عبدالستار سانگهڙ جي پرائمري تعليم جي نظام کي تمام موثر نموني سان هلائي ويو. ان کان پوءِ هڪ عجيب و غريب قسم جو آفيسر شيخ سراج الحق اچي سانگهڙ ضلعي جو D.I.S ٿيو. هي شيخ صاحب تمام شيخي خور شيخ ٿي گذريو آهي. هن صاحب کي پنهنجي انگريزي تي وڏو ناز بلڪہ گهمنڊ هو. پرائمري سنڌي استادن کي ڄٽ سمجهندو هو ۽ ان جو اظهار اسڪولن جي وزٽ دوران برملا ڪندو رهندو هو. ان زماني ۾ تعلقي سنجهوري جو سپروائيزر محترم مراد علي خان نظاماڻي صاحب هيو جيڪو نهايت برجستو آفيسر ٿي گذريو آهي. ياد رهي تہ نظاماڻي صاحب باگي وداداڻي ڳوٺ نزد لانڍي جمڙائو جو رهاڪو هو. جيڪو پوءِ ضياءَ الحق جي دور ۾ لنڊن واري سفارتخاني ۾ ايجوڪيشن جو اتاشي مقرر ٿيو ۽ 1980ع ڌاري تعليم کاتي جو ايڊيشنل سيڪريٽري رهيو.

شيخ سراج الحق جي اسڪولن ۾ وزٽ دوران نظاماڻي صاحب ساڻس گڏ هوندو هو. هڪ ٻہ دفعا هن پرائمري استادن جي پٽڪن تي چٽر ڪندي کين ڄٽ ۽ ڦڳڙ باز ڪوٺيو. نظاماڻي صاحب کيس چيو تہ سائين استادن جي پڳ تي چٽر نہ ڪر، اهي موٽ ۾ توکي مار ڪيڊندا. پر هيءُ صاحب پنهنجي انهيءَ هلت کان باز ڪونہ ٿي آيو. هن شيخ صاحب کي سهڻن ڇوڪرن سان پڻ دلچسپي هوندي هئي. حالانڪہ هو هلڻ چلڻ ۾ منڊائي هلندو هو ۽ ناهوڪو ڇوڪرو ڏسي وڏيڪ منڊو ٿي پوندو هو. هن صاحب الاءِ ڪنهن کان ٻڌو تہ جهول ۾ هڪ حسين ڇوڪرو رهي ٿو پوءِ چا ٿيو جو جهول جي مڊل اسڪول ۾ اچي وارد ٿيو ۽ چيائين تہ رات هتي رهنداسون! حالانڪہ سندس رهائش سانگهڙ ۾ ڏهاڪو ڪلوميٽر تي واقع هئي، سو هتي رات رهڻ جو سندس ارادو عجيب ٿي لڳو نيٺ شام ويلي مڊل اسڪول جي هيڊ ماستر کي چيائين تہ انهيءَ نوجوان کي گهرايو! بهرحال شيخ سراج الحق صاحب پنهنجي بدمزاجي جي ڪري نيٺ شاهپور چاڪر ۾ هڪ مشتعل ماستر هٿان نيٺ مار کاڌي.

## شيخ عزيز هڪ شوقين ڊي آءِ ايس

شيخ سراج الحق ڪان پوءِ شيخ عزيز ضلعي سانگهڙ ۾ ڊي آءِ ايس ٿيو ان ڪان اڳ هيءُ صاحب گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ جو هيڊ ماسٽر رهي چڪو هو. نائين ۽ ڏهين ڪلاس جو انگريزي مضمون پاڙهيندو هو. نهايت اداڪارانہ انداز ۾ هيءُ صاحب ديدار ۽ پوشاڪ ۾ پاڻ کي تمام ٽپ ٽاپ رکندو هو. ظاهر آهي تہ اهڙي شوق لاءِ وٽس ڪا اضافي آمدني پڻ هوندي هئي. هيءُ پهريون تعليم کاتي جو آفيسر هو جنهن وٽ پنهنجي ذاتي جيپ هئي. جيڪا ڪيس ڪنهن سياستدان تحفي ۾ ڏني هئي. هن صاحب جي ايام ڪاري ۾ اسان جي ڪجهہ پرائمري استادن جي پگهارن جو ڊفرنس بل خزاني آفيس مان پاس ٿي آيو. مونکي ادائي سئو کن رپين جو ڊفرنس ملڻو هو. ان زماني ۾ ماهوار پگهار ۽ ٻيا معاوضا تعلقي ماسٽر وٽان ملندا هئا. ان وقت سنجهوري جو تعلقہ ماسٽر مسٽر موتيرام هڪ صاف سٿرو سينيئر ٽيچر هو. هي صاحب اصل کڏڙي جي پاسي جي پاسي جو پائي بند هو ۽ سانگهڙ جي مشهور ڊاڪٽر پاگچند جو مامو هو. پئسا وصول ڪرڻ وقت مسٽر موتيرام چيو تہ توهان جي رقم مان پندرهن سيڪڙو رقم ڪٽوتي ڪري مٿي پهچائڻي آهي. مون کيس چيو تہ مونکي پوري رقم ڏيو. نيٺ تڪرار ڪري پورا پئسا ورتم، اتي موجود هڪ ٻن استادن پڻ ڪٽوتي واري رقم ڏيڻ کان انڪار ڪيو.

ٻئي ڏينهن جهول جي پرائمري اسڪول ۾ استادن جو چڱو مڙس عظيم سولنگي سنجهوري مان مون وٽ آيو. چيائين تہ شيخ عزيز چيو آهي تہ "اهو ماسٽر بغاوت ٿو پکيڙي، انهيءَ کي آئون اچڙي ٽر جا وڻ ڏيکاريندس!" خدا جي ڪرڻي اها ٿي جو ايندڙ هفتي ۾ محترم شيخ عزيز صاحب جي ڪنهن اڳوڻي اينٽي ڪرپشن انڪوائري جي ڪري پهرئين تہ بدلي ٿي وئي، پوءِ ڪرپشن ڪيس تحت ڪجهہ وقت سسپينڊ پڻ رهيو. بهرحال مون تان مصيبت ٽري وئي.

## محترم محمد صالح گوپانگ

1965ع ڌاري تعلقي سنجهوري تي سائين ايجوڪيشن سپروائيزر ٿي آيو. آئون ان زماني ۾ جهول شهر جي سنڌي پرائمري اسڪول ۾ پڙهائيندو هئس. انهيءَ ساڳي اسڪول ۾ جيڪو ڪنڊي فقير پنيري جي درگاهہ وٽ آهي. ان وقت مون وٽ سنڌي پهريون ڪلاس هو ۽ اسڪول جي مين گيٽ سامهون ڏاڪڻين پاسي ورانڊي ۾ ڪلاس هلائيندو هوس. هڪ روز ڏٺم تہ هڪ صاحب لوڪ قسم جو همراهہ، فلئٽ هئٽ، ٽاءِ ۽ سلڪي پينٽ ۾ ملبوس اسڪول ۾ اچي پرگهٽ ٿيو. مونکي سامهون پڙهائيندي ڏسندو سڌو هيڊ ماسٽر پرائمري اسڪول، مسٽر محمد يوسف ڪوريجي جي آفيس ۾ لنگهي ويو. خبر پئي تہ هيءُ صاحب محترم محمد صالح گوپانگ اسان جو نئون صاحب آهي. مون ڪلاس ڇڏي وڃي نهايت ادب سان هٿ ملائي کيس پليڪار ڇئي. سائين گوپانگ صاحب هفتي ۾ ٻہ ٽي ڏينهن اسان جي اسڪول ۾ اچي ويهندو هو جتان پرپاسي

جا اسڪول وزٽ ڪرڻا هوندا هئس. سندس انهيءَ اچ وڃ دوران آئون پنهنجي ڪلاس جي ڪم ۾ مصروف رهندو هوس. ساڻس پهريون پيرو پليڪار لاءِ ويس. پر ان جي برعڪس اسان جي اسڪول جا ٻيا استاد هر دفعي سائينءَ جو سلام ضرور ڪندا هئا.

محترم محمد صالح گوپانگ ڪنڊياري پاسي جو رهاڪو هو. پاڻ بہ فائنل پاس استاد جي حيثيت ۾ نوڪري جي شروعات ڪيائين ۽ ان سان گڏ تعليم بہ جاري رکندو آيو. انگريزي زبان ۾ ايم اي ڪري چڪو هو. سندس سنڌي زبان جو مطالعو بہ نهايت وسيع هو. اها هئي محترم محمد صالح صاحب سان منهنجي پهرئين شناسائي. پوءِ جا ٿيو جو 1970ع ۾ آئون جڏهين گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ ۾ مقرر ٿيس تہ سائين اتي فرسٽ اسسٽنٽ جي حيثيت ۾ ڪم ڪندڙ هو. اڪثر مئٽرڪ جي ڪلاس جا پيريڊ پاڙهيندو هو. انهيءَ عرصي دوران سائين گوپانگ صاحب سان ويجهڙائي ٿي، پاڻ اڪثر ادبي ڪتابن جو مطالعو ڪندڙ هو ۽ چاهيندو هو تہ ان مطالعي کي ٻين دوستن سان شيئر ڪجي. آئون سندس ادبي مطالعي واري ڪچهري ۾ نهايت دلچسپي وٺندو هوس. گوپانگ صاحب هاءِ اسڪول ۾ نهايت ٽپ ٽاپ ۽ خوش لباس ٿي ايندو هو. سندس سگريٽ ۽ چانهہ دوران ساڻس ڪچهري جاري رکبي هئي. هڪ ڏينهن مونکي چيائين تہ "الهورايا! آئون جڏهن جهول ۾ تنهنجو آفيسر ٿي ايندو هوس تہ تون مونسان ڪلاس ڇڏي ملڻ ڪونہ ايندو هئين. حالانڪ ٻيا سڀ استاد حاضر ٿيندا هئا. مون سمجهيو تہ هي ماستر مغرور قسم جو ماڻهو آهي. موقعو مليو تہ کيس "سبق سيکاريندس!" پر يار! هاڻي آئون ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ منهنجو اهو آفيسرانہ خيال غلط هو ۽ تون صحيح هئين. ان ڪري جو تو پنهنجي ڪلاس جي پڙهائي کي جاري رکڻ وڌيڪ بهتر سمجهيو!"

گوپانگ صاحب جي شخصيت جي اها خوبي هئي تہ هو اسڪول ۾ اچڻ وقت ديدار ۽ پوشاڪ جو خاص خيال رکندو هو. مونکي هميشه شيو وڏي وجڻ تي ٽوڪيندو هو. سندس ٻي خوبي هئي مطالعي ڪرڻ جي، خاص ڪري انگريزي ادب جا ڪتاب پڙهندو هو ۽ انهن مان خاص ڪوٽيشن کيس ياد رهندا هئا. تنهن ڪري علمي، ادبي گفتگو ۾ اهي قول بيان ڪندو هو. سائين گوپانگ صاحب پنهنجي علمي واڌاري لاءِ تمام گهڻي جدوجهد ڪئي. فائنل پاس پرائمري استاد مقرر ٿيو. ان بعد وجي انگريزي ادب ۾ ايم- اي ڪيائين. ان سان گڏ ايم – ايڊ جو امتحان ڪاميابيءَ سان پاس ڪيائين. ساڳئي وقت پنهنجي ترقيءَ لاءِ جاکوڙيندو رهيو ۽ ضياءُ الحق جي زماني ۾ سائين گزيٽيڊ گريڊ حاصل ڪري، خيرپور جو ڊي-اي-او ٿيو. سندس ترقيءَ جي منزل وڌندي رهي. پاڻ حيدرآباد ۾ تعليم جو ڊائريڪٽر بہ رهيو ۽ اتان پوءِ تعليم کاتي جو ايڊيشنل سيڪريٽري مقرر ٿيو. انهيءَ دوران جڏهن بہ ملاقات ٿيندي هئي تہ هميشه قرب سان ملندو هو. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ گوپانگ صاحب محنت ڪري وجي P.H.D جي ڊگري حاصل ڪئي. يعني تہ "ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ" جو لقب حاصل ڪيائين. سندس ڊاڪٽريٽ جو موضوع "سنڌي زبان جي نصابي ڪتابن جو تاريخي مطالعو" هيو. سندس اهو مقالو سنڌي لينگويج اٿارٽي وارن ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن دلبر ماڻهو زندگيءَ ۾ محنت سان اڳتي وڌي عهدو ۽ عزت ماڻڻ جو مقام

حاصل ڪيو. اهو سندس مثالي ڪردار جو ڪمال آهي ته هڪ غريب خاندان جو فرد علمي ادبي محنت ڪري علم جي اعليٰ منزل ماڻي چڪو. رٽائر ٿيڻ بعد ڪجهه وقت حيدرآباد ۾ به وڪالت شروع ڪيائين. ڪاري ڪوٽ ۽ ٽاءِ ۾ سائين زبردست وڪيل ٿي لڳو. هڪ ڀيرو دفعا آئون ڪيس حيدرآباد بار ۾ ملڻ ويو هوس. سندس دل وڪالت ۾ نه لڳي ۽ پوءِ هڪ شگر مل جي سيڪينڊري اسڪول جو پرنسپال ٿي رهيو. هيتريون ساريون ڪاميابيون محنت سان ماڻڻ وارو هيءُ عاشق مزاج، حسن جو پوڄاري انسان ڪچهريءَ دوران فقط هڪ ڏک مونسان سليندو هو. "الهورايا! يار منهنجي خواهش جي باوجود منهنجي فرزندن مان ڪو ڊاڪٽر، انجينيئر ڪونه ٿي سگهيو. مونکي حيدر ۾ اميد هئي ته پڙهي ڊاڪٽر ٿيندو، پر ائين ڪونه ٿي سگهيو. البته منهنجي نياڻي ايم بي بي ايس پاس ڪري ڊاڪٽرياڻي ٿي آهي.!" سندس انهيءَ شڪايت جو سندس فرزندن کي خبر نه آهي ته ڪيترو احساس ٿيو يا نه!!

## علم جي نئين منزل تي پهچڻ جي جدوجهد

سال 1968ـ1969ع ڏاري سنڌ يونيورسٽي طرفان، B.ed جي امتحان ۾ پرائيويٽ اميدوارن کي شريڪ ٿيڻ جي اجازت ڏني وئي. مون ان قدم کي اڳتي وڌڻ جو هڪ سٺو موقعو سمجهي منهنجي پياري دوست استاد مراد علي خان ڪلوئي سان صلاح مشورو ڪيو. هيءُ دوست پڻ ساڳئي امتحان ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويو. اهڙي طرح بي ايڊ جي امتحان جي تياريءَ ۾ لڳي وياسين.

هن امتحان جي نصاب ۾ جيڪي مختلف مضمون ۽ موضوع شامل هئا، تن بابت ٽيچرس ٽرينگ دوران جيڪو نصاب اڳئي ازبر ٿيل هو ان وڏيڪ مطالعي ۾ وڏي مدد ڪئي. بهرحال نيٺ امتحان جو وقت اچي ويو. حيدرآباد جي سٽي ڪاليج کي امتحان جو مرڪز بنايو ويو. مراد علي خان ۽ آئون ڪتابن جي هڙ ٻڌي وڃي حيدرآباد پيڙا ٿياسون. هيءُ امتحان اٽڪل سورنهن سترهن ڏينهن تائين هلڻو هو. ان ڪري حيدرآباد ۾ رهائش جو مسئلو ڏاڍو مشڪل پئي لڳو. ان کي ائين حل ڪيوسين ته جتي چوٽڪي گهٽي حيدرآباد جي شاهي بازار سان ملي ٿي، اتي هڪ "هنڌ ڪٽولو ماڙيءَ تي" ٽائيپ جي مسافرخاني ۾ وڃي پاٿاري ڪئي سون. جنهن ڏينهن پيپر هوندو هو ان ڏينهن شاهي بازار مان هلندي، نوڙهي واري چاڙهي لهي وڃي ڪاليج ۾ پهچبو هو. اتي پنهنجو پيپر ڏئي وري ساڳي واٽ واپس مسافرخاني ۾ پهچبو هو. منهنجند جو چوٽڪي گهٽيءَ جي ڪنهن نندڙي هوٽل ۾ دال ماني کائي گذر ڪبو هو. امتحان جي ٽائيم ٽيبل ۾ هڪ سهولت اها هئي ته پيپر هڪ نه ٻئي ڏينهن رکيل هوندا هئا. تنهن ڪري وقفي واري ڏينهن صبح جو نيرن پاڻي ڪري، ڪتاب ٿيلهي ۾ وجهي وڃي راڻي باغ حيدرآباد ۾ پاٿاري ڪبي هئي. اتي ڪنهن وڻ جي ڇانو ۾ ويهي ايندڙ ڏينهن جي مضمون جو مطالعو ڪبو هو. چانهه سگريٽ سان ساهي پٽي وري پڙهڻ کي لڳي ويندا هئاسون. منجهند جي ماني راڻي باغ ۾ قائم هڪ نندڙي هوٽل تان دال ماني گهرائي گذر ڪبو هو. اهڙي طرح اڌ مهينو حيدرآباد ۾ بي ايڊ جو امتحان ڏيندي گذريو. امتحان پورو ڪري وري

اچي ماڳ تي پهتاسين، ڪجهه عرصي کان پوءِ يونيورسٽي جي طرفان رزلٽ اخبارن ۾ ڇپجي ظاهر ٿي، نهايت بي تابيءَ سان ڌڙڪندڙ دل سان رزلٽ ڏٺي سون. پنهنجي نمبر جي ڪاميابي پسي دل ڏاڍي خوش ٿي. ڇاڪاڻ ته علم جي منزل اهو ڏاڪو بي حد محنت ۽ صبر سان پار چڙهڻ ۾ ڪامياب ٿياسون. منهنجو فلاسافر دوست مراد علي خان ڪلوئي به پاس ٿيو ۽ هاڻي اسان کي اها اميد پيدا ٿي ته پرائمري استاد جي عهدي کان هاڻي سيڪينڊري استاد بڻجڻ جي راهه هموار ٿئي پئي.

## ڪجهه اڳڀرو ٿيڻ جي اِڇا

بي ايڊ امتحان جو پاس سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري، سنگت جي صلاح سان ڊائريڪٽر ايجوڪيشن حيدرآباد ڊويزن کي درخواست، ڊي آءِ ايس سانگهڙ معرفت موڪليم ته مون بي ايڊ جو امتحان پاس ڪيو آهي، تنهنڪري مونکي ترقي ڏئي سيڪينڊري استاد مقرر ڪيو وڃي. اهو عجيب اتفاق چئجي ته نه صرف منهنجي عرض واري درخواست سانگهڙ آفيس مان ٿيندي وڃي ڊائريڪٽر صاحب جي دفتر ۾ پهتي، ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مونکي ڊائريڪٽر صاحب جي آفيس مان C.T ٽيچر جي آساميءَ تي دخلڪار ٿيڻ لاءِ چيو ويو. اسڪول ۾ مقرريءَ جو آرڊر اتان حاصل ڪرڻو هو. ڊائريڪٽر صاحب جي آفيس ۾ وڃي رپورٽ ڪئي سون، جتي ٻڌايو ويو ته حيدرآباد ضلعي جي گورنمينٽ مڊل اسڪول پيارو لنڊ ۾ C.T ٽيچر جي جاءِ خالي آهي. مون ڪا ويجهي واهه نه ڏسي ڪٽي هائوڪار ڪئي. آرڊر نڪري ويو. بهرحال انهيءَ پياري لنڊ شهر جو نالو مون پهريون دفعو ٻڌو. حيدرآباد واري آفيس ۾ مونکي ان شهر جو ڏس پتو ڪونه ڏنائون، چيو ويو ته ٽنڊي الهيار مان وڃي پڇا ڪر!

هاڻ گهر ڇڏي پرانهين پنڌ تي وڃي نوڪري ڪرڻ جو مسئلو ته محسوس ڪيم پئي. ان وقت منهنجا ماءُ پيءُ حال حيات هئا. ان دُعا جو ٻل محسوس ڪندي، پياري لنڊ وڃڻ جو پڪو پهه ڪيم. ان وقت سنڌي ادبي سنگت جي دوستن سان صلاح مشورو ڪندي خبر پئي ته پياري لنڊ جو شهر ”گيهلپور“ جي سيدن واري ڳوٺ جي پرسان آهي. اها گيهلپور اسان جي محترم دوست سيد علي ڏني شاهه قلندر بخاري جي ساهرن جو ڳوٺ آهي. سائين علي ڏني شاهه چيو ته پرواهه نه ڪر، اتي توکي ڪابه تڪليف ڪونه پهچندي!

پياري لنڊ شهر پهچڻ جو فقط هڪڙو رستو ٻڌايائون ته جهول مان راجا واري ريل گاڏيءَ ۾ وڃي، ميرپور خاص پهچبو. جتان کان حيدرآباد واري ريل ۾ سوار ٿي وڃي، سلطان آباد جي اسٽيشن تي پهچبو. جتان کان پياري لنڊ وڃڻ لاءِ اٺ جي سواري پاڙي ڪري وڃي لُنڊن جي ڳوٺ پياري لنڊ ۾ پهچبو. گرميءَ جو زمانو هو. اٽڪل هڪ بجي ڏاري وڃي سلطان آباد جي اسٽيشن تي ريل مان لٿس. ريلوي اسٽيشن تي نلڪي جي پاڻي مان پاڻي ڍڪ پيي، چوڏاري نهار ڪيم. ڏٺم ته ها ٻيلي ٽيشڻ جي اترئين پاسي جتن جو جٿو اٺ پلاڻيو بيٺو آهي! مون هن کان اڳ ڪڏهن به اٺ جي سواري ڪونه ڪئي هئي. پر اهو احساس هئم، يعني ته ”جيڏا اٺ اوترا لوڏا“ تنهنڪري جت

سان پئسا طئه ڪري، ڪيس چيم ته ”ٻيلي! تنهنجو هڪ اُٺ واقعي مهري آهي!؟ اجايا لوڏا ته نه ڏيندو!“ جت به وڏو آڙيڪاپ هو. چيائين ته ” صاحب منهنجو هيءُ اٺ بلڪل هندورو اٿئي! پرواهه نه ڪر! بس سوار ٿي ته هليا هلون.“

اٺ تي سوار ٿي ڪجهه پنڌ هلياسون ته لوڏن لمن جي ڪري ٽيشڻ تان پيٽل پاڻي به ڇُلڪڻ لڳو! جت کي شڪايت ڪيم ته ” بابا! تو جو چيو ته هي مهري بلڪل هندورو اٿئي. هيءُ ته آنڊا پيو ولوڙي!“ جواب ۾ چيائين ته ”بابا! اٺ جي سواريءَ ۾ اهي لوڏا برداشت ڪرڻا پوندئي!“ بهرحال ٻن ڪلاڪن جي پنڌ کان پوءِ اچي پياري لنڊ جي شهر پهتاسون. شاخ ٽپي اترئين پاسي، اوٺارن جي اسٽينڊ تي ٽنگون ٽيڙي لٿاسون. مونکي چيائون ته سڌو اتر طرف بازار وٺيو هلندو وڃ، آخر ۾ هڪ باغ جهڙو پارڪ ۽ چارديواري نظر ايندي. انهيءَ ۾ اندر سنڌي ۽ مڊل اسڪول موجود اٿئي. ان باغ نما خوبصورت پارڪ ۾ پهچڻ کان پوءِ اهو نظارو ڏسي دل کي ڪجهه راحت پهتي.

ان وسيع پارڪ ۾ يونين ڪائونسل پيارو لنڊ جي آفيس سان گڏ گورنمينٽ پرائمري اسڪول ۽ مڊل اسڪول جون عمارتون شامل هيون. مڊل اسڪول ۾ پهچي، اتي موجود استادن سان ملاقات ٿي، انهن استادن مان هڪ شخصيت جنهن ملندي ساڻ متاثر ڪيو سا هئي **محترم خليل الرحمان دائودپوٽو** جي. هن سانوري سلوٽي نوجوان روايتي سنڌي انداز ۾ مونکي ڀليڪار چئي. ٻيو استاد محترم مولوي محمد جمن خاصخيلي تمام خوش طبع ماڻهو. جنهن ملندي شرط اٺ جي تمام ڏکي سواري بابت تبصرو ڪندي مونکان حال پڇيو ۽ پوءِ ٻڌايائين ته ”يار! تون ته ٺيڪ پيو لڳين. پر محمد صالح گوپانگ صاحب هتي پهچي کٽ تي ڦان ڪري سمهي پوندو هو!“

ها يار!خبر پئي ته مون وارو اڳوڻو صاحبلوڪ سپروائيزر ڪنهن وڏي صاحب جي ناراضگي سبب هتي پياري لنڊ ۾ سزا طور مڊل اسڪول جو هيڊ ماسٽر ٿي آيو هو. ڪجهه عرصو اُنن جي سواري ڪندي پياري لنڊ جي شاگردن کي علم جو فيض بخشي چڪو هو!

پرائمري اسڪول جي هيڊ ماسٽر سائين لکا ڏني خاصخيلي سان تعارف ٿيو. هيءُ بزرگ استاد پياري لنڊ جي مسجد سڳوري جو موذن ۽ پيش امام پڻ هو. ساڳئي وقت پوسٽ ماسٽر جون خدمتون به سرانجام ڏيندڙ هو. اسان جي رهائش ساڳئي پارڪ ۾ واقع هڪ عمارت جي ورانڊي ۾ ٿيندي هئي. اهو اونهاري جي منڊ جو زمانو هو. رات جو کليئي آسمان هيٺ هنڌ کٽولو لڳائي آرام ڪبو هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مونکي خبر پئي ته مڊل اسڪول پيارو لنڊ ان زماني ۾ استادن لاءِ وڏي سزا جهڙو هوندو هو. منهنجا هي ٻئي رفيق خليل دائود پوٽو ۽ مولوي محمد جمن اصل ۾ ويجهي تر جا رهاڪو هئا. مولوي محمد جمن خاصخيلي جو ڳوٺ سائيڪل جي پنڌ هو ۽ خليل صاحب اصل ۾ نصرپور شهر جو رهاڪو هو. خليل صاحب اٺ جي سواريءَ کي تمام مهارت سان انجواءِ ڪندو هو.

هاڻي استادن کان ڪاڏي پيٽي بابت خبرچار پڇيم. مولوي محمد جمن چيو ته ”پنهنجو ڪاڏو پاڻ تيار ڪندا آهيون! تون ٻڌاءِ ته رڌ پچاءَ جو ڪهڙو ڪم ٿو ڄاڻين؟“ مون کين ٻڌايو ته ”يار! هن کان اڳ زندگيءَ ۾ اهڙو تجربو ڪونه ٿيو آهي.“ خليل صاحب چيو ته ”ٻوڙ آئون رڌيندو آهيان ۽

مولوي محمد جمن اٿو ڳوهڻ ۾ ماني پچائڻ جو ماهر آهي.“ مون کين عرض ڪيو تہ ”يار! آئون ڪاڏي پيتي جا باسڻ ڌوئڻ جو ڪم ڪندس, جيڪڏهن توهان قبول فرمايو!“

ٻئي ڏينهن سائين علي ڏني شاهہ قلندر بخاريءَ جا عزيز گيهلپور جا سيد ملڻ آيا, ڏاڍي محبت سان مليا ۽ ايندڙ هفتي سندن ڳوٺ اچڻ جي دعوت ڏنائون. خليل صاحب ۽ مولوي محمد جمن صاحب جا ساڻن اڳئي دوستانہ تعلقات هئا. هنن سيدن جا ڇوڪرا اسان جي اسڪول ۾ پڙهندڙ هئا. نهايت ادب ۽ اخلاق وارا ٻار هئا. انهن سان تا عمر دعا سلام قائم رهي, اهي نوجوان شادي مرادي جي موقعي تي ايپور ۾ ايندا آهن, جتي ساڻن مُڪا ميلو ٿي ويندو آهي.

## شهر پياري لنڊ جا شب و روز

شهر پيارو لنڊ اصل شهر نما ڳوٺ ٿي لڳو. آمدورفت جي وسيلن جي مشڪلات سبب شهر ۾ ڪا خاص رونق ڪونہ هئي. فقط هڪڙي بازار سادن سودن دوڪانن واري. ها البت هوٽل تمام گهڻا هئا. هن شهر ۾ جن تي ٻهراڙي جي ماڻهن جون چانهہ تي ڪچهريون قائم هيون.

شام جي وقت اسين تي ڄڻا خليل دائود پوٽو مولوي محمد جمن ۽ آئون هوٽل تي چانهہ پيئڻ لاءِ گڏجي نڪرندا هئاسون. خليل صاحب جو اسٽائيل هئو تہ ٽوال ڪلهي تي رکي وڃي هوٽل تي براجمان ٿيو هو. خليل صاحب ريزڪي سگريٽ هٿ ڪري هوٽل واري کي ”پيور چانهہ“ جو آرڊر ڏيندو هو. انهيءَ چانهہ جي محفل ۾ ڪڏهين ڪڏهين هڪ نوجوان سونو خان نالي بہ شريڪ ٿيندو هو. جيڪو ان وقت مئٽرڪ پاس ڪري چڪو هو. اهو سونو خان لنڊ بلوچ مشرف ۽ زرداري دور ۾ پاڪستان اليڪشن ڪميشن جو وڏو ڪامورو ٿي رهيو. هن وقت ريٽائر ٿيڻ کان پوءِ بہ شايد پيپلز پارٽي جي ڪنهن صلاحڪاري سروس ۾ لڳل آهي. ساڻس وري ملاقات نہ ٿي سگهي.

## خليل الرحمان دائود پوٽي جي شخصيت

پياري لنڊ جو اهو مڊل اسڪول ان زماني ۾ استادن لاءِ جيتوڻيڪ جهڙوڪر ڪاري پاڻي جي سزا برابر هو. اتي خليل صاحب جي شخصيت سندس ڪچهري ۽ خوش طبعي جي ڪري زندگيءَ جي ڪٺنائن جو احساس گهٽ ٿي پيو. خليل صاحب نصرپور جي تاريخي شهر جو رهاڪو پياري لنڊ ۾ ايندي ويندي ”شترسواري“ کي انجواءِ ڪندڙ جوان, نصرپور جي مدرسي کان متاثر. ياد رهي تہ نصرپور شهر جو وڏو عالم با عمل مولوي صاحب نہ رڳو نصرپور ۾ علم جي روشني ڦهلائيندڙ شخصيت هو پر سندس جماعت جي طرفان ميرپور خاص شهر ۾ هڪ هاءِ اسڪول پڻ هلندڙ هو. جتي غريبن جا ٻار وڏيڪ تعليم حاصل ڪندا هئا. خليل صاحب بہ اتان جو فارغ التحصيل بندو آهي.

انتهائي سادي زندگي گذاريندڙ وڏو مطالعو رکندڙ ۽ بهترن استاد. ان زماني ۾ خليل صاحب صوبائي مقابلي جو امتحان P.C.S پاس ڪري، ڪراچيءَ سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ سيڪشن آفيسر مقرر ٿيو. اتي بہ سندس اها سادگي ۽ سچائي برقرار رهي. سندس سيڪشن جا ڪلارڪ ذاتي گاڏيون رکندڙ هئا، پر خليل صاحب سنڌ سيڪريٽريٽ سامهون پبلڪ ٽرانسپورٽ ۾ سفر ڪندي پنهنجي رهائش تان ايندو ويندو هو.

جنرل مشرف جي دور ۾ خليل صاحب ضلعي سانگهڙ ۾ فنانس آفيسر مقرر ٿي آيو. ان پوسٽ تي جيتوڻيڪ هو سرڪاري گاڏي رکي پئي سگهيو. پر مون ڏٺو تہ ان جي پاران عام ٽرانسپورٽ تي ڪوٽان ايندو ويندو هو. آئون ساڻس ڪچهري ڪرڻ لاءِ مهيني ۾ بہ چار دفعا سندس آفيس ۾ ويندو هوس ۽ ڪيس پياري لنڊ واري ساڳي "پيور چانهہ" پيارڻ جي فرمائش ڪندو هوس. 1969ع ۾ مونکي نصرپور شهر گهمائڻ لاءِ وٺي ويو. سندس خاندان ۾ عزيز ڪپڙي اٽڻ جو صدين کان ڪم ڪندڙ هئا. نصرپور جون لونگيون ۽ چادرون آڏاٽن تي تيار ڪندا هئا. ان زماني ۾ مون سندن آڏاٽن ۽ رنگسازيءَ جا ڪارخانا ڏٺا. سندن صدين جو اهو هنر ڪيڏو نہ شاندار رهيو هيو. مون خليل صاحب کي چيو تہ سندس هنڌ تي جيڪا چادر آهي، ان جهڙي مونکي تيار ڪرائي ڏئي!

اتي ڪاريگرن روبرو مونکي ٻڌايو تہ انهيءَ خوبصورت چادر جي رنگن ۽ تاجي پيٽي جو حساب رکندڙ ڪاريگر الله کي پيارو ٿي ويو آهي. سندس اها ڊيزائين ٻيو ڪير ڪو نہ ٿو ڄاڻي!! سنڌ ۾ سنڌ جو اهو اوائلي هنر ائين درجي بہ درجي نا پيد ٿيندو پيو وڃي. خليل صاحب جي رٽائرمينٽ وٺڻ کان پوءِ آئون هڪ دفعو نصرپور ساڻس ملڻ لاءِ حاضر ٿيس. مونسان گڏ هڪ بہ نوجوان هئا، جن اهي خوبصورت لونگيون ۽ چادر اٽڻ جا ڪارخانا ڏسڻ پئي چاهيا. پر افسوس تہ انهيءَ نصر پور ۾ ڪو ڪم ڪندڙ آڏاٽو نظر ڪونہ آيو. خليل صاحب کي رب پاڪ خوش رکي، پاڻ هڪ مثالي استاد، سادگيءَ جو پيڪر، رشوت جي وهندڙ درياءَ مان پنهنجو دامن بچائي، پنهنجي ماناتي سروس پوري ڪيائين. مونکي ٻڌايائين تہ سندس فرزندن ڪمپيوٽر سائنس جا امتحان نمايان طور پاس ڪيا آهن ۽ مختلف تعليمي ادارن ۾ پروفيسر مقرر ٿيل آهن. اهو خليل صاحب لاءِ قدرت جو انعام چئبو. الله تعاليٰ کيس سکيو ۽ سلامت رکي.

## مولوي محمد جمن خاصخيلي

مولوي محمد جمن خاصخيلي صاحب پياري لنڊ مڊل اسڪول ۾ عربي ٽيچر طور مقرر هو. جنهن وقت آئون مڊل اسڪول اسٽاف ۾ شامل ٿيس. مولوي صاحب نهايت خوش دل، چرچائي نوجوان، ڇُڪي جي مدرسي مان فارغ التحصيل، ان وقت مئٽرڪ جو امتحان پرائيويٽ طور پاس ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف هو. ساڻس گڏ چرچن ڀوڳن ۾ تمام ڀلو وقت گذريو. مولوي محمد جمن صاحب جي وڏيڪ علم پرائڻ جي جدوجهد هٽي وڃي هنڌ ڪيو. نيٺ بي اي، بي ايڊ ۽ ايم

ايڊ جا امتحان پاس ڪري، حيدرآباد ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج ۾ ليڪچرار جي عهدي تي پهتو. اصل ۾ پياري لنڊ شهر کان اوپر طرف سندس ڳوٺ هو. هن وقت رٽائرمنٽ جي زندگي گذاري رهيو آهي ۽ ميرپور خاص ۾ رهائش پذير آهي، ڪالهه ساڻس فون تي هلو هاءِ ٿي. ظاهر آهي ته اسين سڀ عمر جي آخري پڙاءَ تي پهتا آهيون. سندس علمي جدوجهد قابل ذڪر ڇئبي جو هڪ مدرسي مان فارغ ٿي، هن تعليم جي ميدان ۾ اهي مرحلا طي ڪيا ۽ ليڪچرار جي عهدي تي پهتو.

## پياري لنڊ جا ”ميُو“ قبائل مهاجر

ننڍي کنڊ جي تقسيم جو اهو حادثو ڇئبو ته دهليءَ جي اتر پاسي هرياڻه/ ڪرنال جي علائقي جا رهاڪو پاڻ کي راجپوت سڏائيندڙ ”ميُو“ ماڻهو ڪرنال کي ڇڏي (جيڪو ان وقت پنجاب جو حصو هو) لڏپلاڻ ڪري اچي لاهور پهتا. چون ٿا ته ”ميُو“ تمام ويڙهاڪ نو مسلم راجپوت هئا. انهن جو قبيلو جڏهن لاهور ۾ مهاجر ٿي پهتو ته مغربي پنجاب جي سياستدانن فيصلو ڪيو ته هنن کي لاهور مان لڏائي سنڌ ۾ موڪلجي، ليڪن هنن جو اهو زور هو ته پنجاب ۾ آباد ٿيندا. پنجاب حڪومت ڪين سنڌ موڪلڻ پئي چاهيو. جنرل امرائو خان پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکيو آهي ته پنجاب حڪومت ڪيس ”ميُو“ ماڻهن کي سمجهائڻ لاءِ موڪليو. ڇاڪاڻ جو اهو جرنيل انهيءَ قبيلي مان هو. جنرل صاحب ڪين سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو پڙ ڪيدي بيهي رهيا. سنڌ ۾ وڃڻ کان انڪار ڪيائون. نيٺ پنجاب گورنمينٽ مٿن پوليس ائڪشن ڪيو. جنهن دوران هنن جا ڪجهه ماڻهو مارجي ويا. جنهن بعد ڪين لاهور ڪئمپ مان ريل رستي سنڌ موڪليو ويو. ”ميُو“ لوڪن لاءِ هندستان ۾ اهو پهاڪو مشهور آهي ته ”ميُو مري مت مانئي، جب تڪ چاليسوان نه هوا!“ هنن راجپوتن ۾ اجا تائين ڪافي هندوانه رسمون رائج آهن.

## ميران آباد جو شهر عرف عاشق آباد

پياري لنڊ ۾ رهائش دوران مولوي محمد جمن ٻڌايو ته هن شهر جي اتر طرف هڪ مير صاحب جي جاگير آهي ۽ اهو مير صاحب پياري لنڊ جي يونين ڪائونسل جو چيئرمين پڻ رهي چڪو آهي. ان جي ڪوٽ جي پرسان لوٽي وارين ڪبوترين جو قبيلو رهندڙ آهي، جن کي مير صاحب جي طرفان حفاظت مليل آهي. اهي ڪبوتريون اتي قائم هڪ ننڍڙي مارڪيٽ جي دوڪانن ۽ هوٽلن تي پهچي ويندي‌يون هيون ۽ هوٽل تي ويٺل سنڌي نوجوانن سان رومانٽڪ ڊائيلاگ ڪنديون هيون. لوٽي جي وڄت تي راڳ رنگ جاري رهندا هئا. انهن لوٽي وارين جي تماشي لاءِ پرپاسي جا شوقين گهوڙا ڪاهي اچي پهچندا هئا ۽ سارو ڏينهن لوٽي وارين جا رنگ پسندا هئا. شام جو اجايل بڪايل گهوڙا ڇوڙي گهرن ڏي راهي ٿيندا هئا ۽ ڪبوتريون مير صاحب جي ڪوٽ پرسان سندن ڪئمپ ۾ هليون وينديون هيون. مونکي اهو عاشق آباد ڏسڻ جو موقعو

ڪونہ مليو. آخر ۾ عاشق آباد ڦتي برباد ٿي ويو جو اهو مير صاحب جنهن کين حفاظت ۾ رکيو هو ان کي پياري لنڊ جي تر جي مشهور ڌاڙيل قتل ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ اهي لوٽي واريون اهو تر ڇڏي ڇڙوڇڙ ٿي، عاشقن کي آهون پرڻ لاءِ ڇڏي، لڏپلاڻ ڪري هليون ويون.

## جنرل يحيٰ جي مارشل لا پياري لنڊ ۾

مونکي ياد آهي تہ انهن ڏينهن ۾ فيلڊ مارشل جنرل ايوب خان جي استعيفيٰ جي خبر ريڊيو تان ٻڌيسون. اها بہ خبر پئي تہ جنرل ايوب خان اصولي طور قومي اسيمبليءَ جي اسپيڪر کي چارج ڏيڻ بدران جنرل يحيٰ کي ملڪ جون واڳون ڏيئي پاڻ وڃي گهر ويٺو ٿيو. ملڪ جي چارج ملڻ شرط جنرل يحيٰ سموري ملڪ ۾ مارشلا لاڳو ڪري ڇڏي. اهي ريڊيائي خبرون پياري لنڊ ۾ پئي ٻڌيوسون. ان موسم ۾ اسان ٿي استاد کليل آسمان هيٺ ستل هئاسون. اسان جي اسڪول ۽ يونين ڪائونسل سان گڏ هڪ وڏو پارڪ چار ديواري اندر ٺهي قائم هو. آئون صبح جو سوير اٿيس ش۔ڪرڻ لاءِ پارڪ مان لگهندي هڪ عجيب لقاءُ ڏٺم تہ پارڪ جي چبر تي تلوارون، عجب طرح جا هٿيار، ڀالا ۽ ڪجھ پراڻي ٽائيپ جون بندوقون پکڙيون پيون هيون! اهو لقاءُ ڏسي اچي همراهن کي جاڳايم. اهي بہ اهو منظر ڏسي اچرج ۾ پئجي ويا تہ آخر رات پيٽ ۾ هي ڇا ٿي ويو آهي. پوءِ اسان ڏٺو تہ فوج جا جوان پارڪ ۾ اچي پهتا، اهي هٿيار، تلوارون، ڀالا، پڳل بندوقون سڀ کڻي هليا ويا. صبح جو شهر کليو تہ خبر پيئي تہ فجر جي بانگ ويلي، فوجين اچي شهر کي مڪمل ڪڙو چاڙهيو. ڀهراڙيءَ جي دستور موجب جيڪي ماڻهو گهر کان ٻاهر جهنگ ۾ قضاءِ حاجت لاءِ نڪتا پئي، انهن کي فوج اتي قابو ڪري ويهاريندي وئي. انهيءَ درميان شهر جي گهر گهر جو ڪڙو کڙڪائي شهرين کي چيو ويو تہ "اوهان هڪدم جيڪي بہ اوهان وٽ غير قانوني هٿيار آهن، اهي يونين ڪائونسل جي پارڪ ۾ ڦٽي ڪري اچو! بعد ۾ اسين گهر گهر تلاشي وٺنداسين." تہ اهو لقاءُ دراصل فوجي گهيري جي نتيجي ۾ ڏسڻ ۾ آيو مون پارڪ ۾ ڏٺو تہ اهي تلوارون، ڀالا، ديسي پستول، ڪجھ بندوقون گهڻو ڪري سڀ جو سڀ ميواتي يعني "ميو" قبائل جون هندستاني طرز جون شيون هيون. جيڪي فوج نهايت هوشياري سان انهن کان ضبط ڪيون!

بهرحال جنرل يحيٰ واري مارشلا ۾ هڪ سٺي خبر اها هئي تہ نام نهاد "ون يونٽ" ختم ڪيو ويو آهي ۽ پاڪستان جي صوبن جي حيثيت بحال ڪئي وئي آهي.

## ٻُڪيرا شريف جي ياترا

هاڻي جڏهين پياري لنڊ ۾ رهندي، دوستن سان هر طرح جي بي تڪلفي، نظرياتي هم آهنگي سان گڏ هڪ محبت جو رشتو قائم ٿي چڪو هو. ان سان گڏ پياري لنڊ جي اُنن ۽ اوٺارن جي سفر کي بہ سهسائي چڪاسون، تڏهين خبر نہ آهي ڪهڙي سبب جي ڪري منهنجي ٽرانسفر

جو آرڊر حيدرآباد مان اچي نازل ٿيو. مونکي پياري جي پيارن کان جدا ڪري ھاڻي ”بڪيرا شريف“ شھر جي مڊل اسڪول ۾ مقرر ڪيو ويو. خليل دائودپوٽي وٽان خبر پئي بڪيرن جو اھو مڊل اسڪول, استاد طبقي لاءِ نھايت اوکو اسڪول آھي. بھرحال دوستن کان موڪلائي ھاڻي بڪيرا شريف جي ياترا لاءِ نڪتاسون. مونکي دوستن ڏس ڏنو ته ٽنڊي الھيار شھر جي چمبڙ ناڪي وٽان ٽانگي جي سواري ملندي. اھا ڪچو رستو وٺي ڏکڻ طرف ڪجھه ڪلوميٽرن تي واقع بڪيرن جي شھر ۾پھچائيندي. ٻي نشاني اھا ٻڌايائون ته بڪيرن جو شھر ھڪ تمام اُتاھين دڙي مٿان اڏيل آھي ۽ شھر ۾ ھڪڙو قديم درگاھه آھي, جنھن ڪري ھن شھر کي ”بڪيرا شريف“ ڪوٺيو وڃي ٿو.

بھرحال ٽنڊي الھيار کان ٽانگي وسيلي بڪيرن جو سفر شروع ڪيوسون. رستي ۾ گوڏن برابر ڌوڙ ڇانيل ھئي. ان ڪري ڪپڙا لٽا ڌوڙ ٿي ويا. بڪيرن ويجھو ھڪ شاخ وٽ مون ڏٺو ته آفريڪن نسل جو عورتون ڪپڙا ڌوئي رھيون ھيون. ھا ٻيلي! مير صاحبن جو امپورٽ ڪيل ھي نسل جيئن لاڙ ڏي وڃبو تيئن سندن آبادي وڌيڪ نظر ايندي وڃي ٿي. بھرحال ”ھوشو بھادر“ جا ھي مائٽ سنڌ جي نسلي رنگن ۾ ھڪ نئون رنگ ڀرين ٿا.

خير سان اوچو دڙو چڙھي, اسڪول جو پڇائيندي, وڃي شھر جي ڏاکڻي ڇيڙي تي ھڪ پراڻي عمارت ۾ موجود اسڪول تي پھتاسون. ان وقت اسڪول جي موڪل ٿي چڪي ھئي. ھڪ ماڻھو اتان جو سونھون ٿي ھليو شھر ۾ ھڪ استاد جي رھائشگاھه تي. اتي مڊل اسڪول جو ھڪ استاد مٽيارين جو شاھه صاحب رھندو ھو. نوجوان شاھه مونسان مليو, نھايت خوشيءَ سان ان ننڍڙي جڳھه ۾ گڏجي رھڻ جي آڇ ڪئي. جيڪا مون خوشيءَ سان قبول ڪئي. بڪيرا شھر جي آسپاس ۾ زرعي زمين تمام زرخيز نظر آئي. ڪماند جو فصل وڏي ايراضيءَ ۾ پوکيل نظر آيو. ھونئن به ٽنڊي الھيار جي زمين سڄي سنڌ ۾ اول درجي جي زرعي زمين ليکي وڃي ٿي. انھيءَ زماني ۾ به ٽنڊي الھيار جي آسپاس انبن ۽ ڪيلن جا باغات ھئا. باقي بڪيرن جو شھر جنھن اونچي دڙي تي آباد ھو. انھيءَ مان مونکي اھو احساس ٿيو ته شايد ھي شھر پورالي سنڌو درياءَ جي ٻوڏ جي خطري ۾ ھوندو, جنھن جي ڪري ھن شھر جي ماڻھن اُتاھين دڙي تي پنھنجو مسڪن جوڙيو.

ٻئي ڏينھن اسڪول ۾ استاد احمد ھالي پوٽي سان ملاقات ٿي, جنھن جو ڳوٺ پرپاسي ۾ ھو. احمد ھالي پوٽو نھايت فھميده طبيعت جو استاد آھي. ھن مونکي آٿت ڏني ته ھتي پنھنجو وقت سٺو گذرندو. اھو احمد خان ھاليپوٽو استاد مونکي دم دلاسا ڏيندو ھو ۽ اڪثر ڪري بڪيرن جي آسپاس گھمائڻ لاءِ وٺي ويندو ھو. خاص ڪري ان تر ۾ مولودن جون محفلون, دعوتون جاري رھنديون ھيون. جن ۾ نه صرف شرڪت ڪبي ھئي, پر ان سان گڏ کاڌخوراڪ جي پڻ دعوت ۾ ويلا ٽارڻ جو موقعو ملندو ھو. منھنجو ھي محترم استاد احمد خان ھاليپوٽو ترقي ڪندي سنڌ يونيورسٽي جي اولڊ ڪئمپس ۾ قائم ھاءِ اسڪول جو ھيڊ ماسٽر ٿيو. اُتي وڃڻ ٿيندو ھو ته بڪيرا شريف جون يادگيريون ھڪ ٻئي سان ونڊيون ھيون.

انهيءَ زماني ۾ چمبڙ ۽ بڪيرا شريف جي تر ۾ انقلابي هاري تحريڪ زورن تي هئي. گهڻو پوءِ مونکي خبر پئي تہ هن تر ۾ هڪ انقلابي سيد بخاري زيرزمين هاري تحريڪ ۽ انقلاب جي تبليغ ڪندڙ هو. ايتري قدر جو هاري تحريڪ کي هڪ خاص حيثيت ملي وئي، جنهن ڪري زميندارن جي هارين سان ڏاڍاين جا فيصلا هاري ليڊر ڪرڻ لڳا. اهي خبرون مونکي گهڻي قدر محترم خورشيد قائم خاني جي وسيلي پيون. انهيءَ وڌندڙ هاري تحريڪ دوران هن تر، پياري لنڊ ۽ چمبڙ واري تر ۾ اچانڪ مشهور ڌاڙيل پيدا ٿي پيا ۽ ماڻهن ۾ ڏهڪاءُ پيدا ڪيائون. مير آباد واري مير صاحب کي ٽيپي ذات جي مشهور ڌاڙيل قتل ڪري، هن علائقي ۾ خوف جي حالت طاري ڪري ڇڏي. نتيجي ۾ اڀرندڙ هاري تحريڪ درجي بہ درجي پوئتي پئجي وئي. مونکي اڄ تائين اهو شڪ آهي تہ اهي ڌاڙيل هاري تحريڪ کي ماتو ڪرڻ لاءِ هڪ پلان تحت بڇيا ويا هئا. بهرحال بڪيرا شريف ۾ جيڪي لڪئي جي ليک جا ڏينهن مقرر هئا، اهي نيٺ پڄاڻيءَ تي پهتا ۽ اتان کان منهنجي ٽرانسفر گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ ۾ ٿي. هتي اچي مون سک جو ساهہ کنيو ڇوتہ هاڻي اچي گهر پيڙو ٿيس.

## گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ جون يادگيريون

هيل تائين مونکي پرائمري اسڪول ۽ مڊل اسڪول ۾ پاڙهڻ جو تجربو هيو پر ڪنهن هاءِ اسڪول ۾ پهريون دفعو استاد جي حيثيت ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ پاڙهڻ جو موقعو مليو. ياد رهي تہ گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ ضلعي هيڊ ڪوارٽر جو نهايت اهم تعليمي ادارو هو. ان زماني ۾ ضلعي اندر تمام ٿورا هاءِ اسڪول هوندا هئا. سانگهڙ شهر ۾ عيسائين جو هڪ پادري اسڪول ”خاتونِ فاطمه هاءِ اسڪول“ جي نالي سان چرچ طرفان هلندڙ هو. اهو گهڻو ڪري عيسائي ڪميونٽي جو اسڪول ليکيو ويندو هو. ٻي ڳالهہ تہ اهو اسڪول ”اردو“ ميڊيم هجڻ ڪري سنڌي شاگردن لاءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول مخصوص هو. هن هاءِ اسڪول جي بهترين ٻہ منزلہ بلڊنگ ۽ تمام وڏو ٻہ منزل هاسٽل، ان سان گڏ وسيع راند جو ميدان ۽ سرسبز پارڪ موجود هئا.

هن اسڪول ۾ ضلعي جا سينيئر سيڪينڊري اسڪول ٽيچر مقرر ٿيل هئا. اٽڪل ٽن درجن کن سنڌي استادن ۾ محترم محمد صالح گوپانگ، عبدالحق سومرو، حاجي ولي محمد نظاماڻي، محبوب آرائين (ديهہ 22 وارو) جهڙا استاد تعليمي لحاظ کان ايم ايڊ جون ڊگريون رکندڙ هئا.

هن اسڪول جو هيڊ ماستر محترم باقر رضا سيد صاحب، اردو ڳالهائيندڙ پر نهايت اشراف ماڻهو، لائق منتظم ٿور ڳالهائو شخصيت رکندڙ انسان هو. اصل ۾ هي سيد هندستان جي امروهي واري علائقي سان تعلق رکندڙ هيو. شروع ۾ مونکي ڇهين ڪلاس جي هڪ سيڪشن جو ڪلاس ٽيچر مقرر ڪيو ويو ۽ انين ڪلاس تائين مختلف مضامين پاڙهڻ لاءِ چيو ويو.

هيءُ اسڪول ان زماني ۾ پرهجوم اسڪول هيو. هرهڪ ڪلاس جا ڪم از ڪم ٽي سيڪشن هلندڙ هئا. هن اسڪول ۾ منهنجو جهول شهر جو ساٿي سيد غلام حيدر شاهه پڻ مقرر ٿيل هو. سائين پنهنجي شاگردن ۾ نهايت مقبول استاد ليکيو ويندو هو. اسڪول ۾ غيرنصابي سرگرمين ۾ بہ سدائين اڳيرو رهندو هو. هن اسڪول ۾ محترم محمد صالح گوپانگ سان هاڻي وڌيڪ بي تڪلفي ۽ دوستي رهي. ڇاڪاڻ جو گوپانگ صاحب لٽريچر/ ادب جو تمام سٺو پڙهاڪو هوندو هو. تنهنڪري ساڻس ادبي ڪچهريون قائم رهنديون هيون. محمد صالح گوپانگ صاحب، حاجي ولي محمد نظاماڻي ۽ محبوب آرائين ڪجهه ٻيا سينيئراستاد نائين ۽ ڏهين ڪلاس جا ڪلاس ٽيچر مقرر ٿيل هئا. عبيدالله جتوئي صاحب ان وقت ايم ايڊ ۾ داخلا ورتي، اڪثر موڪل تي رهندو هو. ياد رهي تہ عبيدالله جتوئي صاحب جونيئر اسڪول مان ترقي ڪندي جنرل ضياءُ الحق جي دور ۾ گزيٽيڊ گريڊ ماڻي ورتو. آخر ۾ ميرپور خاص ڊويزن جو ڊائريڪٽر رهيو.

مسٽر عبدالحق سومرو ايم ايڊ پاس تمام ڪم وارو استاد خاص ڪري آفيس ورڪ ۽ ليٽر ٽائيپنگ ۾ ماهر. ساڳئي وقت سومرو صاحب سيڪينڊري بورڊ جي امتحانن جو انچارج پڻ هوندو هيو. نهايت مزيدار شخصيت رکندڙ سومرو صاحب دلچسپ استاد هو. ڪيس ڪڏهن ڪا درخواست ٽائيپ ڪرڻ جا لاءِ چئبو هو تہ سندس فرمائش هوندي هئي "سگهري چانهہ" يعني چانهہ ڪيڪ، سلائس سان گڏ گهرايو. تمام تيز رفتار ٽائيپسٽ هو. آخر ۾ گڏنگ بنگلي جي هاءِ اسڪول جو هيڊ ماسٽر ٿيو ۽ پنهنجي ايام ڪاري دوران گڏنگ هاءِ اسڪول کي هڪ بهترين مثالي اسڪول بنائي ڇڏيائين. ايتري قدر جو شهر کان ٽي ڪلوميٽر ٻاهر هجڻ جي باوجود سانگهڙ شهر جا تمام گهڻا ٻار گڏنگ بنگلي هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ لڳا. بهرحال اها سندس انتظامي قابليت هئي. سندس هتان کان بدلي ٿيڻ بعد اهو اسڪول استادن ۽ شاگردن لاءِ بلڪل "رعيتي راڄ" بنجي ويو ۽ تا حال ڪو سٺو حال ڪونہ اٿس.

ان زماني ۾ سانگهڙ هاءِ اسڪول، سيڪينڊري اسڪول ٽيچرز جي سياست جو بہ وڏو مرڪز رهيو. مبارڪ چانڊيو جونيئر ٽيچر هوندي بہ ٽيچر ايسوسيئيشن جو سنڌ مشهور ڪردار رهيو. پيٽي صاحب جي زماني ۾ اسٽرائيڪ ڪرائڻ جو اعلان ڪيائين. گرفتار ڪري ويس ۽ پوءِ گورنمينٽ اسڪول في جمع نہ ڪرائڻ جي ڪيس ۾ ڪيس نوڪريءَ مان نيڪالي ملي. جهڳڙالو همراهہ هو. تعليم کاتي مان فارغ ٿيڻ بعد هن سنڌ جي تعليم کي زبردست ڪاروبار بنايو. ضياءَ دور ۾ ڪيترين ئي پرائيويٽ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليجون کوليائين. هزارين مئٽرڪ پاس نوجوانن کان فيون وٺي، انهن کي پي ٽي سي ۽ سي ٽي امتحانن ۾ ويهاري پاس سرٽيفڪيٽ ڏياريائين.

هوڏانهن ڪراچيءَ ۾ هڪ حاجياڻو صاحب هوندو هو. ان بعد ۾ اهي ٽريننگ ڪاليجون کولي هزارين شاگردن ۾ تربيتي سرٽيفڪيٽ تقسيم ڪيا. اهو سڀ ڪجهه ضياءُ الحق جي دور ۾ ٿي گذريو. اهڙي طرح سنڌ جي پرائمري تعليم تي جهالت جو راتاهو هنيو ويو. جنهن جا هن وقت

نهايت خطرناڪ اثرات اسان جي ابتدائي تعليم کي تباهه ڪري چڪا آهن. اها ڳالهه اتي پوري ڪونه ٿي، نقلي سندون رکڻ وارا سڀ استاد بنجي تعليم کاتي ۾ ڀرتي ٿي چڪا. سنڌ ۾ ڪن ڏنڌوڙي همراهن پرائيويٽ B.ed ڪاليج کولي شاگرد رجسٽر ڪيا. هزارين رپيا فيون ورتائون، ساليانو امتحان دوران پنهنجا من پسند امتحاني سينٽر منظور ڪرائي، ڊگريون تقسيم ڪيائون، مٿان ڪان وري جڏهين "علامه اقبال يونيورسٽي" جو سرڪاري طور قيام عمل ۾ آيو انهن به تعليم جي معيار سان گهٽ ڪونه ڪئي. پي ٽي سي، سي ٽي، بي ايڊ، ايم ايڊ جا ڪورس فاصلاتي تعليم جي نالي ۾ متعارف ڪرايائون. سڄي ملڪ ۾ ان لاءِ سينٽر کوليا ويا. ان زماني ۾ اسان جي اليمينٽري ڪاليج سانگهڙ به ان جو سينٽر هئي. انهن سينٽرن ۾ امتحانن دوران باضابطه نقل ڪرڻ جو بندوبست ٿي ويندو هو. علامه اقبال يونيورسٽي طرفان شايع ڪيل تعليم بابت تمام ڀاري ڪتاب شاگرد امتحان هال ۾ کڻي ايندا هئا. اڪثر شاگردن کي تمام ضخيم ڪتاب مان سوال جو جواب ڳولي لهڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿيندي هئي.

انهن ڊگرين وارا به هزارين ماڻهو تدريسي پيشي ۾ اچي ويا آهن ۽ تاحال اچن پيا. ڏيکاديکي سنڌ يونيورسٽي "آف دي ڪئمپس" بي ايڊ ۽ ايم ايڊ جو پروگرام متعارف ڪرايو. آئون خود هڪ سيشن ۾ سانگهڙ سينٽر طرفان انسٽرڪٽر مقرر ٿيل هوس، محترما پروين منشي، يونيورسٽي طرفان ان جي انچارج هئي. جيڪا ايم ايڊ جي لحاظ کان جونيئر ٽيچر هئي. ٻيو جو هڪ مولانه صورت سونهاري وارو شاگرد مون وٽ ٽرم پيپر جون ڪاپيون کڻي آيو. اهي ٽرم پيپر اصل ۾ فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون هيون، اهي اولڊ ڪئمپس واري سئمينار لئبريري مان خريد ڪيل هيون. مون انهن ٽرم پيپرن تي صحيح ڪرڻ کان انڪار ڪيو. شاگرد ناراض ٿيو پر ساليانو امتحان ۾ مون ڏٺو ته همراهه سيڪنڊ ڊويزن ۾ ڪامياب هو.

اڃان به اتي بس نه ٿي، هڪ سال ائگريڪلچر يونيورسٽي ٽنڊو ڄام کي چيو ويو ته پنهنجي بجيٽ جي کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ يونيورسٽي طرفان ايم ايڊ جو پروگرام فاصلاتي تعليم موجب متعارف ڪرايو جيتوڻيڪ انهيءَ يونيورسٽي ۾ تعليم جو ڪوبه شعبو قائم ڪونه هو. پر هنن ڇا ڪيو جو سموري سنڌ مان هزارين ماڻهن کي ايم ايڊ جي ڪورس ۾ رجسٽر ڪيائون ۽ 15-16 هزار ماڻهو پاس ڪري، تعليم جي ٻيڙي ٻوڙڻ خاطر هن کاتي ۾ شامل ڪرڻ جي مدد ڪيائون. تعليم ۽ معيار تعليم سان هيڏا هاڃا ٿي چڪا آهن! ان کان پوءِ پوئتي ڪجهه به نه بچيو آهي.

## 1970ع واري جنگ جون يادگيريون
## اسان جو ٿاڻي تي حاضر ٿيڻ

اها جنگ هندستان ۽ پاڪستان درميان ڇڙي پئي، سڀ محب وطن ماڻهو پريشان هئا. جنرل يحيٰ جي مارشل لا قائم هئي. هڪ ڏينهن ايس پي سانگهڙ طرفان هڪ ليٽر هاءِ اسڪول ۾ پهتو ته پنهنجي تدريسي عملي جي لسٽ فوري طور موڪليو. حسبِ معمول محترم استاد عبدالحق

سومرو صاحب لسٽ ٽائيپ ڪرڻ ۾ جنبي ويو. هاءِ اسڪول جا استاد اعليٰ تعليم يافته بزرگن خواهه نوجوانن جي لسٽ پوليس آفيس ۾ جيئن پهتي ته ان وقت حڪم ڪيو ويو ته اهي سڀ استاد شام جو سٽي ٿاڻي تي پهچن. حسبِ دستور اهڙو سرڪيولر جاري ٿيو اسان کان دستخط ورتا ويا ۽ استادن ۾ شام جو ٿاڻي تي پيش ٿيڻ جو چوٻول ٿيڻ لڳو.

شام جو ٿاڻي تي حاضر ٿياسين، سڀ جو سڀ جونيئر خواهه سينيئر استاد فقط حاجي ولي محمد نظاماڻي کان سواءِ جيڪو سچ پچ مجاهديءَ جي جنگ ۾ سرحدن تي ويل هو. پوليس جو رويو انتهائي خراب نظر آيو. اسان کي فورن پريڊ ڪرڻ لاءِ قطارن ۾ بيهاريو ويو. هڪ ميانوالي جو پنجابي جمعدار پريڊ ڪرائڻ لڳو. اسان اسڪول جي زماني ۾ جيڪي "ڪاشن" انگريزي ۾ ٻڌا هئا، يعني "اٽينشن!" " ڪوئڪ مارچ" "باءِ دي ليفٽ ڪوئڪ مارچ" " ليفٽ ٽرن، رائيٽ ٽرن" جي پاران پنجابي / اردو جا ڪاشن "بائين مڑ ويا" "دائين مڑ ويا" جيستائين سمجهه ۾ اچن، تيستائين ايس پي صاحب پهچي ويو ۽ اسان واري پريڊ ڏسي سخت ناراضگيءَ جو بد تميزيءَ سان اظهار ڪيائين. مونکي ياد آهي ته اهو ايس پي ڊي سوزا نالي هڪ عيسائي آفيسر هو. منجهنس ماڻهپو هجڻ ڪپندو هو ته يڪدم هڪ ڪلاڪ اندر قدم سان قدم ملائي ڪيئن ٿي پريڊ ڪري سگهجي. پر چا ڪجي جنگ جي ايمرجنسي ڪري ڪجهڻ کان وياسين. پريڊ پوري ڪرڻ وقت سج لٿي مهل اسان جي ايمرجنسي ڊيوٽي لڳاياٺون. سيني کي بانس جون لنيون ڏنائون. مونکي ياد آهي ته محمد صالح گوپانگ جهڙي نفيس ماڻهوءَ کي رات جو سيشن ڪورٽ پرسان پاڻيءَ جي تلاءَ مٿان ڊيوٽي لڳاياٺون، سخت سياري ۾ کليل آسمان هيٺ تلاءَ تي پهرو ڏيڻو هو ته متان ڪو دشمن تلاءَ ۾ ڪو زهر ملائي وڃي! عبدالحق سومري صاحب جي ڊيوٽي اڇو ميان جي بيڪري کان وٺي ڊاڪٽر ياڪچند جي اسپتال تائين لڳائي وئي.

بهرحال صبح جو جڏهين اسڪول پهتاسين ته سڀ همراهه ٿڌ جو شڪار هئا. ڪڙڪ چانهه ۽ مٽي جي سور جي گورين تي وٽ وٺان لڳي پيئي هئي. هاڻي شام جو ٿاڻي تي پريڊ ڪرڻ، رات جو شهر ۾ چوڪيداري جي ڊيوٽي ڏيڻ جي عمل اهڙو ته بيزار ڪيو جو پٺون پاراتا ڏيڻ شروع ڪياسون. هڪ ڏينهن جي پريڊ دوران اسان کي ڪاٺ جون "ڊمي" بندوقون ڏيئي پريڊ ڪرائي وئي. پوءِ ٿاڻي سامهون هڪ ننڍي اوڏڪي پٽ کي مورچو قرار ڏئي، اسان کي بندوقون سڃڻ جو ڪاشن "AIM" ڏنو ويو. اسان جو هڪ مولانا دوست ڪاٻي هٿ وارو (کاٻڙيل) هو. انهيءَ چا ڪيو جو بندوق کٻي پاسي جهلي، جيئن ئي پٽ پاسي جهڪيو ته جعمدار رڙڪري چيو "اي صوفي جي! اي بندوق کهڙي پاسي ڦڙي ايا" مولانا صاحب وراڻيو " سائين! مين تو کٻا هون!" بهرحال نيٺ جنگ جو خاتمو ٿيو. ڊيسوزا کي اسان جي پٽ لڳي ۽ جنرل يحيٰ جي حڪم تحت جيڪي ٽي چار سو آفيسر لاٿا ويا، هن جو نالو به ان لسٽ ۾ هو.

هيءَ سڄو لقاءُ لکڻ جو مطلب اهو آهي ته "جنگ" بذات خود هڪ انسانيت دشمن عمل آهي. جنهن دوران انساني حقن ۽ حقيقتن جو قتل ڪيو ويندو آهي. پوءِ اها جنگ ٽرئجڊي جي خاتمي تي پڳي، مملڪت پاڪستان جون اوپاريون اڌ موڪلائي ويو. اسان وارا شير ۽ دلير 80-

90 هزارن جي تعداد ۾ جنگي قيدي ٿي پيا. پوءِ آل انڊيا ريڊيو تان روز اهو نيا پو نشر ڪندا هئا ته ”هم سب خيريت سي هين!“ خيريت ڇاجي؟ اڌ ملڪ ويو هم راهه قيدي بنجي پيا ۽ باقي بچيل هن پاسي کي ڀٽي صاحب ”نئون پاڪستان“ ناهڻ جو پروگرام روٽي، ڪپڙا اور مڪان ڏنو جيڪو تاحال جاري آ. پر نه ڪا غريب لاءِ روٽي آهي، نه انگ اگھاڙن لاءِ ڪو ڪپڙو، نه ڪو مڪان. باقي جنهن نعرو ڏنو اهو شهيد ٿي ويو. پويان ڳَٽي ڪائڻ وارا مجنا اهو نعرو جاري رکيو اچن.

## ڦريون پيرو لاهور- پنجاب جو سير سفر
## لاهور ۾ پنجابي سياست جو تلخ تجربو

مونکي ياد ٿو پوي سال 1972ع جي گرميءَ جي وئڪيشن دوران، گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي استادن، شاگردن کي پنجاب ۽ صوبو سرحد جي سير ڪرائڻ جو پروگرام تيار ڪيو. هاءِ اسڪول جو بزرگ هيڊ ماستر سيد باقر رضا انهيءَ ٽوئر ۾ شامل ٿيڻ تي راضي ٿي ويو. سيد غلام حيدر شاهه مبارڪ چانڊيو به هن ٽوئر جا سرگرم ميمبر بنيا. مونکي به پنجاب ۽ صوبو سرحد ڏسڻ جو شوق هو. جن شاگردن هن ويسٽ پاڪستان ٽوئر ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ استادن وٽ نالا لکايا، سندن مائٽن کي ليٽر لکي کانئن اجازت ناما لکت ۾ ورتا ويا. هن سموري قافلي ۾ ٽيهارو کن شاگرد ۽ اڌ درجن استاد شريڪ ٿيا. اسڪول مان هڪ پٽيوالي کي به شريڪ ڪيو ويو. سانگھڙ جو فوٽو گرافر ........ به هن گروپ ۾ شامل ڪيو ويو. گلم فراسيون به ساڻ کنيوسين. شهداد پور اسٽيشن کان عوامي ايڪسپريس ٽرين ۾ لاهور ڏانهن روانا ٿياسيون. لاهور ۾ سينٽرل ماڊل هاءِ اسڪول وٽ پهچي، پرنسپال صاحب کي اسڪول جو هڪ هال رهڻ لاءِ ڏيڻ لاءِ چيوسون. ان هال ۾ لڏو لاهي، ٻئي ڏينهن لاهور گھمڻ جو ٽائيم ٽيبل ٺاهيوسون. شاهي قلعو، بادشاهي مسجد، جهانگير بادشاهه جو مقبرو گھمي ڏٺوسون. ٻئي ڏينهن شاليمار باغ گھمڻ لاءِ هڪ ڊبل ڊيڪر بس ۾ سوار ٿي شاليمار ڏسڻ لاءِ هلياسون. ڪجهه شاگرد بس جي مٿئين منزل ۾ ويٺا. آئون ۽ حاجي ولي محمد نظاماڻي بس جي دروازي وٽ سيٽ تي ويٺل هئاسون. شاگردن مان ڪيترن کي اجرڪون اوڍيل هيون، بس شهر مان هلندي هڪ جاءِ تي بيٺي، اوچتو ان ۾ ڪجهه نوجوان داخل ٿيا ۽ نڪا پڇا نه ڳاڇا، اچي اسان سنڌين مٿان گارين جو وسڪارو لائي ڏنائون. مون حاجي ولي محمد نظاماڻي ڏانهن ڏٺو هو هن اوچتي صورتحال کي حيرت وچان ڏسي رهيو هو. مون پنجابي ڇورن کان بدتميزي جو سبب پڇيو. چوڻ لڳا ته ”توهان سنڌين، سنڌ ۾ اسان جي پنجابين کي قتل ڪيو آهي!! سنڌ ۾ توهان سنڌين فساد ڪيا آهن وغيره وغيره.“ مون هنن کي چيو ته ”ترسو اسان جي ڳالهه ته ٻڌو!“ مون اسان جي شاگردن ۾ اڌو اڌ سانگھڙ جي چڪن جي پنجابي شاگردن کي سڏ ڪري چيو ته ”بابا! هنن کي سمجھايو.“ پوءِ انهن ڇوڪرن پنجابي ٻوليءَ ۾ هنن کي ٻڌايو ته سنڌ ۾ ڪو فساد سنڌي ماڻهن ڪونه ڪيو آهي. جيڪڏهن فساد هجي ها ته پوءِ اسان پنجابي شاگردن کي سنڌي استادن

سان گڏ توئر ڪرڻ لاءِ اسان جا مائٽ ڪيئن اجازت ڏين ها!! ان بعد اهي بدتميز ڇوڪرا شرمنده ٿي بس مان لهي ويا.

پوءِ اسان کي اخبارن مان خبر پيئي ته سنڌ اسيمبلي ۾ سنڌي زبان کي سنڌ جي سرڪاري زبان قرار ڏيڻ جي فيصلي بعد ڪراچيءَ جي مهاجرن فساد ڪيو هو. رئيس امروهي جنگ اخبار ۾ فساد پکيڙڻ لاءِ هي شعر لکيو " اردو ڪا جنازه هي ذرا ڌوم سي نڪلي!" جنگ اخبار جي پهرئين صفحي تي اهو شعر چوڏاري حاشيي تي نمايان لفظن ۾ ڇاپيو ۽ ڪراچيءَ ۾ فساد جاري ڪرايائون. اسان کي پوءِ اها خبر پئي ته لاهور جي اسپتالن مان لاوارث لاش (قدرتي فوت ٿيل) ڪڍي هڪ سياسي جماعت لاهور اسٽيشن تي رکي اهي بينر ٽنگيا ته سنڌي ماڻهن هنن کي قتل ڪيو آهي! انهيءَ ڪوڙي پروپيگنڊا ڪان متاثر ٿي لاهوري ڇوڪرن اسان سان بدتميزي ڪئي. ڪنهن نه ڪنهن بهاني سان، ان بعد سنڌ جي شهرن ۾ فسادن جو بنياد رکيو ويو. جيڪي اڳتي هلي تمام وڏن ويڙهن ۾ تبديل ٿي ويا ۽ اها روش رئيس امروهي واري ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ تاحال جاري آهي.

## پِيُٽي صاحب جي سانگهڙ ۾ آمد (مارچ 1970)

اهو 1970ع جو زمانو آهي، ڀُٽي صاحب وڏي جاهه و جلال سان اليڪشن مهم خاطر سانگهڙ ۾ پيپلز پارٽيءَ جي جلسي ۾ جلوه گر ٿيڻ جو اعلان ڪيو. ڄام صادق علي، جيڪو پير صاحب پاڳاري جي پارٽيءَ جو خاص ماڻهو هو ان صاحب اچانڪ ڪنهن اشاري تي پير صاحب پاڳاري جي پارٽي ڇڏي وڃي، پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي. نه صرف ايترو پر سانگهڙ ۾ پيپلزپارٽيءَ جا پير ڄمائڻ لاءِ ڄام صاحب سانگهڙ جي مشهور جوڻيجا خاندان حاجي محمد حيات جوڻيجو جي فرزندن کي به ڏتا ڏيئي پيپلز پارٽي ۾ شريڪ ڪيو. ڄام صادق عليءَ جي سياست ڪنهن مٿئين اشاري موجب هلندي هئي. يحيٰ حڪومت جي تحت جڏهين اليڪشن جون تياريون ٿي رهيون هيون، ان وقت به ڄام صاحب، پير صاحب پاڳاري جي پارٽيءَ ۾ هو. انهيءَ زماني ۾ پير صاحب جي حڪم تي مشرقي پاڪستان وڃي شيخ مجيب سان مليو. پير صاحب پاڳاري چوندا ۾ شيخ مجيب سان سياسي الحاق ڪرڻ پئي چاهيو. شيخ مجيب، پير صاحب جي ان آچ جي آجيان پڻ ڪئي هئي. حڪمت عملي اها هئي ته جيڪڏهن شيخ مجيب جي پارٽيءَ جا ڪجهه ميمبر جيڪڏهن مغربي پاڪستان مان اليڪشن جيتي اچن ها ته پوءِ شيخ مجيب کي آل پاڪستان ليول تي حڪومت جوڙڻ ۾ ڪابه رنڊڪ نه ٿئي ها. هتان کان سنڌ جو ڏاهو سياستدان قاضي فيض محمد، شيخ مجيب جي پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل هو. پر ڇا ٿيو ۽ ڇو ٿيو؟ ان وقت جي جرنيلن پير صاحب کي شيخ مجيب سان گڏجي سياست ڪرڻ کان منع ڪئي. ظاهر آهي ته شيخ مجيب جي پارٽيءَ کي مغربي پاڪستان ۾ قدم رکڻ کان روڪيو ويو.

ان زماني ۾ ڍاڪا ۾ آمريڪي سفارت خاني جو ڪائونسليٽ پنهنجي ڪتاب “ The Cruel Birth of Bangladesh” ۾ لکي ٿو ته هڪ ڏينهن شيخ مجيب سخت ڪاوڙ ۾ مونسان اچي مليو. شڪايت ڪيائين ته مغربي پاڪستان وارا فوجي پير صاحب پاڳاري تي سخت دٻاءُ وجهي رهيا آهن ته هو منهنجي پارٽيءَ سان اتحاد ختم ڪري! مطلب ته ان وقت ئي اهي ارادا ظاهر ٿي چڪا هئا. يعني ته ” اڌر هم. اُڌر تم!“

## جلسي ڦٽڻ جو اکين ڏٺو احوال

مونکي ۽ غلام حيدر شاهه کي پٽي صاحب جي تقرير ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جو شوق هو. ان وقت اسين ٻئي ڳوٺائي, گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ ۾ استاد هئاسون. رسيس ٽائيم تي اسان سيد باقر رضا هيڊ ماستر صاحب کان موڪل ورتي, جلسو ڏسڻ لاءِ شهر ڏي آياسين. ان وقت اسان ڏٺو ته سنجهوري روڊ کان پير صاحب پاڳاري جا مريد سنجهوري جي تر ۾ دعوت تي جناب پيرصاحب پاڳاري جي صبح جي وقت زيارت ڪري ڊگهي گاڏين ۾ قطار در قطار پنهنجي ڪتنب جي عورتن سان گڏ, ميرپور خاص چوڪ ڏانهن وڃي رهيا هئا. شهر جي ٽائون ڪاميٽي وٽ پارڪ ۾ اچي پهتاسين. سانگهڙ جا روڊ ضلعي ڪائونسل کان پيرو بچو شهيدن جي چوڪ تائين جهنڊين ۽ ڪيلن جي ٻوٽن سان سينگاريل هئا. پير صاحب پاڳاري جي مريدن جون ڊگهي گاڏيون ذري گهٽ گڏري ڇيهه ٿيون. جلسه گاهه لطيف پارڪ ۾ قائم ڪيل هو. جتي شاميانه کوڙي اسٽيج بنائي وئي هئي ۽ عوام پارڪ جي چپر تي ويٺل هئي. ان وقت خانصاحب معراج محمد خان جلسي کي انتهائي انقلابي انداز ۾ خطاب فرمائي رهيو هو. ذڪر ساڳيو روٽي, ڪپڙي ۽ مڪان جو هو. ان وقت مونکي منهنجي دوست چيو ته هلو ته پيرو بچو چوڪ وٽ ويهي پٽي صاحب جي قافلي کي ايندي ڏسون! اسان چوڪ وٽ انتظار ڪري رهيا هئاسون ته اوچتو ميرپور خاص چوڪ کان بچو چوڪ ڏانهن ماڻهن جو ٽولو رستي تي لڳل جهنڊيون ڊاهيندو پئي آيو. ۽ هڪ پيو ٽولو جلسي گاهه ڏي ويو. هن ٽولي جي اڳواٽي سانگهڙ جو هڪ نوجوان اسٽوڊنٽ ليڊر ڪري رهيو هيو. هن ٽولي وڃي جلسي گاهه جي شامياني جا رسا وڍيا, اسٽيج ڊهي پئي. ان وقت معراج محمد خان سان گڏ پنجاب مان آيل هڪ شاعر اسلم گورداس پوري ڦٽڪي سٽڪي ٻاهر نڪتا. شاعر صاحب جي ٻانهن کي جوکم پهتو. ياد رهي ته اهو نوجوان اسٽوڊنٽ ليڊر جيڪو اين ايس ايف جي پليٽ فارم تان سياسي تقريرون ڪندو هو. تنهنجا ڄام صادق علي خان سان سنا تعلقات هيا. تنهن ڪري اهو چوڻ مناسب ٿيندو ته سانگهڙ ۾ پ پ ۽ حر جماعت جو ٽڪراءُ هڪ پاليسي تحت ڪرايو ويو ته جيئن سنڌي عوام جا هي ٻه گروپ هميشه لاءِ هڪ ٻئي جا مخالف رهن. ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو فارمولا تحت اهو جهڳڙو ڄام صادق علي خان جي رڏٽي ۾ پچايو ويو ۽ پوءِ جڏهين جنرل ضياءُ الحق جي دور ۾ ڄام صادق علي کي وئڪيشن ڪرڻ لاءِ لنڊن رهايو ويو ته مذڪور نوجوان اڪثر لنڊن وڃي, ڄام صاحب سان ڪچهريون ڪندو هو. ۽ پوءِ ڄام صاحب هڪ دفعو جڏهين وري

سنڌ ۾ آيو ۽ پ پ مخالف سياست ڪندي، سنڌ جو وزير اعليٰ مقرر ٿيو ته ان نوجوان کي حڪومت ۾ صلاحڪار جو عهدو ڏنائين. انهي وقت ڄام صاحب معافي تلافي ڪري حر جماعت سان پنهنجا تعلقات درست ڪري ورتا. پ پ جي حاڪميت دور ۾ جيڪي بي گناهه حر هتي قتل ڪرايائين، انهن جي عزيزن کي نوڪريون وغيره ڏئي پرچائي ورتائين.ها ته بچو چوڪ تي بيٺي اسان ڊسٽر ڪٽ ڪائونسل وٽان هڪ ٻن بندوقن جا فائر ٻڌا، پوءِ خبر پئي ته پِٽو صاحب، جوڻيجا پيٽرول پمپ وٽان قافلي سميت واپس موٽي ويو. سندس ڪار غلام مصطفيٰ ڪر ڊرائيو پئي ڪئي. مير ضيغم ٽالپر جنهن سانگهڙ ۾ پيپلزپارٽي کي آرگنائيز ڪيو. اهو پڻ مير رسول بخش ٽالپر سان قافلي ۾ شامل هو. هئو مئو ٿرڻ بعد اسان ڊسٽرڪٽ ڪائونسل وٽ وڃي ڏٺو ته اتي روڊ تي پٿر ۽ سروٽا پکڙيل هئا ۽ وچ روڊ تي ڳاڙهي رنگ جي ڪار کي باهه لڳل هئي، اها ڪار مير ضيغم الدين ٽالپر جي هئي. جيڪو تازو وڪالت پاس ڪري، سانگهڙ بار ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو هو. سندس ڪار قافلي ۾ شامل هئي. جنهن کي اونڌو ڪري باهه ڏني وئي هئي. مير صاحب پوءِ ٻڌايو ته ڪجهه سروٽا اڇلايا ويا ۽ ضلعي ڪائونسل بلڊنگ جي ڇت مٿان ڪجهه هوائي فائر ٿيا. ان دوران هي قافلو موٽي شهدادپور روڊ وٺي واپس ويو. مير ضيغم ان وقت مير رسول بخش ٽالپر جي ڪار ۾ سوار هو. جنهن ٻڌايو ته مير صاحب پستول ڪڍي دريءَ مان فائر ڪندو جهول تائين آيو!

بهرحال انهيءَ واقعي بعد حر جماعت ۽ پ پ جي تعلقات ۾ جيڪا Divide ٿي، اها سنڌ جي سياست ۾ تاحال قائم آهي ۽ اصل نسخو Divide and rule وارو هلندڙ آهي. ان کان پوءِ ڀٽي صاحب هن واقعي بابت انتهائي Agressive بيان ڏنا، جن جي ڪري ويتر وٿيون وڌي ويون

اها هڪ تاريخي حقيقيت آهي ته ڀٽي صاحب جي والد سرِ شاهنواز ۽ حضرت سورهيه بادشاهه جا خانداني تعلقات هئا. حضرت سورهيه بادشاهه 1930ع کان 1936ع تائين هندستان جي اپرندي وارن علائقن ۾ قيد رهيو ته ان دوران حضرت سورهيه بادشاهه ۽ سر شاهنواز ڀٽو درميان خط و ڪتابت جاري هئي. سر شاهنواز ان وقت سنڌ مان بامبي ڪائونسل جو ميمبر هو. پير صاحب کي قيد دوران بي ڪلاس ڏيارڻ لاءِ ڪوشش ورتائين. پير صاحب تي انڪم ٽيڪس جي چٽيءَ جا جيڪي انگريز حڪومت حڪم ڪيا، انهن جي قاعدي موجب پيرويءَ لاءِ پڻ سورهيه بادشاهه جي لاءِ حاڪمن کي سفارش ڪيائين. اهڙا خط جيڪي تاريخ چٽي سگهجن ٿا، اهي رڪارڊ تي موجود آهن. پوءِ جڏهن 1952ع ۾ پير صاحب جي گادي بحال ٿي ۽ ذوالفقارعلي ڀٽو پڻ آمريڪا مان تعليم وٺي آيو ته پير صاحب جن ڀُٽي جو ان وقت جي سياسي حلقن ۾ تعارف ڪرايو. پير علي محمد راشديءَ کي پارٽ ڪيائين. اهڙي طرح ڀٽو صاحب پاڪستان جي سياسي ڏارا سان متعارف ٿيو. پر اها عجيب ڳالهه آهي ته 1972ع جي چونڊن ۾ ڪاميابي ماڻڻ بعد ڀٽي صاحب جي طبيعت تمام High ٿي وئي. سندس سياسي بيان پيرن فقيرن بابت تمام غرور سان ٿمتار نظر اچن ٿا. پلا جيڪڏهن ڀٽو صاحب واقعي سوشلسٽ انقلابي هو ته پوءِ مير پور خاص جي تقرير ۾ ”وسان ڪو ڪسان بنادونگا“ جي ڌمڪي ڏنائين ۽ روايتي وڏيري وساڻ صاحب به يڪدم پ پ ۾ شموليت ڪئي. اهڙي طرح ڀٽي صاحب جي سياسي قافلي ۾ وڏيرا شاهي درجي به درجي شامل

ٿيندي وئي. باقي وڃي رهيا اصل ڪامريڊ معراج محمد خان. جي اي رحيم وغيره. انهن سان جيڪا پٽي صاحب ڪئي، ان جي تاريخ شاهد آهي. مطلب ته پٽي صاحب جي غرور ۾ "ايٽ پيسو اوٽ پيسو!" وارو جيڪو عنصر هو ان جي تاريخ شاهد آهي. اهو پلا ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته پير صاحب پاڳارو سانگهڙ شهر کان هڪ ٻه ڪلوميٽرن جي پنڌ تي، روايتي دعوت ۾ آيل آهي. جنهن ۾ سوين مرد ۽ عورتون شريڪ هيون. انهيءَ وقت اهو سانگهڙ وارو جهيڙو ٿو ڪرائي اصل ۾ ڪاري ڏيڱي جي ڏٽين جي پروگرام جو حصو هو. جنهن ۾ چام صادق علي جو وڏو ڪردار رهيو.

## سانگهڙ جي ادبي لڏي جو ذڪر

آئون 1970ع ۾ جڏهين گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ ۾ مقرر ٿيس، تڏهين ان جي اسٽاف ۾ ادبي مطالعي وارو سينيئر استاد محمد صالح گوپانگ هو جنهن سان ادبي ڪچهريون ٿينديون هيون. استاد محمد عمر چنڙ صاحب به ساڳئي اسڪول ۾ پاڙهيندو هو. محمد عمر چنڙ انتهائي جذباتي قومپرست سوچ جو استاد هو. پنهنجي نظرياتي ڳالهه منهن تي مخالفن کي ڦهڪائي هڻندو هو. ڪڏهين ڪڏهين محترم لکمير ڏاهري ڪپري کان ايندي ويندي ملندو هو. پليجي صاحب جي جماعت سان لاڳاپو رکندڙ سنڌي قومپرست ۽ وڏيرا شاهي جوسخت مخالف ماڻهو. تنهن ڪري ان کي سدائين سزا طور ڪپري جي دور دراز علائقن ۾ رکندا هئا ۽ سندس ڪمال هو جو ٽر بر ۾ به پنهنجي هم خيال ٻالڪن جو حلقو ٺاهي ويندو هو.

سانگهڙ هاءِ اسڪول جي پنجابي استادن مان ديهه 22 جو محبوب آرائين بلڪل هڪ مثالي استاد هو. باقي چڪن مان فوجي گهراڻن مان ايندڙ استاد صرف لٺ جي زور تي علم پڪڙيندا هئا. ان زماني ۾ محترم اقبال ملڪ انگلينڊ مان رياضي جي تعليم وٺي سانگهڙ هاءِ اسڪول ۾ مقرر ٿيو. فوجي پسمنظر جي باوجود هي بلڪل اشراف ماڻهو ۽ پنهنجي سبجيڪٽ جو مثالي استاد ثابت ٿيو. اقبال ملڪ صاحب پوءِ ترت ئي نصابي اداري ۾ بدلي ٿي ويو. حاجي ولي محمد صاحب هڪ "دبنگ" نظاماڻي استاد رهيو. ڪافي شاگرد ولي محمد صاحب کي Like ڪندا هئا. مون سانگهڙ هاءِ اسڪول طرفان "مئگزين" شايع ڪرڻ جي رٿ سيد باقر رضا کي پيش ڪئي، ڇاڪاڻ ته هو ادبي پس منظر رکندڙ شخص هو. تنهن ان رٿ کي خوشيءَ سان قبول ڪيو. مونکي سنڌي سيڪشن جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. جنهن ۾ مون سانگهڙ جي حر تحريڪ جو ذڪر لکيو. اردو ۽ انگريزي سيڪشن ٻين استادن ايڊٽ ڪيا. هن مئگزين ۾ استادن جا گروپ ڦوٽو ۽ شاگردن جي سرگرمين جو حال احوال ۽ تصويرون شايع ٿيون.

## سانگهڙ جون ادبي چرپاڻ شخصيتون

ملهار فقير خاصخيلي، اٽڪل ستن اٺن ننڍن ڪتابن جو مصنف، جيڪي حر تحريڪ جي تاريخ بابت نهايت اهم ڪتاب ليکيا وڃن ٿا، اهي ڪتاب هن غريباڻي حال سارو ڪجھ نوابشاھ مان ۽ ڪجھ سانگهڙ جي لوڏي پرنٽنگ پريس مان طبع ڪرائي ادبي لڏي کي تحفي طور ڏنا.

جيئن تہ مامو ملهار نوابشاھ جي حر ڪئمپ ۾ اسان سان گڏ پنهنجي آکھ سميت قيد هو ۽ سندس جهوپڙي اسان جي جهوپڙي جي پرسان هئي. تنهنڪري هن صاحب سان تڏهوڪي شناسائي هئي. ڊاڪٽر ياڳچند جي رهائش واري گهٽي ۾ سندس گهر هو ۽ گهر سامهون هڪ کٽ ۽ هڪ بئنچ تي سندس ڪچهري قائم هوندي هئي. آئون هفتي ۾ هڪ ٻہ ڀيرا وٽس ڪچهريءَ لاءِ ويندو هوس.

## آفتاب نظاماڻي صاحب سان ملاقات

ڪجھ وقت ڪان پوءِ آفتاب نظاماڻي سان ملاقات ٿي. ڏاڍو پيارو انسان لڳو. شروع ۾ صحافت سان گڏ افسانا بہ لکندو هو. ڪاٻي ڌر سان واڳيل وڏيرا شاهيءَ جو سخت ناقد. آفتاب سانگهڙ جي ٻين دوستن سان تعارف جو ذريعو بڻيو تڏهين سانگهڙ ۾ " سنڌي ادبي سنگت" جي شاخ ڪونہ هئي. مون کيس جهول سنگت جو حوالو ڏئي، ادبي سنگت جي شاخ کولڻ جي صلاح ڏني. ضياءُالحق جي مارشلا دوران، اسان گرهوڙي ادبي سنگت جي نالي سان ادبي سرگرميون شروع ڪيوسون. ان نالي تي شمشيرالحيدري اسان کي ٽوڪيو! ڇوتہ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي سخت مذهبي ۽ جهادي خيالن جو بزرگ ٿي گذريو آهي. اسان گرهوڙي فقير جو نالو ان ڪري اختيار ڪيو جو مارشلا حڪومت سرڪاري ملازمن لاءِ سنڌي ادبي سنگت توڙي سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئشن ۾ شرڪت کي پسنديدگيءَ جي نظر سان ڪونہ ٿي ڏٺو. اسان جي دوستن اهو خيال ڪيو تہ نالي ۾ ڪجھ ناهي، اصل ۾ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب بابت سرگرميون جاري رکي سگهن.

آفتاب نظاماڻي صاحب حيدرآباد ۾ ٿيندڙ ادبي ميڙاڪن ۾ هتان کان دوستن کي ساٿ ۾ وٺي ويندو هو. سندس ڪهاڻين جي مجموعي ۾ "اوهيرا" جو مهورت حيدرآباد ۾ ڪيوسون، جنهن ۾ سنڌ جا ناليوارا اديب شريڪ ٿيا. آفتاب صاحب جي علم دوستي، سندس قلم ۾ وڏيرا شاهي جي خلاف سخت تنقيدي ڪهاڻيون، ان زماني ۾ ڪافي مشهور ٿيون. سندس ڪهاڻين جو ٻيو مجموعو "اپنا" اڳ شايع ٿي چڪو هو. اڪثر ڪري سياري ۾ برهمڻ آباد جي آثارن ۾ وڃي مچ ڪچهري مچائيندا هئاسين. برهمڻ آباد جي آثارن سان سندس جذباتي لڳاءُ، ان موضوع تي سندس ڪهاڻيون خاص ڪري عربن جي سنڌ تي قبضي ۽ راڻي لاڏيءَ جي موضوع تي لکيل آهن. آفتاب صاحب جي آزاد خياليءَ کي سندس نظاماڻي قبيلي جا خاص افراد جن کي هو "ڊينگ" لفظ

سان سڏيندو هو. ان کي پسند ڪونہ ڪندا هئا. اڪثر هن شريف ماڻهو خلاف جرڳائي فيصلا صادر ڪندا هئا.

انهيءَ زماني ۾ نوابشاهہ کان صالح بلو، آفتاب سان ملڻ ايندو هو جنهن بابت آفتاب جو چوڻ هو تہ صالح صاحب، سندن "انڊرگرائونڊ انقلابي پارٽي" جو عهديدار آهي، هميشه اڪيلائي ۾ پارٽي ميٽنگ ڪندا هئا. صالح بلو صاحب حال حيات آهي، آفتاب شهيد جي ورسيءَ تي، نواب شاهہ مان سانگهڙ ايندو آهي. صالح هن وقت نوابشاهہ مان هفتيوار اخبار "سنڌ گرين" جي نالي سان شايع ڪري ٿو.

بهرحال اهو ڪريڊٽ شهيد آفتاب نظاماڻي ڏانهن وڃي ٿو جنهن سانگهڙ جهڙي عجيب و غريب سماج ۾ نہ صرف ادبي سرگرميون جاري ڪيون، جنهن جي نتيجي ۾ نوجوانن کي ادب پڙهڻ ۽ لکڻ جو اتساهہ مليو. ساڳئي وقت سانگهڙ جي تاريخ سان پڻ دلچسپي پيدا ٿي پئي. سانگهڙ جي اها تاريخ جيڪا انگريزي راڄ خلاف سنڌ ملڪ مان پهرئين عوامي بغاوت هئي. ان تاريخ کي پڙهڻ، سهيڙڻ ۽ لکڻ جو اڳتي هلي رواج پيو.

1980ع جي اوائلي مهينن ۾ مونکي ملائيشيا ۽ آسٽريليا وڃي ڪجهہ سکڻ جو موقعو مليو. آفتاب صاحب مونکي صلاح ڏني تہ انهن ملڪن بابت سفر ناما لکان. مون "رنگا رنگ ملائيشيا" جي نالي سان سفرنامو لکيو. آفتاب صاحب ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان ڪتاب جو تمام سٺو ادبي مهورت پڻ منعقد ڪرايائين. هيءُ يار سندس افسانن، اخباري تحريرن، مضمونن بابت دوستن جي تنقيد يا ٽيڪا ٽپڻي تي بلڪل ناراض نہ ٿيندو هو. اڄڪلهہ جا نوجوان قلم ڪار پنهنجي تحريرن تي هلڪي تنقيد برداشت نہ ٿا ڪن ۽ ادبي مخالفت تي لهي ٿا اچن. آفتاب صاحب ان زماني ۾ هڪ جنرل انشورنس ڪمپنيءَ ۾ ملازمت ڪندڙ هو. هن صاحب پهريان پنهنجو نئون گهر تعمير ڪرايو ان بعد هڪ پڙهيل ڳڙهيل خاندان مان شادي ڪيائين، جنهن مان کيس پٽن جو اولاد ٿيو. (آفتاب صاحب جي پهرئين شادي مان کيس هڪ پٽ ۽ نياڻيءَ جو اولاد آهي.)

اهو 1988ع جو سال آهي، آئون ان وقت اپريل مهيني ۾ ڪراچيءَ جي انڪل سيريا اسپتال ۾، سخت بيماري سبب داخل هوس. جتي منهنجو ميجر آپريشن ٿيو. ان بعد نهايت ڪمزور حالت ۾، اچي گهر پيڙو ٿيس، علاج جاري هو. هلڻ چلڻ جو ست ساهہ ڪونہ هو. انهيءَ حالت ۾ آفتاب صاحب جي شهادت بابت اخباري خبرپڙهي، وڏو صدمو پهتو. ان زماني ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ايم ڪيو ايم وارن، قتل و غارت گريءَ جو فساد شروع ڪيو هو. حيدرآباد ۾ ڪرفيو لڳايو ويو هو. آفتاب صاحب جو هڪ مهاجر دوست جيڪو ٽنڊو آدم نيشنل بينڪ جو مئنيجر هو، ان کيس چيو تہ شام جي وقت ڪرفيو لهندو، تون مهرباني ڪري پنهنجي ڪار ۾ مونکي لطيف آباد، حيدرآباد ۾ ڇڏي اچ. ان دوست جي فرمائش تي آفتاب صاحب کيس گهر تہ پهچايو پر واپسيءَ ۾ انهيءَ لطيف آباد جي رستي تي فسادين آفتاب نظاماڻيءَ کي ۽ سندس ڊرائيور نور محمد سولنگي کي شهيد ڪري ڇڏيو.

## شهيد آفتاب نظاماڻيءَ جون يادگيريون وري ياد آيون!

آفتاب صاحب جي اها خوبي هوندي هئي ته حيدرآباد ۾ ٿيندڙ ادبي پروگرامن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سانگهڙ مان دوستن جي قافلي کي گڏ ڪٽي هلندو هو.

هي انهيءَ ڏينهن جي ڳالهه آهي، جڏهن محترم ماهتاب چنه صاحبه سنڌ الاجيءَ جي ڊائريڪٽر هئي. ڪنهن ادبي پورگرام ۾ آفتاب سان گڏ سنڌ الاجي جو ميوزم گهمندي، هڪ هال جنهن ۾ اديبن ۽ سياستدانن جا "ڪارنر" قائم هئا. ان کي ڏسندي آفتاب ڏٺو ته آغا خان ۽ حضرت سورهيه بادشاهه جي تصويرن جا فريم گڏ لڳل هئا. انهيءَ وقت ميڊم صاحبه به ان هال ۾ داخل ٿي، آفتاب صاحب جذباتي انداز ۾ محترمه جي سامهون وڃي چيو ته "ميڊم! هيءُ ڪٿي جو انصاف آهي؟ هي ڪٿي جي تاريخي ساڃهه آهي؟ جو آغا خان جنهن، سنڌ انگريزن جي حوالي ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. ان شخص جي تصوير کي شهيد سورهيه بادشاهه جي تصوير سان گڏ آويزان ڪيو آهي؟!!"

مون ڏٺو ته محترمه جواب ڏيندي ڪاوڙ ۾ وراڻيو "مان ڇا ڪيان، توهان جا مرشد عليحده "ڪارنر" قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ تعاون نه ٿا ڪن!" محترمه جي ناراضگيءَ کي نظر انداز ڪندي آفتاب چيو ته "ميڊم! في الحال توهان آغا خان جي تصوير کي سورهيه بادشاهه جي تصوير کان الڳ ڪري آويزان ڪريو." ان کان پوءِ جي تاريخ ٻڌائي ٿي ته ميڊم ماهتاب چنه ڦري "محترمه ماهتاب راشدي بنجي وئي. قسمت جا فيصلا آهن. محترمه هن وقت فنڪشنل ليگ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبلي جي مانائتي ميمبر آهي.

حيدرآباد ۾ آفتاب نظاماڻيءَ جي نثار حسيني سان گهاٽي ياري هوندي هئي. جڏهين به حيدرآباد وڃڻ ٿيندو هو ته نثار حسيني جي "آگم پبليڪيشن" جي حيدرچوڪ وٽ عبرت آفيس جي گهٽيءَ ۾ قائم آفيس ۾ ضرور وڃبو هو. تمام ڏڳهيون ڪچهريون ٿينديون هيون، آگم جي آفيس ۾ نصير مرزا سان به ملاقات ٿيندي هئي. آگم ڪچهريءَ ۾ محترمه زيب نظاماڻي، پنهنجي سهيلي فوزيه سومرو سان گڏجي ايندي هئي ته فوزيه سان موسيقيءَ بابت ڳالهه ٻولهه به ٿيندي هئي ۽ پوءِ زيب نظاماڻي ۽ نثار حسيني جو رومانٽڪ جوڙو شاديءَ جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌجي ويو.

هڪ دفعي آفتاب خيال ڪيو ته "سازدا" ڊيپارٽمينٽ ۾ سرڪاري نوڪري حاصل ڪجي. ان لاءِ آفتاب هڪ درخواست موڪلي ڇڪو هو. انٽرويو کان به ڏينهن اڳ چيائين ته ڪراچيءَ ٿا هلون. اتي پنهنجو جماعتي وزير عاقل هنگورجو آهي. ان کان هلي ٿا سفارش ڪرايون. هتان کان حيدرآباد قافلو روانو ٿيو. حيدرآباد مگريو ذات جو هڪ پراسرار همراهه جنهن جي جماعت جي سياسي حلقن ۾ رهائي هئي. ان کي ساڻ کنيوسون. ڪراچيءَ ۾ آفتاب چيو ته هتي منهنجو پيارو دوست "ڪسٽم آفيسر" ذات جو لغاري صاحب وڏي رسائي وارو آهي. ان سان ملنداسين ته ڪا سفارش جي راهه ڪيڻ ۾ مدد ڪري. ياد رهي ته هيءُ لغاري صاحب آفتاب جو تمام قريبي دوست

هيو. ان صاحب پٽي صاحب جي دور ۾ پيپلزپارٽي حڪومت خلاف پمفليٽ لکيا هئا ۽ پوءِ ذوالفقار علي ڀٽي کان ڪسٽم آفيسر جي نوڪري ورتائين. ان صاحب جي بنگلي تي وياسين، چوڪيدارن کي ٻڌايوسون تہ ”سانگهڙ مان آفتاب نظاماڻي ۽ دوست آيا آهن. صاحب کي ٻڌايو!“ چوڪيدار ٻڌايو تہ ”صاحب گهر ۾ موجود ناهي“ ان تي آفتاب ان نوڪر کي چيو تہ ”لغاري صاحب جي گهر ۾ وڃي ٻڌايو تہ سانگهڙ مان نظاماڻي صاحب آيو آهي!“ آفتاب کي خبر هئي تہ جنهن زماني ۾ انهيءَ لغاري صاحب وٽ سانگهڙ ۾ رهڻ جي جاءِ بہ ڪونہ هئي، ان وقت ڪنهن ٻي ذات مان پيار جو پرٽوڪري آيو! سانگهڙ ۾ آفتاب هن کي گهر لاءِ جاءِ وٺي ڏني. مطلب تہ لغاري صاحب جي بيگم صاحبہ کي بہ اها ڄاڻ هئي. پر ان مائي صاحبہ نوڪر جي واتان چوائي موڪليو تہ ”صاحب شام جو ايندو.“ اسان جي آفتاب اها توقع پئي ڪئي تہ ڪسٽم آفيسر جي بيگم صاحبہ ضرور چانهہ پاڻي جو پڇندي، پر ائين ڪونہ ٿيو. مونکي ان ڪاموري جي اصليت بابت ڄاڻ هئي، ڇاڪاڻ تہ اهو اسان جي تر ۾ لغارين جي مشهور ڳوٺ جو رهائشي هو. مون آفتاب کي چيو تہ ”ڇڏ بابا! ڪهڙيون ٿو ياريون ياد ڪرين، هنن منفي ڪردار وارن ڪامورن جون، پاڻ وري اتي ڪونہ هلنداسون!“ پر آفتاب صاحب نيٺ هڪ ڏينهن شام جو ان آفيسر جي بنگلي تي وڃي ڪيس هٿ ڪيو. ڪاموري کي چيائين تہ ”يارا اهي ڏينهن ياد ڪر جو پوليس تنهنجي پويان پيل هئي. تو وٽ لڪڻ جي جاءِ ڪونہ هئي. مون توکي وٺي رهايو تنهنجي بيگم صاحبہ بہ سڀ ڪجهہ ڀُلائي ڇڏيو!!“ حالانڪ ان کي ان زماني جي پوري ڄاڻ هئي. لغاري صاحب اِڏر اُڏر ڪري مڙئي ڳالهہ کي ٽاريو. ان ماڻهوءَ کي مون سندس رٽائرمينٽ کان پوءِ ڏٺو. وڏي دولت، بنگلا، ڪافي زمينات جو مالڪ هو پر ذهني طور تي ڪيپي ويل انسان ٿي لڳو!

بهرحال ٻئي ڏينهن جناب وزير صاحب عاقل هنگوري صاحب سان سندس وزارت جي آفيس ۾ ملاقات ٿي. آفتاب صاحب کيس ٻڌايو تہ ” آئون ايم اي اڪنامڪس پاس ڪيل آهيان، جماعتي آهيان، ان ڪري منهنجي نوڪري بابت وزيراعليٰ کي سفارش ڪريو!

عاقل هنگوري صاحب، آفتاب سان نظاماڻين بابت چرچا شروع ڪيا، ڳالهہ کي سنجيده ڪونہ ورتائين. ٻئي ڏينهن آفتاب انٽرويو ڏنو پر نوڪري ملي ڪونہ سگهي.

## سانگهڙ شهر ۾ سنڌي ادبي سنگت جي شروعات

آفتاب نظاماڻيءَ سان ساٿ ۾ اسان سانگهڙ شهر ۾ ادبي سرگرميون شروع ڪيون. آفتاب نظاماڻيءَ جي انشورنس واري آفيس ۾ ادبي گڏجاڻيون ۽ بحث مباحثہ ٿيندا هئا. ضياءُ الحق جي زماني ۾ اسان ”گرهوڙي ادبي سنگت“ جي نالي سان ادبي سرگرميون جاري رکيون، ڇاڪاڻ جو سنڌي ادبي سنگت کي حاڪم پسند ڪونہ ڪندا هئا. بهرحال درجي بہ درجي سانگهڙ جا نوجوان ادبي سرگرمين ڏانهن مائل ٿيڻ شروع ٿيا. ان زماني ۾ بخشڻ مهراڻوي سانگهڙ ۾ قيام پذير هو. سندس سربراهيءَ ۾ نوجوانن جو هڪ گروپ پنهنجا غزل گيت گهڙي، الفقراءَ آفيس ۾ هفتيوار

گڏجاڻيون ادبي سنگت جي نالي سان شروع ڪيون. حسبِ دستور انهن نوجوانن ۾ اختلاف ٿيندا رهندا هئا پر پوءِ بخشڻ پنهنجي دوستانه انداز ۾ رٺل دوست کي پرچائيندو هو. مطلب ته سانگھڙ شهر جيڪو هيل تائين ادبي سرگرمين کا خالي هو اُتي هڪ نوجوانن جو طبقو پيدا ٿيو جن ۾ لکڻ، پڙهڻ جي قدرتي قابليت ۽ شوق موجود هو. ۽ ان کي جنهن همت افزائي جي ضرورت هئي، اها کين شهيد آفتاب نظاماڻي ۽ بخشڻ مهراڻوي طرفان ملي وئي. هن وقت سانگھڙ ضلعي هيڊ ڪوارٽر جي حيثيت ۾ سنجيده ادبي سرگرمين جو مرڪز بڻجي ويو آهي ۽ نوجوان دوستن ۾ ڪي نالي جا اديب ۽ ڪي وري نامور اديب پيدا ٿيا آهن. سندن قلم جون ڪاوشون سموري سنڌ ۾ مڃتا ماڻي چڪيون آهن.

## علم جي تلاش ۾ هڪ قدم اڳتي

هيءُ 1974ع جو زمانو آهي، مونکي شوق ٿيو ته بي ايڊ جو امتحان پاس ڪرڻ بعد هاڻي ايم ايڊ جي ڊگري لاءِ ڪوشش ڪجي. منهنجي ان خيال کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ پهريائين ته ڏوڪڙن جو مسئلو سامهون هيو. ان زماني ۾ ايم ايڊ جو ڪورس ريگيولر اسٽوڊنٽ جي حيثيت ۾ سنڌ يونيورسٽي جي ”انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ“ واري شعبي ۾ باقاعده داخلا وٺي شروع ڪرڻو هو. ان ڪم لاءِ تعليم کاتي طرفان Study leave اڌ پگهار سان منظور ٿيندي هئي. هاڻي پلا اڌ پگهار ۾ سنڌ يونيورسٽي ۾ پڙهڻ، هاسٽل ۾ رهڻ ۽ کاڌي پيتي جو خرچ پورو ڪرڻ هڪ مسئلو هيو. جيڪو نهايت مايوس ڪندڙ هو. ڇاڪاڻ ته مٿئين خرچ کان سواءِ گهر ٻارن جو خرچ به ڪپندو هو. بهرحال الله توهار ڪري وڃي ايم ايڊ ۾ داخلا ورتي سون. يونيورسٽي جي اولڊ ڪئمپس ۾ قائم ان اداري جو ڊائريڪٽر جناب نبي بخش خان بلوچ هو. بهرحال رسمي انٽرويو بعد داخلا ملي وئي ۽ اسين سنڌ يونيورسٽي جا باقاعده شاگرد رجسٽرڊ ٿي وياسين. جنرل پوسٽ آفيس جي الهندي پاسي واقع مينارام هاسٽل ۾ رهائش لاءِ ڪمرا مليا. هاسٽل ۾ ميس هلندڙ هئي، جتي ٽي ويلا ماني ملندڙ هئي. ان ميس جي ماني کائي هضم ڪرڻ انساني سسٽم جو وڏو مسئلو هوندو هو. اسين ماڻهو لسي ماني کائڻ وارا هاڻي اچي ميس جي ڳاڙهين مرچن واري ٻوڙ مان ڦاٿاسون. بهرحال گذارو ته ڪرڻو هو.

مينارام هاسٽل، جنهن به تعمير ڪرايو ان هستيءَ کي آفرين هجي. هاسٽل ۾ سهڻو پارڪ ۽ وڏا خوبصورت وڻ پوکرايائين ۽ علم جي پانڌيئڙن لاءِ هڪ سهڻو ماحول مهيا ڪيائين. مينارام هاسٽل جي پاسي کان ”بسنت هال“ تعمير ٿيل آهي. اهو مس ايني بسنت Theosophical society طرفان تعمير ڪرايل هو. ان زماني ۾ بسنت هال هاسٽل جي پارڪ ۾ هر آچر جي شام جو سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد طرفان ادبي ڪچهري ٿيندي هئي، جنهن ۾ محترم محمد ابراهيم جويو، محترم رسول بخش پليجو شريڪ ٿيندا هئا. ان زماني ۾ آئون غزل گيت لکي وڃي

ڪچھريءَ ۾ پيش ڪندو ھوس. محترم رسول بخش پليجو منھنجي غزلن تي داد ڏئي حوصلا افزائي ڪندو ھو.

انھيءَ زماني ۾ بي ايڊ ۽ ايم ايڊ جا ڪلاس سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس ۾ ھلندڙ ھئا. اسان واري سال ۾ ايم ايڊ ڪلاس ۾ به اڍائي سئو شاگرد شامل ھئا. "انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ" واري اداري جو ڊائريڪٽر جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ھو. بلوچ صاحب پاڻ به مھيني ۾ ھڪ به پيرڊ "ڪلچرل ائنٽرا پالاجي" مضمون جا وٺندو ھو. سندس ليڪچر جيڪو انگريزي زبان ۾ ھوندو ھو اھو انتھائي معلوماتي ۽ سندس سمجھائڻ جو انداز تمام پرڪشش، معياري ھوندو ھو. آءُ سندس ان لياقت جو سدائين معترف رھيس. اسان جي ڪلاس جي حاضريءَ جو انچارج پروفيسر نور محمد ميمڻ صاحب بندري قد جو، ٿلھو ٿنڀرو ۽ عام طور ڦر ڦر انگريزي ڳالھائيندڙ ماڻھو ھو. سندس اھا خوبي ھئي ته ڪلاس جي ھر شاگرد جو نالو ڪيس برزبان ياد ھوندو ھو. ليڪن ھو جڏھين به پنھنجي مضمون جي ليڪچر لاءِ ايندو ھو ته سندس حال پورو سارو ھوندو ھو. ان ڪري چا ڪندو ھو جو سندس پيرڊ واري صبح سوير اچي موضوع جون خاص وصفون ۽ حوالا بورڊ تي اڳواٽ لکي ڇڏيندو ھو ۽ اسان کي اھي لکڻ لاءِ چوندو ھو.

سائين نورمحمد ميمڻ صاحب جي ھڪ خوبي اھا به ھئي ته جيڪڏھن ڪنھن ڳالھ تان ناراض ٿيندو ھو ته پرچي به جلدي پوندو ھو. سائين ساڳئي وقت سئمينار لئبريري جو پڻ انچارج ھو ۽ منھنجي ھڪ ٽرم پيپر جو گائيڊ پڻ ھو. ٽرم پيپر جو عنوان ھو " ڪلاس نائين ۽ ڏھين جي سنڌي ڪتابن ۾ موجود نظم / شاعري جو تنقيدي جائزو" ھڪ ڏينھن سئمينار لائبريري ۾ سندس ميز تي ھڪ ڪتاب "An apololgy for poetry" نالي مشھور ڪتاب پيو ھو مون کيس عرض ڪيو ته سائين ھي فلپ سڊني جو مشھور ڪتاب مون لاءِ منھنجي ٽرم پيپر ۾ مددگار ٿيندو، مھرباني ڪري ڪجھ ڏينھن لاءِ مونکي اھو ڪتاب عنايت فرمايو. ميمڻ صاحب ٺڙنپ جواب ڏنو ته ھي ڪتاب توکي ڪونه ملندو! ڪنھن ٻئي شاگرد لاءِ اشو ڪيل آھي. ٻن چئن ڏينھن کان پوءِ مون ڏٺو ته ساڳيو ڪتاب سائين جي ميز تي پيو ھو. اھو ڏسي مونکي دل ۾ ٿيو. مون کيس چيو ته ھيءُ ڪتاب ھتي فضول پيو آھي، مونکي نه ٿا ڏيو! ان تي سائين ناراض ٿي پيو. چيائين ته "استاد سان ائين ڳالھائبو آھي ڇا؟" بھرحال ھڪ به ڏينھن کان پوءِ مون وري سائين ساممون "Sorry" چيو ۽ کيس چيم ته اولڊ ڪئمپس روڊ تي ھڪ پلي ريسٽورينٽ ۾ مھرباني ڪري مونسان چانھ پيئڻ قبول فرمايو جتي آئون ٽرم پيپر بابت ڪجھ مسئلا عرض رکندس!" مونکي خبر ھئي ته سائين ان ريسٽورينٽ جي اسپيشل چانھ ۽ ان سان گڏ ڪيڪ کائڻ تمام گھڻو پسند ڪندو آھي. سائين مھرباني ڪري مونسان گڏجي چانھ واپرائڻ ھليو. مون کيس عرض ڪيو ته "سائين! تمام مشڪل حالات ۾ ھتي آئون ھيءُ ڪورس پيو پورو ڪريان!" ان بعد سائين واپس آفيس اچي اھو ڪتاب مونکي عنايت ڪيو جنھن مان ڪجھ حوالا مون پنھنجي ٽرم پيپر ۾ ڪم آندا.

ڊاڪٽر آرائين صاحب، جيڪو اصل ۾ اسان جي سنجھوري تعلقي جي ديھ 22 جو رھاڪو ھو(ياد رھي ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنھنجي پرائمري تعليم ديھ 22 جي اسڪول

مان حاصل ڪئي هئي.) ڊاڪٽر آرائين، تازو آمريڪا مان Ph.D ڪري آيو هو. تمام رعب تاب سان ڪلاس ۾ ايندو هو ۽ گهڻو ڪري آمريڪن لهجي ۾ انگريزي ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. هي صاحب قدآور، ٿلهو متارو، پهلوان شخصيت وارو هو. سائين ساڳئي وقت مينارام هاسٽل جو انچارج پڻ هو. سندس رهائشي ڪوارٽر مينارام هاسٽل جي اندر هوندو هو. آرائين صاحب شام جي وقت هاسٽل جي مين گيٽ وٽ پارڪ ۾ ڪرسي رکي ويهندو هو ۽ هڪ پٽيوالو جنهن کي اسين "شيرو پٽيوالو" ڪوٺيندا هئاسين، ان ڪان ڪرسي تي ويٺي بنا ڪنهن حجاب جي زور ڏياريندو هو. هڪ دفعي چا ٽيو جو سياري جو وقت هو. آئون ڪمري ۾ هڪ بجليءَ جو هيٽر ٻاري Aldox Huxly جو ناول The new brave world پڙهڻ ۾ مگن هوس ته سائين آرائين صاحب، چپ چاپ مٿان اچي بيٺو مونکي خبر ڪانه پيئي! اچانڪ بلند آواز ۾ چيائين "هي چا پيو ڪرين؟ اسان وٽ لائيٽ ڪونهي ۽ تون وري هيٽر ٻاري ناول پيو پڙهين!" مون اٿي بيهي Sorry چيو. شيرو پٽيوالو ساڻس گڏ هو. ان کي چيائين ته هي هيٽر کڻي هل. اصل معاملو اهو هيو. ان زماني ۾ PTV جو ٽيليويزن سائين جي گهر ۾ لو وولٽيج تي نه هلندو هو ته پوءِ هاسٽل جي اوچتو چيڪ اپ ڪري هيٽر ضبط ڪيا ويندا هئا. بهرحال هيءُ پروفيسر صاحب پنهنجي طبيعت جو صاحبِ علم هو.

پروفيسر شامي صاحب انتهائي پرڪشش شخصيت رکندڙ استاد هو. گورو رنگ، دراز قد، فليٽ هئٽ، سان بلڪل انگريز لڳندو هو. هي صاحب اصل ۾ وڏي پنجاب جي ڪنهن شامي نالي ڳوٺ جو رهاڪو هو. نهايت صاف لهجي ۾ انگريزي ڳالهائڻ وارو. ليڪچر دوران دلسچپ لطيفا بيان ڪرڻ وارو، سوال پڇندڙ چوڪرين سان جواب ۾ نهايت مزاح واري انداز ۾ مخاطب ٿيندو هو. سندس ليڪچر اسان لاءِ تفريح طبع جو باعث هوندو هو. شامي صاحب شام جي وقت واڪنگ اسٽڪ سان اولڊ ڪئمپس کان ريڊيو پاڪستان وري فوٽ پاٿ تان واڪ ڪندي نظر ايندو هو.

## ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر

سائين پنهنجي نج سنڌي مزاج وارو مير صاحب. پنهنجي ليڪچر جو اڌ حصو انگريزيءَ ۾ باقي اڌ سنڌيءَ ۾ ڏيندو هو. مونکي سائينءَ جو مضمون ته ياد ناهي، پر هر دفعي پنهنجي ليڪچر ۾ ساڳيون ڳالهيون ورجائي ويندو هو. نهايت مهربان استاد هو.

هڪڙو مولانا ابوالڪلام جهڙي شخصيت رکندڙ اردو ڳالهائيندڙ استاد. شايد اسلامي تعليمي تاريخ تي ليڪچر ڏيندو هو. هميشه معياري انگريزي ليڪچر ڏيندو هو.

## حيدرآباد ۾ علم خاطر گذاريل ڏکيا ڏينهن

ايم ايڊ ۾ داخلا ٿي وئي. هاڻي ڇا ٿيو جو ان زماني ۾ ملندڙ ماهوار پگهار تعليم خاطر ٻڌگهي موڪل وٺڻ ڪري اڌو اڌ ٿي ويو. حيدرآباد ۾ رهڻ، ميس جي ماني جا خرچ، هڪ طرف انهن سببن جي ڪري ڏاڍو پريشان رهڻ لڳس. ان زماني ۾ منهنجو پيارو دوست **نذرحسين لسڪاڻي** حيدرآباد ۾ هڪ جنرل انشورنس ڪمپني جو ريجنل مئنيجر هو. سندس دفتر رسالا روڊ ڪوٽڙي والا چئمبر ۾ هو. آئون اڪثر شامون سندس دفتر ۾ ڪچهري ڪندي گذاريندو هوس.

جيئن تہ نظر حسين لسڪاڻي منهنجو دل وارو دوست هيو اسين جهول جي پرائمري اسڪول ۾ گڏ پڙهياسين. هو خود مون وانگر غريب ٻار هو. پر پنهنجي بي انتها محنت ڪوشش بعد تمام سٺي آساميءَ تي نوڪري ڪندڙ هو. نوڪري کان سواءِ ڇوٽڪي گهٽيءَ جي هيٺين منهن وٽ سندس هڪ هئنڊيڪرافٽ جو دوڪان پڻ هلندڙ هو. سندس پائيوار حيدرآباد جو هڪ واپاري هو. هن دوڪان تي سنڌي پرت جا نمونا، گج، چادرون وغيره بہ وڪامنديون هيون. مونکي پنهنجي مالي وسائل بابت نذر حسين آڇ ڪئي تہ آئون سندس دوڪان تان پرت جا پور پيل چادرون کڻي ڳوٺ اچان، اتي پرت پريندڙ ماين کي اهو ڪم ٻولي ڏيان ۽ هر پندرهين ڏينهن تيار ٿيل چادرون وغيره اچي سندس دوڪان تي پهچايان. انهيءَ ڪم سان مونکي چڱي خاصي مالي مدد ٿي پئي،، جنهن ڪري گذرسفر ڪجهہ آسان ٿي پيو. يار جي همت افزائي سان مونکي هن حيدرآباد ۾ خاص ڪري ريشم گليءَ ۾ پرت جا نمونا گج، قميص جا گلا ۽ ٻيون شيون وڪڻڻ جي آڇ ڪئي. آئون آچر ڏينهن اهي نمونا کڻي ريشم گليءَ جي دوڪاندارن کي ڏيکاري وڪرو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندو هوس. ان مان بہ ڪجهہ قدر ڪميشن ملي ويندي هئي. ايتري قدر جو حيدرآباد ۾ بس سروس اونرس ايسوسيئيشن جي هڪ هفتيوار اخبار جي سنڌي ڪالمن جي ڪتابت لاءِ ويندو هوس. اتان بہ ڪجهہ ڏوڪڙ ملي پوندا هئا. اهڙي طرح گهر جي خرچ پکي ۾ ڪا بہ ڪمي ٿيڻ ڪونہ ڏني.

## ڊاڪٽر نجم عباسي کان دوا درمل وٺڻ

انهيءَ زماني ۾ مونکي عجيب و غريب ذهني بي چينيءَ جي تڪليف مان گذرڻو پئي پيو! اصل مسئلو نفسياتي هو. ان سال منهنجي ”نيوروسس“ جي تڪليف ڏاڍو ستايو. ڇا ٿيندو هو جو بي خوابيءَ سان گڏ ذهن ۾ خوف رهڻ لڳو. دل جي ڌڙڪن جي ڌڪ ڌڪ اچانڪ وڌي ويندي هئي. ان لاءِ ڊاڪٽر نجم عباسي صاحب وٽ سندس ڪلينڪ تي، جيڪو عبرت اخبار جي پاسي ۾ واقع هو، هفتي ۾ هڪ بہ دفعا ضرور ويندو هوس. ڊاڪٽر صاحب مونکي هڪ شاعر جي حيثيت سان سڃاڻندو هو. هو صاحب هر دفعي مونسان تمام گهڻي مهربانيءَ سان پيش ايندو هو. مون واري

دل جي ڌڙڪن کي جانچڻ لاءِ مون واري پريشان دل تي دور بيني رکي، مونکي تسلي ڏيندو هو ته ڪجھ به نه آهي. ان سان گڏ آرام ۽ سڪون ڏيڻ خاطر مڪسچر وغيره به ناهي ڏيندو هو.

ياد رهي ته ڊاڪٽر نجم عباسي صاحب پنهنجي وقت جو ناليوارو ڪهاڻيڪار، سنڌ ۽ سنڌي زبان سان محبت ڪندڙ هستي هو. سندس سنڌ سان محبت جو ڪاٿو ڪونه هو. هو ديوانگي جي حد تائين سنڌ ۽ سنڌي زبان سان محبت ڪندڙ انسان هو. ڊاڪٽر صاحب جهڙي معصوم محبت مون هڪ ٻي هستي ۾ ڏٺي آهي. اهو آهي محترم عطا محمد ڀنڀرو جنهن سنڌ سان محبت خاطر پنهنجي اولاد کي به قربان ڪري ڇڏيو ۽ صدارتي ايوارڊ وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائين. هي بزرگ به سنڌ سان بي انتها محبت ڪندڙ آهي.

آخرڪار ايم ايڊ وارو ميلو نيٺ پڄاڻيءَ تي پهچڻ وارو اچي ٿيو. باقي ڪم رهيو ٽرم پيپر لکي پيش ڪرڻ جو. ان زماني ۾ ايم ايڊ جي هر هڪ شاگرد کي ٻه عدد ٽرم پيپر لکي پيش ڪرڻا هوندا هئا. مقصد اهو هيو ته ان سطح جو شاگرد ڪنهن سنجيده تعليمي تدريسي موضوع تي ريسرچ پيپر لکي پيش ڪري. ٽرم پيپرن جا موضوع واسطيدار استاد کان منظور ڪرائي پوءِ لکڻا هوندا هئا. بهرحال اهو واحد ڪم هو جيڪو ايم ايڊ وارن دوستن لاءِ انتهائي مشڪل ڪم هو.

ان جو آسان حل اٽڪل ستر سيڪڙو همراهن ان طرح ڳولي ورتو ته سئمينار لئبريري جي انچارج همراهه کان ڪجھ ڏيئي وٺي، ڪي پراڻا ٽرم پيپر ڪٻاڙخاني مان حاصل ڪيا هئا. پوءِ انهن سان لڳ پڳ لاڳاپيل موضوع منظور ڪرائي. حيدرآباد ۾ مشهور ٽرم پيپر رائيٽر جي حوالي ڪندا هئا. مقرر رقم جي ادئيگي بعد سدن ٽرم پيپر ٽائيپ ڪري، جلد بندي ڪري ڏيندا هئا ۽ اهي ٽرپ پيپر يار وڃي پيش ڪندا هئا. جيڪي بغير ڪنهن اعتراض جي قبوليت جو شرف حاصل ڪري وٺندا هئا.

مون وٽ جيئن ته ڏوڪڙ هئا ڪونه ۽ مونکي جيڪي عنوان مليا سي مون لاءِ هڪ چيلينج وانگر هئا، تنهن ڪري مٿان مونا هڻي نيٺ وڃي ٽرم پيپر مڪمل ڪري، ٽائيپ ڪرائي استاد کي پيش ڪيم. شڪر ٿيو جو استاد وٽ اهي قبول پئجي ويا.

هاڻي مينا رام هاسٽل مان ٽپڙ ٻڌاسون، يارن دوستن کان ملي موڪلائي، اچي ڳوٺ پيڙا ٿياسون. هوڏانهن موڪل ختم ٿيڻ تي ڊائريڪٽر ايجوڪيشن حيدرآباد ڊويزن، اسان جا اسڪولن ۾ مقرري وارا حڪم جاري ڪيا. مونکي هاءِ اسڪول ۾ موڪلڻ بجاءِ ٽيچرس ٽريننگ اسڪول سانگهڙ ۾مقرر ڪيو ويو. جتي وڃي ڊيوٽيءَ تي دخلڪار ٿيس.

## ٽيچرس ٽريننگ اسڪول سانگهڙ جا شب و روز

قسمت جي ڪرڻي اها ٿي جو ساڳئي ٽيچرس ٽريننگ اسڪول ۾ اسان 1963_1964ع ۾ پرائمري ٽيچرس ٽريننگ جا امتحان اچي ڏنا. ان وقت هيءُ ڪاليج نئين نئين تعمير ٿيل هئي. اڪيڊميڪ بلاڪ، جنهن ۾ پرنسپال جي آفيس، هڪ آڊيٽوريم هال ۽ ٽي عدد وڏا ڪلاس روم،

سامهون تمام سهڻي وڏڪار سان خوبصورت گلن وارو پارڪ. اڪيڊميڪ بلاڪ جي اترئين پاسي بہ تمام سهڻي وڏڪار ۾ ان جي اتر طرف بہ منزلا هاسٽل جي عمارت، جنهن جي درميان ۾ هڪ وڏو ڊائيننگ هال، ان سان گڏيل بورچيخانو. ٻي ڳالھ اها تہ ان وقت اها ڪاليج، رهائشي ڪاليج هئي. يعني تہ شاگردن جي اڪثريت هاسٽل ۾ رهندڙ هئي. ان ڪري هاسٽل ۾ بہ هڪ تعليمي، تدريسي ماحول مهيا ڪيل هو. شاگرد رات جو پنهنجن عملي سبقن بابت خاڪا (Lesson Plan) تيار ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي سان صلاح مشورا پيا ڪندا هئا. ٻي بهترين انتظامي ڳالھ اها تہ صبح جو ناشتي بعد تيار ٿي، سيئي شاگرد ڊريس پائي اچي اسيمبلي ۾ شريڪ ٿيندا هئا. حمزو چنو پٽيوالو هارمونيم جو ساز ڪٽي اچي سامهون ٽيبل تي رکندو هو ۽ پوءِ اسان جو ميوزڪ ٽيچر محترم قمر سومرو ساز وڄائي قومي ترانو پڙهندو هو. ان بعد پرنسپال مختصر تقرير ڪندو هو. پوءِ پي ٽي ٽيچر محمد اشرف شاگردن کي قطار در قطار ڪلاسن ۾ وڃڻ لاءِ چوندو هو. ان وقت شاگردن جي لباس تي بہ هڪ نظر وجهبي هئي. اها هئي ڳالھ ٽيچرس ٽريننگ اسڪول جي تعليمي تدريسي ماحول جي.

ان وقت ڪاليج جو پرنسپال اردو ڳالهائيندڙ عسڪري صاحب هو. جيڪو لنڊن مان ڪو تعليمي ڪورس بہ ڪري آيو هو. سندس اسٽاف سان رويو نهايت دوستانہ هوندو هو. ٻن ٽن ڏينهن جي گذرڻ ڪان پوءِ، صاحب کي چيم تہ سائين مونکي بہ ٽائيم ٽيبل ۾ ڪو مضمون سونپيو تہ جيئن آئون ڪلاس ۾ وڃي پنهنجا تدريسي فرائض شروع ڪريان. هاڻي روزانہ هڪ بہ ڪلاس وٺڻ بعد معلوم ٿيو تہ شاگردن جي اڪثريت نهايت ادب ۽ سنجيدگيءَ سان ليڪچر ٻڌي ٿي. مون پنهنجي ليڪچر دوران شاگردن کي اها بہ اجازت ڏني تہ ليڪچر جي آخر ۾ هو موضوع سان تعلق رکندڙ سوال ۽ وڌيڪ وضاحتون بغير ڪنهن هٻڪ جي پڇي سگهن ٿا. اها ڳالھ ڪلاس جي ذهين شاگردن کي تمام گهڻو پسند آئي.

مون اٿندي ئي پهرئين وڃي ڪاليج لائبريري جي چارج ورتي، هڪ تہ مونکي خود مطالعي جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. ٻي ڳالھ اها تہ اهي لئبريرين ۾ پيل لاوارث ڪتاب چنڊي ڦوڪي شاگردن جي سامهون آڻي، انهن جي مطالعي لاءِ شاگردن ۾ آمادگيءَ جو شوق پيدا ڪرڻ. ان لاءِ مون ڇا ڪيو جو سموري لئبريري مان شاگردن جي نصاب خواهہ عام مطالعي بابت اهم ڪتاب چونڊي هڪ ڪٻٽ ڀري وڃي هاسٽل جي انچارج جي حوالي ڪيا ۽ سندس ڊيوٽي لڳايم تہ جنهن بہ شاگرد کي جيڪو ڪتاب پسند اچي، اهو ان کي جاري ڪري. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو ڪافي شاگرد مطالعي ڏانهن مائل ٿيا. انهن مان ڪافي ذهين شاگرد اڳتي هلي ترقيءَ وارن عهدن تي پهتا.

## ڪاليج جي هم ڪار دوستن جو تعارف

ان وقت ڪاليج جو پرنسپال مسٽر عسڪري صاحب هو. چوڌري محمد علي جٽ، جيڪو سانگهڙ جو رهاڪو هو، اردو پڙهائيندو هو. محترم غلام محمد آرائين اصل ديهہ 22 جو رهاڪو

اتان ڪان سنڌي ميڊيم وسيلي تعليم حاصل ڪري، سنڌ يونيورسٽيءَ مان سائنس ۾ گريجوئيشن ۽ ايم ايڊ جي ڊگري رکندڙ سائنس جي ٽيچر طور پاڙهيندو هو. اسان جو دوست مولوي محمد الياس پنهور اصل دادوءَ جي پاسي جو رهاڪو هاسٽل جو انچارج ۽ ڪاليج جي پارڪن جو ناظم. وڏين خوبين جو مالڪ، نهايت دلچسپ شخصيت رکندڙ بزرگ هو. فزيڪل ايجوڪيشن جو ٽيچر راجا محمد اشرف چڪن جو رهائشي، فوجي فيملي سان واسطو رکندڙ دراز قد، شيرين اکين وارو همراهه وڏو آڙيڪاپ ماڻهو هو. محترقمر سومرو (ميوزڪ ٽيچر) پهرئين ملاقات ۾ دوست ٿي ويو. هيءُ همراهه بہ دادو پاسي جو هو. موسيقيءَ جي تعليم ٽنڊي آدم ۾ استاد منظور علي خان ڪان ورتي هئائين. نهايت ڏيمن سرن ۾ ڪافي ڪلام خاص ڪري غزل جو سهڻو راڳي هو.

باقي رهيو عبدالسلام شاهه ڊرائينگ ٽيچر، ڪاروباري ماڻهو ساڳئي وقت فوٽو گرافيءَ جو دوڪان بہ هلائيندو هو ۽ هتي بہ ڊيوٽي ڏيندو هو.

## ميوزڪ ٽيچر قمر سومرو

هيءُ دوست يار ويس ماڻهو هيو. هاسٽل جي مٿئين منزل جي هڪ ڪمري ۾ هارمونيم رکي روزانہ رياض ڪندو هو. ديدار پوشاڪ ۾ بلڪل ٺيڪ ٺاڪ رهندڙ پيارو فنڪار هيو. قمر سومري جي ڊرائينگ ٽيچر سلام سان ڪونہ پوندي هئي. هو هن کان پڇندو هو تہ "تون شاهه ٿو سڏائين، تنهنجو والد قاضي ٿو سڏائي، تنهنجو سوٽ فوٽو گرافر رضوي ٿو سڏائي، هيءُ ڪهڙو ڊرامو آهي؟" سندس ان ڳالهہ تي سلام شاهه ناراض ٿي اٿي ويندو هو. قمر سومرو پوءِ سانگهڙ مان بدلي ڪرائي ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ بدلي ڪرائي ويو. اتي ساٽس ڪچهري ٿيندي رهندي هئي.

## مولوي محمد الياس پنهور

مولوي صاحب اصل دادو پاسي جو رهاڪو هو. سندس شروع ڪان مقرري هن ڪاليج ۾ ٿي هئي. مولوي صاحب سادي طبيعت جو هڪ خوش دل ماڻهو هو. اسان جو سينيئر دوست چوڌري محمد علي، مولوي صاحب سان چرچا ۽ شرارتون ڪندو رهندو هو. مولوي صاحب هاسٽل ۽ ميس جو انچارج، پارڪن جو انتظام رکندڙ پاٽيءَ جي واري وقت نظاماڻين جي ڪمدارن ڪان پنهنجي حصي جو پاٽي حاصل ڪندو هو. آسپاس جي مسجدن ۾ پيش امام ٿي رهيو. تنهنڪري محلي ۾ ڪافي واقفيت رکندڙ هو.

مولوي صاحب سان هڪ دفعي چوڌري محمد علي مزيدار شرارت ڪئي. اسان جي ڪاليج ۾ وئڪيشن دوران فوجين جي هڪ ٽيم اچي رهندي هئي. مولوي صاحب فوجين جو آڳو پيڇو ڪندو رهندو هو. ڪين نمازون بہ پڙهائيندو هو. وئڪيشن دوران فوجي پنهنجي ميس هلائيندا هئا. اڪثر ڪري ٻڪر ذبح ڪري گوشت رڌيندا هئا. عجب ڳالهہ هئي تہ فوجي ٻڪر جي منڊي

استعمال نہ ڪندا ھئا. تنھنڪري اھا مولوي صاحب جي حوالي ڪندا ھئا. جيڪو ان جا ميڄالا ۾ مغز پچائي جُڄ ڪندو ھو. فوجي ڪئمپ ختم ٿيڻ تي لڏو ڪڍڻ کان اڳ پرنسپال صاحب کان ڪليئرنيس سرٽيفڪيٽ وٺي روانا ٿيندا ھئا. چوڌري محمد علي ان ڏينھن  ڏنو تہ پرنسپال جي ميز تي ھڪ الماريءَ جو لاڪ، جيڪو الماريءَ مان ٻاھر نڪتو پيو ھو. مولوي صاحب کي سڏي چيائين تہ ”ھي ڏس کھڙو پرزو فوجي وساري ويا آھن؟ لڳي ٿو ڪنھن ريڊار جو پرزو آھي. تنھن ڪري ڏاڍو راز وارو پرزو آھي، ھاڻي جيئن تون ان ٽيم جو انچارج ھئين، تنھنڪري اھو پرزو بہ ڪپڙي ۾ ويڙھي، وڃي شھدادپور ۾ فوجي ڪنوائي وٽ پھچي انھن جي حوالي ڪري اچ. پر ياد رک تہ پرنسپال کان ان خفيہ پرزي متعلق ليٽر لکائي کڻي وڃ تہ متان رستي ۾ ڪا ايجنسي نہ پڪڙي وٺي.“ مولوي صاحب تياري ڪئي. ڳلو ٻڌائين، شيرواني زيب تن ڪيائين، پرزو ڪپڙي ۾ ويڙھي وڃي پرنسپال صاحب کي ليٽر لکي ڏيڻ لاءِ چيائين! پرنسپال صاحب چيس تہ ”بابا! اھو پرزو تہ ڏيکار“ مولوي ڪپڙو کولي الماريءَ جو پگھل لاڪ ان کي ڏيکاريو! پرنسپال کلي چيس تہ ”ميان! ھي تہ لوھي ڪٻٽ جو اندروني تالو آھي. توکي ڪنھن چيو تہ ھي ريڊار جو پرزو آھي!! ماٺ ڪري وڃي ٽيچرس روم ۾ ويھہ!“ پوءِ مولوي صاحب، چوڌري محمد علي کي اچي صلواتون سڻايون، اسين سڀ کلي کلي کيرا ٿي پياسين. بھرحال مولوي ڏاڍو پيارو ۽ مزيدار ماڻھو ھو سندس ٻول ھميشه ياد رھندا.

## مولوي محمد الياس جو حج تي وڃڻ جو واقعو

حج تي وڃڻ ھر ھڪ سرنديءَ واري مسلمان لاءِ فرض ھوندو آھي، پر ھتي ڳالھہ آھي ھن غريب مولوي جي معجزانہ طور حج تي وڃڻ جي. اھا بہ V.I.P حج ڪرڻ جي. ٿيو ائين جو ھڪ ڏينھن، حج وارن ڏينھن ۾ مون مولوي صاحب کان پڇيو تہ ”توھان حج ڪرڻ چاھيو ٿا؟“ جواب ڏنائين تہ ”ھائو سائين! پر اھو ڪيئن ممڪن ٿيندو؟“ مون کيس چيو تہ ”ھڪ سفيد ڪاغذ آفيس ڪلارڪ کان وٺي اچ تہ پاڻ حج بابت درخواست ٿا موڪليون، جناب صدر پاڪستان محمد ضياءُالحق ڏانھن“ مولوي صاحب ڪاغذ کڻي آيو مون نھايت ادبن سان اردو زبان ۾ سندس حج جي درخواست پاڪستان جي صدر ڏانھن لکي تہ ” غريب ديني عالم آھيان، اسلامي تعليم جي خدمت ڪندو پيو اچان، منھنجو عرض آھي تہ مونکي سرڪاري خرچ تي حج جي سعادت بخشي وڃي!“

مولوي صاحب جي درخواست صدر پاڪستان کي بذريعہ رجسٽري رواني ڪئي سون. مولوي محمد الياس، سندس درخواست جي قبوليت جو انتظار ڪندو رھيو پر ڪوبہ جواب ڪونہ آيو. پاڻ چيائين تہ ”سائين! آخري حج پرواز بہ اڄ خيرسان رواني ٿي چڪي آھي!“ مون کيس دلاسو ڏنو تہ مولوي صاحب ھن سال نہ تہ آئينده سال وري ڪوشش ڪنداسين!“

انهن ڏينهن ۾ آئون ۽ مولوي صاحب، آفيس جي ڪم سان حيدرآباد ۾ ٽريننگ ڪاليج فار مين ۾ ويل هئاسين تہ سانگهڙ مان فون آيو تہ مولوي محمد الياس کي ڊپٽي ڪمشنر طلب ڪيو آهي، جلد اچي حاضر ٿئي. مولوي صاحب چيو تہ خبر نہ آهي ڊپٽي ڪمشنر صاحب، ڪهڙي مسئلي بابت طلب ڪيو آهي. بهرحال مولوي ڪم اڌ ۾ ڇڏي، واپس وڃي ڊي سي آفيس ۾ حاضر ٿيو. ڪيس ٻڌايو ويو تہ سڀاڻي صبح جو توکي حاجي ڪئمپ ڪراچيءَ ۾ پهچڻو آهي. جتان توکي حج تي روانو ٿيڻو آهي. ڪمال معجزو ٿي ويو. مولوي صاحب هتان هتان بہ ٿي سئو اڌارا وٺي، رات و رات وڃي حاجي ڪئمپ پهتو. اتي مولوي صاحب کي سرڪاري طور حج بابت سڀ سرڪاري دستاويز ڏنا ويا. پر ان سان گڏ چڱي موچاري زاد راهہ بابت رقم، حج بابت لباس، هڪ شاندار سوٽ ڪيس بہ ڪيس ڏنو ويو! اصل ۾ هن ڀاڳ واري ماڻهوءَ جي قسمت ۾ اهو معجزو ٿي گذريو. اصل حقيقت اها هئي تہ ان سال ڪنهن سعودي شهزادي بہ سئو مسلمانن کي حج ڪرائڻ پئي چاهيو. ان لاءِ هن خصوصي جهاز روانو ڪيو. جنهن ۾ اسلام آباد کان حاجي سوار ٿي ڪراچي آيا. جتان سنڌ وارا حاجي جهاز ۾ سوار ٿيا. ان ڏينهن شام جو مون ٽيليويزن ڏٺي تہ احرام پهريل مولوي محمد الياس کي حج جو وزير پاڻ جهاز ۾ سوار ڪرائڻ لاءِ موجود هو!!

## چوڌري محمد علي صاحب

چوڌري محمد علي پنجاب جي ضلعي هوشيارپور مان هجرت فرمائي، سانگهڙ سنڌ ۾ اچي پڌاريو. پهريائين چڪن پاسي رهندڙ هو. جتي سندس ڀيا عزيز رهندڙ هئا. چوڌري صاحب، پهريان زراعت کاتي ۾ فيلڊ اسسٽنٽ هو پوءِ بي اي، بي ايڊ پاس ڪري اچي تعليم کاتي ۾ استاد ٿيو. چوڌري محمد علي جٽ هئڻ جي ناتي سان سکن جا سوين لطيفا ٻڌائيندو رهندو هو. ڪاليج ۾ اردو پاڙهيندڙ هو. سائين غلام محمد آرائين، چوڌري محمد علي سان سندس لطيفن ۽ شرارتن جو جواب ڏيندو رهندو هو. آرائين صاحب پنجابي ٻوليءَ ۾ چوندو هو تہ "چوڌري محمد علي ني جدون وي گل ڪرڻي هوندي آ، هميشہ "پُٺي گل ڪردا!" يعني تہ چوڌري محمد علي جڏهن بہ ڪا ڳالهہ (صلاح) چوندو آ تہ هميشه ابتي ڳالهہ ڪندو آهي. چوڌري محمد علي هميشه عجيب و غريب شرارتون ڪندو رهندو هو. اسان جي ڪاليج ۾ محترم غلام محمد سومرو صاحب بدلي ٿي آيو. باريش بزرگ، نيڪ نمازي، سنڌي ٻوليءَ جو بهترين استاد. سادو ۽ صابرين استاد. سندس فرزند ان وقت نائين ۽ ڏهين ڪلاس ۾ پڙهندڙ هئا. اصل سڪرنڊ جي پاسي جو هيءُ بزرگ عقد ثاني يعني تہ ٻي شادي ڪرڻ جي زبردست خواهش رکندڙ هو. چوڌري محمد عليءَ کي سندس ان اڇا جي خبر پئجي وئي. هن هڪ شرارتي سازش سٽي ورتي چڪن پاسي چوڌريءَ جا ڪجهہ چرچائي دوست هوندا هئا. انهن جي خاندان جو حوالو ڏئي، سائين غلام محمد سومري صاحب کي چيائين تہ سائين چڪن مان ڦلاڻي فيمليءَ مان عقد ثاني لاءِ رشتو تہ ملي ويندو. پر جيئن تہ هو ماڻهو ڪجهہ قدر ماڊرن آهن. ان ڪري اوهان بہ پاڻ ۾ ڪجهہ قدر تبديلي آڻيو تہ جيئن اهو رشتو ملي سگهي.

پهرئين تبديلي اها تہ ريش مبارڪ کي ڪجهہ قدر مختصر ڪريو ۽ ان جي سفيد رنگ کي خضاب لڳائي ڪاري ڪريو تہ پوءِ هلي ٿا رشتو طلب ڪريون! بزرگ صاحب ان ڳالهہ تي يڪدم عمل ڪيو. ظاهر آهي تہ ان ميڪ اپ بعد سائين ڪجهہ قدر نوجوان نظر اچڻ لڳو. اسان سڀني دوستن ان تبديلي کي خوش آمديد چيو! پر ان سموري ڊرامي جو ڊراپ سين ان وقت ٿيو جڏهين ان نقلي فيملي رشتو ڏيڻ کان انڪار ڪيو. سائين کي ظاهر آهي تہ ڪجهہ صدمو تہ پهتو پر سائين سومرو صاحب "تو نهين اور سهي!" جي آسري تي عقد ثاني بابت جدوجهد جاري رکندو آيو. چوڌري محمد علي جي شرارتن جو سائين غلام محمد آرائين هميشه سخت جواب ڏيندو رهندو هو. چوڌري صاحب پروموشن کان پوءِ هن ڪاليج جو پرنسپال بہ ٿي رهيو. عجب خوش مزاج ماڻهو آهي. حال حيات اڄ فيملي ملتان، اڄ سانگهڙ ۾ رهيس ٿي. تنهنڪري هميشه ريل گاڏي ۾ ملتان ويندو رهندو آهي. جنهن لاءِ غلام محمد آرائين چوندو هو تہ "چوڌري بنا ٽڪيٽ جي سفر ڪندو آهي. ٽي – ٽي کي ايندو ڏسي سيٽ هيٺيان يا باٿ روم ۾ لڪي ويندو آهي"

## محترم غلام محمد آرائين

آرائين صاحب اصل ديهہ 22 جمڙائو جو رهاڪو. سندس وڏا سن 1890ع ڌاري جلنڌر مان، ٿرپارڪر جو ڪمشنر جيمس لڏائي هت وٺي آيو هيو. انگريز جو خيال هو تہ پنجابي لوڪ زراعت جا وڏيڪ محنت ڪندڙ ماڻهو ساڳئي وقت انگريز سرڪار جا وفادار بندا پڻ آهن. اهو ان ڪري جو انهيءَ دور ۾ هتي انگريز خلاف مکي ٻيلي ۾ حر گوريلا تحريڪ هلندڙ هئي. انگريز جمڙائو ڪئنال تعمير ڪري رهيو هيو. جنهن جي پيچ ڊگهڙي تائين پهچڻي هئي ۽ هيءُ سمورو علائقو انگريز جي ٽيڪسٽائيل انڊسٽري لاءِ "ڪاٽن بيلٽ" وانگر ڪپهہ جي پيداوار ڏيڻ وارو هو. ان ڪري انگريز سنجهوري کان وٺي جيمس آباد، ڊگهڙي تائين پنجابي لوڪ آڻي آباد ڪيا ۽ سن 1901ع ۾ جمڙائو واهہ وهي هليو.

غلام محمد آرائين سائنس گريجوئيٽ، ايم ايڊ پاس سنڌي خوانده بهترين استاد هو. اڪثر ڪري هيڊ ماسترن سان سندس ناهہ نہ رهندو هو. چاڪاڻ جو هو سچ سندن منهن تي وهائي ڪيندو هو. آرائين صاحب سان منهنجي دوستي آخر تائين قائم رهي. سندس ٽي فرزند جيڪي سنڌي ميڊيم سان پڙهيا، بہ ڊاڪٽر ٿيا ۽ ٽيون چوڪرو مال جو ڊاڪٽر بنيو. محترم آرائين صاحب دوستن جو دوست نهايت خوش مزاج انسان خاص ڪري مونسان تمام مهربان رهيو. خاص ڪري 1988ع ۾ منهنجي سخت بيماري ۽ ميجر آپريشن دوران، منهنجي همت ۽ حوصلو وڌائيندو رهيو. حق مغفرت ڪري عجب آزاد ماڻهو هو.

## محمد اقبال ملڪ

محمد اقبال ملڪ 1972ع ڌاري گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ ۾ مقرر ٿي آيو. ان وقت هي صاحب برطانيه مان رياضيءَ جي مضمون ۾ هڪ سال جي تربيت وٺي آيو. هاءِ اسڪول ۾ ٿورو وقت رهڻ کان پوءِ کيس بيورو آف ڪريڪيولم حيدرآباد ۾ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ طور گهرايو ويو. اُتان کان پوءِ اسان جي ٽريننگ ڪاليج جو پرنسپال ٿي آيو. اصل ۾ ملڪ صاحب چڪن* جو رهاڪو هو. سندس والد صاحب رٽائر فوجي هو ۽ کيس ان پاسي زمين مليل هئي. اقبال ملڪ صاحب انتهائي ايماندار ۽ سنو منتظم پرنسپال ٿي رهيو. ان سان گڏ هڪ مثالي استاد پڻ هو. ٽريننگ ڪاليج ۾ ڪجهه عرصو گذارڻ بعد کيس وري واپس بيورو آف ڪريڪيولم ۾ مقرر ڪيو ويو. مونکي يقين محمد لغاري جي انتقام کان پڻ بچائيندو رهيو. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ اسلام آباد ۾ وڃي مقيم ٿيو.

## يقين محمد لغاريءَ جو ڪارو ڪال

ٽريننگ ڪاليج سانگهڙ ۾ يقين محمد لغاري ميرپور خاص جي ڪنهن اسڪول مان بدلي ٿي آيو هو. هيءَ صاحب خانصاحب عزيز محمد بلوچ لغاري جو نياٽو هو. اصل ۾ اردو خوانده، ايم اي انگريزي، ايم ايڊ ۽ ايل ايل بي جا سرٽيفڪيٽ رکندڙ هو. ڪنهن به بحث يا ڪچهريءَ دوران سندس تکيه ڪلام اهو هوندو هو ته "توهان منهنجي ڳالهه نه ٿا سمجهو!" اصل ۾ هو صاحب سمجهڻ واري انداز ۾ ڳالهه ڪري ڪونه سگهندو هو. ڪلاس ۾ به سندس ڪارڪردگي اها هئي ته شاگردن کي آخر تائين پتو نه پوندو هو ته سائين اڄ ڪهڙي مضمون بابت ليڪچر پيو ڏئي.

منهنجا جيتوڻيڪ سانگهڙ وارن سندس عزيزن سان سٺا تعلقات هئا. خاص ڪري محترم محمد اسماعيل لغاري بلوچ ايڊوڪيٽ سان ادبي دوستي رهي. هي صاحب سرائيڪي ٻوليءَ جو صاحبِ طرز اديب هو. ان کان علاوه يقين محمد جي ڀين عزيزن سان پڻ منهنجي دعا سلام هئي. پر خبر نه آهي ته ڪهڙي سبب جي ڪري هو دل ئي دل ۾ مون کان تعصب رکندڙ هو.

پرنسپال جي چارج وٺڻ بعد هڪ مهيني جي اندر **محترم عبدالرشيد لغاري** جيڪو اسان جي پرئڪٽسنگ پرائمري اسڪول جو هيڊ ماستر، سنو اديب، شاعر ۽ بهترين منتظم استاد هو. ان خلاف سنگين الزام لڳائي ڊائريڪٽر ڏانهن موڪلي ڏنائين. رشيد لغاري صاحب جا سنڌ جي پرائمري استادن يعني پ_ٽ_الف وارن سان تمام گهاٽا تعلقات هئا. جيستائين ڪا انڪوائري ٿئي، ان کان اڳ رشيد صاحب ٽريننگ ڪاليج کان جيڪو بيورو آف ڪريڪيولم جي زير انتظام هو بدلي ڪرائي ضلعي جي پرائمري اسڪول ۾ ويو هليو. ڪجهه وقت کان پوءِ هن صاحب چا ڪيو جو مسٽر غلام محمد آرائين صاحب خلاف ڪوڙا الزام ۽ شڪايتون لکي سندس سانگهڙ مان بدلي ڪرائي، خيرپور ميرس وڃي پهچايو. ظاهري طور ڪنهن به اختلاف جو ڪو

* ضلعي سانگهڙ ۾ پنجابي آبادگارن جي ڳوٺن کي چڪ ڪوٺيو ويندو آهي

بنياد ئي ڪونہ هو. اصل ۾ يقين محمد جو سالو ڊاڪٽر بوئي خان ڪراچيءَ ۾ وڏي اٿي ويٺي وارو ماڻهو هو ان جي زور تي هن همراهہ هي سڀ حرڪتون پئي ڪيون. آئون جيئن تہ سنڌي خواه اردو زير تربيت شاگردن سان تمام سٺو سلوڪ رکندڙ هوس. سنڌي وارا نوجوان استاد جن کي شعر و شاعريءِ ادب سان دلچسپي هوندي هئي. انهن جي همت افزائي ڪندو هوس. ڪافي قدر شاگردن ۾ مون سنڌي ادب جي مطالعي جو شوق پيدا ڪرڻ سان گڏ ڪين لکڻ پڙهڻ سيکاريو. ان زماني ۾ غلام مصطفيٰ زرداري هتي زير تربيت شاگرد هو. اهو مونکي سندس شاعري ڏيکاريندو ۽ داد وٺندو هو. اهو همراهہ پوءِ سي ايس ايس ڪرڻ بعد اسلام آباد ۾ وڏو ڪامورو ٿي رهيو. پر جڏهين بہ سانگهڙ ايندو هو تہ مونسان ضرور ملندو هو. حالانڪ منهنجا ٻيا بہ ڪيترائي شاگرد وڏن عهدن تي پهتا پر نہ مون وٽ اچي مونسان مليا ۽ نہ ڪو مون ساڻن رابطو رکيو.

بهرحال يقين محمد جي عتاب سهڻ جو هاڻ منهنجو وارو آيو. منهنجي خلاف هڪ وڏي رپورٽ سيڪريٽري ايجوڪيشن کي لکيائين تہ "هيءُ ماڻهو ڪميونسٽ ۽ جيئي سنڌ سان واسطو رکندڙ آهي. هتي ڪاليج ۾ ويهي نوجوانن کي گمراهہ ڪري رهيو آهي." پوءِ الله ڏئي پناهہ اها رپورٽ ان وقت جي ڊائريڪٽر بيورو آف ڪريڪيولم وٽ پهتي. جيڪو دادو ضلعي جو انتهائي سخت گير مزاج رکندڙ انسان هو. سندس رويو اهڙوئي هوندو هو. جهڙو اڄ ڪلهہ فضل الله پيچوهو جو استادن سان سندس سيڪريٽري شپ جي دوران اسان ڏٺو. بقا محمد قريشي مون خلاف هڪ دفعو نہ پر بہ دفعا طويل انڪوائريون ڪرايون. ڳالهہ ۾ تہ ڪجهہ بہ ڪونہ هو پر تنهن هوندي بہ مونکي سانگهڙ مان بدلي ڪري حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج موڪليو ويو. ياد رهي تہ ٽريننگ ڪاليج جي بربادي جو بنياد يقين محمد لغاري نهايت مهارت سان رکي چڪو هو. ان زماني ۾ پٽيوالا. چوڪيدار، مالهي وغيره پرنسپال مقرر ڪري پئي سگهيو. يقين محمد ڇا ڪيو جو هڪ شيدي ذات جي ڪرمنل ۽ بدنام شخص کي چوڪيدار پئي مقرر ڪيو. مون چوڌري محمد علي کي چيو تہ، لغاري صاحب کي سمجهايو تہ اهو ماڻهو ڪاليج کي تباهہ و برباد ڪري ڇڏيندو! چوڌري محمد علي بہ ڪرمنل ماڻهو کي چڱي طرح سڃاڻندو هو. پر پاڻ خود لغاري صاحب کي چوڻ بجاءِ اسان جي مولوي محمد الياس پنهنور کي موڪليائين. جنهن وڃي يقين صاحب کي چيو تہ اهو ماڻهو عادي ڪرمنل ۽ منشيات جو عادي آهي. ان کي چوڪيدار ڪري نہ رکو. بهرحال يقين محمد ان بدنام زمانا ماڻهوءَ کي چوڪيدار مقرر ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ هن ٽريننگ ڪاليج جو زوال شروع ٿي ويو. اسڪولن مان پکا ۽ ضروري شيون غائب ٿيڻ لڳيون. رات جو ڪاليج ڪئمپس ۾ غنڊن جو راڄ قائم هوندو هو. مجال آهي جو ڪو شريف ماڻهو ڪمري مان ٻاهر نڪرڻ جي جرئت ڪري! اهڙي طرح هي تمام سهڻي ڪاليج ڪئمپس ويران ٿيندي ويئي. سٺا استاد بدليون ڪرائي هليا ويا. ڪاليج ڪئمپس جي چارديواريءَ کي ٽوڙي، پر واري ڪالونين جي ماڻهن جي اچ وڃ جا رستا جوڙي ڇڏيا. وڻ، گل، پارڪ سڀڪجهہ برباد ٿي ويو.

گذريل سال (2017ع) ڊاڪٽر محمد لائق زرداري مونکي فون ڪيو تہ سپاٽي آئون ٽريننگ ڪاليج سانگهڙ ڏسڻ ايندس، توهان بہ اچجو. ياد رهي تہ ڊاڪٽر لائق زرداري شروع ۾ هن ٽريننگ

ڪاليج ۾ جونيئر استاد ٿي آيو هو ۽ پنهنجيون سارو ٽيون ونڊڻ لاءِ ڪاليج ڏسڻ پيو چاهي. مون کيس چيو ته ”يار! اڄ ته هن ڪاليج جي بربادي تي گڏجي ماتم ڪنداسين!“ بهرحال ٻئي ڏينهن زرداري صاحب ڪاليج پهچي ويو ۽ آئون به وڃي حاضر ٿيس. ڪاليج جي ويراني تي مرثيا پڙهياسين. ان وقت هن ڪاليج جو پرنسپال نواب شاهه سان تعلق رکندڙ پرجوش حوصله مند نوجوان پٽي صاحب مليو. جنهن ٻڌايو ته مون هن ڪاليج مان غنڊن جي ٽولي کي پڇائي ڪڍيو آهي ۽ ڪاليج جي چارديواري جي پڻ تعمير شروع ٿيڻ واري آهي. هن صاحب تازو تازو ڪاليج جي ڪئمپس ۾ ڪونو ڪارپس جا چڱا موچارا وڻ لڳايا آهن. بهرحال هن نوجوان جي همتن کي شاباس آهي.

## بيورو آف ڪريڪيولم- آپا شمس عباسيءَ جو دور

ضياءَ الحق جي دور ۾ سنڌ جي نصاب سازي واري اداري کي غير معمولي اهميت ڏني ويئي. سنڌ جون سڀ ٽريننگ ڪاليجون تعليم کاتي بدران، بيورو آف ڪريڪيولم جي ڪنٽرول ۾ اٽيچ ڊپارٽمينٽ قرار ڏيئي، ان جي حوالي ڪيون ويون. انسپيڪٽر آف ٽريننگ انسٽيٽيوشنس جو عهدو برقرار رکيو ويو. انهيءَ زماني ۾ آپا شمس عباسي بيورو جي ڊائريڪٽر جي حيثيت ۾ اچي انتظام سنڀاليو. آپا شمس عباسي حيدرآباد جي قاضي خاندان مان هئي. سندس رهائي رسائي اسلام آباد تائين هوندي هئي. آپا جي اچڻ بعد هن کاتي مان بيورو ڪريسي وارا طريقا بلڪل ختم ٿي چڪا. چاڪاڻ ته آپا جو چوڻ هيو ته ”No bossing in bureau“ يعني بيورو ۾ افسرشاهي بلڪل ختم. آپا ساڳي وقت سيني ڪاليجن جي پرنسپالن ۽ بيورو ۾ ڪم ڪندڙ ماهرِ مضمون آفيسرن کي اهو ٻڌائي ڇڏيو ته اوهان جو رويو ٽريننگ ڪاليجن جي استادن سان تعليمي ۽ دوستانه رهندو. نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ جي سيني تربيتي ادارن ۾ هڪ مثبت تبديلي اچي وئي. ان زماني ۾ عالمي بئنڪ ۽ آمريڪا سرڪار پڻ پاڪستان تي تمام گهڻي مهربان هئي. نصاب جي سڌاري ۽ استادن جي تربيت لاءِ تمام گهڻا پروجيڪٽ جاري ٿيا. ان ڪم ۾ آپا شمس عباسيءَ جو وڏو ڪردار رهيو. هيءَ مائي سندس انتظام هيٺ ڪم ڪندڙ سموري عملي جي خبر چار رکندي هئي. مجال آهي جو ڪو ڪلارڪ يا اڪائونٽنٽ ڪا اڙي ڪري.

آپا صاحبه جي ڪوشش هوندي هئي ته تربيتي ادارن ۾ پاڙهيندڙ استادن جو علمي استعداد بلند ڪيو وڃي. ان لاءِ مختلف مضمونن بابت سيمينارن جو هڪ سلسلو جاري ٿيو. جنهن ۾ ولايت مان آيل ماهر اچي تربيت ڏيندا هئا. ان زماني ۾ منعقد ٿيندڙ سيمينار نه رڳو تعليمي، تدريسي سرگرمين جي ڪري دلچسپ هئا پر انهن ۾ شرڪت ڪندڙ خواتين و حضرات پڻ ديڪا ديکي ديدارخواهه پوشاڪ ۾ سهڻا لڳندا هئا. آپا جي ڪوشش هئي ته هنن ڪاليجن ۾ پاڙهيندڙ HST جا عهدا وڌائي کين سترهين گريڊ ۾ ليڪچرر جو عهدو ڏنو وڃي ۽ ٽريننگ اسڪولن جو درجو وڌائي ”اليمينٽري ڪاليج آف ايجوڪيشن“ قرار ڏنو وڃي. اهي ترقياتي ڪم آپا صاحبه

جي دور ۾ ٿي گذريا. آپا صاحبہ جي اهڙين ڪوشش سبب استادن جي تربيت جو معيار بلند ٿيو. نہ صرف ايترو پر تربيتي ادارن ۾ ڪم ڪندڙ استادن کي ٻاهرين ملڪن برطانيہ، آمريڪا خواهہ آسٽريليا ۾ مطالعاتي پروگرامن ۾ شريڪ ٿيڻ جا موقعا پڻ فراهم ڪيا ويا. آئون يقين سان چوان ٿو تہ سنڌ جي ٽيچر ايجوڪيشن جو آپا جي سربراهي وارو دور سونهري دور ٿي گذريو آهي. آپا شمس عباسي جڏهين رٽائر ٿي سموري سنڌ جي ٽريننگ ڪاليجن آپا جي مان ۾ انڊس هوٽل حيدرآباد ۾ شاندار الوداعي پارٽي ڏني. آپا صاحبہ کي سندس خدمتن جي مڃتا ۾ هڪ سونو هار بہ پيٽا طور ڏنو.

## محمد شريف طالب جو سانگھڙ ڪاليج ۾ اچڻ

هي 1977ع ڌاري جي ڳالهہ آهي تہ ميرپور بٺوري ٽريننگ ڪاليج مان شريف طالب بدلي ٿي سانگھڙ ڪاليج جوائن ڪئي. محمد شريف طالب ضلعي سانگھڙ جي اوائلي پنجابي جٽ آڪهہ سان واسطو رکندڙ هو. جن کي انگريز جمڙائو ڪئنال تي زمينون ڏنيون. شريف طالب جي آبائي ٻني دلور موري وٽ واقع هئي. سندن ننيڙو ڳوٺ پڻ آباد هو.

شريف دراز قد، ديدار خواهہ پوشاڪ ۾ پرڪشش، ڪيس شاعريءَ جو شوق پڻ هيو. سنڌي خواندهہ هجڻ ڪري سٺي شاعري لکندو هو. عاشق مزاج بندو، سندس شخصيت، قد ڪاٺ ڏسي مخالف جنس بہ ڪانئس متاثر لڳندي هئي. شريف طالب کي فوٽو گرافي جو تمام گھڻو شوق هو. هو هميشه هڪ معياري ڪئميرا تيار رکندو هو. سنڌ ۾ قلندر شهباز جي ميلي کان وٺي پٿائي جي ميلي ۾ ٿيندڙ ثقافتي تقريبن جي فوٽو گرافي ڪندو هو. منهنجي هڪ اندازي ۾ وٽس انهن تاريخي پروگرامن جي فوٽو گرافيءَ جو وڏو خزانو موجود هو. طالب صاحب ساڳئي وقت موسيقي سان بہ لڳاءَ رکندو هو. ميرپور بٺوري جي ڪاليج ۾ خاصخيلي ڳائڻ سان سندس گھاٽي ياري دوستي هئي. طالب صاحب جي، استاد محمد جمن سان بہ گهري دوستي هئي. استاد محمد جمن خود بہ ياري دوستي وارو فنڪار ۽ ڪچهرين جو ڪوڏيو هو. شريف طالب سان گڏ منهنجيون بہ ساڻس ڪچهريون ٿيون. شريف طالب جا محترمہ عابده پروين سان بہ تمام سٺا تعلقات هئا. اها مائي صاحبہ شريف طالب وٽ ٽنڊي آدم ۾ سندس مهمان بہ ٿي ايندي هئي. شريف طالب ٽريننگ ڪاليجن جي زوال واري دور ۾ سانگھڙ جي ڪاليج جو پرنسپال ٿيو. انهيءَ زماني ۾ سندس صحت خراب رهڻ لڳي. مون سندس دور ۾ نوڪريءَ مان رٽائرمينٽ ورتي. بهرحال طالب صاحب تمام پيارو دوست هو. هميشه ياد رهندو.

# بقا محمد قريشي جو دور

آپا شمس عباسي صاحبہ کان پوءِ مختصر عرصي لاءِ ڪجھہ پلا ماڻهوءِ ماهر تعليم بيورو جا ڊائريڪٽر رهيا. ڪوڪر صاحب تمام ذهين ماهر تعليم هو. جيڪو هڪ ڪار حادثي ۾ گذاري ويو. ان کان پوءِ بقا محمد قريشي، جيڪو دادو ضلعي سان تعلق رکندڙ هڪ مخصوص منفي سوچ رکندڙ نهايت سخت گير انسان اچي بيورو تي قابض ٿيو. هن صاحب جي اچڻ جي ٿوري عرصي بعد بيورو ۾ ڪم ڪندڙ ڪلارڪن، اڪائونٽنٽ ۽ ڪجھہ ماهر مضمون صاحبان جو مزاج انتهائي غير دوستانہ بنجي ويو. آپا شمس عباسي جن ڪلارڪ گريڊ جي ماڻهن کي ترقيون ڏياري وڏن عهدن تي پهچايو. انهن جو رويو انتهائي مغرور ڪامورا شاهي وارو بنجي ويو.

باقي رهيو آءُ تي آءُ محمد سليمان خاصخيلي صاحب، هيءُ جينٽلمين نهايت مهربان ۽ راجائتو انسان هو. ان جي خلاف بہ اندرون اندر ڪا سازش ٿيڻ لڳي. منهنجي مٿان يقين محمد لغاري جيڪا ڪميونسٽ ۽ جيئي سنڌ هجڻ جي رپورٽ سيڪريٽري ايجوڪيشن کي موڪلي، ضياءُ الحق جو مارشلائي دور هو. اها درخواست جڏهين بقا محمد قريشيءَ وٽ پهتي، مون کي خبر پيئي تہ آئون ساڻس وڃي مليس. ڪيس عرض ڪيم تہ مسٽر يقين محمد عادتي شڪايتون ڪندڙ ماڻهو آهي. هن مون مٿان ڪوڙا ليڪن سنگين الزام لڳايا آهن. توهان مهرباني ڪري ان کي ايتري اهميت نہ ڏيو. مگر بقا محمد نهايت ڪاوڙ ۾ چيو تہ تنهنجي مٿان انتهائي سخت الزام لڳل آهن. اسان انڪوائري ڪميٽي مقرر ڪئي آهي. اها اچي سانگھڙ ۾ انڪوائري ڪندي. بهرحال حيدرآباد مان انڪوائري ڪرڻ لاءِ محمد سليمان خاصخيلي صاحب، ٻيو سنڌي ٻولي جو ماهرِ مضمون جيڪو مٽياري سان تعلق رکندڙ هو ۽ ٽيون ميمبر ياد نہ ٿو پوي تہ ڪير صاحب هو. اهي سانگھڙ ۾ اچي وارد ٿيا. مونکي ڪمري ۾ اڪيلو ويهاري، شڪايت واري رپورٽ ڏيئي چيائون تہ ڏهن منٽن اندر ان جو جواب لکي ڏي! مون ڪائنن ان جي ڪاپي طلب ڪئي. پر جواب ڏئي ڇڏيائون. بهرحال مون ان ڪوڙي رپورٽ بابت ثابتين سان لکي ڏنو تہ اها ذاتي دشمني تي مبني آهي. توهان پلي ڪاليج اسٽاف جي استادن کان پڇا ڪري ڏسو! پوءَ هنن همراهن ڪاليج اسٽاف جي سڀني استادن کان اڪيلائي ۾ پڇا ڪئي. مونکي اها پڪ هئي تہ دوست مون تي لڳايل الزامن کي ڪوڙو قرار ڏيندا، ٿيو بہ ائين. آئون بهرحال انهيءَ دوران ٻڏتر ۾ رهيس تہ آخر ڪهڙو نتيجو ٿو نڪري. آخرڪار هڪ مهيني کان پوءِ مونکي چيو ويو تہ هاڻي هڪ ٻي انڪوائري ڪميٽي جوڙي وئي آهي. جنهن جو سربراهہ سکر جي ٽريننگ ڪاليج جو پرنسپال ميراڻي صاحب پنهنجي ٽيم سان اچي انڪوائري فرمائيندو. ميراڻي صاحب بنا رک رڪاءَ جي مونکي ٻڌايو تہ مون ڊائريڪٽر صاحب کي لکي ڏنو آهي تہ يقين محمد نهايت غلط الزام لڳايا آهن. ان کان سبب پڇيو وڃي. پر چا ٿيو جو مونکي سانگھڙ مان حيدرآباد ٽرانسفر ڪيو ويو. جنتي بہ ٽي مهينا ڪم ڪرڻ بعد خود بخود مونکي سانگھڙ موڪليو ويو. ياد رهي بقا محمد قريشيءَ بيورو ۾

ڪم ڪندڙ اڪثر ماڻھن ۾ بيوروڪريسي جو ڪلچر واپس رائج ڪري ڇڏيو. ڪجھ ماھرِ مضمون صاحبن کي ڇڏي، ٻيا سڀ ھمراھ انتھائي مغرور صاحب بڻجي ويا.

بقا محمد قريشي تربيتي نصابي پروگرام اندر "سيمسٽر سسٽم" رائج ڪيو. جنھن تہ ھيڪاري تربيت، تعليم ۽ تدريس جو بيڙو غرق ڪري ڇڏيو. ڇاڪاڻ تہ ڪاليجن جا استاد انھيءَ سسٽم بابت ڪا ڄاڻ ڪونہ رکندا ھئا. ھن سسٽم ۾ رڳو اسائنمنٽ جي ڀرمار ھئي. شاگرد ڇا ڪندا ھئا، جو لڳ ڀڳ ساڳين موضوعن تي ھڪ ٻئي کان اسائنمنٽون لکائي پيش ڪندا ھئا. ان ڪري استادن مٿان تمام گھڻو ورڪ لوڊ وڌي ويو. جو ڪو بہ ڪم ڍنگ سان ڪونہ پيو ٿئي.

بقا جي دور ۾ سنڌ اندر ۾ پرائيويٽ ٽريننگ ڪاليجن جو وڏو ڪاروبار کلي پيو. مٿان وري مزيدار ڳالھ اھا تہ انھن مڙني پرائيويٽ نقلي ڪاليجن جي شاگردن جو امتحان بيورو آف ڪريڪيولم جو رجسٽرار وٺڻ لڳو. اھڙي طرح ھزارين ماڻھو نقلي طور پي ٽي سي ۽ سي ٽي جا ڪوڙا سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري تعليم جي ڊاراھ ۾ شامل ٿي ويا. انھن سان گڏ علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي بہ فاصلاتي تعليم جي نالي ڪوس ڪرايا، جيڪي پڻ نقل جو شڪار ٿيا.

بھرحال محمد بقا قريشيءَ جو دور ٽيچر ايجوڪيشن سنڌ جو انتھائي زوال وارو دور بڻجي ويو. ھن صاحب جو ذاتي مزاج بلڪل اڄ ڪلھ جي سيڪريٽري ايجوڪيشن مسٽر پيچوھو صاحب جھڙو ھيو. الله معاف ڪريس، مونکي آخر تائين زيرعتاب رکندو آيو. ان زماني ۾ آئون سخت بيماري جي ڪري ڇھ مھينا موڪل وٺي ڪراچي جي پرائيويٽ اسپتال ۾ آپريشن ڪرائي ڪيتروئي وقت بيماري جي بستري تي پيو ھوس. ھو صاحب منھنجي موڪل واري معاوضي جا ڪاغذ روڪي رکي ويٺو. نيٺ آئون سندن ذات واري ھڪ وڪيل وٽ دانھن ڪٺي ويس. ان پنھنجو فرزند مونسان گڏ محمد بقا قريشي ڏانھن موڪلي ڏنو. جنھن ڪيس چيو تہ ھي استاد توھان تي ڪيس داخل ڪرڻ لاءِ اسان وٽ آيو آھي. اوھان آخر جائز ڪم ڇو نہ ٿا ڪريو! ان بعد ھن منھنجا ڪاغذ وڃي اي۔ جي سنڌ ڏي روانا ڪيا! خدا رحم ڪريس، عجب ظالم مزاج ماڻھو ھو.

## عالمي بئنڪ طرفان پاڪستان پرائمري ايجوڪيشن پروجيڪٽ جو پروگرام

ھيءَ غالبن آڪٽوبر – نومبر 1979ع جي ڳالھ آھي، عالمي بئنڪ طرفان بنيادي تعليم جي سڌاري بابت تمام وڏي رقم سان پاڪستان ۾ انھيءَ پروجيڪٽ جي شروعات ڪئي ويئي. ھن پروگرام تحت پاڪستان جي ماھرين تعليم کي ٻاھرين ملڪن ۾ مطالعاتي خواھ تربيتي پروگرامن لاءِ موڪلڻ جو بندوبست ڪرٺو ھو. اھي ماھرِ تعليم اھڙا ماڻھو ھئا. جن جو واسطو پرائمري تعليم جي نصاب ۽ خاص ڪري استادن جي تربيت سان ھيو. پاڪستان مان ھڪ ھڪ درجن ماھرن جا ٻہ گروپ ٺاھيا ويا. جن کي ڀھريائين پاڪستان ۾ عالمي بئنڪ طرفان مقرر ڪيل ماھرِ تعليم کي اسلام آباد، لاھور ۽ ڪراچيءَ ۾ اچي تعارفي تربيت ڏيڻ جو ڪم سونپيو ويو.

قسمت سانگي ڇا ٿيو جو انهن ماهرِ تعليم جي هڪ گروپ ۾ منهنجو نالو بيورو آف ڪريڪيولم طرفان Alternate candidate جي حيثيت ۾ تجويز ڪيو ويو. هن پروگرام جو اصل اميدوار سيد شيرشاهه جيڪو منهنجو پراڻو واقفڪار دوست هيو. سندس نالو Principal candidate جي حيثيت ۾ تجويز ڪيل هو. هن پروگرام ۾ اصل ڳالهه اها هئي ته Alternate candidate کي به انهن سڀني پروگرامن ۾ شرڪت ڪرڻي هئي. جيڪي هن پروجيڪٽ پروگرام جو حصو هئا. مطلب منهنجو نالو ”پَخَ“ طور شامل ڪيو ويو. ان لاءِ سمورا مڪمل ڊاڪيومينٽ ورتا ويا ويندي پاسپورٽ تائين.

بهرحال انهيءَ پروگرام تحت اسلام آباد، لاهور، ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ تعارفي تربيتي پروگرامن ۾ سائين شيرشاهه سان گڏ آئون به ”پَخَ“ طور شريڪ رهيس. مونکي اها سئو سيڪڙو پڪ هئي ته اصل اميدوار سائين شيرشاهه آهي، جنهن کي ٻاهر موڪليو ويندو. سنڌ مان انهيءَ پروگرام لاءِ اسان جي سابق پرنسپال محترم اقبال ملڪ ۽ اسان جي پياري دوست محمد صالح گوپانگ جو نالو به شامل هو. ان زماني ۾ تعليم کاتي جو ايڊيشنل سيڪريٽري محترم مراد علي خان نظاماڻي صاحب هوندو هو. ياد رهي ته مراد علي خان نظاماڻي صاحب، اسان جي تر جو رهاڪو هو ۽ ڪنهن زماني ۾ جڏهين آئون پرائمري استاد هوس، تڏهين اسان جو سپروائيزر به رهي چڪو هو. ان زماني ۾ هن صاحب مونکي چيو ته ”الهورايا! تون جيئن ته پرائمري ٽيچر رهي چڪو آهين. هن پروگرام لاءِ سڀ انگريزي ڄاڻندڙ ماڻهو چونڊيا ويندا“ مون کيس چيو ته ”سائين! اصل اميدوار ته سيد شير شاهه صاحب آهي، باقي منهنجي انگريزي ڄاڻي آئون ڄاڻان!“ ڊسمبر 1979ع جي آخري هفتي ۾ برٽش ڪائونسل جا ماهر تعليم حيدرآباد ۾ آيا، اسان سنڌ وارن سان به ڏينهن پروگرام ڪيائون. جنهن ۾ تعليم جي مختلف موضوعات تي ڪجهه سوال جواب ڪجهه ڳالهه ٻولهه ٿي. هنن دراصل اسان واري انگريزي ٻوليءَ جي صلاحيت کي پئي ڏٺو.

بهرحال قسمت جي ڪرڻي اها ٿي جو. 12 جنوري 1980ع ۾ مونکي برٽش ڪائونسل طرفان بيورو آف ڪريڪيولم معرفت اطلاع ڏنو ويو ته آئون ٻاهرين ملڪ وڃڻ لاءِ تيار رهان! منهنجي حيرت جي حد نه رهي ته آخر هي ڇا ٿيو؟ بهرحال انهيءَ دوران اسان کي Gratus Pasport ملي ويا. ڪراچيءَ کان ڪوالالمپور ملائيشيا جي هوائي ٽڪيٽ، ويزا وغيره سڀ ملي ويا. اسان واري گروپ ۾ سنڌ مان محترم عبدالحميد بلوچ، ڪراچيءَ وارو دوست مسٽر سميع الله ۽ آئون شامل هئاسين. مونکي هن ڳالهه تي تمام گهڻو تعجب هيو ته آخر شير شاهه صاحب جو مڪ نالو ڇو ڪاٽيو ويو. حالانڪ شير شاهه نهايت هلندي پڄندي وارو استاد هو. خاص ڪري بيورو ۾ سندس تمام گهڻي رهائي پڻ هئي. خبر ناهي ڇا ٿيو!

بهرحال 12 جنوري 1980ع تي اسان جي گروپ جا ٻارنهن ميمبر اچي موجود ٿيا. برٽش ڪائونسل جو نمائندو اسان کي ايئرپورٽ تي الوداع ڪرڻ آيو ۽ اسان جي جهاز ڪراچيءَ کان اڏام پري. ان ڏينهن مون وٽ ايئرپورٽ ٽيڪس جا به ڏوڪڙ ڪونه هئا. جيڪي شايد عبدالحميد کان اڌارا ورتم. بهرحال جهڙي تهڙي حال ۾ وڃي ڪوالالمپور جي هوائي اڏي تي پهتاسين! جهاز

مان لهڻ کان پوءِ خبر پئي ته هتي ته سخت آڙنگ واري گرمي آهي. جسم تي پاتل سويٽر لاهي ڦٽي ڪياسون. اتي اسان جو استقبال برٽش ڪائونسل ڪوالالمپور جي نمائندي ڪيو. ڇاڪاڻ جو هن اسٽڊي پروگرام جو نيڪو عالمي بئنڪ طرفان برٽش ڪائونسل کي ڏنل هو. ملائيشيا جي پندرهن روزه اسٽڊي پروگرام بابت مون پنهنجي سفرنامي ”رنگارنگ ملائيشيا“ ۾ مڪمل تفصيل لکيو آهي. اهو ڪتاب سن 1983ع ۾ مرحوم آفتاب نظاماڻي صاحب جي ڪوشش سان شايع ٿيل آهي.

## ملائيشيا ۾ 15 ڏينهن ترسڻ

جيئن ته ملائيشيا ۾ اسان جي پروگرام جا 15 ڏينهن تمام گهڻي مصروفيت ۾ گذريا. ملائيشيا وارو برٽش ڪائونسل وارو همراهه ڪافي دلچسپ ۽ تعاون ڪندڙ انگريز هو. انهن پندرهن ڏينهن جي مطالعي ۽ مشاهدي مان معلوم ٿيو ته هيءُ ملڪ جيڪو 1948ع ۾ انگريز کان آزاد ٿيو. هن قوم تعليم جي اهميت کي اوليت ڏيندي، پنهنجا پرائمري ۽ سيڪينڊري اسڪول اعليٰ معيار تي پهچائي ڇڏيا آهن. هنن اسڪولن ۾ قومي سطح جي ٽيچرس ڪميشن جوڙي، اعليٰ صلاحيتين وارا استاد ڀرتي ڪري انهن کي تمام سٺي تربيت ڏئي، سٺين پگهارن ۽ سهولتن سان اسڪولن ۾ مقرر ڪيو آهي. اتي جي تعليمي ماهرن جو چوڻ هو ته هاڻي اسين هائر سيڪينڊري ۽ يونيورسٽين جي تعليم جو بندوبست ڪري رهيا آهيون. پوءِ واقعي اهو به ثابت ڪري ڏيکاريائون. هن وقت ملائيشيا جي يونيورسٽين جو معيار دنيا ۾ تسليم ڪيو وڃي ٿو. بهرحال هيءُ ملڪ ذاتي طور مونکي ڏاڍو پسند آيو. 26 جنوري تي اهو فيصلو ٿيو ته هاڻي وايا سينگاپور آسٽريليا وڃڻو آهي.

## جيون ۾ ايڪ بار جانا سينگاپور!

27 جنوري صبح جو ڪولالمپور مان فلائيٽ رستي ٿوري دير ۾ وڃي سنگاپور پهتاسين. جيئن ته شام جو سينگاپور مان اسان کي آسٽريليا اڏام ڪرڻي هئي، تنهنڪري سموري گروپ پنهنجو هڪ روز سينگاپور جي سير ۽ خريداريءَ ۾ گذاريو.

مونکي سينگاپور مان هڪ ننڍڙو ٽيپ رڪارڊر وٺڻو هو. ڇاڪاڻ ته آسٽريليا ۾ سنڌي موسيقي جو بندوبست ڪري وڃڻو هو. آئون ڳوٺان استاد منظور علي خان، عابده پروين ۽ ڪجهه ٻين فنڪارن جون ڪئسٽون ساڻ کڻي ويو هوس. ٽيپ رڪارڊر هٿ ڪري، هندستاني ٽائيپ جي بازار شايد سرنگون روڊ تي پئي گهمياسين ته هڪ دوڪان مان جڳجيت ۽ چترا جو غزل ٻڌڻ ۾ آيو. ڳولي وڃي ڪئسٽ خريد ڪيم. بهرحال سنگاپور ايترو اوپري يا اجنبي ڪونه لڳي. هتي هندستاني، سک، پاڪستاني پنجابي جتي ڪٿي نظر آيا. شام ستين وڳي اسان جي سڀني ڏانهن

اڏام هئي. آسٽريليا جي ڪئنگرو چاپ ايئر لائين وسيلي شام جو ايئرپورٽ پهچي سج لٿي مهل سامان چيڪ ڪرائي، بورڊنگ ڪارڊ وٺي ائين وڳي ڏاري جهاز ۾ روانا ٿياسون. مونکي اٽڪل پنجن ڪلاڪن جي ڊگهي فلائيٽ ۾ ننڊ ڪونه آئي. انهن 5 ڪلاڪن ۾ اوپر ڏانهن سفر ڪندي رات وهامي چڪي ۽ صبح جي وقت اچي سڊني ايئرپورٽ تي پهتاسون. اتي برٽش ڪائونسل جو نمائندو آجيان لاءِ موجود هو. جنهن ايئرپورٽ تي اسان لاءِ ڪجهه ساهي پٽڻ ۽ ناشتو ڪرڻ لاءِ هڪ ڪمرو بڪ ڪرايو. اتي وڃي سامان رکيوسون، هٿ منهن ڌوئي ناشتي جو انتظار پئي ڪيوسين ته اوچتو هڪ "ٽال اينڊ بلانڊ" آسٽريلين عورت تمام مختصر لباس سان هڪ ڪارو ڪتو ڪاهي اچي اسان جي گروپ کي "هيلو" ڪيو. وڏي زبردست سرپرائيز ڏنائين! جو اسان جي وفد ۾ شريڪ ملتان مان آيل محترمه دانهن ڪري چيو ته "اس کي ڪپڙي ڪڌرهين!" پوءِ خبر پئي ته ان مذڪور ڪارو ڪتو شايد اسان جو سامان سونگهڻ لاءِ آندو هو. بهرحال گوري نسل جي سيميٽالاجي واهه جا وٽي!

هاڻي اسان کي ساڳئي وقت سڊني ايئرپورٽ تان، آسٽريليا جي گاديءَ واري شهر ڪئنبرا لاءِ فلائيٽ پڪڙي، سامان سڙو ڪٽي برٽش ڪائونسل جي همراهه جي اڳواڻيءَ ۾ ڪئنبرا لاءِ جهاز ۾ سوار ٿياسون. ڪلاڪ کن جي اڏام هئي، هوائي جهاز به ننڍو هو. ڪئنبرا جي هوائي اڏي تي اسان جي استقبال لاءِ ڊاڪٽر وينزٽي صاحب موجود هو. ياد رهي ته ڊاڪٽر وينزٽي اسان جي هن سفر کان ٽي مهينا اڳ اسلام آباد ۽ ڪراچيءَ ۾ اسان جي رهبري لاءِ آيل هو. هن صاحب اسان جو ساز و سامان هڪ وين ۾ رکي، اسان کي وڃي هڪ هوٽل حوالي ڪيو.

هن هوٽل جو عجيب نالو هو "گيري ڪامن ويلٿ هوٽل" پنج سئو ڪمرن تي مشتمل هي تمام وڏو عوامي هوٽل ٿي لڳو. اسان کي هوٽل جي هڪ منزل تي لاڳيتا ٻارهن ڪمرا ڏنا ويا. ڊاڪٽر وينٽزٽي ٻڌايو ته "سياڻي آسٽريليا جو قومي ڏينهن آهي. جنهن ڪري موڪل هوندي. سموري گاديءَ واري شهر مان مفت بس سروس هلندي ۽ خاص ميلي واري هنڌ پهچائيندي!" ٻئي ڏينهن استاد وينٽزي جي سربراهي ۾ وڃي ميليءَ ۾ پهتاسون، جتي راڳ رنگ، ناچ گاني ۽ ٻين ڪيترين ئي سرگرمين جو مشاهدو ڪيوسون. ميلي واري هنڌ Captin Cook جو يادگار پڻ ٺهيل هو برلي ڍنڍ جي ڪناري تي. ياد رهي ته اهو برطانوي رولاڪ جهازي هو جنهن آسٽريليا جو ڪنڊ ڳولي اتي برطانيه جو جهنڊو اچي کوڙيو هو. مون جهڙي ٻهراڙيءَ سان واسطو رکندڙ ماڻهوءَ جو مغربي مڏمون ڏسي وات گودو ٿي پيو. ڇا ته انساني حسن جو نماءُ هيو.

## ڪئنبرا ڪاليج آف ايڊوانس ايجوڪيشن جو شاگرد بنجڻ

ٻئي ڏينهن ڊاڪٽر وينٽزٽي جي سربراهيءَ ۾ وڃي ڪئنبرا ڪاليج جي "اسڪول آف ايجوڪيشن" جي شعبي ۾ پهتاسون. هتي اسان پاڪستانين جي لاءِ هڪ عليحده ڪلاس – سيمينار جو بندوبست ڪيل هو. ياد رهي ته هيءُ نالي ۾ ته ڪاليج هئي پر آسٽريليا جي جديد

تعليمي بندوبست جي اعليٰ معيار جي ڪاليج، جنهن ۾ سائنس، آرٽ، فلمنگ ۽ ٻيا ڪيترائي شعبا شامل هئا. انهيءَ ڏينهن ڊاڪٽر وينٽزٽي ڪاليج جي شعبن جو سير ڪرايو. ڪاليج جي تمام وسيع سينٽرل لائبريري گهمايائين. گڏوگڏ ان لائبريري جي ميمبرشپ وٺي ڏنائين. ساڳئي وقت هن اسان کي ڪاليج جي شاگردن هجڻ جا ڪارڊ پڻ حوالي ڪيا. ٻئي ڏينهن اسان کي"اسڪول آف ايجوڪيشن" جي پرنسپال ڪرنل رچرڊسن جي چانهه پارٽي ۾ شريڪ ٿي تعارف ڪرائڻو هيو.

## ڪرنل رچرڊسن سان دلچسپ ملاقات

ٻئي ڏينهن اسڪول آف ايجوڪيشن جي پرنسپال ڪرنل صاحب جي آفيس ۾ وڃي پهتاسين. ڪرنل صاحب اسان لاءِ نهايت پرتڪلف چانهه بسڪوٽن جو اهتمام ڪيو هو. پهريائين پرنسپال صاحب ڪرنل رچرڊسن پنهنجو تعارف ڪرايو. هن صاحب ٻڌايو ته هو ڪئپٽن جي حيثيت ۾ برٽش-انڊين آرمي ۾ شامل ٿيو. هاڻي اسان جي تعارف جو وارو آيو. پشاور واري همراهه تعارف ڪرايو ته ڪرنل صاحب چيو ته آئون پشاور ۾ سروس ڪري چڪو آهيان. مون ڪيس سانگهڙ بجاءِ حيدرآباد جو ٻڌايو. چيائين ته حيدرآباد ۾ رهي چڪو آهيان. ڏاڍو گرم علائقو آهي. مطلب ته ستر سالن جي عمر وارو پوڙهو پرنسپال سموري برصغير ۾ رهي چڪو هو. اهو به ٻڌايائين ته پاڻ قائداعظم محمد علي جناح صاحب سان به ملي چڪو هو. هيءُ بزرگ تاريخ جي مضمون ۾ ايم اي ۽ قانون جي ڪا ڊگري رکندڙ هو. ڪچهري دوران هن اسان کان هڪ عجيب سوال پڇيو! ?Are there bara sahib in Pakistan ان سوال کان پوءِ هن برٽش انڊيا جي بڙي صاحبن جي هڪ دلچسپ ڪهاڻي ٻڌائي. چيائين ته ٻي جنگ عظيم دوران آئون هماليه/ دارجلنگ جي پاسي جنگي محاذ تي وڃڻ لاءِ ريل گاڏي جي فرسٽ ڪلاس ۾ وڃي سوار ٿيس. ٿوري دير کان پوءِ ريلوي جي آفيسر اچي چيو ته "هيءَ بوگي انڊين ريلوي ڪاتي جي جنرل مئنيجر لاءِ بوڪ ٿيل آهي. تنهنڪري توهان اها خالي ڪريو!" مون نوجوان فوجي ڪپتان جي سيٽ خالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. نيٺ ريلوي جي عملي گڏجي مونکي بڙي صاحب جي گاڏي مان لاهي ڇڏيو! خير ريل گاڏي هلڻ شروع ڪيو. بدقسمتي سان چار پنج ميل هلڻ کان پوءِ ٽرين پٽڙي تان لهي بيهي رهي! چيائين ته مون ڇا ڪيو جو پنهنجي فوجي ڪٽ ڪلهي تي رکي واپس اسٽيشن ڏانهن پيدل هلڻ شروع ڪيو. انهيءَ دوران بڙي صاحب چيو ته اسٽيشن ماسٽر کي ٽرين بابت اطلاع ڏجانءِ! مون کي صاحب تي ڪاوڙ هئي، تنهنڪري مون اهڙو اطلاع ڪونه ڏنو ۽ ڪنهن ٻي ٽرين ۾ سوار ٿي محاذ تي هليو ويس. پر بڙي صاحب منهنجي خلاف آرمي ۾ شڪايت موڪلي ڇڏي. جيڪا منهنجي سروس بوڪ ۾ لکجي وئي. سو هاڻي اوهان جي پاڪستان ۾ ڪي اهڙا بڙا صاحب آهن يا نه؟ مون ٻڌايو ته توهان وارن گورن صاحبن کان اسان وارا بڙا صاحب به ٽي ڊگريون وڌيڪ مغرور آهن. دوستن مون ڏي اکيون ڦوٽاري نهاريو. پر سچ چوڻو هو سو مون چئي ڇڏيو! ڪرنل

صاحب مسڪرائيندي چيو تہ ريلوي واري بڙي صاحب سان منهنجي آخري ملاقات ڪراچيءَ جي بيچ لگزري هوٽل ۾ 1947ع ڌاري پاڪستان بنجڻ ڪان پوءِ ٿي. مون ڏٺو تہ مون واري ٽيبل تي هڪ انگريز تمام عجب حال ۾ اخبار پڙهي رهيو هو. مون ڪيس سڃاڻي ورتو تہ اهو ساڳيو مغرور بڙو صاحب آهي. جنهن مونکي زبردستي ريل گاڏيءَ جي بوگيءَ مان لاهي ڇڏيو هو. هن وقت سندس طبيعت جو برو حال هو. مون چرچي طور ٻڌايو تہ آئون اهو ساڳيو ڪئپٽن آهيان, جنهن ڪي تو پنهنجي بوگيءَ ۾ سفر ڪرڻ نہ ڏنو هو. ٿورو شرمندو ٿي ٻڌايائين تہ هتان جي سروس ختم ٿيڻ بعد هاڻي جهاز جي انتظار ۾ آهيان تہ جيئن واپس برطانيہ وڃي سگهان! بهرحال ڪرنل رچرڊسن ڏاڍو دلچسپ ماڻهو هو. سندس عملي جا سڀ پروفيسر P.H.D هئا ۽ هي صاحب محض ايم اي هو. مون ڊاڪٽر وينزٽيءَ سان اها ڳالهہ ڪئي. هن چيو تہ ڪرنل صاحب وڏو ليڪڪ ۽ تاريخ دان آهي, اسان جو قومي اثاثو آهي. جيستائين چاهي اهو عهدو ماڻي سگهي ٿو.

ڪئنبرا ڪاليج آف ايڊوانس ايجوڪيشن نالي ۾ تہ ڪاليج هو پر تعليم جي جديد شعبن جا ڪيترائي ادارا ان ۾ هلندڙ هئا. وسيع ۽ خوبصورت پارڪن, گلن ڦلن جي ماحول ان کي وڏيڪ پرڪشش بنائي ٿي ڇڏيو. ڪاليج جي ڪينٽين ۾ شاگردن کي سندن ڪارڊن موجب تمام گهٽ قيمت تي ناشتو ۽ لنچ فراهم ڪئي ويندي هئي. هن ڪاليج ۾ نون ڪتابن جو وڏو دوڪان ۽ اسٽوڊنٽ يونين بوڪ شاپ جنهن ۾ سيڪنڊ هئنڊ سستا ڪتاب موجود هئا. اتان ڪان مون ٻولي جي سکيا بابت ڪافي ڪتاب خريد ڪيا. ڪاليج جي سينٽرل لائبريري رات جو دير تائين مطالعو ڪندڙ شاگردن لاءِ کليل رهندي هئي.

هن ڪاليج ۾ اسان پاڪستانين جي گروپ لاءِ عليحده ڪلاس هلندو هو, جنهن ۾ ايجوڪيشن بابت ليڪچر ٿيندا هئا.

شهر مان ايندڙ شاگردن لاءِ بس سروس جو هڪ سلسلو هلندڙ هو. اسان واري هوٽل جي سامهون بس اسٽاپ تي ٽائيم ٽيبل موجب بس سروس موجود هئي. جيڪا انتهائي خوبصورت وجود کڻي علم جي جنت ۾ پهچائيندي هئي.

## گيري هاسٽل جي سامهون يوڪلپسٽس جي وڻ هيٺيان ويٺل هڪ عجيب ماڻهو

ڪاليج مان شام ڌاري موٽڻ مهل, هوٽل جي بس اسٽاپ تان لهي هوٽل ڏانهن ويندي روڊ سائيڊ تي بينل وڏي وڻ هيٺيان آسٽريليا کنڊ جو اصلوڪو رهاڪو وڻ جي ڇانو ۾ نهايت گيان ڌيان ۾ ويٺل نظر ايندو هو. خبر ناهي تہ روزانو ڪتان اچي پرگهٽ ٿيندو هو ۽ شام ڌاري وري کهڙي پاسي هليو ويندو هو. آئون ايندي ويندي ان ڌرتي ڌڻيءَ کي دلچسپيءَ سان ڏسندورهندو هئس. ڪاليج ۾ اسان کي ٻڌايو ويو تہ آسٽريليا جي ان وقت واري آدمشماري ۾ اهي اصلوڪا ڌڻي فقط هڪ فيصد هئا. جيڪي سندن لاءِ جڙيل Reserve نالي بستين ۾ رهندا هئا. آسٽريليا جي

وچين حصي ۾ گھڻا شڪاري دور ۾ رهندڙ هئا. ياد رهي تہ آسٽريليا کنڊ جو مرڪزي حصو Desret تي مشتمل آهي.

آسٽريليا کنڊ ڦريان برطانيہ سرڪار خلاف بغاوت ڪندڙن لاءِ ڪاري پاڻي وانگر جيل طور استعمال ٿيندڙ هو. خاص طور هتي آئرلينڊ جي باغين کي سزا طور موڪليو ويندو هو. ان بعد جڏهين انگريز هتي آباد ٿيڻ شروع ڪيو تہ هتي جي اصل رهاڪن کي ڌڪي جهنگن ڏي موڪلي ڇڏيائون. آسٽريليا جي هڪ ٻيٽ تسمانيا ۾ رهندڙ اصلي باشندن کي ڳولي ڳولي گوليون هڻي ختم ڪيو ويو. مين لئنڊ ۾ هي ويچارا مرڪزي بيابان ۾ رهڻ لڳا. آئون ڊاڪٽر وينزٽي صاحب کي چوندو رهندو هوس تہ مونکي هنن اصلوڪن ماڻهن جي بستي ڏيکار ۽ انهن سان ملاقات ڪراءِ! نيٺ هڪ موڪل واري ڏينهن ڪاليج وين ۾ اسان کي اصلي باشندن جي ڳوٺ Reserve وٺي هليو. ڳاڙهين سرن سان اڏيل قطارن ۾ ڪواٽر نهيل هئا. ان بستيءَ ۾ هڪ پرائمري اسڪول هيو. اسان کي وليج چيف يعني بستيءَ جي پئنچ سان ڪچهري بہ ڪرائي وئي. هن صاحب ڊاڪٽر وينزٽي جي روبرو انگريز قوم جي سندن ملڪ تي قبضي بابت سخت لفظن ۾ مذمت ڪندي ٻڌايو تہ انگريز اسان جي نسل کي گاڏڙ ۽ گڊ ڪري ڇڏيو آهي. نج نسل وچ آسٽريليا ۾ شڪاري زندگي گذاري ٿو. ياد رهي تہ اسان جو گروپ جيڪا بہ فيلڊ وزٽ ڪندو هو ان بابت سيني کي پنهنجي مشاهدي جي رپورٽ لکڻي پوندي هئي. مون پنهنجي رپورٽ ۾ آسٽريليا جي گوري گورنمينٽ جو اتي جي اصلوڪن رهاڪن سان غلط سلوڪ بابت ڪجھہ سخت لفظ لکيا. ڊاڪٽر وينزٽي ان جي جواب ۾ نوٽ لکيو ۽ آخري جملو لکيائين Not really يعني تہ مون وارو خيال درست ناهي.

## گيري هوٽل ۾ آسٽريليا جي اصلوڪن لوڪن جو اجتماع

هڪڙي ڏينهن شام جو مون ڏٺو تہ هوٽل جو تي وي هال جنهن ۾ سئو سوا سئو سيٽون رکيل هيون, اهو Aborigin ماڻهن سان ڀريو پيو آهي. مون انهن کان معلوم ڪيو تہ اوهان جو اڳواڻ ڪٿي آهي؟ ڇا آئون ان سان ملي سگھان ٿو؟ يڪدم مونکي انهيءَ همراھ سان ملاقات ڪرايائون, مون ڪانئس انٽرويو ڪرڻ پئي چاهيو. هن چيو تہ اسان جو هي قومي سطح جو سيمينار Aborigin نوجوانن ۾ شراب نوشي جي نقصانن بابت آهي. سيمينار جي خاتمي بعد اوهان پلي مونسان تي وي هال ۾ ملجو! ملاقات ۾ مونکي ٻڌايائين تہ اسان جا نوجوان بک تي بي تحاشا شراب پي مري پيا وڃن. ايتري قدر جو شراب نہ ملي تہ شيونگ لوشن يا اسپرٽ بہ پي ٿا وڃن ۽ انهن جا جگر ڦاٽي ٿا پون. مون ڪيس چيو تہ توهان وٽ تاريخي طور شراب رائج ڪونہ هو. اها شئي تہ گوري سماج پاڻ سان آندي ۽ گوري سماج جا نوجوان خوب شراب پيئن ٿا پر انهن جي صحت کي ايترو هاجو ڪونہ ٿو پهچي. پوءِ پلا توهان جا نوجوان آخر ايترو وڏيڪ موتمار الڪوحل ڇو ٿا پيئن؟ وراڻي ڏنائين تہ اسان جي نوجوانن جي دلين ۾ احساس محرومي جو شديد احساس رهي ٿو. ان کي متائڻ لاءِ هو بي

تحاشا شراب ۾ ٻڏا رهن ٿا. مونکي ان وقت پنهنجي سنڌ جي نوجوانن جي تري واپرائڻ جو مثال ياد آيو.

## بنگال جو جادو

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اسان واري بس ۾ هڪ بنگالڻ نوجوان شاگردياڻي سفر ڪرڻ لڳي. اسان واري گروپ هيل تائين سونهري وارن، نيرين اکين واريون عورتون وات گودو ڪري پئي ڏٺيون. ليڪن هن بنگالي نينگري جا زلف بنگال ۾ شام رنگ ۾ ڪاريون اکيون سموري گروپ جو نظرن جو مرڪز بنجي پئي. ظاهر آهي ته اهو اسان جو ديسي هندستاني ڪلچر جو لقاءُ هو. مون هڪ ڏينهن سلام دعا کان پوءِ ان کان پڇيو ته ”توهان ڪهڙي بنگال جا آهيو؟“ هن محترمه وراڻيو ته ”آئون بنگلاديش مان آهيان.“ مون سندن آزادي جي تعريف ڪندي ڪيس چيو ته ان وقت جي جدوجهد جو ڪجهه اکين ڏٺو احوال ٻڌايو. هن چيو ته ان زماني ۾ آئون اسڪول ۾ پڙهندي هيس. پوءِ اسان ڪيڏانهن بئي پاسي هليا وياسين. تنهنڪري آئون ڪجهه ٻڌائي نه ٿي سگهان. مونکي خبر هئي ته اها نياڻي بنگلاديش جي ڪئنبرا ۾ سفير جي ڌيءُ هئي. مون ڪيس چيو ته ڇا آئون سندس والد سان ملي سگهان ٿو. اهو منهنجو چرپائپ وارو خيال هو. ٻئي ڏينهن هن ٻڌايو سندس والد اهڙي ڪنهن به انٽرويو کان انڪار ڪيو آهي. هڪ ڏينهن ڇا ٿيو جو اسان جي گروپ مان هڪ پنجابي همراهه جڏهن هو بس اسٽاپ تي بس جي انتظار ۾ بيٺل هو بنگالي ڇوڪريءَ کي ان وقت چيو ته توهان جو ساڳيو وطن پاڪستان آهي. اسين چاهيون ٿا ته ڪجهه وقت کان پوءِ پاڻ وري هڪ ٿي وڃون. اهو ٻڌندي ئي ڇوڪري سخت ڪاوڙ ۾ اچي ويئي ۽ اسان واري همراهه کي اگرا لفظ چوندي چيائين ته ”اسان قاتلن سان ڪيئن ٿا گڏجي سگهون. تون منهنجي اڳيان ٽري وڃ.“ پرسان بيٺل انگريز ڇوڪري ظاهري طور هن جي شديد ڪاوڙ ۾ Yelling محسوس ڪندي، ان انگريز ڇوڪري پاڪر ۾ وجهي Take it easy چوندي مس وڃي بس ڪرايو. انهيءَ درميان اسلام آباد مان آيل ڏٻي صاحب به ذري گهٽ معافي وٺي جند ڇڏائي.

## لبناني عرب فيملي سان واقفيت

جمعي نماز لاءِ گروپ جو خيال هو ڪئنبرا جي مسجد ۾ ادا ڪجي ته جيئن اتي رهندڙ مسلم ڪميونٽي سان ملاقات ٿي سگهي. ڪئنبرا شهر جي ٻاهرين محلي ۾ هڪ سادي سودي مسجد واقع هئي. وڏو وسيع اڱڻ ۽ ڪارپارڪنگ جي جڳهه موجود هئي. نماز بعد ڪافي ملڪن جي مسلمانن سان سلام دعا ٿي. ان موقعي تي خاص طور هڪ لبناني عرب مهاجرن جي ڪٽنب سان تعارف ٿيو. ٻه نوجوان سندن گهر وارين سان آيل هئا. انهن سان گڏ سندن وڏي پيڻ جميلا ۽

جميلا جون ٻه ننڍيون ڀينرون موجود هيون. عبدالحميد بلوچ جيئن ته رياض يونيورسٽي مان عربي پڙهي آيو هو تنهن هنن سان عربي ۾ ڳالهه ٻولهه ڪئي. ڏاڍا محبتي ماڻهو هئا. هر آچر تي مائي جميلا اسان جي هوٽل ۾ اچي هر ڪنهن کان خيريت دريافت ڪرڻ بعد اسان واري وفد ۾ شامل واحد ملتاني محترمه سان ڪچهري ڪندي هئي.

## عبدالحميد بلوچ کي شادي جي آڇ

مائي جميلا جون خوبصورت ڀينرون جن لاءِ هو هن انگريز ڪلچر واري ملڪ ۾ پريشان هئي. تنهن اسان واري ملتاني محترمه سان ذڪر ڪيو ته جيڪڏهن عبدالحميد آسٽريليا ۾ رهي، اسان جي ڀيڻ سان شادي ڪري ته ڏاڍو سٺو. مون عبدالحميد بلوچ کي چيو ته ”يار! ڀاڳ کليو اٿئي ڪٽي ها ڪر.“ پر حميد صاحب دل نه جهلي ۽ انڪار ڪيائين, پوءِ به مائي جميلا اسان وٽ اچي خير عافيت حسبِ معمول دريافت ڪندي رهي. هڪ دفعي اسان جي گروپ جي دعوت به ڪيائون. سڄو خاندان تمام محبتي ماڻهن تي مشتمل هو.

## ڊاڪٽر وينزٽي جي گهر واري محترمه هيلدا صاحبه

ڊاڪٽر وينزٽي جا وڏا اٽلي مان مهاجر ٿي گهڻو وقت اڳ آسٽريليا آيا هئا. ڊاڪٽر وينزٽي سائوٿ آفريڪا ۾ پڙهائڻ دوران آفريڪي نسل جي هن محترمه سان شادي ڪري ورتي. هيلدا جو پيءُ اتي ڪنهن چرچ جو پادري هو. هڪ ڏينهن ڊاڪٽر وينزٽي سندس گهر ۾ اسان جي گروپ جي دعوت ڪئي. درمياني سائيز جو گهر, ان سان متصل باغيچو جنهن ۾ هڪ ڪنڊ ۾ باربي ڪيو لاءِ چلهه ۽ ڪاڻو پچائڻ جو بندوبست ٿيل هو. مائي هيلدا کي اسان واري گروپ جي محترمه سلوار قميص تحفي ۾ ڏني هئي. جيڪا زيب تن ڪيو ويني هئي. ان لباس ۾ منهنجي پاڙي رهندڙ هڪ محترمه سان سندس نڪٽ مليا پئي. ياد رهي ته اسان جي سنڌ ۾ آباد ڏاڍا گڏو نسل پيدا ڪري چڪا آهن. ڊاڪٽر وينزٽي لبناني خاندان جي مائي جميلا جي خاندان کي پڻ دعوت ڏني هئي. اٽالين نسل جي گوري وينزٽي جا ٽي ٻار بلڪل رنگ خواهه شبيهه ۾ پنهنجي ماءُ جهڙا هئا. ميڊم هيلدا صاحبه اسان لاءِ ٻين کاڌن سان گڏ برياني به تيار ڪئي هئي. ساڻن ڏاڍو سٺو وقت گذريو. ڊاڪٽر وينزٽي سندس ڪالوني جو ٻاهر هلي اسان کي ڏيک ڏيکاريو. تمام وڏي وسيع ڪالوني هئي. جنهن ۾ سيئي گهر هڪ منزله ۽ انهن ۾ هڪ ننڍڙو باغيچو لازمي هو. ڊاڪٽر وينزٽي ٻڌايو ته هن ڪالوني ۾ ٻن ٽن منزلن وارا گهر ان ڪري منع ڪيا ويا آهن. جو اهي اُچا گهر پاڙي وارن گهرن جي سورج روشني ۽ هوا ۾ رڪاوٽ نه وجهن. ڊاڪٽر وينزٽي جي گهر واري ڪنهن نرسنگ اسڪول ۾ انسٽرڪٽر هئي. ڪڏهن ڪڏهن شام جو اسان جي هوٽل تي مائي جميلا سان گڏجي اسان جي خيرعافيت دريافت ڪرڻ ايندي هئي.

## آسٽريليا کنڊ جا اصلوڪا جانور پکي پکڻ

ياد رهي آسٽريليا زمين جو وڏو ٽڪڙو يعني کنڊ آهي. ان جي پکيڙ ذري گهٽ يونائيٽڊ اسٽيٽ آف آمريڪا جي ملڪ برابر ٿيندي. هتي جو اصلي جانور ڪينگرو، ڪوالا (هڪ ننڍڙو پالو جهڙو جانور) جيڪو يوڪلپٽس وڻ جا پن کائي ٿو ان تي چڙهيو ويٺو هوندو آهي. هتي جا اصلوڪا وڏا طوطا، سفيد ڪانو جهڙا پکي، اسان کي جتي ڪٿي نظر آيا. انگريز بهادر جڏهين هن کنڊ ۾ برطانيه مان آبادگار ماڻهو آڻي هتي اچي ويهاريا، انهن لوڪن پاڻ سان گڏ اُٺ، گهوڙا، رڍون، ڳائو مال به هتي آندو. صاحب بهادر هندستان کان ڪبريون (مينائون) ۽ سيهڙ جانور به هتي درآمد ڪيا. شروعات ۾ اُنن سان گڏ پناڻ جت به هتي آندائين، جن جي مدد سان هنن سموري آسٽريليا جي سروي ڪري نقشا جوڙيا. انهن پناڻن جو نسل اڄ تائين به هتي آباد آهي. هن کنڊ تي اُٺ جهڙو جانور ايترو ته وڌيو جو اٺ جهنگلي ٿي ويا. اهڙي طرح سها به ايترو ته وڌيا جو فصلن کي نقصان پهچائڻ لڳا. انهن جانورن سان گڏ انگريز ميڊمن پنهنجيون پياريون ٻليون ۽ ڪتا به هتي آندا. ياد رهي ته آسٽريليا جي تسمانيا ٻيٽ ۾ تمام خونخوار ڪتن جو نسل موجود هو. باقي مئن ليند ۾ اهو جانور انگريز آندو پهري لاءِ حفاظت لاءِ ۽ رڍن چارڻ لاءِ. جيئن ته آسٽريليا کنڊ سورج جي تيز روشني وارو ملڪ آهي، تنهنڪري شيشي جهڙي شفاف چمڙي رکندڙ گوري نسل جي ماڻهن کي سج جا الٽرا وائيٽ ڪرڻا چمڙي جو ڪئنسر پيدا ڪن ٿا. ان جي مقابلي ۾ آسٽريليا جا اصلوڪا لوڪ پنهنجي ڪاري چمڙي سبب ان بيماري کان محفوظ رهن ٿا.

## آسٽريليا جي اندروني حصن جو سير سفر

اٽڪل ڏيڍ مهيني کن جا ڪئنبرا ڪاليج ۾ ڪلاس اٽينڊ ڪرڻ بعد هاڻ اهو فيصلو ٿيو ته آسٽريليا ملڪ جي ڪن اندروني حصن ۽ ڪجھ وڏيڪ شهرن جو سير ڪجي. ان لاءِ فيصلو ٿيو ته نيو سائوٿ ويلس جي ڏاڪڻي پاسي ڪئنبرا کان چار پنج سئو ڪلوميٽر پري واقع شهر "ڊبو" Dubbo جي وزٽ ڪجي. انهيءَ سفر جو بندوبست هن طرح ڪيو ويو ته، گروپ جي هڪ درجن ميمبرن مان ست عدد ميمبر ڪاليج وين ۾ سفر ڪندا، باقي 5 ميمبر هڪ ننڍي سسينا جهاز وسيلي ڊبو جو سفر ڪندا. مون هتان کان وين ذريعي سفر ڪرڻ جو ارادو ڪيو. مقصد هو آسٽريليا جي اندروني حصي جي سرزمين، وڻ ٽڻ ۽ آبادي جو مشاهدو ڪرڻ. انهيءَ سفر دوران خبر پئي ته آسٽريليا ملڪ ۾ ڳوٺ يا وليج جو ڪو به وجود ناهي. هتي ٽڙ پکڙ هنڌن تي فارم هائوس آهن. جتي اڪثر ڪري ڳئون ۽ رڍون پاليون ٿيون وڃن. اڪثر ڪري هر هڪ فارم هائوس وٽ هوائي پرن واري چڪري لڳل آهي، جيڪا رات ڏينهن زمين مان پاڻي ڪڍي پر واري تلاءِ ۾

وجهندي رهي ٿي، جنهن مان سندس مال پاڻي پيئي ٿو. اڪثر اهڙن دور دراز هنڌن تي قائم فارم هائوس وارن جي ٻارن کي ريڊيو اسڪول معرفت تعليم ڏيارڻ جو بندوبست ڪيو ويو آهي. Two way ريڊيو معرف اسٽوڊيو ۾ ويٺل ٽيچر، پنهنجي شاگردن جو آواز ٻڌي سگهي ٿو ۽ سوال جواب ڪري سگهي ٿو. پر جتي ٻن ٽن ڪلوميٽرن جي گهيري ۾ جيڪڏهن وڌيڪ فارم هائوس آهن ته انهن جي وچ تي اسڪول قائم ڪيو ويو آهي. ماڻهو پنهنجي ذاتي سوارين ۾ ٻارڙا اسڪول پهچائين ٿا ۽ واپس گهرن ڏي ڪٺي وڃن ٿا. البته استاد کي اتي ئي رهڻو پوي ٿو.

بهرحال ڏگهي سفر بعد ڊبو شهر جي هڪ هوٽل ۾ وڃي پڙاءُ ڪيوسين. هن پروگرام دوران اسان کي آسٽريليا جي پارليامينٽ جي ميمبر جنهن کي آئرن ليڊي چيو ويندو هو ان سان ملاقات ڪرڻي هئي. ٻيو ته جهنگ ۾ واقع فيلڊ اسٽڊي سينٽر جي وزٽ ڪرڻي هئي. ان سان گڏ آسٽريليا جي زميندار سان هڪ ملاقات رکيل هئي. ڊبو شهر جو سير ڪيوسين. ڊبو ۾ قائم قديم جيل جيڪو هوبهو هتي اسان وٽ انگريز جي جوڙيل جيلن جهڙو هو. ان کي هتي عجائب گهر جو درجو ڏيئي، ٽڪيٽ لڳائي وزيٽرس کي ڏسڻ جو موقعو ٿي ڏنائون. مون پنهنجي استاد کي ٻڌايو ته برطانيه سرڪار اسان وٽ ساڳيا جيل ٺاهيا هئا ۽ اهي اجان تائين ساڳي صورت ۾ قائم آهن. تنهن ڪري اسان لاءِ هي ڪا نئين ڳالهه ناهي. بهرحال جيل ۾ گهمي ڦري ڏٺوسون، ڦاسي گهاٽ به ساڳيا، ڏوهارين کي ڪوڙا هڻڻ واري ٽڪٽڪي به ساڳي ضياءُ الحق واري، عورتن جي وارڊ وارن ڪمرن ۾ عورتن جا بت ٺهيل هئا. هرهڪ وارڊ ۾ هڪ مشين لڳل هئي. جنهن ۾ چاليهه سينٽ جو سڪو وجهڻ سان آواز وسيلي ان وارڊ جي تاريخ ٿي بيان ڪيائون. خاص ڪري ڦاسي گهاٽ واري مشين ڦاسي ڪاڌل قيدين جو تفصيل ٿي بيان ڪيو. ٻئي ڏينهن اسان کي فيلڊ اسٽڊي سينٽر جو هڪ دورو ڪرڻو هو. ياد رهي ته هي فيلڊ اسٽڊي سينٽر دور دراز علائقن ۾ قائم ڪيا ويا آهن. هنن لاءِ جوڙيل عمارتن ۾ رهائشي هاسٽل، ڪلاس روم، سائنس ليبارٽري ۽ لئبريري جو بندوبست ٿيل هوندو آهي. هنن سينٽرن ۾ ٽائيم ٽيبل موجب هاءِ اسڪول جا شاگرد مطالعاتي دوري تي پنهنجن استادن سميت اچي ترسندا آهن. هرڪنهن جاگرافيائي علائقي جي Fana flora ۽ ٻين موضوعن جو استادن جي رهبري ۾ مطالعو ڪندا آهن. اسان جنهن اسٽڊي سينٽر تي پهتاسين ته اتي آسٽريلين زميندار سان به ملاقات ٿي. هو صاحب ان ڏينهن اسٽڊي سينٽر لاءِ سائيڪل اسٽينڊ جي تعمير ۾ حصو وٺي رهيو هو. سندس لباس تمام سادو، چيڙي جوراب، هڪ ٻانهن واري بنيان پاتل همراهه 2 هزار ايڪڙ جو زميندار هيو. هن سينٽر ۾ ونگار طورڪم ڪرڻ لاءِ آيل هو. شام جو اسان جي ساڻس ملاقات طئي ٿيل هئي.

## آسٽريليا جي زميندار سان ملاقات

شام جو زميندار صاحب جي فارم هائوس تي پهتاسون، هن ٻڌايو ته وٽس هزار، پندرهن سئو ڍڳيون آهن. اٽڪل به هزار رڍون پڻ رکي ٿو رڍن جي رکوالي لاءِ چار ڪتا Sheep Dogs سندس

همراهي آهن. سندس ڊرائڙ اڪثر موٽر سائيڪلن تي ڊڙ پويان ويندا آهن ۽ ساڳئي وقت ڪتن جو به ساٿ هوندو اٿن. هن زميندار جي فارم هائوس وٽ اناج جو پيندار ڪرڻ لاءِ المونيم جون وڏيون گنديون نهيل هيون. هن صاحب ٻڌايو ته سياري ۾ ڪڻڪ ۽ بارلي جي پوک وڏي پئماني تي ڪندا آهيون. شرط اها آهي ته برسات ٽائيم تي پوي. پوک پوکڻ لاءِ ٽريڪٽر، هارويسٽر، هر قسم جي مشينري سندس گئريج ۾ موجود هئي. هن صاحب ٻڌايو ته آئون پنهنجي آمدني تي انڪم ٽيڪس ادا ڪندو آهيان. باقي ٻي ڪا به ٽيڪس مون تي واجب ناهي.

## آسٽريلين پارليامينٽ جي ميمبر صاحبه سان ملاقات

اسان کي ٻڌايو ويو ته آسٽريليا جي پارليامينٽ جي ميمبر جيڪا آئرن ليڊي يعني تمام زبردست سياستدان آهي. ان اسان کي سندس رهائشگاهه تي منجهند جي ماني جي دعوت ڏني آهي. ياد رهي ته هيءُ اهو وقت هيو جنهن وقت پاڪستان آمريڪا خواهه ٻين يورپي طاقتن جو تمام پسنديده ملڪ هيو. اسان کي آسٽريليا ۾ غير معمولي لفٽ ملڻ جو هڪ اهو به ڪارڻ هيو. جو پاڪستان جا مجاهد افغانستان ۾ روسين خلاف زبردست جهاد ڪري رهيا آهن. آسٽريليا جي اخبارن ۾ اسان جي مجاهدن بابت روزانه تعريفي خبرون شايع ٿينديون هيون. بهرحال هن محترمه پر تڪلف لنچ ۾ اسان سان تمام تعريفي انداز ۾ گفتگو ڪئي. آسٽريليا ۾ تعليم بابت محترمه اسان کي ٻڌايو ته حڪومت تمام گھڻو بجيٽ تعليم تي صرف ڪري رهي آهي. جڏهين ته آسٽريليا جي آبادي ۾ برٿ ڪنٽرول سبب ٻارن جو تعداد گھٽ ٿيندو وڃي وغيره وغيره. ڊبوءَ ۾ هڪ هاءِ اسڪول جي وزٽ دوران اتي هڪ گجراتي ليڊي ٽيچر سان ملاقات ٿي. جيڪا هن اسڪول ۾ رياضي سيکاري رهي هئي. بهرحال ڊبو جو هيءُ دورو اسان لاءِ آسٽريليا جي ٻهراڙي ڏسڻ جو تمام اهم ذريعو ٿيو. ڊبو مان ڪئنبرا واپسي ۾ اسان مان پنجن ڄڻن کي جن ۾ منهنجو نالو شامل هيو. انهيءَ ننڍي سسينيا جهاز ۾ سفر ڪرڻ جو تجربو ٿيو.

## ميلبرن جو دورو

ميلبرن جو شهر آسٽريليا جي Victoria اسٽيٽ جي گاديءَ جو هنڌ ۽ سڊنيءَ جي شهر کان پوءِ گھٽيل آبادي وارو وڏو شهر آهي. اسان کي يونيورسٽي روڊ تي W.Y.M.C جي هاسٽل ۾ ترسايو ويو. هن هاسٽل جي نئين بلڊنگ جي ڪمرن ۾ معياري سهولتون موجود هيون. مونکي ذاتي طور ميلبرن جي شهر جون چلتو ڏيک ويک ڏاڍو وڻيو.

هتي اسان جي وڪٽوريا جي ڊائريڪٽر جنرل ايجوڪيشن سان ملاقات طئي ٿيل هئي. هن صاحب جي آفيس هڪ تمام اوچي عمارت NARU House ۾ واقع هئي. ڊائريڪٽر صاحب سندس آفيس جي ڪينٽين ۾ اسان سان گڏجي چانهه پيتي. مون ڏٺو ته ڊائريڪٽر چانهه

پي، خود ڪوپ ڊوئي پنھنجي جاءِ تي ٽنگيو. ميلبرن ۾ شھر جي Out Scrit ۾ واقع ڪجھ پرائمري اسڪولن جي وزٽ شامل ھئي. جيئن تہ اسان جي ھاسٽل يونيورسٽي روڊ تي واقع ھو. تنھن ڪري آسپاس بازار ۾ ڪتابن جا شاھي دڪان ڏسڻ جو موقعو مليو. مونکي ميلبرن شھر جون ٽرامون ڏاڍيون دلچسپ لڳيون. انھيءَ روڊ تي تجربي طور بہ تي دفعا سفر ڪرڻ جو شغل ڏاڍو وندرائيندڙ ھو. ھن ميلبرن شھر جي وچ مان وھندڙ YARA RIVER جو نظارو خاص ڪري رات جو ڏاڍو وڻندڙ ھو. ھيڏي وڏي شھر جي وچ مان يارا ندي جو پاڻي بلڪل صاف سٿرو ھو. رات جو رومانٽڪ جوڙا ننڍڙين ٻيڙين ۾ درياءَ جو سير ڪندي نظر آيا. ميلبرن شھر ۾ واقع Flower clock ڏاڍو دلچسپ نظر آيو. ھڪ ھٿرادو پھاڙي جوڙي، ان جي سلوپ تي وڏي سائيز ۾ اھڙي نموني گل لڳايا ويا جيڪي گھڙيال جي انگن جو ڏيک ڏيڻ لڳا. انھن جي وچ ۾ گھڙيال جي مشين زمين اندر رکيل ھئي ۽ ان جا وڏا ڪانٽا گلن مٿان ٽائيم ڏيکاريندي تي رھيا.

## ميلبرن ۾ سنڌي ماڻھن سان ملاقات

اسان جي گروپ کي ٻڌايو ويو تہ آچر جي ڏينھن ميلبرن جي پاڪستاني ڪميونٽي جي طرفان اسان کي MONASH يونيورسٽي جي ھڪ پارڪ تي منجھند جي ماني جي دعوت ڏني وئي آھي. ان لاءِ آچر جي صبح جو ڏھين وڳي ڊاري ھاسٽل جي سامھون روڊ تي اچي ويھڻو آھي. پاڪستاني ماڻھن جون ڪارون اوھان کي اتان کڻي يونيورسٽي وٽ پھچائينديون. آئون ۽ حميد بلوچ ڪجھ دير سان وڃي سواري جو انتظار ڪرڻ لڳاسون. اسان وٽ ھڪ ڪار اچي بيٺي، ان جي اڳئين سيٽ تي ھڪ مائي ۽ ٻار ڊرائيور سان ويٺل ھئا. ڊرائيونگ ڪندڙ ھمراھ اسان کي انگريزي ۾ چيو تہ "پليز! Any two" مون حميد صاحب کي سنڌي ۾ چيو تہ تون ٻئي پاسي پوئين پاسي در کولي پوئين سيٽ تي ويھہ آئون ھن دروازي کان ويھان ٿو. اھو جملو ٻڌي ڪار ڊرائيور سنڌي ۾ چيو تہ "يار! سنڌي آھيو ڇا؟" اسان چيو تہ" ھا يار! اوھان بہ سنڌي آھيو!! يار ڪمال ٿي ويو جو اسان سنڌي ماڻھن جو نمبر اوھان سنڌي ماڻھن جي ڪار ۾ لڳو." ھن جذبات ۾ چيو تہ "يار! يونيورسٽي پوءِ ٿا ھلون، پھرئين اسان جي گھر ھلو." پوءِ روھڙي جي قاضي فيملي سان واسطو رکندڙ دوست اسان کي پنھنجي گھر وٺي ويا. جتي سندن گڏيل خاندان سان ملاقات ٿي. خاندان جو سربراھ ڊاڪٽر قاضي ميلبرن يونيورسٽي ۾ پروفيسر ھيو. سندس بہ ڀاڻيجا بہ ساڻس گڏ اتي رھندڙ ھئا. ھھڙي ست سمنڊ پار ڊائون انڊر ملڪ ۾ سنڌي ماڻھن سان ملي ڏاڍي دلي خوشي ٿي. ان بعد موناش يونيورسٽي تي وڃي مانجھاندو ڪيوسين. اتي پاڪستاني ڪميونٽي رنگارنگ ميلي جو ماحول بنايو بيٺي ھئي. شام جو قاضي فيملي اسان کي چيو تہ روزانو شام جو سندس گھر وڃبو ۽ سنڌ بابت ڪچھري ڪبي. پوءِ بہ چار ڏينھن اسان جو ھن سنڌي خاندان سان تمام خوشي ڀريو وقت گذريو.

# آسٽريليا جي شهر ايڊليڊ ۽ آسپاس جو دورو

اسان واري ٽيم کي ايڊليڊ شهر جي ريلوي اسٽيشن پرسان هڪ قديم هوٽل ۾ ترسايو ويو. هن هوٽل جا ڪاريڊور عجيب و غريب ورن وڪڙن وارا هئا. اسان کي پنهنجو روم ڳولڻ ۾ دشواري ٿيندي هئي. هيءُ شهر تمام وسيع ۽ ڪليل رستن ۽ بازارن تي مشتمل هو. چيو ٿي ويو ته ايڊليڊ سائوٿ آسٽريليا جي صوبي وارو شهر اصل ۾ لنڊن جي شهر سان مناسبت رکي ٿو. هتان کان اسان کي وڏيڪ ڏکڻ جي علائقن جو سير ڪرايو ويو. انهن ۾ واٽلا شهر جو نالو ياد اچي پيو. هن علائقي ۾ اسان کي لوهه جي هڪ کوٽيل کاڻ ڏيکاري وئي. ميلن ۾ Open pit mine جي زمين ۾ کڏون ۽ کاهيون کوٽيل هيون. اتي هڪ ماحوليات جي ماهر اسان کي ٻڌايو ته زمين جي سيني کي کوٽي معدنيات يا ڌاتون ڪڍڻ بعد اڪثر ڪمپنيون زمين جي سطح کي برباد صورت ۾ ڇڏي وينديون آهن. هن ٻڌايو ته آسٽريليا جي تمام وڏي ڪمپني BHP هن کاڻ کي کوٽي هلي وئي. جنهن جا مزدور اڃان تائين معاوضن لاءِ جدوجهد پيا ڪن. هڪڙي ڏينهن شام جو هوٽل جي پرسان, ڪجهه پنڌ سير ڪرڻ بعد "ريٽا ريسٽورينٽ" جو بورڊ نظر آيو. ريسٽورينٽ ۾ اندر وڃڻ بعد خبر پئي ته, هندستان کان آيل ماڻهن جو ريسٽورينٽ آهي ۽ هندستاني ويشنو کاڌا پيش ڪري ٿو. مون ان ريسٽورينٽ تي مڱن جي دال, پاپڙ ۽ ڦلڪا کاڌا. ڪجهه پيڪ ڪرائي عبدالحميد بلوچ لاءِ هوٽل کڻي ويس. هن صاحب به ڏاڍو پسند ڪيا.

هوٽل جي دريءَ مان آئون ريلوي اسٽيشن جو منظر ڏسندو رهندو هوس. ريل گاڏي ته ڪا خاص نظر ڪونه ٿي آئي. ليڪن شام وقت سامهون روڊ تي خوبصورت ميڊمون اڪثر بيٺل نظر ايندڙيون هيون. پوءِ خبر پئي ته اهي سيڪس ورڪر آهن, گيراهڪن جو انتظار پيون ڪن.

ايڊليڊ شهر ۾ ترسڻ دوران اسان کي ٻڌايو ويو ته, ريلوي اسٽيشن جي پرسان The Sculpture Garden يعني ته پٿرن مان تراشيل باغ ۽ اتي ايڊليڊ شهر جو ساليانو جشن يا ميلو ٿي رهيو آهي, ميلي جي شروعات ۾ وڃي شريڪ ٿياسين. ميدان تي رنگارنگ پٿرن مان جوڙيل عجيب و غريب ٽنيا ۽ سامهون Festival theater جي عمارت نظر آئي. عام جاءِ تي ڪنٽري ميوزڪ فنڪار پيش ڪري رهيا هئا. تماشبين ڇڪڙو چاڙهي پنهنجي گرل فرينڊس سان نچي رهيا هئا. آسٽريليا ۾ گهڻو ڪري هر شهر ۾ ساليانا ميلي جي تاريخ مقرر ٿيل آهي. ان تي ماڻهو گڏجي ميلو ملهائيندا آهن. هاڻي اسان جو آسٽريليا ۾ ترسڻ جو باقي هفتو کن وڃي بچيو هو. مون اسان جي سيمينار انچارج ڊاڪٽر وينزٽي کي چيو ته پاڪستان واپس وڃڻ وقت, هڪڙو ڏينهن رات آسٽريليا جي اڪوٽي گادي واري شهر سڊني ۾ ترسڻ جو موقعو ضرور ملڻ گهرجي. ان لاءِ اسان جي گروپ ڪئنبرا کان ڊاڪٽر وينزٽي کي ايئرپورٽ تي الوداع ڪيو. سائوٿ گڏ سندس آفريڪي گهر واري ميڊم هيلڊا پڻ الوداع چوڻ آئي ۽ وفد جي سيني ميمبرن کي هڪ هڪ رومال تحفي طور ڏنائين. سڊني ايئرپورٽ تي اسان کي آسٽريلين برٽش ڪائونسل جو نمائندو وٺڻ آيو ۽ YMCA جي پراڻي بلڊنگ ۾ واقع هاسٽل جي بلڊنگ ۾ رهائش جو بندوبست ڪيائين. سڊني

۾ اسان کي سڊني برج، سڊني اوپيرا هائوس، زيرزمين ميٽرو ريل ڏسڻ سان گڏ سڊني جو مشهور بيچ بونڊائي بيچ ڏسڻ جو موقعو مليو. ڪجهه دوست ڪنگس ڪراس جون رونقون ڏسي آيا. بهرحال آسٽريليا جو هي يادگار سفر چار اپريل 1980ع تي پورو ٿيو. جتان ڪان هڪ رات هڪ ڏينهن سنگاپور ۾ دوستن شاپنگ ۾ گذاريو. سنگاپور جا ڪجهه تفريحي هنڌ به ڏٺاسين. جن ۾ سنتوشا آئلينڊ وغيره گهمي ڏٺوسون. ست اپريل تي بئنڪاڪ ۾ هڪ ڏينهن هڪ رات ترسڻ ٿيو جتي مون سڄو ڏينهن مهاتما ٻڌا جا مندر گهمي ڏٺا. بئنڪاڪ جون عجيب رونقون ڏٺيوسين. مغربي سياحن جي گهڻائي نظر آئي. هرهڪ سياح سان گڏ هڪ عدد خوبصورت عورتون به ظاهر گائيڊ طور نظر پئي آيون. هي اهو زمانو هو جو سنڌ جا وڏيرا اڪثر ڪري بئنڪاڪ گهمڻ ايندا هئا. هاڻي اهي وڏيرا دبئي جو رخ ڪن ٿا. اهڙي ريت 7 اپريل 1980ع تي بئنڪاڪ کان ڪراچي روانا ٿي، اچي پنهنجي وطن پهتاسون. ڪراچي ايئرپورٽ تي رات جو 3 وڳي پهچڻ ٿيو. جهول جي مير صاحبان مان مرحوم مير ناظم الدين ٽالپر ايئرپورٽ تي اچي مليو. مون وٽ ڪا ڪسٽم جهڙي شئي ڪونه هئي. بهرحال مير صاحبان جا ٿورا جو رات جي وقت اچي ملڻ جو قرب ڪيائون.

## نوٽ

منهنجي آتم ڪٿا ۾ آسٽريليا وارو تعليمي دورو مون خبر ناهي ڇو شامل ڪيو آهي. آگسٽ 2017ع ۾ مونکي برين اسٽروڪ جو حملو ٿيو. جنهن ۾ کابي اک جي نظر تي پردو اچي ويو. حافظو ڪمزور ٿي پيو. ۽ منهنجي تحرير ۾ اها ادبي رواني نه رهي. تڏهين به زندگيءَ جي ڪشٽ ڪشالن کي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ضرور ڪئي اٿم.

## وطن واپسي

اپريل 1980ع ۾ ملائيشيا ۽ آسٽريليا جي Study Visit تان واپس وطن ورڻ ٿيو. امڙ جي قدمن ۾ روبرو ٿيڻ جو شرف مليو. امان جو چوڻ هو ته "ابا! مونکي اهو سمورو وقت ننڊ ڪونه ٿي آئي، تنهنجي ولات وڃڻ جي ڪري" ملائيشيا کان پوءِ آسٽريليا ملڪ جي اقتصادي ۽ سماجي ترقي ڏسڻ منهنجي لاءِ وڏي حيرت ۽ حقيقت ۾ 'ثقافتي صدمي' برابر هيو. ڇاڪاڻ ته آئون پاڪستان ۽ سنڌ جي روايتي پنڊ پاهڻ سماج ۾ کان پوءِ جديد دنيا جا منظر ڏسي دنگ رهجي ويس. بهرحال پاڪ وطن ۾ پهچڻ کان پوءِ سنڌي چوڻي موجب "ساڳيا ٽڪر ساڳ سان" هتي جي سماج سان وري هم آهنگ ٿيڻ ۾ ڪا دير نه ڪونه لڳي، البت ملائيشيا ۽ آسٽريليا جتي تقريبن سئو سيڪڙو خواندگي جو انگ اتي جي استادن جي هوشياري، اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي ماحول ۽ اتان کان حاصل ڪيل تعليمي تجربن لاءِ هتي ڪا گهٽي گنجائش ڪونه هئي. بهرحال "پاڪستان پرائمري ايجوڪيشن" پروجيڪٽ تحت سنڌ خواهه ڪوئٽه / بلوچستان ۾ ٿيندڙ ورڪشاپن ۾ شريڪ ٿيڻ جو موقعو مليو.

انهيءَ زماني ۾ استادن جي تربيتي ادارن جو معيار گهٽي قدر مناسب هيو ۽ زير تربيت استادن لاءِ به تربيت وٺڻ جو سٺو ماحول ميسر هو. ائين اهو وقت تعليمي تدريسي سرگرمين ۾ گذرندو رهيو. انهيءَ زماني ۾ آپا شمس عباسيءَ جي ڪوشش سان سنڌ ۾ موجود سيني ٽيچرس ٽريننگ اسڪولن جو درجو وڌايو ويو ۽ انهن ادارن جو نالو "اليمينٽري ڪاليج آف ايجوڪيشن" رکيو ويو. سانگهڙ ۾ نوجوان استادن کي پاڙهيندي سٺو وقت گذريو.

## ادبي سرگرمين کان وانجهيل سانگهڙ شهر

سانگهڙ شهر ۾ ڪنهن به ادبي تنظيم جو وجود ڪونه هو. جڏهين 1972ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ ۾ مقرر ٿي آيس ته پنهنجي سنڌي ادبي سنگت جي ورڪر ميمبر جي جهول مان حاصل ڪيل تربيت کي ذهن ۾ رکندي، سانگهڙ جي ادبي ذوق رکندڙ دوستن سان رابطا قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم، پوءِ جڏهن محترم آفتاب نظاماڻي سان ملاقات ٿي ته انهيءَ تحريڪ کي سانگهڙ ۾ قائم ڪرڻ جو موقعو ملي ويو.

آفتاب نظاماڻي سٺو ڪهاڻيڪار ۽ ترقي پسند ذهن رکندڙ نهايت پرجوش نوجوان هيو. سنڌي ٻولي ۽ ادب سان تعلق رکندڙ سرگرميون سانگهڙ ۾ برپا ڪرڻ ۾ هميشه اڳاهون ڏسبو هو. ان زماني ۾ اسان گڏجي سانگهڙ جي نوجوانن کي علمي، ادبي سرگرمين ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ مائل ڪيو. آفتاب نظاماڻي جي انشورنس واري آفيس ۾ اڪثر ڪري روزانه ادبي بحث مباحثه جاري

رهندا هئا. ان زماني ۾ محمد صلاح پنهنور سانگهڙ ۾ سوشل ويلفيئر آفيسر تي آيو. هيءُ صاحب اسان جي ادبي ڪمن ۾ وڏو معاون ۽ مددگار ثابت ٿي پيو. انهيءَ دور ۾ اسان سانگهڙ ۾ تمام وڏا ادبي مشاعرا، لطيف ڪچهريون، سانگهڙ جي شاعرن سان شامون ملهائڻ جا پروگرام ڪري هن بينڪيت واري شهر ۾ سنڌي زبان ۽ ادب بابت هڪ لهر پيدا ڪئي، جيڪا جيئن پوءِ تيئن ترقي ڪندي رهي. هن وقت سنڌي ادبي سنگت جي تنظيم سانگهڙ ۾ باقاعده ادبي ويهڪون ڪندڙ آهي. سانگهڙ جي نوجوانن ۾ افسانا، شارٽ استوريون ۽ ناول لکڻ جو شوق پيدا ٿيو. امر لغاري جهڙا ڪهاڻيڪار ۽ ناولسٽ مشهور ٿيا. راجن مڱرئي جي ڪهاڻين جا مجموعا بہ شايع ٿي چڪا آهن. ان سان گڏ سانگهڙ مان ادبي سلسلا شايع ڪرڻ جي شروعات ٿي. حر تحريڪ بابت ”جهونگار“ ۽ ”منصور“ جا ڪتابي سلسلا ڇپجن پيا. حر تحريڪ کي انگريز جي هدايتن موجب ’اونداهي جي سرنگهہ‘ ۾رکيو ويو هيو. ان تي سانگهڙ جي بزرگ محترم ملهار خاصخيلي، انتهائي اهم ڪتاب لکي، جماعت روضي ڌڻي جي فقيرن جي انگريزن خلاف بغاوت جو ذڪر ڪري زماني جي سامهون آندو ۽ سندس انهيءَ ڪوشش کي اڳتي وڌائيندي سانگهڙ ۾ ”حر هسٽاريڪل سوسائٽي“ جو بنياد پيو. جنهن تحت حر تحريڪ بابت تحقيق جو ڪم جاري رهيو.

ياد رهي تہ ان زماني ۾ سانگهڙ اندر حضرت سورهيه بادشاهہ جي ورسي ملهائڻ جي خيال جي بہ رنڊ روڪ ڪئي ويندي هئي. پر آفتاب نظاماڻي انهن منع نامن کي نظر انداز ڪندي پهريون دفعو گڙنگ بنگلي تي 20 مارچ حضرت سورهيه بادشاهہ جي شهادت بابت پروگرام رکيو. هن پروگرام ۾ ڪافي تعداد ۾ نوجوان اديب شريڪ ٿيا. سنڌ يونيورسٽي مان ڪافي شاگرد شريڪ ٿيا. انهن سان گڏ ڊاڪٽر قمر واحد صاحب بہ شرڪت ڪئي. ان کان پوءِ حضرت سورهيه بادشاهہ جي ورسيءَ جا پروگرام سنڌ جي ٻين شهرن ۾ بہ منعقد ٿيڻ لڳا. اهڙي طرح حر تحريڪ جو نئين نسل سان تعارف ٿيڻ لڳو. آفتاب صاحب جي ڪهاڻين جا مجموعا ”ارپنا“ ۽ ”اوهيرا“ جي ٽائيٽل سان ڇپجي ادبي ميدان ۾ آيا.

شهيد آفتاب نظاماڻيءَ جي اها خوبي هئي تہ حيدرآباد يا ٻين شهرن ۾ ٿيندڙ ادبي پروگرامن ۾ سانگهڙ جي دوستن کي پاڻ سان گڏوني ويندو هو. اهڙي طرح سانگهڙ جي ادبي لڏي جو سنڌ جي ادبي ڌارا ۾ تعارف ٿيو. آفتاب نظاماڻيءَ جي پرجوش ۽ پياري شخصيت کي وساري نہ ٿو سگهجي. 1988ع جي فسادن ۾ هن انمول انسان کي حيدرآباد جي لطيف آباد ۾ سنڌ دشمنن شهيد ڪري ڇڏيو. سندس سربراهي ۾ ٿيندڙ ادبي سرگرميون ان بعد سنڌي ادبي سنگت سانگهڙ ۾ نوجوانن جاري رکيون. آفتاب صاحب جي لاڏاڻي بعد سانگهڙ ۾ سگا جون سرگرميون پڻ ختم ٿي ويون.

## چريا پڙي عرف ”پاڪستان سوشلسٽ پارٽيءَ“ جو دفتر

ڪامريڊ حسن عسڪري جي سربراهيءَ ۾ ”پاڪستان سوشلسٽ پارٽيءَ“ جو ضلعي دفتر کوليو ويو. ان جي آفيس بيت الفضل جي ڏاڪڻي گهٽيءَ ۾ ڏهن فوٽن جي هڪ ننڍڙي جڳهہ ۾ قائم

هئي. جنهن ۾ روزانہ شام جو ڪاڀي ڏر وارن دوستن جون ڪچهريون قائم هيون. اتي دوست گڏجي ويهندا هئا ۽ پنهنجي پنهنجي انقلابي مطالعي بابت ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هئي. هتي هڪ ننڍي ڪبٽ ۾ ڪتابن جي لائبريري پڻ قائم هئي، جنهن ۾ سوويت يونين جي مشهور ليکڪن جا ڪتاب موجود هوندا هئا. هن آفيس ۾ ڪڏهن ڪڏهن محترم لکمير ڏاهري پڻ شريڪ ٿيندو هو. لکمير ڏاهري، رسول بخش پليجي صاحب جو پرجوش ڪارڪن هيو. هي صاحب، حسن عسڪري صاحب سان اختلافي بحث مباحثا ڪندو رهندو هو. هن آفيس ۾ هري لوهاڻو جيڪو پوءِ هري "آزاد" سڏائيندو هو بہ سوشلسٽ پارٽيءَ جي "يوٿ ليگ" جو ڪارڪن هو. هڪ ٻہ مالهي ذات جا نوجوان پڻ يوٿ ليگ ۾ شامل هئا. انهن مان شنپو مالهي اجان تائين عسڪري صاحب کان آشيرواد حاصل ڪرڻ لاءِ ايندو رهندو آهي.

اسحاق مگريو پهريان جيئي سنڌ وارن جي هڪ زبردست ليڊر جي قافلي ۾ شامل هيو. اجرڪ ڪنڌ ۾ جهول ۾ منهنجي لاءِ عبدالغني ميمڻ جي ميڊيڪل اسٽور تي پمفليٽ ۽ پوسٽر رکي ويندو هو. اسحاق مگريو اڀپور ۾ سائين علي ڏني شاهہ جي اوطاق تي اڪثر ڏٺو ويندو هو. علي ڏنو شاهہ جيتوڻيڪ پيپلزپارٽي جو پرجوش ورڪر هوندو هو. پر ان سان گڏ شعر و شاعري سان دلچسپي رکندڙ ۽ سنڌي ادبي سنگت جهول جي ادبي گڏجاڻين ۾ پيش ٿيندڙ لکتن تي زبردست تنقيد ڪندو هو.

ضياءَالحق جي دور ۾ اسحاق مگريو قومپرستي جو ڪم ڇڏي، عسڪري صاحب جي سوشلسٽ پارٽيءَ ڏي مائل ٿيو. ساڻس گڏ گل حسن سريوال جي ڳوٺ جو نوجوان مير حسن سريوال بہ "يوٿ ليگ" جو پرجوش ڪارڪن بنجي ويو. ان ننڍڙي دفتر جي سارسنڀال محترم قيوم لانڊر جي حوالي هوندي هئي. اسڪول ٽائيم کان پوءِ جڏهن هن انقلابي آفيس ۾ حسبِ معمول وڃڻ ٿيندو هو تہ اتي قيوم لانڊر هڪڙي بئنچ تي ڪارل مارڪس جو ضخيم ڪتاب "داس ڪئپيٽال" سيراندي ڏيو ستو پيو هوندو هو. پوءِ آهستي آهستي ٻيا دوست اچي ڪٺا ٿيندا هئا. حسن عسڪري صاحب پنهنجي kava saki موٽر سائيڪل تي پهچي ويندو هو ۽ پوءِ اها تات شروع تہ ڪڏهن ٿو مغرب کان مارڪس جو لينن انقلاب اچي. هتي دوست پنهنجي پنهنجي مطالعي جو نچوڙ ٻين دوستن سان شيئر ڪندا هئا.

لڳ ڀڳ انهيءَ زماني ۾ ميان مير حسن سريوال کي سندس پارٽيءَ سوويت يونين ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو. ان زماني ۾ اسحاق مگريو بي روزگار هو. هن ڪجهہ رقم هٿ ڪري اسڪول ورڪس کاتي ۾ ٺيڪيداريءَ جو ڪم شروع ڪيو پر جلد ئي ڏيوالو ڪڍي ٻيٺو. سانگهڙ ۾ بجري سپلاءِ ڪرڻ وارو لالو وصولي لاءِ سندس ڳولا ڪندو رهندو هو. پوءِ ڪيس حسن عسڪري صلاح ڏني تہ "جاڳو" اخبار جو سانگهڙ مان عيوضي ٿي وڃي ۽ صحافت اختيار ڪري، اهڙي طرح اسحاق مگريو صحافت جي ميدان ۾ هليو ويو. آئون ڪيس ائنٿروپالوجي جي پس منظر ۾ شڪاري قبيلي بابت مضمون لکڻ جا ڏس ڏيندو هئس. هي همراهہ اڄ ڪلهہ وڏو ڊيننگ صحافي آهي ۽ ڪيس ڪاهوڙي جو لقب ڏنو وڃي ٿو.

حسن عسڪريءَ کي ان ڳالهه جو بهرحال ڪريڊٽ ڏيڻو پوندو جو هن صاحب سانگهڙ جي نوجوانن ۾ سيڪيولر سوچ ۽ انقلابي ذهن پيدا ڪرڻ جي ڪافي قدر ڪامياب ڪوشش ڪئي. حالانڪ انهن ڏينهن ۾ وٽس ڪو پارٽي فنڊ وغيره موجود ڪونه هو. ايتري قدر جو پارٽي آفيس جي معمولي مسواڙ ڏيڻ به مشڪل مرحلو هو. هڪ دفعي جاءِ جي مالڪ مسواڙ نه ملڻ ڪري، ان تي پنهنجو تالو هڻي ڇڏيو. مٿان ڪان وري ڇا ٿيو جو اچي مينهن پيا ۽ آفيس ۾ پاڻي ڪاهي پيو. عسڪري صاحب جڏهن هتان هتان ڪجهه رقم گڏ ڪري، آفيس کولي ته انقلابي ڪتاب پاڻي جي نذر ٿي چڪا هئا. مون انهن مان "داس ڪئپيٽال" جو ڪتاب ڪٽي اچي گهر ۾ خشڪ ڪيو ۽ نهايت باريڪ بيني سان ان جي مرمت ڪري، نئون جلد ٻڌي محفوظ ڪيو. اڄان تائين قيوم لانبر کي چوندو آهيان ته سندس تڪئي وارو ڪتاب مون وٽ آهي. جي سيرانديءَ ڪري سمهڻ چاهي ته ڪيس پيش ڪريان.

سانگهڙ ۾ چريا پڙي تي باقاعده گڏجاڻيون ڪندڙ نوجوانن ۾ مطالعي جو شوق پيدا ٿيو. ان زماني ۾ سوشلسٽ پارٽيءَ جو معمر رهنما **جناب انيس هاشمي صاحب**، هتي اچي ليڪچر ڪندو هو. ياد رهي ته هاشمي صاحب انڊين ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ميمبر رهي چڪو هو. سندس خاندان جا دهليءَ ۾ رهندڙ فرد به ساڳي طرح انقلابي هئا. انيس هاشمي صاحب ڪانسواءِ حيدرآباد مان ڊاڪٽر مبارڪ علي خان ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي فلاسافي ڊپارٽمينٽ جو سربراهه **پروفيسر شيخ فريدالدين** به سانگهڙ ۾ اچي پروگرامن ۾ حصو وٺندا هئا. انهن عالمن جو سانگهڙ ۾ اچي ننڍين وڏن پروگرامن ۾ جديد انقلابي خيال پيش ڪرڻ، سانگهڙ جي نوجوانن لاءِ هڪ قسم جي جدوجهد جي راهه تي هلڻ جو ڪارڻ بڻيو. سانگهڙ جا ماڻهو اسان جي هن بيٺڪ کي "چريا پڙي" ان ڪري ڪوٺيندا هئا جو اسين چانهه پاپا ڪائي سڄو ڏينهن جاگيردارن کان زمين ضبط ڪري هارين ۾ تقسيم ڪرڻ جون ڳالهيون ڪندا هئاسين.

## حسن عسڪريءَ جا نظرياتي مقاطعا

سنڌي ٻوليءَ ۾ زمين جو مقاطعو حاصل ڪرڻ مان مراد آهي ته زمين جي اصل مالڪ کان ڪجهه رقم جي عيوض پوڪيءَ جو حق خريد ڪرڻ. عسڪري صاحب جي وڏن هريانه مان هجرت ڪري پهرئين پنجاب وسايو ۽ پوءِ سانگهڙ ۾ ڪين هندن جو ڇڏيل زمينون ڪليم ۾ مليون. سانگهڙ ضلعي کي انگريز پنهنجي وڙهايو ۽ حڪومت ڪريو جي اصول تحت بقول اردو واري جي "يان متي ڪا ڪنبا" بڻائي ويو. پهرئين ۽ ٻي جنگِ عظيم جي رٽائر فوجين کي زمينون ڏئي هتي وسايو ويو. پاڪستان ٺهڻ بعد لياقت علي خان جي لشڪر ۾ ايندڙ افراد کي پنجاب مان سنڌ آڻي ڳوٺ ڳام ۽ زمينون ڏنيون ويون. حسن عسڪري پنهنجي مارڪسزم جي نظرئي تحت هتي سانگهڙ ۾ جيڪو ترقي پسندانه جدوجهد جو پروگرام پيش ڪيو. ان جي ڪري نوجوانن ۾ بغير ڪنهن پيد

ياءَ جي گڏجي سماج ڪي سڌارڻ جو رستو مليو. ڪيترائي نوجوان پارٽي جي ”يوٿ ليگ“ مان تربيت ۽ اتساهه وٺي زندگي جي ڊوڙ ۾ اڳتي وڌيا.

هاڻ عسڪري صاحب پنهنجي انقلابي پروگرام کي ڳوٺن تائين پهچائڻ جو خيال ڪيو. سڀ کان پهريائين سانگهڙ پرسان واقع ڳوٺ گل حسن سريوال ۾(Cell) قائم ڪيائين. مير حسن سريوال ۽ اسحاق مگريو ڪجهه ٻين نوجوانن سان ڳوٺ ۾ سياسي هلچل جي شروعات ڪئي. سريوال جيئن ته ننڍي وڏي زميندار طبقي جا رئيساڻا رمزون رکندڙ راڄ جا ماڻهو هئا. تنهنڪري عسڪريءَ جو نظرياتي فصل ڪا گهڻي پيداوار ڏئي ڪونه سگهيو. آئون جيئن ته هن ڳوٺ ۾ ڪافي عرصو استاد رهي چڪو هئس. تنهنڪري عسڪري صاحب کي هن ڳوٺ ۾ Cell کولڻ کي نظرياتي مقاطعو ڪوئيندو هئس. ڇوته هتي جا همراهه اول آخر پنهنجي پراڻي مجبيرين سان ٻڌل رهيا.

هتي گل حسن سريوال ڳوٺ جي انقلابي سيل بابت هڪ مزيدار واقعي جو ذڪر ڪريان ٿو. بينظير صاحبه جي پهرئين حڪومت دوران اليڪشن ٿي. ان وقت هندو اميدوران کي فقط هندو ووٽ ڪري پئي سگهيا. ٻي ڳالهه ته قومي اسيمبليءَ جي هندو اميدوار جو حلقو سمورو پاڪستان هيو. هن اليڪشن ۾ ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي قومي اسيمبلي جو اقليتي اميدوار هو. سريوال ڳوٺ جي نوجوانن ڪامريڊ جي ورڪ ڪرڻ شروع ڪئي. اليڪشن واري ڏينهن سندن ڳوٺ جي پولنگ اسٽيشن تي پرزائيڊنگ آفيسر حاجي ولي محمد نظاماڻي مقرر ٿي آيو. حسن عسڪري صاحب جي انقلابي سيل جي چند نوجوانن ڪامريڊ سوڀي کي ووٽ ڏيڻ جو ورڪ پئي ڪيو. پر ڳوٺ جو رئيس سانگهڙ جي دولتمند پائي بند کي ووٽ ڏيارڻ جو وچن ڪيو ويٺو هو. هن کي جڏهن چوڪرن جي هن ورڪ جي خبر پئي ته نوجوان ڪامريڊن کي ڇڳو ڪٽڪو ڪيرايائين. حسن عسڪري صاحب به مار کائيندي بچي ويو. هن وقت جڏهن آئون نومبر 2018ع ۾ هي سٽون لکان پيو. عسڪري صاحب جي هن سياسي سيل جو انقلابي جوش جذبو ڀڄاڻيءَ تي پهتل آهي.

ساڳئي ريت انهن ڏينهن ۾ عسڪري صاحب ڳوٺ باقر نظاماڻي ۽ ڳوٺ ڪرم خان نظاماڻي ۾ پنهنجا نظرياتي مقاطعا شروع ڪيا. هنن ڳوٺن جا دوست تمام يار ويس پنهنجي تر جا چڱا موچارا ترقي پسند زميندار ۽ استاد طبقي سان واسطو رکندڙ هئا. مونکي خبر هئي ته اهي محبتي ماڻهو انقلاب جون ڳالهيون دلچسپي سان ٻڌندا هئا. پر سندن روايتي سياسي ناتا ڄام صاحبن ۽ ٽنڊو آدم جي جوڻيجا خاندان سان هئا. تنهنڪري اهي مرڪز به انقلابي جوش خروش درجي به درجي ماٺو ڪري ويٺا. بهرحال ذاتي طور هنن محبتي دوستن جي عسڪري صاحب سان ياري اڃان تائين قائم آهي.

هيءُ باب پورو ڪندي آئون اهو ضرور چوندس ته حسن عسڪري صاحب جي مارڪسي سياست جي ڪري سانگهڙ شهر ۾ پهرئين مئي تي مزدورن جي عالمي ڏينهن بابت هر سال وڏي جوش خروش سان شهر ۾ مزدور ريلي ڪڍي ويندي آهي. جنهن ۾ مزدور ۽ ڪابي سوچ رکندڙ دوست سرخ جهنڊا کڻي پريس ڪلب سامهون انقلابي تقريرون ڪندا آهن.

جنرل پرويز مشرف جي دور ۾ حسن عسڪري صاحب، هاري مزدور ڪلاس جي ڏاڏي علي بخش کي آماده ڪيو تہ هو اسيمبليءَ لاءِ فارم ڀرائي. ٻئي پاسي عورتن جي نمائندگي لاءِ شھداد پور مان ميڊم گلاٽي صاحبہ صوبائي اسيمبلي لاءِ فارم ڀرايو. هن جاگيردارانہ هڪ هٽيءَ واري سماج ۾ حسن عسڪريءَ جو اهو تجربو دراصل هڪ ٽيسٽ خاطر هيو تہ آخر عوام جي سوچ ۾ ڪيتري قدر تبديلي آئي. نتيجو مايوس ڪندڙ رهيو. هنن ٻنهي عوامي اميدوارن کي صرف چند ووٽ ملي سگهيا. هن سال (2018ع) ۾ جڏهين آئون هي سٽون تحرير پيو ڪريان، انهن چونڊن ۾ محترم حسن عسڪري صاحب پاڻ سانگھڙ مان هڪ روايتي پوتار سامهون فارم ڀرايو. حسن عسڪري صاحب پنهنجي حلقي جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي وڏيرا شاهي خلاف ورڪ ڪئي. اليڪشن ٿي گذري، ڪيس پنج سئو کن ووٽ مليا. مطلب تہ هن ملڪ ۾ ترقي پسندانہ سوچ رکندڙ افراد لاءِ نام نهاد اسيمبلين ۾ وڃڻ جا دروازا بند آهن. بهرحال ”هنوز دلي دور است!“ هن ملڪ جي غريب عوام جي ٽنگ ۾ وڏيره شاهيءَ جو ٽوڙهو ٻڌل آهي. ويچارا فيوڊل ڪلاس جي سياسي جبر جي قيد ۾ قابو آهن.

## حسن عسڪري جي چريا پڙيءَ جي ميمبر ٿيڻ جو امتحان

حسن عسڪري صاحب جي سوشلسٽ پارٽيءَ جو ميمبر ٿيڻ خاص ڪري ”يوٿ ليگ“ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪڙي امتحان مان گذرڻو پوندو آهي. جنهن ۾ مون پارا متفقين ڪجھ قدر ٻاهرئين ٻني تي رهيا. پر هن گروپ جي اندروني مرڪزي سرڪل جي امتحان ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ ڪامريڊ جي انقلابي پاشٽن سان گڏ، انهن نوجوانن کي عقيدن جي اثر کي زائل ڪرڻ لاءِ Purgative طور سخت انقلابي جمال گهوٽي جو ڊوز ڏنو ويندو هو تہ جيئن هنن جا ” غائب شاهن“ طرفان ڏنل خانقاهي ادارن وارا عقيده ڌوپي صاف ٿي وڃن. بهرحال ”يارن ڌوئي صاف ڪيو ورق وجود جو“ جي مصداق انهيءَ امتحان ۾ ڪي ٿورا سچائي سان ڪامياب ٿيندا هئا. باقي ٻيا روايتي امتحاني طريقي موجب نقل ڪري اهو مرحلو لنگهي ”ڪامريڊيءَ“ جي ڊگري وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا آهن. حسن عسڪري صاحب پنهنجي عددي ميمبرشپ ۾ واڌارو ڏسي خوش ٿي ويندو آهي. آئون سندس ان ساده دليءَ بابت پوڳ چرچا ڪندو رهندو آهيان. جواب ۾ مونکي چوندو آهي تہ ”آخر تہ تون حر جماعت جو ماڻهو آهين نہ!!“

بهرحال هن موقعي تي آئون نهايت سنجيدگيءَ سان اهو چوان ٿو تہ انگريزن خلاف بغاوت ڪندڙ حر جماعت ۾ جنم وٺندڙ حر ڪئمپن جي قيد ۾ پنهنجي والدين سان گڏ ڏکيا ڏينهن ڏسڻ وارو ماڻهو آهيان. مونکي قدرتي طور سامراج کان سخت نفرت آهي ۽ هي جيڪي هن وقت سنڌ اسيمبلي ۾ ويٺا آهن، اهي انهن پوتارن جو ٽيون نسل آهن، جن حرن تي ظلم برپا ڪرڻ ۾ انگريز جي مدد ڪئي. مون جڏهن روسي دانشور پرنس ڪروپاٽڪن جو ڪتاب، جنهنجو ڪامريڊ برڪت آزاد سنڌيءَ ۾ ترجمو ”نوجوانن ڏانهن“ پڙهيو انهي وقت کان وٺي پنهنجي خيال و عمل،

پنهنجي تحرير خواهہ تقرير ۾ مزدور انقلاب جو خواب ڏسندو رهيو آهيان. البت اها ٻي تلخ حقيقت آهي تہ هن دور ۾ مارڪسي انقلاب جو نظريو مري تہ ڪونہ ويو آهي البتہ سوا صديءَ بعد نري ضرور ويو آهي. انساني نظريا نري ويندا آهن، پر مرندا ڪونہ آهن. اهي نظريا تاريخ جي سفر ۾ نئين روپ ۾ وري نروار ٿيندا آهن.

## اين ـجي ـاو جو دور ۽ ڌرتي دوست سنگت جو بنياد

1992ـ93ع ڌاري ڪامريڊ حسن عسڪري، مير حسن سريوال ۽ اسحاق مگريءَ وارن مونکي چيو تہ پاڻ ڪا NGO ناهي سماج سڌارڪ تحريڪ هلائڻ ٿا چاهيون، توهان جو ڇا خيال آهي؟ مون کين چيو تہ ”جيڪا سنگت جي صلاح“ ان موقعي تي مون ان اين جي او جو نالو ”ڌرتي دوست“ رکيو ۽ دوستن قبول ڪيو. ان کان پوءِ محنت ڪري ”ڌرتي دوست سنگت“ جا متا ۽ اصول مرتب ڪيا ويا ۽ هن تنظيم کي ڪو آپريٽو سوسائٽي وٽ رجسٽر ڪرايو ويو.

اصل ڳالهہ اها هئي تہ برطانوي اين جي او آڪسفيم جي حيدرآباد واري دفتر ۾ اسحاق مگريءَ صاحب جو هڪ دوست ڪم ڪندو هو. هي ماڻهو تمام ياروَيس ماڻهو هو. اصل ۾ ٻيلي کاتي ۾ آفيسر هو پر اتان ڊيپوٽيشن تي آڪسفيم سان ڪم ڪري رهيو هيو. ان صاحب اسحاق مگريءَ کي اهڙي تنظيم جوڙڻ لاءِ چيو ۽ امداد جو يقين ڏياريو. حقيقت ۾ مونکي ان پسمنظر جي خبر ڪجهہ دير سان پئي. آڪسفيم حيدرآباد جو انچارج مسٽر جيوڻ داس بہ ڀلو ماڻهو هو. منهنجي من ۾ اهو خيال هو تہ آئون آسٽريليا مان ماحول ۽ جهنگلي جيوت کي محفوظ رکڻ بابت اتي جي ڪارڪنن جي ڪم کان ڏاڍو متاثر ٿي آيو هئس. مون چاهيو پئي تہ سنڌ ۾ اهڙي تحريڪ شروع ڪجي. آڪسفيم ڏوڪڙ مهيا ڪيا. سانگهڙ ۾ دفتر کوليوسون. ان وقت هن علائقي ۾ L.B.O.D ۽ چوٽياريون ڊيم جو تمام وڏو پراجيڪٽ عالمي بئنڪ جي مدد سان شروع ڪيو ويو هيو. هن پروجيڪٽ تحت منڊ جمڙائو کان وٺي چوٽياريون پرسان ڊيم جو بند تعمير ڪرڻو هو. جنهن ڪري مکي ٻيلي ۾ اولهہ طرف کان موجود ننڍيون وڏيون ڍنڍون ڊيم جو حصو بنجڻ واريون هيون. ساڳئي وقت مکي ٻيلو صاف ڪرڻو هو. ۽ هن علائقي ۾ ٻيلي اندر صدين کان آباد مال وند ماڻهن کي بي دخل ڪرڻو هو. ان سڄي پروگرام بابت، پروجيڪٽ وارن تمام خوبصورت لٽريچر شايع ڪيو. ولائتي سوشل ويلفيئر آفيسر مقرر ڪيائون. هارين نارين ۽ مالوند ماڻهن کي وڏيون رقمون آڇيون ويون. جن ماڻهن جون زمينون ڊيم اندر اچڻيون هيون، انهن کي بہ وڏين رقمن جا وعدا ڏنا ويا.

منهنجو خيال هو تہ هي تمام پراجيڪٽ عالمي بئنڪ جي ڊالرن کي خرچ ڪرڻ لاءِ جوڙيو ويو هئو. جنهن مان هتي جي ڪامورن ۽ ڀوتارن کي وڏا فائدا ملڻا هئا. پر مونکي ڏک اهو هيو تہ حر تحريڪ جو تاريخي مرڪز ماحولياتي لحاظ کان ماحول دوست خطو ساڳئي وقت جهنگلي جيوت جو محفوظ مسڪن تباهہ ٿيڻو هو.

ياد رهي تہ مکي ٻيلي ۾ وسندڙ مالوند ڪميونٽي مينهن جا ڌڻ، هتي جا چراگاهہ، ڪير مکڻ ۽ گيهہ جي پيداوار، مکيءَ مان حاصل ٿيندڙ ماکي ۽ ٻيون ڪيتريون شيون جهڙوڪ ٻِهہ، مڇي ۽ لوڙهہ سڀ ڪجهہ برباد ٿيڻ وارو هيو. مونکي اها بہ خبر هئي تہ 1943ع ۾ هتي انگريزن، حرن خلاف مارشلا لاڳو ڪئي هئي. مون انگريز جي فائيلن ۾ پڙهيو هيو تہ انگريز جي مرضي هئي تہ مکي ٻيلو وڍي جلايو وڃي. ان جي اولهہ ۾ پهرئين ۽ ٻي عالمي جنگ جي رٽائرڊ فوجين کي مفت زمينون ڏيئي ڪين هر طرح جو امداد فراهم ڪري هتي چڪن ۾ آباد ڪيو وڃي تہ جيئن حرن جي طاقت هن ايريا مان ختم ٿي وڃي. اهو چوٽياريون ڊيم جنرل رچرڊسن (1943ع) جي سفارش موجب جوڙيو پئي ويو. بهرحال اسان ڊيم مخالف تحريڪ شروع ڪئي. جلسا جلوس، دنيا جي ماحولياتي تنظيمن سان رابطہ، ايتري قدر جو صوبي سرحد ۾ تعمير ٿيندڙ غازي بروٿا ڊيم وارن رابطو سان ڪيوسون. اتان ڪان عمر اصغر خان (ايئر مارشل اصغر خان جو فرزند) هتي سانگهڙ آيو ۽ اسان کي تعاون جو يقين ڏيارياڻين. اهو صاحب پوءِ مشرف دور ۾ ماحوليات جو وزير ٿيو ۽ سانگهڙ ۾ اچي جلسو ڪيائين تہ متاثرين سان انصاف ڪيو وڃي. ورلڊ بئنڪ جو هي تمام مهانگو پروجيڪٽ هتي جي مقامي ڪامورن جي ور چڙهي ويو. نتيجو اهو نڪتو تہ هن پروجيڪٽ رشوت جا پراڻا رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا. ڊيم اندر زمينن جي معاوضي ۾ وڏا گهپلا ڪيا ويا. 10 ايڪڙن جي کاتي واري کي سئو ايڪڙ جاٽائي ادائيگيون ڪيون ويون. اصل حالت هيءَ هئي جو ڊيم بابت سڀني سياسي پارٽين جا پوتار بہ انهيءَ رشوت جي وهندڙ واهہ مان مستفيد ٿيا. ميربحر ڪميونٽي جا ليڊر بہ آفيسرن جي لاري لپي لڳا. ڏرتي دوست سنگت سان ڪوبہ تعاون ڪونہ ڪيائون. متاثر ڪميونٽي کي آماده ڪرڻ لاءِ هڪ خاص NGO کي ٺيڪو ڏيٺو هو. ان لاءِ هڪ ڪراچي ۾ واقع ماحولياتي تنظيم کي واپڊا وارا وٺي آيا. سانگهڙ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هال ۾ ان تنظيم جو تعارفي پروگرام رٿيو ويو. ڌرتي دوست سنگت کي دعوت ڪونہ ڏنائون. پر آئون اڻ ڪوٺيو ان ۾ وڃي پر گهٽ ٿيس. هن پروگرام ۾ ڪافي غير ملڪي انجينيئر بہ هئا. مون ان پروگرام ۾ ڳالهائڻ لاءِ انتظاميہ کي چيو. نيٺ سور مرندي اجازت ڏنائون مونکي ڪراچي واري تنظيم جي اصولي مخالفت ڪرڻي هئي. آئون انهن کي سڃاڻندو هئس. تمام چلتا پرزا هئا. مون واپڊا جي انجينيئرن ۽ عالمي بئنڪ جي غير ملڪي نمائندن کي ٻڌايو تہ هي امپورٽيڊ تنظيم مکيءَ جي قديم ڪميونٽي ۾ ڪم نہ ٿي ڪري سگهي. ڇاڪاڻ تہ انهن کي مقامي زبان ۽ مکي جي ماڻهن جي قديم ڪلچر بابت ڪابہ ڄاڻ ناهي. تنهن ڪري اوهان جي اهو ڪم ڪرڻ چاهيو ٿا تہ مقامي طور قائم شده تنظيم کي اهو ٺيڪو ڏيو. نتيجي ۾ ڪراچي وارن جو ڪليم ختم ۽ شهداد پور ۾ تازو قائم ٿيل تنظيم "سافڪو" کي اها اسائنمينٽ ڏني وئي. هن تنظيم جو اڳواڻ شروع ۾ شهدادپور ميونسپالٽي جو ملازم هو. پر پنهنجي هوشياري ۽ چترائي جي ڪري هن وقت مٿاهين اقتصادي منزل تي پهتل تي آهي. سندس جايون جڳهيون حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ قائم آهن. پنهنجي حلقي ۾ وڏو دانشور ليکجي ٿو. منهنجي سچ چوڻ تي اهو همراهہ مونکان پرڀرو رهندو آهي.

## ايل- بي- او- ڊي ۾ رشوت جي بازار

اصل ۾ چوٽياري ڊيم ۾ ايل- بي- او- ڊي هڪ وڏي پروجيڪٽ جا حصا هئا. ايل- بي- او- ڊي پروجيڪٽ تحت نوابشاهه کان وايا سانگهڙ، ميرپورخاص ضلعن درميان وڏن ننڍن سم نالن جو ڄار بنائي ويو هئو. نوابشاهه ۾ سانگهڙ ضلعن ۾ زير زمين سم جو پاڻي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ ڪيترائي ٽيوب ويل لڳايا ويا هئا. ياد رهي ته انهن ٽيوب ويلن جي مشينري آمريڪا مان درآمد ڪئي وئي هئي. ٽيوب ويلن کي هلائڻ لاءِ بجليءَ جي لائينن جو ڄار وڇايو ويو.

پهرئين رشوت جي لهر اتان شروع ٿي ته جنهن زميندار جي زمين مان سم نالي کوٽي ٿي ويئي.اها زمين اڪثر ڪري سخت ڪلراٺي ۽ پيداوار ڏيندڙ ڪونه هئي. ان وقت جي ويليو پنج هزار روپيه ايڪڙ جيتري به ڪونه هئي. پر هتي به رشوت جي بازار جا جادوگر پهچي ويا. سروي ريڪارڊ ۾ لکيو ويو ته سم نالي هيٺ ايندڙ زمين ۾ باغ بستان موجود آهن. ان ڪري ان جي هڪ ايڪڙ جي قيمت ڪم از ڪم سٺ هزار هجڻ گهرجي ۽ اها رقم زميندارن ۽ ڪامورن پاڻ ۾ ورهائي هضم ڪئي. مون ان وقت به ان تي ڪم ڪندڙ غير ملڪي انجينيئرن کي پنهنجي خدشي جو اظهار ڪيو هو ته جهنگل ۾ موجود انهن ٽيوب ويلن جا ٽرانسفارمر چوري ٿي ويندا ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ ٿيو به ائين جو ٽيوب ويلن جا ٽرانسفر ۽ انهن جا قيمتي موٽر چوري ڪيا ويا. سم جي صورتحال اتي جو اتي رهي. هن وقت انهن ٽيوب ويلن جا آثار ڏسي سگهجن ٿا. ڪروڙين ڊالرن جا پروجيڪٽ ناڪام ٿي ويا. پيو ڇا ٿيو جو انهن سم نالن جي ايريا ۾ موجود ڪم از ڪم هڪ درجن شوگر ملن پنهنجا زهريلا ڪيميڪل نيڪال ڪرڻ شروع ڪيا آهن ۽ هيءُ ماحول دشمن عمل تاحال جاري آهي.

## ٽائيڊل لنڪ TIDAL LINK CANAL ۽ استاد ناٿو خان لنڊ

ڌرتي دوست سنگت انهيءَ پروجيڪٽ جي Enviorment Management Committee جي ميمبر هئي. ان حيثيت ۾ هر ماهه حيدرآباد جي حسين آباد ۾ واقع پروجيڪٽ جي مرڪزي آفيس ۾ ميٽنگ ٿيندي هئي. آئون ان ۾ شرڪت ڪندو هئس. اڪثر ڪري ملڪي خواهه ولائتي انجينيئرن سان مٿا ماري ڪندو رهندو هوس.

هڪ دفعي اسان کي پروجيڪٽ جي طرفان خط مليو ته فلاڻي تاريخ سنڌ سيڪريٽريٽ ڪراچيءَ ۾ عالمي بئنڪ جي انسپيڪشن ٽيم سان ميٽنگ ۾ شرڪت ڪرڻي آهي. ياد رهي ته ان وقت تائين بدين کان سمنڊ تائين TIDAL LINK CANAL مڪمل ٿي چڪو هو. آئون ۽ اسحاق مڱريو ڪراچيءَ وياسين. سنڌ سيڪريٽريٽ جي هڪ هال ۾ ميٽنگ منعقد ٿي. ان زماني ۾ ماحوليات ۽ ايريگيشن کاتي جي سيڪريٽري محترما ماهتاب چنا صاحبه هئي. ميٽنگ ۾

پروفيسر اعجازقريشي، پروفيسر مشتاق ميراڻي صاحب شريڪ ٿيا. ساڻن گڏ هڪ ڪاري ڪٺيءَ پهريل بزرگ موجود هو. عالمي بئنڪ جي ٽيم جا ڪافي ماڻهو موجود هئا. سڀ کان پهريائين هر هڪ ماڻهو پنهنجو تعارف ڪرايو. تعارف کان بعد ٽيم جي هيڊ مونکي ڳالهائڻ لاءِ چيو. مون ان کي چيو تہ آئون هڪ ننڍڙي تنظيم جو ورڪر آهيان. هتي منهنجا سينيئر پروفيسر ويٺا آهن. انهن کي پهرئين ڳالهائڻ کپي. پر هن صاحب چيو تہ ”نہ توهان پهرئين ڳالهايو!“ مون پنهنجي ڳالهہ جي شروعات هن پروجيڪٽ ۾ مکيءَ جي ڪميونٽي جي بربادي جي ذڪر سان گڏ جڏهن اهو جملو چيو تہ هن پروجيڪٽ سبب ۾ رشوت جي بازار کولي ڇڏي آهي. اها ڳالهہ ٻڌي صاحب مونکي چيو تہ تون سياسي ماڻهو ٿو ڏسجين. آئون توکي وڌيڪ ڳالهائڻ جي اجازت نہ ٿو ڏيان! مون پروفيسر صاحبان ڏانهن ڏٺو. بلڪل خاموش هئا. بهرحال آئون چپ ڪري ويهي رهيس. آخر ۾ ڪاري ڪٺيءَ واري بزرگ کي ڳالهائڻ لاءِ چيو ويو. جيڪو پروفيسر اعجاز قريشي جي پر ۾ ويٺل هيو. قريشي صاحب سندس تعارف ڪرائيندي چيو تہ هي بزرگ استاد ناٿو خان لنڊ آهي ۽ ٽائيڊل ڪئنال واري علائقي جو رهاڪو آهي. استاد ناٿي خان لنڊ پنهنجي گفتگو جي شروع ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جا ڪجهہ بيت پڙهيا. جن جو جهڙو تهڙو ترجمون پروفيسر صاحب انگريزي ۾ ڪيو. ان بعد استاد ناٿي خان پنهنجو اهم بيان هڪ جملي ۾ ڏنو تہ ”صاحبن کي چئو تہ اوهان جو هي واهہ (TIDAL LINK CANAL) ڪونہ وهندو!“ عالمي بئنڪ وارن هڪ ٻئي ڏانهن نهاريو. انهن مان هڪ چيو تہ If he is an engenier? ( ڇا هي ڪو انجينيئر آهي؟) پروفيسر قريشي صاحب چيو تہ ”هي ريٽائرڊ پرائمري ٽيچر آهي!“ ”تہ پوءِ هي اهڙي دعويٰ ڇو ٿو ڪري؟“ انگريز صاحب چيو. ان تي وري استاد ساڳيو جملو دهرايو! ۽ آخر ۾ قريشي صاحب کي چيائين تہ ” هنن صاحبن کي ٻڌاءِ تہ اوهان ۽ اوهان جو هي شاهي سم واهہ، سمونڊ جي طاقت کان ڏاڍو ناهي. توهان جي هن واهہ کي سمونڊ اڄ سڀاڻ ڊاهي برباد ڪري ڇڏيندو! ۽ پوءِ اسان ڏٺو تہ ڪجهہ وقت کان پوءِ سمنڊ جي طاقت ور لهرن انهيءَ شاندار ڪروڙن ڊالرن واري واهہ کي لوڙهي ڇڏيو. ان جا ڪنارا بہ لڙهي ويا ۽ سمنڊ جو ڪارو پاڻي، بدين جي زمينن ۾ ڪاهي پيو. ان علائقي جون قدرتي ڍنڍون خراب ٿي ويون.

ڌرتي دوست سنگت جي بئنر هيٺ، سانگهڙ شهر ۾ يوم الارض ۽ ماحوليات جي عالمي ڏينهن تي اسان وڏي ريلي ڪڍندا هئاسون، جنهن ۾ ان وقت جا اهم شهري ۽ آفيسر شريڪ ٿيندا هئا. ڌرتي دوست ڪيترن اسڪولن ۾ وڻڪاري ڪئي. ان سان گڏ سانگهڙ جهول جي آسپاس ڳوٺاڻن سان ملاقاتون ۽ مجلسون ڪندي کين زهريلين جيت مار دوائن جي نقصانن کان واقف ڪرڻ جا پروگرام منقعد ڪيا. پوءِ ڇا ٿيو جو محترم حسن عسڪري چيو تہ ڌرتي دوست سنگت جو جنرل سيڪريٽري محمد نواز ڪنير کي مقرر ڪريو. چو تہ بخشڻ اهو عهدو ڇڏي چڪو هئو. مون بادل نا خواستہ عسڪري صاحب جي اصرار تي اها ڳالهہ قبولي پر تنظيم جي صدارت ڇڏي محترم مير حسن سريوال جي حوالي ڪيم. اسحاق مڱريو تنظيم جو ماحولياتي رپورٽر هيو جيڪو فنڊ مان ڇهہ هزار رپيا معاوضو وٺندڙ هو. جڏهن آڪسفيم کان مليل فنڊ پورا ٿي چڪا تہ

هڪ ڏينهن، نواز ڪنڀر ۽ مير حسن سريوال ڏرتي دوست سنگت جا فائيل، هڪ ميز ۽ ڪجهه ڪرسيون منهنجي ٽريننگ ڪاليج ۾ ڦٽو ڪري هليا ويا. وري ماحوليات ڏانهن منهن ڪونه ڪيائون. اسحاق مگريو به سنگت ڇڏي چڪو ۽ پوءِ مون استاد نظاماڻي جي ”جهونگار“ ۾ مڪيءَ جو نوحو ”مڪيءَ کان موڪلاڻي“ لکيو. محترم اشتياق انصاريءَ جي گهر واري اهو نالو مونکان اڌارو وٺي ان ٽائيٽل سان ”مڪيءَ جي موڪلاڻي“ ناول لکيو. اهڙي طرح اسان جي ناڪام جدوجهد جو اختتام ٿيو. چوٽياري ڊيم اڪثر پاڻيءَ کان خالي هوندو آهي. پر جي پنجين ڇهين سال سيلاب اچڻ وقت پرجي به ٿو ته پنهنجي 22 ڪلوميٽر ڊگهي الهندي پاسي واري بند کان پاڻي زيرزمين سمي، اولهه ۾ پري پري تائين ڳوٺ ۽ گام ٻنيون ٻارا سيمو ڪري ٻوڙي ٿو ڇڏي. بهرحال انگريز جي وصيعت تي عمل ڪندي مڪيءَ جي ٻيلي کي ختم ڪيو ويو. مڪيءَ جي مالوندن کي ڇڙوڇڙ ۽ دربدر ڪيو ويو. تماشو اهو آهي ته اسان جا پوتار سڀ پنهنجو حصو وٺي ان سانحي تي چپ رهيا.

## ڪجهه ذڪر سنڌي ادبي سنگت جو

سانگهڙ ضلعي ۾ سڀ کان پهريائين جهول شهر ۾ س-ا-س جو بنياد 1960ع ۾ قاضي محمد عالم ’معصوم هالائي‘ رکيو. قاضي صاحب جي قائم ڪيل سنگت اجان تائين جهول ۾ مير الهه بخش پبلڪ لائبريري سان قائم آهي. شروع ۾ سانگهڙ کان ڪجهه نوجوان هر آچر تي جهول سنگت جي ادبي ڪچهرين ۾ اچي شريڪ ٿيندا هئا. ”اياز نظاماڻي“ صاحب سانگهڙ مان سائيڪل تي جهول اچي ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيندو هو. آئون سنڌي ادبي سنگت جي ڪوشش جو هتي هڪ واقعو بيان ڪريان ٿو. جنرل ايوب پنهنجي حاڪميت جا ڏهه سال پورا ڪرڻ تي پاڪستان جي هر شهر ۾ Decade of Development جي نالي ۾ پروگرام ۽ نمائشون ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ان تحت سانگهڙ ۾ هڪ عاليشان صنعتي نمائش جو انتظام ڪيو ويو هو. انهيءَ موقعي تي سانگهڙ جي ڊپٽي ڪمشنر صلاح الدين قريشيءَ آل پاڪستان اردو مشاعرو جيم خانه سانگهڙ ۾ منعقد ڪرايو. قاضي محمد عالم ’معصوم‘ ڊي- سي صاحب کي لکيو ته ” سنڌي زبان ۾ مشاعرو ڇونه؟“ ان تي ڊپٽي ڪمشنر قاضي محمد عالم کي گهرائي چيو ته سڀاڻي شام جو نمائش جي ثقافتي شو ۾ اوهان پلي اچي مشاعرو ڪريو. قاضي صاحب پڇ پڇان ڪري، ٻئي ڏينهن شام جو مشاعري کان ٿورو ٽائيم اڳ محترم شمشيرالحيدري، پرواني پڻي ۽ هڪ ٻئي شاعر کي حيدرآباد مان وٺي آيو. هتان جهول مان قاضي محمد عالم ’معصوم‘ صاحب ۽ مون مشاعري ۾ هزارن سامعين سامهون پنهنجي شاعري پيش ڪئي. ان طرح سنڌي ٻوليءَ جي اهميت کي ڪامورا شاهي کان تسليم ڪرايوويو. ٻئي پاسي ڇا ٿيو جو سانگهڙ ۾ روزانه مهراڻ جي خاطو محمد حيات نظاماڻي مهراڻ اخبار ۾ ٺوڪبازي ڪندي اها خبرشايع ڪرائي ته ”سانگهڙ واري نمائش ۾ سرخن شاعرن جو ٽيبڊي مشاعرو ٿي گذريو!!“

ياد رهي تہ ان زماني جا سنڌي اديب ڪاپي ۾ ساڄي ڌرين ۾ تقسيم ٿيل هئا ۾ مهراڻ اخبار ساڄي ڌر جي سرڪاري اديبن جي طرفدار هئي. بهرحال هن وقت سنڌي ادبي سنگت جي تنظيم ۾ جهول خواهہ سانگهڙ ۾ تمام بهترين ليکڪ ۾ شاعر سنڌي ادب جي آبياري ڪري رهيا آهن. جهول سنگت مان "معصوم سانگهڙائي" ( عبدالقادر مهر) تمام بهترين شاعر ٿي گذريو آهي. سانگهڙ سنگت ۾ "امر لغاري" شارٽ اسٽوري ۾ ناول جي صنف ۾ سنڌ مشهور اديب ليکيو وڃي ٿو. حر تحريڪ جي تاريخي ادب و ادب ۾ استاد نظاماڻي ۾ ولي محمد خاصخيلي پبلشر جي حيثيت ۾ تمام اهم ڪم ڪيو آهي.

## تعليم کاتي مان ريٽائرمينٽ جو مرحلو

1960ع کان جنوري 2002ع تائين مسلسل تعليم و تدريس جي عمل جي ڊگهي عرصي کان پوءِ نيٺ سرڪاري نوڪريءَ کي خير آباد چوڻ جو وقت اچي ويو. هن موقعي تي اليمينٽري ڪاليج آف ايجوڪيشن سانگهڙ جي هم ڪار دوستن مختصر الوداعي تقريب منعقد ڪئي. هوڏانهن منهنجي چريا پڙيءَ وارن دوستن هڪ جدا پروگرام رٿيو هو. حسن عسڪري صاحب ۾ سانگهڙ سنڌي ادبي سنگت جي نوجوان ليکڪن, يوٿ ليگ جي يارن هڪ ڪتاب "ماڻهو مٽيءَ هاڻو" جي عنوان سان ترتيب ڏيڻ شروع ڪيو. انهيءَ ڪم جو انچارج امر لغاري صاحب هو. منهنجي ادبي حلقي، ڪامريڊ دوستن، هم ڪار استادن ۾ شاگردن کان ان ڪتاب ۾ تاثرات لکرائي جمع ڪيا ويا. اٽڪل ٽيهارو کن دوستن ان ڪتاب ۾ مون ناچيز بابت پنهنجا تاثرات لکيا آهن. پروگرام اهو رٿيو ويو هو تہ اهو ڪتاب منهنجي ريٽائرمينٽ واري ڏينهن ڇپجي پڌرو ٿئي. ۾ ساڳئي ڏينهن بوائز ڊگري ڪاليج سانگهڙ ۾ الوداعي پارٽيءَ جو زبردست پروگرام منعقد ڪيو ويو. جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ استادن، اديبن، ساٿي سياسي ڪارڪنن شرڪت ڪئي. هن پروگرام ۾ سانگهڙ جا سينيئر استاد شريڪ ٿيا. مشهور جپسي ليکڪ خورشيد قائم خاني بہ شرڪت جي مهرباني ڪئي. اسان جو دوست لکمير ڏاهري بہ شريڪ ٿيو. مطلب تہ هن تقريب ۾ وڏي تعداد ۾ مهربانن شرڪت ڪئي. اهو منظر ڏسي محترم جان محمد ڏاهري صاحب چيو تہ "جٽ کي وڏي لئي ڪرائي ڇڏي اٿن!"

هن پروگرام ۾ دوستن مون ناچيز جي تعليمي ۾ تدريسي سفر بابت جيڪي ڪلمات ادا ڪيا اهي منهنجي لاءِ هڪ وڏي همت افزائي جو باعث بڻيا. هن تقريب جون تصويرون منهنجي لاءِ هڪ وڏو يادگار آهن. ڪڏهين ڪڏهين انهن کي ويهي ڏسندو آهيان تہ اهي سڀ دل وارا دوست ياد اچي ويندا آهن. بهرحال هن ڪتاب جي اشاعت ۾ تقريب ۾ حسن عسڪري صاحب جي همت افزائي، نورچشم بخشڻ جي دلچسپي ۾ امر لغاريءَ جو ڪتاب جي اشاعت وارو ڪم هميشه ياد رهندو.

# هو جي هليا ويا........!

منهنجي عمر هن وقت ستهتر سال تي پهتي آهي. سندم زندگيءَ جا پهريان 9_10 سال انگريز طرفان قائم ڪيل حر ڪئمپ ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ قيدين سان گڏ گذريا. جڏهن 1947ع ۾"ورهاڱي" جو واقعو ٿي گذريو ته مون ٻاروتڻ ۾ نوابشاهه ۾ قائم ڪئمپ مان پناهگيرن جي آمد جا منظر به ڏٺا.

سنڌي سماج جي ورهاڱي جو پروگرام سنڌ جي مسلم ليگي اڳواڻن دراصل 1939ع جي مسجد منزل گاهه وارن فسادن ڪرائڻ سان شروع ڪري ڇڏيو هو. ڪنور ڀڳت جي 1939ع ۾ قتل سنڌ جي هندن کي ڏرمي طور وڏو صدمو رسايو. ان بعد اسين ڏسون ٿا ته 3 مارچ 1943ع ۾ سنڌ اسيمبلي قرارداد پاڪستان فقط 24 ووٽن سان پاس ڪري ٿي. هن قرارداد جو متن پڙهي ڏسو ته سمورو به قومي نظرئي موجب آهي.

پر منهنجي لاءِ عجيب ڳالهه اها آهي ته اها قرارداد جڏهين سنڌ اسيمبلي ۾ پاس ڪئي پئي وئي ته ان وقت سنڌ جي سماج ۾ ڇا وهيو واپريو پئي. پهرئين جون 1942ع کان سنڌ جي اوپرواري سموري حصي کان وٺي جيسلمير تائين تاريخ جي ڇيتي مارشلا لڳائي وئي هئي. جنهن ڪري حر جماعت جا هزارين ٻيدا ٻار، عورتون ۽ مرد ڳوٺن مان گرفتار ڪري ڪئمپن ۾ قيد ڪيا ويا ۽ سندن ڳوٺ جلايا ويا. سنڌ جي سينٽرل جيلن حيدرآباد ۽ سکر جي مارشل لا ڪورٽن ۾ سوين مردن کي ڏاڍا ڏڏ ڦاهيءَ جون سزائون پئي ڏنيون. ڪئمپن ۾ قيدين جا وڏي تعداد ۾ موت ٿي رهيا هئا!

ان وقت جي ٻي اهم ڳالهه اها هئي ته حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ حضرت سورهيه بادشاهه تي مارشل لا ڪورٽ ۾ "تاج برطانيه سان جنگ جوتڻ" جي الزام تحت، مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جنرل رچرڊسن جي سربراهيءَ ۾ ساڳئي مارچ مهيني ۾ ڪيس هلندڙ هو. حضرت قائداعظم باوجود درخواستن جي هن ڪيس جي پيروي ڪرڻ کان معذرت ڪئي.

اصل ۾ هڪ سازش تحت هڪ ٻن هندن جي قتل ٿيڻ جي واقعن کان پوءِ 16 مئي 1942ع تي لاهور ميل جا ٽنڊو آدم جي ڏکڻ طرف ريل جا نٽ بلٽ ڪيدي حادثو ڪرايو ويو. سنڌ اسيمبليءَ جي هڪ اهم ميمبر جيڪو ان وقت جي ضلعي نوابشاهه مان اسيمبليءَ ۾ چونڊيل هئو ۽ جنهن هنڌ ريل کي ڪيرايو ويو ان تر ۾ ان ميمبر صاحب جي وڏي جاگير هئي. رڪارڊ مان خبر پئي ٿي ته هن صاحب کي ان ريل ڪيرائڻ جي پوري ڄاڻ هئي. ڊاڪٽر حميده کُهڙو موجب هي صاحب ڄام جان محمد هيو (حوالو: ڪتاب محمد ايوب کُهڙو) ٽنهنڪري لاهور ميل جنهن مغرب وقت اچي حيدرآباد پهتي ته ان ۾ ان وقت سنڌ جو وزيراعليٰ شهيد الهه بخش سومرو اسپيشل بوگيءَ ۾ سفر ڪري رهيو هيو. جنهن کي اهو ميمبر صاحب اوپاريون، لهواريون ڳالهيون ڪري، ريل مان لاهي، حيدرآباد ۾ پنهنجي اوطاق تي وٺي ويو. اڳتي ڇا ٿيو جو اها ريل ٽنڊي آدم پر سان حادثي جو شڪار ٿي ۽ سمورو الزام سازش تحت حرن تي لڳايو ويو. اهو حادثو 17 مئي جي رات ٿيو. ۽

ڦھرئين جون تي مارشلا لاڳو ڪري سنڌ جي عوام مٿان قھر برپا ڪيو ويو. انھيءَ نازڪ وقت ۾ حرن جي هزارين لاشن مٿان سنڌ اسيمبلي اها قرارداد پاس ڪئي. هڪ ھ هندو قتل ڪرائي سنڌ جي گورنر هيوڊو. شهيد الھ بخش سومري کي گانڌيءَ ڏانهن موڪليو. جنهن گانڌيءَ کي چيو ته حُر آزاديءَ جا پروانا ناهن. گانڌي چاڪاڻ ته ان وقت Quit India جي تحريڪ هلائڻ وارو هيو. انگريزن کي خدشو هو ته مٿان مهاتما گانڌي سڄي هندستان کي حر تحريڪ سان ڪڙو نه ڪري، تنهنڪري گانڌيءَ جي من ۾ اهو شڪ پيدا ڪري، سنڌ جي مارشل لا وارن ظلمن ۾ حرن کي اڪيلو ڪري ماريو ويو. ساڳي طرح حضرت سورهيه بادشاھ کي 20 مارچ 1943ع تي حيدرآباد جيل ۾ شهيد ڪيو ويو.

هن سموري سانحي ۾ سنڌ اسيمبليءَ جا سڀئي فيوڊل لارڊ ميمبر خاموش رهيا. نه ته ڪنهن اسيمبليءَ ۾ ڳالهايو نه ڪو پريس ۾ ڪا ڳالھ ڪيائون. آئون هيءَ ڳالھ تصديق سان چوان پيو. محترمه حميده کهڙو جو ڪتاب سندس والد محمد ايوب کهڙو بابت پڙهي ڏسو ته اصل سازش جي پروڙ پئجي ويندي. اهي هزارين ٻار ٻڍا عورتون ۽ مرد 1942ع کان 1952ع تائين ڪئمپن ۾ بيمار بکيا ۽ بي حال پيا هئا. انهن بابت ورهاڱي بعد به انهيءَ سنڌ اسيمبليءَ ۾ ڪنهن اڳواڻ ڪا قرارداد پاس ڪئي هجي ته رڪارڊ مان حوالا ڳولي ڏيکاريو! اها ته هلتا (ظلم) ٿي سنڌي حرن سان، باقي جيڪو جبر ۽ ڏاڍائي سنڌي هندن سان ٿي ان جو داستان الڳ آهي.

## سنڌ جو سماج

هڪ متحرڪ ۽ پرفيڪٽ سماج، ان سماج کي چئجي، جنهن جي مختلف شعبن ۾ وقت جي تقاضا موجب هم آهنگ ٿي اڳتي وڌڻ جو شعور هجي. اها حقيقيت آهي ته سنڌي مسلمانن جي غالب اڪثريت ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ هئي. ان جي مقابلي ۾ سنڌي هندو ننڍن توڙي وڏن شهرن ۾ رهندڙ هئا. انهن کي مسلمان ”واڻيو“ ڪري سڏيندا هئا. جو هندن جي اڪثريت صدين کان وڻج واپار ۽ تجارت ڪندڙ پئي رهي آهي. اسين جڏهن شڪارپور کي سنڌ جو پئرس ڪوٺيون ٿا ته ان مان مراد آهي ته شڪارپور شاھ شجاع کان به گهڻو وقت اڳ سينٽرل ايشيا تائين واپار ۽ بئنڪنگ جو مرڪز هئي. اهو سمورو ڪاروبار سنڌي هندن جي هٿن ۾ رهيو. هنن واپارين جا پلاوٽا ۽ ايجنٽ وچ ايشيا ۾ سمرقند بخارا تائين موجود هئا.

مير صاحبان جي حاڪميت دوران به سندن حڪومت جا مالي ڪم ڪار هندو عامل ڪندڙ هئا. اهي هندو عامل سنڌي خواھ فارسي خواندھ هوندا هئا. مير صاحبن جي دور ۾ مسلمانن جي ڪن مذهبي حلقن طرفان هندن مٿان سختيون ٿيندڙ هيون، ليڪن عام طور سنڌي ماٺهو سنڌي هندن کي عزت ڏيندي ”پائي بند“ ڪوٺيندو هو. حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو دوست مدن واڻيو سدائين شاھ صاحب جي ڪچهريءَ ۾ موجود هوندو هو. مطلب ته سنڌي سماج جي وڏي حصي ۾ هندن لاءِ ڪو گهڻو ڀيد ڀاءُ نه هو.

ميرن جي صاحبيءَ کان پوءِ انگريز حاڪمن سنڌ جي شهرن ۾ ڪورٽن، آفيسن ۽ مارڪيٽن ۽ ميونسپالٽين جي نئين سر جديد انداز ۾ تعمير ڪرائي لوڪلبورڊ جو سسٽم جاري ڪيو. هن عمل ۾ اسان ڏسون ٿا تہ هندو پنهنجو پورو حصو ادا ڪن ٿا. پنهنجي طرفان دان ڪري ڪيترائي تعليمي ادارا برپا ڪن ٿا. شاگردن لاءِ هاسٽل تعمير ڪرائين ٿا. ايتري قدر جو جانورن لاءِ گاهہ پاڻيءَ جو انتظام رکن ٿا. هن دور ۾ هندو ڪميونٽي ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر جهڙن شهرن ۾ خوبصورت عمارتون ۽ بازاريون تعمير ڪيون. حيدرآباد ۾ مکي هائوس ۽ هيرآباد جهڙيون خوبصورت بستيون آباد ڪيائون. سنڌ جي نئين مڊل ڪلاس بنجڻ ۾ هندن جي واضع اڪثريت جو حصو هيو.

ساڳئي وقت سنڌي هندو سنڌ جي ڪلچر جو انتهائي اهم حصو هئا. سڀ کان پهريائين اچون ٿا سنڌي ٻوليءَ تي. ڪنهن بہ سماج جي ٻولي ان سماج جي ثقافت جي امين هوندي آهي. سنڌي هندو ڀائي ٻندن مان سنڌي زبان جا بهترين محقق ۽ شاعر پيدا ٿيا. هنن سنڌي زبان کي هر طرح سان شاهوڪار بنائڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو. هنن طرفان سنڌي زبان ۽ ان جي اشاعت خاطر نمايان ڪم ڪيا ويا. ساڳئي وقت تعليمي ادارا پڻ برپا ڪيائون. سندن اهڙين خدمتن کان ڪير بہ انڪار نہ ٿو ڪري سگهي.

## تصوف ۽ سنڌي هندو

سنڌ جو هندو پنهنجي ڌرم سان گڏوگڏ صوفي ازم سان پڻ عقيدت رکندڙ هو. شاهہ عنايت شهيد، سچل سرمست ۽ سنڌ ۾ موجود ٻين ڪيترين ئي صوفي خانقاهن جو ادب سان سلام ڪرڻ وارا شاهہ صاحب جا شيدائي سنڌي هندو سنڌي سماج جو ڪارآمد ۽ مثبت حصو هئا ۽ هن وقت بہ هند ۾ رهندي، انهن جي سنڌ جي صوفي بزرگن سڳورن لاءِ محبت ۽ عقيدت قائم آهي.

سنڌ جا سنڌو ورقي جيڪي يورپ تائين وڻج واپار لاءِ مشهور هئا. هنن سنڌ ۾ ڪارخانا ۽ فيڪٽريون قائم ڪيون. انهن خوبين جي مالڪن کي جڏهين سنڌ مان ڌمڪائي، نڌڪائيءَ جو احساس ڏياري، ٻاهران ايندڙ لشڪرن کان حملا ڪرائي، هتان پنهنجي ماڳن مڪانن مان ڌڪي ڪڍيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ سنڌي سماج اندر هڪ وڏو خال پيدا ٿي ويو. ان خال کي پرڻ جي صلاحيت پيوتارڪي سماج ۾ اڄ تائين پيدا ڪونہ ٿي سگهي آهي. هندن جي هجرت جي ڪري سنڌي سماج تجارت، بئنڪنگ جي لياقت وڃائي چڪو آهي. جنهن جي ازالي ڪرڻ جو موجودهہ حڪمرانن کي ڪو بہ خيال نہ آهي.

هندو مڊل ڪلاس جي خال پرڻ لاءِ هيل تائين سنڌ ۾ جيڪو نام نهاد مڊل ڪلاس پيدا ٿيو آهي. اهو گهٽو ڪري رشوت جي نتيجي ۾ مڊل ڪلاس هجڻ جي دعويٰ ٿو ڪري تنهنڪري اسان جو موجوده نام نهاد مڊل ڪلاس سنڌ جي تعمير ۽ ترقيءَ بجاءِ هر طريقي سان پنهنجي ذاتي

ملڪيت ۽ طاقت کي قائم رکڻ لاءِ انتهائي، چالاڪيءَ سان سنڌي عوام جي حقن تي ڏاڙو هڻندڙ طبقو آهي.

1943ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ مان جن بزرگن پاڪستان جي قرارداد منظور ڪئي هئي، ڇا انهن کي اها خبر هئي تہ ورهاڱي کان پوءِ دهلي ۽ پنجاب ۾ جيڪي فساد برپا ٿيندا، انهن جو سنڌ جي آباديءَ مٿان ڪهڙو منفي اثر پوندو؟ هنن تہ قائداعظم جي عشق ۾ اهو فيصلو ڪري، سنڌي سماج جي ثقافت جو نهايت اهم حصو سنڌ مان پٽي ڌار ڪري ڇڏيو. هنن بزرگن کي ان ڳالهہ جو قطعي احساس ڪونہ هو تہ گنگا جمنا کان لشڪرِ جرار، نواب زاده لياقت علي خان من و سلويٰ جي واعدي سان Promised Land ۾ داخل ٿيندو ۽ سنڌ جي فيوڊل ڪلاس کي ڪراچيءَ مان ڪيڏي ٻاهر ڪندو. ڇا هنن بزرگن کي اها ڄاڻ هئي تہ ورهاڱي بعد لارڊ مائونٽ بيٽن گڏيل هندستان ۾ نوڪري ڪندڙ ملازمن ۽ برٽش انڊيا فوج کي اهو آپشن ڏيڻ لاءِ چوندو تہ ٻن ملڪن مان ڪهڙي ملڪ ۾ سروس ڪرڻ چاهيندا؟ پوءِ ڇا ٿيو جو دهليءَ مان آفيسرن جون اسپيشل ٽرينون ڪلارڪن ۽ ڪامورن سان پرجي اچي ڪراچيءَ پهتيون، جيڪي ڪٽ کي پلنگ ۽ پٽڪي کي دستار ڪوٺيندا هئا، سي پنهنجي مغز ۾ حاڪميت جو خيال کڻي آيا ۽ نہ رڳو واقعي سنڌ جا شهر، بازاريون ۽ زمينون سنڌن حوالي ٿيون پر ڪراچيءَ ۾ پاڪستان جي حاڪميت جا ڏڻي تي وينا. اسان وارا بزرگ حيران تي ويا تہ ”هيءُ ڇا ٿي ويو!“

سنڌي سماج کان هڪ سرگرم طبقو جدا ٿي ويو. پوئتان صدين کان قائم پوتارڪو فيوڊل طبقو رهجي ويو. جنهن سنڌي سماج کي پنڊ پاهڻ ڪري رکيو آهي. پر هتان جيڪي هٿين خالي هندو پورب پار ويا، انهن پنهنجي عقل ۽ حڪمت عملي سان نئين ملڪ ۾ پنهنجو مقام پيدا ڪيو. سنڌي زبان کي آئيني درجو ڏيارڻ ۾ ڪامياب ويا. ۽ جڏهن اهو گيت ڳائين ٿا تہ ”آنڌيءَ ۾ جوت جاڳائڻ وارا سنڌي!“ تہ واقعي سچ ٿا چون. ڪين سنڌن ڪاميابيءَ تي فخر ڪرڻ جڳائي ٿو.

سنڌ کي باب السلام چيو وڃي ٿو اهو اسلامي دروازو مغرب پار کان محمد بن قاسم اچي کوليو. جيڪي ٿيو سو ٿي گذريو. پر اسان جي بزرگن پنهنجي فيصلي سان اسلام جي نالي ۾ اوڀر طرف کان جيڪو شاهي دروازو کولي رکيو اتان کان سنڌ لاءِ ڪهڙو تحفو مليو. هن وقت سنڌي جي چئني طرفن کان دروازا کليا پيا آهن. نہ ڪا جهل نہ پل هرڪو اچي ويهي سنڌ ۾. توهان مونکي اهو چئي سگهو ٿا تہ آئون پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ آخر هن ڏکائيندڙ باب کي ڇو شامل پيو ڪريان؟ ان جو جواب هيءُ آهي تہ سنڌ جي فيوڊل ڪلاس ۾ سنڌ اسيمبلي ويهي حر ائڪٽ (1942) جهڙو ڪارو قانون پاس ڪري، هزارين سنڌي ماڻهن کي قيد و بند ۾ بند ڪري بکيو ۽ بي حال رکيو. آئون پنهنجي ماءُ پيءُ سان گڏ انهيءَ هلتا ( مصيبت) جو شڪار رهيس. ڇا مونکي اهو حق نہ ٿو پهچي تہ آئون تاريخ ۾ ٿيل انهيءَ ظلم جي اپٽار ڪري، نئين نسل کي پنهنجو داستان ٻڌايان!

اسان جي بزرگن پاڪستان لاءِ برصغير ۾ سڀني کان پهريائين قراردادپاس ڪئي. سنڌ جا جملي اثاثا پاڪستان حوالي ڪيائون. اصل ۾ اهي بزرگ ”بانيانِ پاڪستان“ هئا. ٻين جون

دعوائون ڪوڙيون آهن. انهن ”بانيانِ پاڪستان“ جي سنڌي زبان، پاڪستان جي آئين ۾ پنهنجو نالو لکائي آئينِ پاڪستان سان جڙڻ چاهي ٿي. پر هو اسان جي ٻوليءَ کي اڃان تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهن! آخر ڇو اسان جي زبان کي تسليم نه ٿو ڪيو وڃي!

# ساروڻيون، ساهہ سيباڻڻ ساٿين جون

## فقير نصير محمد مهر

انتهائي ذهين پر ٿور ڳالهائو نصير محمد فقير مهر سان سال 1958ع ڌاري ميرپور خاص ۾ ملڻ ٿيو. هي همراهہ ميرپور ماٿيلي مان سنڌي فائنل پاس ڪري، مير پور خاص نوڪريءَ لاءِ آيو. الفقراءَ منزل تي ڪجهہ وقت گڏ گذاريوسون. نصير محمد فقير، محمد رحيم فقير الفقراءَ جو ويجهو عزيز هو. پرائمري استاد جي نوڪري ملڻ بعد، فقيرن جي ڳوٺ سارڪي ڪنڊي تعلقي سنجهوري ۾ استاد مقرر ٿيو. تمام محنتي استاد هو. مهر فقيرن جي ٻارن کي معياري تعليم ڏنائين. هنن ٻارن ۾ بخشڻ عرف محمد بخش، علي محمد ۽ سنڌس ٻيا پائر ۽ پينرون وٽس پڙهيا. سنڌس شادي فقير عبدالحميد جي نياڻيءَ سان ٿي. نصير محمد فقير فائنل پاس تعليم تائين محدود ڪونہ رهيو. علم جي روشن ڏڳ تي اڳتي وڌندو رهيو. آخر ۾ ايم – ايڊ جو امتحان پاس ڪيائين. هن صاحب مهر ذات جي تاريخ ۽ ٻڻ بنياد تي هڪ تحقيقي ڪتاب، جناب ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب جي رهبريءَ ۾ تحرير ڪيو. جنهن جو نسخو بخشڻ برادرز وٽ پيل آهي. هيءُ علم جو گوهر، نهايت سادو ۽ صابرين دوست، مهر خاندان جي تفاخرانہ ڪلچر کان پري رهيو. سنڌس تعليمي خدمتون مهر برادران کي ياد رکڻ گهرجن. مون سان هن پياري انسان جو دوستانہ ناتو تا عمر قائم رهيو.

## پروفيسر محمد عمر چنڊ

پروفيسر محمد عمر چنڊ سان منهنجي پهرئين ملاقات 93_1992ع ڌاري ٿي. هي ان زماني جي ڳالهہ آهي، جڏهين ڄام صادق علي، پير سائين سردار جن کان معافي ورتي، جماعت جي فقيرن سان پڻ دوستانہ ناهہ ڪيو. ان موقعي تي ڄام صاحب ضلعي سانگهڙ جي انتظاميہ کي چيف منسٽر جي حيثيت ۾ ترقياتي ڪمن لاءِ فنڊ جاري ڪيا. هن ترقياتي پروگرام موجب ضلعي سانگهڙ جي تاريخ، خاص ڪري حر تحريڪ جي تاريخ تي هڪ شاندار سيمينار پڻ منعقد ڪيو ويو. ان زماني ۾ سانگهڙ جو ڊپٽي ڪمشنر ڊاڪٽر علي رضا سيهڙ صاحب هيو. هن صاحب مونکي سيمينار جي موقعي تي حر تحريڪ جي تاريخ تي هڪ يادگار سووينيئر ترتيب ڏيڻ لاءِ چيو. هي سووينيئر سيمينار جي موقعي تي عالمن اديبن ۾ تقسيم ڪيو ويو. ان زماني ۾ پروفيسر محمد عمر چنڊ صاحب برونائي دارالسلام جي ڪنهن تعليمي اداري ۾ انگريزي زبان پاڙهيندو هو. هن صاحب ان سووينيئر جيڪو ”سانگهڙ جي سرهاڻ“ جي نالي سان شايع ٿيو هو انهيءَ جي مطالعي بعد چنڊ صاحب موڪل تي جڏهين پنهنجي ڳوٺ پراڻي نئون آباد آيو تہ ان موقعي تي ڪچهري ڪرڻ لاءِ

سانگهڙ اچي پهتو. آئون اليمينٽري ڪاليج آف ايجوڪيشن سانگهڙ ۾ پاڙهيندو هئس. سائين سان پهرئين ملاقات نهايت متاثر ڪرڻ واري ثابت ٿي. محبت ۽ عقيدت جي ڌاڳي ۾ دل قابو ٿي چڪي. پروفيسر صاحب جو چوڻ هو تہ ”حر تحريڪ“ سنڌي ماڻهن جي برطانوي راڄ خلاف نهايت بهادرانہ جدوجهد آهي، جنهنکي هيل تائين، انگريز دوست ادارن ڄاڻي ٻجهي نظر انداز ڪيو آهي. تنهنڪري پاڻ هن موضوع تي گڏجي ڪري تحقيق ڪري حر تحريڪ کي دنيا سان متعارف ڪرائيندا سون. ساڳئي زماني ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي معرفت حضرت پيرسائين پاڳاري ڇٽ ڌڻي رح سان محمد عمر چنڊ ملاقات ڪري حر تحريڪ تي قلم کڻڻ جي اجازت ورتي. چنڊ صاحب بروناڻي جي سروس مان رٽائر ٿيڻ بعد واپس وطن آيو ۽ حر تحريڪ تي تحقيق جو ڪم شروع ڪيائين. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي معرفت اسلام آباد ۾ واقع ڪيبنيٽ ڊويزن جي لئبريريءَ ۾ انڊيا آفيس لئبريري ۽ سنڌ اسپيشل پوليس جا فائيل اٽڪل ڇهہ مهينا پڙهندو رهيو ۽ نوٽ لکندو رهيو. آخر ۾ ان لئبريري مان اٽڪل ٽي چار سئو ضروري فائيل فوٽو اسٽيٽ جلد بندي ڪرائي ڳوٺ کڻي آيو. وڏي محنت ڪان پوءِ انگريزي ٻوليءَ ۾ اٽڪل ٻن هزار صفحن جو مواد لکي پورو ڪيائين. هن صاحب اهو ڪم في سبيل الله سنڌ جي محبت ۾ ڪيو. مٿئين مواد مان ست اٺ سئو صفحن تي مشتمل ڪتاب:

“The Brutality of the British Empire against Pir Sahib Pagaras Family” روشني پبليڪيشن طرفان شايع ٿي مارڪيٽ ۾ آيو. بدقسمتي سان باقي مواد ڇپجڻ کان رهجي ويو. ان ۾ اسان جي معتبرن جي بي پرواهي شامل آهي. گذريل 20 مارچ 2018ع تي پروفيسر صاحب، نيوزي لئنڊ مان هتي آيل هو ۽ مذڪوره تاريخ تي حضرت سورهيہ بادشاهہ جي سانگهڙ ۾ منعقد ٿيندڙ ورسيءَ ۾ شريڪ ٿيو. حر تحريڪ جي موضوع تي، سنڌي زبان ۾ سندس ڪافي مضامين شايع ٿيل آهن. انهن مضمونن جو مجموعو ”جهونگار پبليڪيشن“ وارن ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هي ماڻهو روحاني رمزن سان سرشار علم جو چنڊ هن وقت پنهنجي پٽن ۽ آڪهہ سان نيوزي لئنڊ ۾ مقيم آهي ۽ اڪثر ڪري اسان فقيرن کي ياد ڪرڻ فرمائيندو آهي. ياد رهي تہ مٿيون ڪتاب چنڊ صاحب روشني پبليڪيشن وارن کي بغير ڪنهن معاوضي جي ڇپجڻ لاءِ ڏنو هو.

## خورشيد خان قائمخاني

خورشيد خان قائمخاني سان منهنجي ملاقات جهول ۾ مرحوم مير ضيغم الدين ٽالپر معرفت ٿي. پهرين ڪچهريءَ ۾ هن شخص جي گفتگو ۾ ماڻهپي جي مٺيا محسوس ٿي. تعارف مان خبر پئي تہ خورشيد خان، قائمخاني راجپوت گهراڻي سان تعلق رکي ٿو. مارو ديش يعني راجستان سان واسطو رکي ٿو. سندس قبيلو پنهنجي راجپوتي جي وڏائي جي روايت رکندڙ آهي. ساڳئي وقت سندس آبائي پيشو سپاهگيري آهي. قائمخاني راجپوت برٽش انڊيا آرميءَ جا خاص فوجي ٿي

رهيا آهن. دستور موجب خورشيد خان ڪميشن وٺي پاڪ آرميءَ ۾ ڀرتي ٿيو. سندس والد برطانوي دور جي فوج جو سپاهي هو. هن پنهنجي فرزندن کي سٺي تعليم ڏياري آرمي سروس ۾ شامل ڪرايو. ان اميد سان ته سندس فرزند جرنيل ٿيندا. اهڙي ريت خورشيد خان ميجر جي عهدي تائين پهتو ۽ 1965ع واري جنگ وڙهي چڪو هئو. سال 1969ع ۾ جنرل يحيٰ جي مارشل لا دوران، لاهور ۾ جنرل نيازي جي ماتحتي ۾ سروس ڪندڙ هو. خورشيد خان چواڻي ته هو لاهور ۾ قائم ٿيل مارشل لا ڪورٽ ۾ ڊيوٽي ڪندڙ هو. سندس ڪنهن فيصلي سان جنرل نيازي جي ذاتي دلچسپيءَ سبب اتفاق نه ڪندي فيصلو تبديل ڪرڻ لاءِ چيو. ان ڳالهه تان هن راجپوت فوجي سخت احتجاج ڪيو. هوڏانهن جنرل نيازي هر طرح سان هڪ مخصوص مزاج رکندڙ زبان خواهه ڪلام ۾ نهايت ناقابلِ برداشت آفيسر هو. انهيءَ جهڳڙي ۾ خورشيد خان فوجي عهدي تان استعيفيٰ ڏئي ڇڏي، ان تي سندس والد سخت ناراض ٿيو. پوءِ چا ٿيو جو خورشيد خان پاڪستان ڇڏي آمريڪا هليو ويو. جتان اٽڪل ڏهاڪو سالن کان پوءِ واپس وطن آيو. انهيءَ دوران هن جرنيلي سڙڪ کي ترڪ ڪري، جپسي بنجي جوڳين جو پنڌ پيچرو ورتو. سندس آڪهه ان طرز جي زندگيءَ بابت وڏيڪ ناراض رهڻ لڳي، ڪيس راجستاني ٻوليءَ ۾ ”باولو“ ڪوٺڻ لڳي. منهنجي نظر ۾ هن زور زبردستي، جنگ و جدل جي راهه تياڳي انسانيت جو ڏگ ورتو. اهوئي سبب ساڻس دوستيءَ جو باعث بڻيو.

1981_82ع ڌاري خورشيد خان جرنلزم ڏانهن مائل ٿيو. سندس آرٽيڪل جوڳين، سامين ۽ باگڙين جي زندگيءَ بابت ان زماني جي انگريزي اخبار اسٽار ۾ شايع ٿيڻ لڳا. ياد رهي تي ڊان اخبار طرفان نڪرندڙ اسٽار اخبار هر آچر تي رنگين ايڊيشن ڪيندي هئي. هن ۾ هفتيوار خورشيد خان جا مٿين لاڏائو قبيلن بابت تحقيقي آرٽيڪل شايع ٿيڻ لڳا. انهيءَ زماني ۾ خورشيد خان پنهنجي پهرئين ڪتاب ”پٽڪتي نسلين“ لاءِ سندس انگريزي مضمونن جو اردو ۾ ترجمو ڪري ڪتاب تيار ڪيو. انهن انگريزي آرٽيڪلن ۾ هن صاحب، منهنجو تعارف حر ڪئمپ ۾ قيد ڀار جي حيثيت ۾ انٽرويو ڪري شايع ڪيو. ان مضمون جو اردو ترجمو به هن ڪتاب جو حصو بنايائين. سندس هن ڪتاب ائنٿرو پائلاجي جي مضمون سان دلچسپي رکندڙ ۽ ڌتڙيل انسانن جي زندگيءَ سان دلچسپي رکندڙن ۾ تمام گهڻي مشهوري ماڻي. هن صاحب جا تعلقات ان وقت جي نالي وارن ليکڪن سان هئا. حيدرآباد ۾ سندس دوستي پروفيسر شيخ فريدالدين صاحب سان جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ جي فلاسافي ڊپارٽمينٽ جو هيڊ هو. ساڳئي وقت سندس دوستي تاريخ نويس ڊاڪٽر مبارڪ علي خان سان پڻ هئي. انهن ٽنهي دوستن سان حيدرآباد ۾ ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون.

خورشيد خان جا جوڳين وارا ڦيرا لڳاتار هلندا هئا. هڪ ڏيلهو ڪلهي تي، گهڻو ڪري ٽنڊي الهيار مان ريل رستي حيدرآباد پهچندو هو. سپ کان پهريائين ريڊيو پاڪستان واري روڊ تي ڪچي قبيلي جي ماڻهن سان ڪچهري ڪندو هو جيڪي روڊ ڪناري ڇڪون ۽ موڙا ناهڻ جو ڪم ڪندا هئا. هنن کي هڪ دفعي ميونسپل وارن اتان ڪان لڏايو پئي ته خورشيد خان سندن همدرديءَ ۾ اسٽار اخبار ۾ ڪالم لکيو. جنهن بعد ميونسپل هنر مندن کي اتي رهڻ جو حق ڏنو.

حيدرآباد کان پوءِ خورشيد خان جهول شهر ۾ محترم مير ضيغم الدين ٽالپر وٽ پهچندو هو. جتي منهنجي ساڻس ڏگهي ڪچهري ٿيندي هئي. ڪچهريءَ جو موضوع اڪثر ڪري ڏتڙيل لاڏو قبيلن بابت هوندو هو. جهول مان ڪچهري بعد هو صاحب سانگهڙ پهچي ڪنڊياري شهر ۾ واقع جوڳين جي بستي وزٽ ڪندو هو. جتي سندس ڪافي جوڳيئڙا دوست رهندا هئا. ان بعد خورشيد صاحب ميرپور خاص پنڌ پوندو هو جتي سندس سڱيٽا عزيز رهندڙ هئا. ان بعد ڦيرو پورو ڪري، اچي ٽنڊي الهيار پهچندو هو. خورشيد خان جي والد صاحب کي ٽنڊي الهيار جي اتر پاسي زمين مليل هئي، جنهن تي انبن جو وڏو فارم هوندو هو. خورشيد خان اتي پنهنجي هارين جي ”پيپل بستي“ قائم ڪئي ۽ پنهنجي لاءِ هڪ مختصر رهائشي جڳهه ٺاهي، اتي رهندو هو ۽ پنهنجو تحريرون تخليق ڪندو رهندو هو.

خورشيد خان جي محترمہ خديجہ گوهر صاحبہ سان ادبي دوستي هئي. هن محترمہ جا وڏا ڪڇ گجرات کان ڪوڪرا پار ريل ۾ لڏي پاڪستان آيا هئا ۽ پوءِ سائوٿ آفريڪا ۾ رهڻ لڳا. خديجہ صاحبہ جي خاندان جي نيلسن منڊيلا سان دوستي هئي، جتان پوءِ محترمہ اچي لاهور ۾ مقيم ٿي. انگريزي زبان ۾ سندس تحريرون ۽ ناول ”The Coming Crop“ ڇپيل آهي. هيءَ صاحبہ اڪسردو ۾ هڪ N.G.Oهلائيندي هئي. گرميءَ جي موسم ۾ خورشيد خان سندس تنظيم لاءِ ڪم ڪندو هو ۽ محترمہ جي مضمونن کي ٽائيپ پڻ ڪندو رهندو هو. هن محترمہ جون ٻہ ڊيئرون لاهور ۾ ٿيئٽر ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ پنهنجي دور جون مشهور مايون هيون.

محترمہ خديجہ گوهر اسڪردو ۾ اوچتو دل جو دورو پوڻ ڪري گذاري وئي. جنهنجو خورشيد صاحب کي وڏو دلي صدمو پهتو. ان شديد صدمي بابت مون ڏانهن هڪ خط ۾ ذڪر ڪيو اٿائين. خورشيد ٽريو هجڻ جي ناتي وسڪاري جي مند ۾ اهو سارو وقت ٿر ۾ پنهنجي ”دلت“ دوستن سان گڏ گذارڻ پسند ڪندو هو. دلت دنيا جي پاڪ هند دوستن سان سندس رابطو هيو. ايتري قدر جو هن ناياب انسان جو ورلڊ جيسي آرگنائيزيشن وارن سان بہ لڳ لاڳاپو هيو. خورشيد خان جيتوڻيڪ ”ليفٽ“ جي سوچ وارو انسان دوست ماڻهو هيو. حر تحريڪ کي سنڌي ماڻهن جي آجپي جي تحريڪ سمجهندو هو. ان موضوع تي ڪالم پڻ لکيائين. آخري ڏينهن ۾ سندس اسڪردو وارو نڪاڻو ويران ٿي ويو ۽ پاڻ پيپل بستيءَ ۾ مستقل رهڻ لڳو. هفتي ۾ هڪ ڏينهن ريل رستي حيدرآباد گهانگهري واري روشني پبليڪيشن تي دوستن سان ڪچهريون ڪندو هو. 2012ع ڌاري ڪيس ”برين اسٽروڪ“ ٿيو پوءِ اچي گهر پيڙو ٿيو. سندس بيماريءَ جو ٻڌي آئون کين پڇڻ ويس. ظاهري طور تہ ٺيڪ ٺاڪ پئي لڳو پر سندس حافظي کي نقصان پهچي چڪو هو. منهنجي ساڻس اها آخري ملاقات هئي. سندس وفات 8 جنوري 2013ع ۾ ٿي. سندس فرزند پهريون تعزيتي پرگرام ٽنڊي الهيار ۾ ڪيو. ان بعد سندس ورسي حيدرآباد ۾ منعقد ٿي. هنن پروگرامن ۾ خورشيد خان جا جيسي ۽ جوڳي دوست شريڪ ٿيا. انهن ۾ آئون بہ شريڪ ٿيس. بهرحال خورشيد خان، مارواڙيس جو موتي ماڻهو زماني جي فوج جي بادشاهي کي ٺڪرائي جوڳي بڻيو. سندس ننڍو ڀاءُ پاڪستان جي فوج مان جرنيل ٿي ريٽائر ٿيو آهي. خورشيد خان جا هڪ

سئو کان وڌيڪ خط مون وٽ محفوظ آهن. جيڪي شايع ٿيڻ جا منتظر آهن. بهرحال تمام محبوب ماڻهو هو.

## مسٽر غلام محمد لاڙڪ

هيءُ تمام پيارو انسان، اصل ۾ احمد پور نزد پير ڳوٺ (خيرپور ميرس) جو رهاڪو هيو. اسان جي سنڌي ادبي سنگت ۽ مير الهه بخش پبلڪ لئبريري، پيپلز پارٽيءَ جي شروعاتي عروج واري زماني ۾، ڪجهه اهم دوستن جي پ –پ سياست ۾ شرڪت سببم ڪجهه مقامي حالتن جي ڪري پوئتي پئجي ويئي هئي. ان زماني ۾ محترم غلام محمد لاڙڪ صاحب جهول ٽائون ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ٿي آيو. هيءُ دوست نهايت خوش خلق ۽ برجستو عملدار ٿي رهيو. جهول ٽائون جي مسئلن کي هميشه خوش اسلوبيءَ سان حل ڪندڙ دوست، ساڳئي وقت ادب ۽ شاعري سان رغبت رکڻ وارو يار هو. هن صاحب ٽائون ڪاميٽيءَ جي طرفان خالي ڇڏيل مسافر خاني جي ننڍڙي جڳهه ۾ اسان کي لئبريري قائم ڪرڻ ۾ نه صرف مدد ڪئي پر مزيد همت افزائي ڪندي محترم مير ضيغم الدين صاحب جي مدد سان پبلڪ لئبريري ۽ سٽيزن ڪلب لاءِ ان وقت جي ڊپٽي ڪمشنر کان پلاٽ الاٽ ڪرائي ڏنائين. سٽيزن ڪلب وٽ هڪ پارڪ (حضرت سورهيه بادشاهه پارڪ) قائم ڪرائي ان ۾ هڪ ٽي وي هٽائي ڏنائين. جنهن کي شام جي وقت جهول جا شهري ڏسي پارڪ ۾ دل وندرائيندا هئا. سندس مدد سان ادبي سنگت ۽ لئبريريءَجون علمي سرگرميون وري قائم ٿيون. لاڙڪ صاحب لوڪل گورنمينٽ جي سروس دوران ڪوشش ڪري پاڪستان انفارميشن کاتي ۾ آفيسر ٿي ويو ۽ سنڌ جي مختلف ضلعي هيڊ ڪوارٽرن ۾ قائم پاڪستان نيشنل سينٽرن ۾ ڊائريڪٽر ٿي رهيو. ساڻس ان عهدي دوران ڪراچي ۽ سکر ۾ به قرب ڪچهريون ٿينديون رهيون. هو صاحب سانگهڙ نيشنل سينٽر ۾ به آفيسر ٿي رهيو. اتي ته ساڻس سانگهڙ جي سموري سنگت جون ڪچهريون ٿينديون رهنديون هيون. هي صاحب رٽائر ڪرڻ بعد پنهنجي شهر احمد پور جو نائب ناظم پڻ ٿي رهيو. لاڙڪ صاحب ڪجيءَ جي وڻ–فصل بابت هڪ تحقيقي ڪتاب لکي پڌرو ڪيو. ساڻس منهنجي خط و ڪتابت جاري رهي. لاڙڪ جهڙو لاڪيڻو ماڻهو جڏهين جهول ۾ هيو ته اسان جي ادبي ڪچهرين جو مور ليکيو ويندو هو. سندس دوستي مير ضيغم الدين ٽالپر ۽ سيد علي ڏني شاهه سان هئي. ان ڪري هر ادبي ڪچهريءَ کي اهي دوست رونق بخشيندا هئا.

## مير ضيغم الدين ٽالپر ۽ سيد علي ڏنو شاهه "قلندر بخاري"

هي ٻئي عمر، هم خيال، هم مشرب دوست پنهنجين اوطاقن تي دوستن سان ڪچهريون قائم ڪندڙ هئا. جهول جي ٽالپر صاحبان ۽ اپپور جي سيد سگورن جا پاڻ ۾ خانداني تعلقات هئا.

وڏي ڳالهہ تہ هي دوست هم مڪتب بہ هئا. هي يار مقامي زميندار طبقي سان تعلق رکندڙ هئا. منهنجي سماجي ڪلاس سان پيچ ڪائيندڙ ڪونہ هئا. آئون هڪ هاري مزدور ڪٽنب سان تعلق رکندڙ هئس. جيتوڻيڪ ٽالپر ۽ سيد پنهنجو خانداني فاخرانہ انداز رکندڙ هئا پر سنڌي ادبي سنگت جي ناتي سان منهنجيون بي تڪلفانہ ڪچهريون ٿينديون رهنديون هيون. سيد علي ڏنو شاهہ "قلندر بخاري" جي تخلص سان سٺي شاعري ڪندڙ هو. جهول سنگت طرفان هفتيوار ادبي ڪچهرين ۾ پيش ٿيندڙ نظم ۽ نثر بابت شاهہ صاحب ٺُڙ تنقيد ڪندو هو.

مير ضيغم الدين ٽالپر پنهنجي والد مير الهہ بخش خان ٽالپر جي سياست ۽ صحافت جو وارث هو. مير الهہ بخش خان ٽالپر سنڌ جي سياست ۾ الوحيد اخبار جي ايڊيٽر جي حيثيت ۾ سڃاتو ويندو هو. مير ضيغم الدين پنهنجي سيڪينڊري تعليم نوابشاهہ ۾ خوجي صاحب جي مشهور اسڪول ۾ حاصل ڪئي. ان بعد حيدرآباد مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد ايل- ايل- بي جو امتحان پاس ڪيائين ۽ ان ساڳئي دور ۾ ملڪ اندر ڀُٽي صاحب روٽي ڪپڙا ۽ مڪان جي نعري هيٺ سياست جي شروعات ڪئي. سندس هن نعري ليفٽ ڏانهن لاڙو رکندڙ تعليم يافتہ نوجوانن کي پ-پ جي سياست ڏانهن ڇڪي ورتو. مير ضيغم الدين سانگهڙ ضلعي ۾ پيپلز پارٽيءَ کي آرگنائيز ڪرڻ ۾ وڏي محنت، جوش ۽ جذبي سان ڪم ڪري ڏيکاريو. ان وقت ائين پئي لڳو تہ مير ضيغم الدين سنڌ جي سياسي افق تي پنهنجي شخصيت جي روشن خيالي سبب مقبوليت ۽ مشهوري ماڻيندو. سندس خانداني پس منظر ۽ هوشياري جي ڪري هو سنڌ جي اعليٰ سياسي طبقي ۾ چڱيءَ ريت سڃاتو ويندو هو. سندس اوطاق تي هميشہ سياسي ليڊرن ۽ ورڪرن سان ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. سياستدانن کان علاوه ان وقت جي اديبن ۽ شاعرن سان پڻ هن صاحب معرفت ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. ابراهيم منشي اڪثر ڪري مير صاحب وٽ مهمان ٿيندو هو ۽ اسان کي سندس سريلو ڪلام ٻڌڻ جو موقعو ملندو هو.

ان زماني ۾ ذوالفقار علي ڀٽو صاحب اليڪشن مهم تي سانگهڙ ۾ جلسو ڪرڻ لاءِ اچڻو هو. ان موقعي تي سانگهڙ ۾ جيڪو ٽڪراءُ ٿيو، ان قافلي ۾ مير صاحب جي ڪار باهہ لڳائي وئي. ڀُٽي صاحب، مير ضيغم الدين جي نقصان جو ساڻس ذڪر ڪندي مالي مدد جي آڇ ڪئي، جيڪا مير صاحب قبول ڪونہ ڪئي ۽ پارٽيءَ لاءِ قربانيءَ جو ذڪر ڪندي ڀُٽي صاحب جو شڪريو ادا ڪيائين. پيپلزپارٽيءَ ڪاميابيءَ کان پوءِ آئين سازي ڪري، سينيٽ لاءِ اميدوارن کان درخواستون طلب ڪيون. مير ضيغم الدين پنهنجي تعليمي پس منظر خواه پارٽيءَ لاءِ ڪيل قربانين جي خيال کان سينيٽر جي سيٽ لاءِ دروخواست ڪئي پر کيس ٽڪيٽ ڪونہ ڏنائون. اتان کان مير صاحب پارٽيءَ جي وڏيرا شاهي کان مايوس ٿيڻ لڳو تاهم پارٽي سان جڙيو رهيو. سندس پ-پ ۾ مير برادران سان تمام گهرو تعلق رهيو ۽ جڏهن مير برادران پيپلزپارٽيءَ کان مايوس ٿي وجي پ-پ مخالف لابيءَ ۾ شريڪ ٿيا تہ مير ضيغم الدين ٽالپر پ-پ کي خير آباد چئي مير گروپ ۾ شموليت اختيار ڪئي. ائين درجي بہ درجي مير صاحب سياست جي قومي ڌارا کان پري ٿيندو ويو. پ- پ هميشہ پرخلوص ماڻهن جي بي قدري ڪندڙ پارٽي طور مشهور آهي.

## پ-پ ڪلچر جو نوجوان طبقي تي اثر

پ-پ پنهنجي عروج واري زماني ۾ جن ذهين نوجوانن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪيو انهن جو وڏو تعداد ان زماني ۾ پ-پ مخالف راءِ موجب ”پيو پلائو“ ڪلچر ڏي ايترو ته مائل ٿيا جو سندن محفل ۾ بنت العنب جا دُنگ ڪلي پوندا هئا. سندن هر محفل ۽ هر مجلس ۾ بنت العنب جا عادي عاشق مستيءَ ۾ سرشار رهڻ لڳا. ان زماني ۾ سياسي ڪارڪنن جو اهو دلچسپ شغل هوندو هو. ان ڪري اسان جي تر جا هي نوجوان ”ٽُن“ ڪلچر جا پڪا عادي ٿي ويا. درجي به درجي سندن سماجي ميل ميلاپ سياست بجاءِ سرشاريءَ جي محفلن جو مرڪز ۽ محور بنجي ويو. پ-پ ته الائجي ڪاڏي وئي، بقول پنجابي شاعر جي ”رانجها رانجها ڪهدي، مين آپي رانجها هوئي“ اهي نوجوان ڪائو پيو ۽ موج ڪيو جي ڪشش ۾ قابو ٿي، انقلابي راهه کان پري ٿي ويا! روز به روز سندن اها طلب وڌندي وئي، جنهنجو اثر اڪثر خاندانن جي معاشي ۽ اقتصادي زوال ڏانهن ٿيو اباڻيون ملڪيتون سڀ رتيءَ سان رهاڻ پويان کپائي، ان سان گڏ پنهنجي سماجي حيثيت ۽ صحت کي هاڃو پهچائي ڇڏيائون.

مٿي ڄاڻايل تشبيهن، استعارن ۽ اشارن ۾ ڄاڻايل ڳالهه جو وچور اهو آهي ته منهنجا هي مهربان دوست ذهين ماڻهو سياست جا ترقي پسندانه خيال رکندڙ انهيءَ ڪلچر کان متاثر ٿي، سياسي بتڪدن کي ڇڏي، من چاهيندڙ ميڪده آباد ڪري وينا ۽ جيڪڏهن ڪير دل ۾ نه ڪري ته منهنجي خيال ۾ سياسي طور ”ضايع“ ٿي ويا.

## استاد عبدالرشيد لغاري

مولوي خير محمد ۽ باکوڙي جي لغاري برادريءَ جا ڪافي دوست، ماهر استاد، ادب سان چاهت رکندڙ ۽ انهن مان ڪيترائي سٺا شاعر آهن. انهن دوستن سان ادبي ڪچهريون ٿينديون رهيون. جيئن ته عبدالرشيد لغاري صاحب اسان جي ٽريننگ ڪاليج جي پرائمري سيڪشن جو هيڊ ماستر رهي چڪو هو، ان ڪري ساڻس وڌيڪ قربت ۽ ادبي ڪچهريون ٿينديون آهن. عبدالرشيد صاحب جا سنڌ جي پ-ت-الف وارن چوٽيءَ جي ليڊرن سان تنظيمي تعلقات رهيا آهن. خاص ڪري طالباڻي صاحب سان سندس دوستانه تعلق آهي. عبدالرشيد لغار ي صاحب جي محترم راشد مورائي صاحب سان خط و ڪتابت ۽ دوستي رهي. عبدالرشيد صاحب پنهنجي ساروڻين تي مشتمل ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو. بهرحال باکوڙي جا هي دوست ڪچهرين جا ڪوڏيا آهن. هن موقعي تي هنن يارن بابت مون جيڪا چوڻي جوڙي آهي، اُها اِها ته ”لغارين جي ياري، هلندي عمر ساري“ . سائين عبدالرشيد صاحب جي جهول ۾ مرحوم حاجي محمد عالم ڪيريئي صاحب سان پڻ گهاٽي ياري هئي. محترم محمد عالم ڪيريو منهنجو به پيارو دوست

هو. هي صاحب اسان جي هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿي ريٽائر ٿيو. ريٽائرمنٽ کان پوءِ منهنجون ساڍس روزانہ ڪچهريون رهنديون هيون. هي صاحب نيڪ نمازي، الله جو دين دار بندو هو. سندس ياد دل ۾ قائم رهندي آهي.

## شير محمد ”عاجز اڄڻ“

دراز قد، شام رنگ وارو ”عاجز اڄڻ“ سنڌ ۾ سُريلي شاعريءَ ۾ وڏي مشهوري ماڻي. سندس ڪلام کي سنڌ جي مشهور راڳين نئين رنگ ۾ ڳايو آهي. عاجز اڄڻ پرائمري استاد هيو. انهيءَ تعلق سان تربيت دوران منهنجو شاگرد پڻ رهيو. عاجز اڄڻ نہ صرف مشهور شاعر پر ان سان گڏ والي بال جو بهترين رانديگر هيو. سانگهڙ ۾ نوڪريءَ دوران پيار جي شادي ڪيائين. پوءِ پيرون مل ٽرانسفر ٿي ويو. اتي هڪ حادثي ۾ سندس جيون ساٿي ڪانئس جدا ٿي ويئي. ان صدمي ۾ هو پنهنجي ڳوٺ 18 ميل نزد پيرون مل ۾ گذارڻ لڳو. سنڌ خواهہ هن تر ۾ سندس چاهيندڙن جو وڏو طبقو ڪيس محبت مان ياد ڪندو آهي. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب ”عشق آڏيري ول“ شايع ٿيل آهي. ان کان سواءِ سندس ڪافي ڪلام اڻ ڇپيل بہ موجود آهي. افسوس هي جوان سال شاعر اسان کان جدا ٿي ويو.

# هڪ ناقابلِ فراموش ياءُ

سائين الهورائي ڀِڻ سان منهنجي ياڻپچاري ۽ ادبي وابستگي جي تاريخ پراڻي آهي. 1990ع جي شروعات ۾ مون پنهنجي ڪتاب ”پٽڪتي نسلين“ ۾ سائين بابت ”حر بغاوت“ جي عنوان سان هڪ باب لکيو هو ۽ تازوئي مون ڪاوش اخبار جي پنهنجي ڪالم وسيلي سائين الهورائي کي محبت ڀريل لفظن سان ياد ڪيو آهي. آئون سندس بيحد احترام ڪريان ٿو.

سائين الهورائي جو ڀاروتڻ، ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جهيڙيندڙ حُر مجاهدن جي جيل/ ڪئمپ ۾ گذريو هو ۽ اهو تجربو ڪنهن بہ ٻار جي زندگيءَ تي تاعمر غير معمولي اثرات ڇڏڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي. فسطائي (FACIT) ڪئمپن ۾ ٻاروتڻ ۽ غير معمولي زندگي گذاريندڙ ڪيترائي ٻار ٽروما (نفسياتي صدمي) جو شڪار ٿي ويندا آهن. ۽ پوءِ زندگيءَ ۾ ان کان پوري ريت ڇوٽڪارو حاصل ڪري ناهن سگهندا. ليڪن سائين الهورائي زندگيءَ جو مقابلو وڏي همت ۽ حوصلي سان ڪيو ۽ ڪڏهين بہ پنهنجي غير معمولي ٻاروتڻ جي اثرات جو احساس ٿيڻ نہ ڏنو آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب ”ايڏو درد عميق“ ان درد کي اندر ئي اندر پي وڃڻ جو مظاهر آهي.

خورشيد قائمخاني

نوٽ: خورشيد قائم خاني صاحب کي تاثرات 2002ع ۾ شايع ٿيل ڪتاب ”ماٺهو متيءَ هاٺو“ ۾ تحرير ڪيا.

# سنڌ سلامت

www.sindhsalamat.com

سنڌ سلامت جو مشن ۽ مقصد سنڌي ٻوليءَ جي ڊجيٽلائيزيشن ۽ پکيڙ کي وسيع ڪرڻ آهي ۽ پڻ دنيا سان گڏ سندس رفتار سان هلڻ جو سانباهو آهي، ڇو تہ تاريخ هميشه انهن قومن جو احترام ڪيو آهي جن پنهنجي علمي سرمائي جي حفاظت ڪئي آهي. سنڌ سلامت پڻ پنهنجي ٻوليءَ جي بقاء خاطر سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل قيمتي ۽ ناياب ورثي کي ضايع ٿيڻ کان بچائڻ ۽ ان کي نہ رڳو محفوظ رکڻ پر پنهنجي اديبن، ليکڪن، محققن ۽ شاعرن جي علم، هنر ۽ تخليقن کي ڊيجيٽلائيز ڪندي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود سنڌين تائين مفت ۾ آسانيءَ سان پهچائڻ جو عزم ڪيو آهي.

اسان جي خواهش هئي تہ سنڌي مواد تي مشتمل هڪ اهڙو ڪتاب گهر قائم ڪجي جتي هر موضوع تي مشتمل ڪتاب موجود ملن. ڪتابن کي ڳولڻ ۽ ڊائونلوڊ ڪرڻ آسان هجي ۽ اينڊرائيڊ سميت آئي فون يا ونڊوز آپريٽنگ سسٽم سميت هر قسم جي ڊوائيس تي آساني سان آن لائين پڻ پڙهي سگهجي.

۽ اهو سڀ ”سنڌ سلامت ڪتاب گهر“ ذريعي ئي ممڪن ٿي سگهيو. اميد تہ سنڌ سلامت ڪتاب گهر ذريعي سموري دنيا ۾ موجود سنڌي نہ صرف ڀرپور لاڀ حاصل ڪندا پر سنڌ سلامت ڪتاب گهر کي وڌيڪ فائديمند بنائڻ لاءِ پنهنجو ڀورو ساٿ نڀائيندا.

books.sindhsalamat.com

**سنڌ سلامت ڪتاب گهر جي اينڊرائيڊ اپليڪيشن پلي اسٽور جي هن لنڪ تان ڊائونلوڊ ڪريو:**

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhsalamat.book

# قيد ڪشالا زندگي

(حر ڪئمپ جي قيدي ٻار جي ڪٿا - علم جي تلاش جو سفر)

## الهورايو ڀهڻ

نارا ريسرچ اينڊ پبلشنگ آرگنائيزيشن سانگهڙ

Grafix: Intel Communications, Hyd.



سائين الهورائي ڀهڻ سان منهنجي پائيچاري ۽ ادبي وابستگي جي تاريخ پراڻي آهي. 1990ع جي شروعات ۾ مون پنهنجي ڪتاب ”پٽڪتي نسلين“ ۾ سائين بابت ”حر بغاوت“ جي عنوان سان هڪ باب لکيو هو ۽ تازوئي مون ڪاوش اخبار جي پنهنجي ڪالم وسيلي سائين الهورائي کي محبت ڀريل لفظن سان ياد ڪيو آهي. آئون سندس بيحد احترام ڪريان ٿو.

سائين الهورائي جو ٻاروتڻ، ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جهيڙيندڙ حُر مجاهدن جي جيل / ڪئمپ ۾ گذريو هو ۽ اهو تجربو ڪنهن بہ ٻار جي زندگيءَ تي تاعمر غير معمولي اثرات ڇڏڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي. فسطائي (Fascist) ڪئمپن ۾ ٻاروتڻ ۽ غير معمولي زندگي گذاريندڙ ڪيترائي ٻار ٽروما (نفسياتي صدمي) جو شڪار ٿي ويندا آهن. ۽ پوءِ زندگيءَ ۾ ان ڪان پوري ريت ڇوٽڪارو حاصل ڪري ناهن سگهندا. ليڪن سائين الهورائي زندگيءَ جو مقابلو وڏي همت ۽ حوصلي سان ڪيو ۽ ڪڏهين بہ پنهنجي غير معمولي ٻاروتڻ جي اثرات جو احساس ٿيڻ نہ ڏنو آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب ”ايڏو درد عميق“ ان درد کي اندر ئي اندر پيي وجڻ جو مظاهر آهي.

**خورشيد قائمخاني**

نوٽ: خورشيد قائم خاني صاحب هي تاثرات 2002ع ۾ شايع ٿيل ڪتاب ”ماڻهو مٿيءَ هاڻو“ ۾ تحرير ڪيا.